إ



اي



اَ

# انڊيڪس يعني تذڪرو

نوٽ ١- انگ ڏيکارين ٿا فقره جو نمبر.

" ٢- الف بي جو سلسلو هيٺين ريت ڪم آندل آهي.

ا آ اِ اي اُ اي او ٻ ڀ ٽ ٿ ٺ پ ج ڄ ڊ ڏ ر س ش ڪ ک ڳ گ ل م ن و ھ ي.

١١٣- هندي لنبن هي گرنت ڪيو، لڇ نا تيس لغار،[٢]
لنبن ۾ ڪارڻ هيءَ آ، ديا ڌرم اُپڪار.
١١٤- سنسڪرت وياڪرڻ ري، پڙهي سگهي نا ڪوءِ،
بن محنت هن پڙهڻ سان، سڪم پرمانند هوءِ،

(٥٢٧) مڱلا چرڻ سان گرنت جي سماپتي.

दिल्लीतें पश्चिम दिशा, कोस अठारह गाम।
तामें यह पूरो भयो, किहडौली तिहिनाम ॥११५॥
ज्ञानी मुक्ति विदेहमें, जासों होय अभेद।
दादू आदू रूपसो, जाहि बखानत वेद ॥११६॥
नामरूप व्यभिचारिमें, अनुगत एक अनूप।
दादूपदको लच्छयहै, अस्तिभाति प्रियरूप ॥११७॥

دوها ١١٥- دهليءَ کان اولهه طرف، ڪوهه ته ارڙهن گام،
گرنت سماپت تت ٿيو، ”ڪهڙولي“ لنبن نام،
١١٦- گياني مڪت وديهه ۾، جنهن سان ٿئي ايڪ،
دادو آدي روپ سو، صاف سڻائن ويد.
١١٧- نام روپ محدود ۾، وياپڪ هڪ ته انوپ،
دادو پد جو لکيه سو، سچدانند سروپ.




(٢) ڌري مالر.

ايشور سان اپيد آهي. ۽ جيئن مٺ آڪاس سان گهٽ آڪاس جو اپيد آهي، سو مٺ آڪاس، مها آڪاس روپ آهي، تئين جيڪو ايشور سان اپيد ٿيل آهي، تنهنکي شڪ برهم جي پراپتي ٿي آهي، ۽ ايشور شڪ برهم ئي آهي.

(٥٣٦) ڀاشا ۾ هن گرنٿ جي رچڻ جو پريوجن.

यह विचारसागर कियो, जामैं रतन अनेक
गोप्य वेदसिद्धांत तैं, प्रगट लहत सविवेक ११०
सांख्य न्यायमैंश्रम कियो, पढि व्याकरण अशेप
पढे ग्रन्थ अद्वैतके, रह्योन एकहु सेप १११
कठिन जु औरनिबंध है, जिनमैं मतके भेद
श्रमतैं अवगाहन किये, निश्चलदास सवेद ११२
तिन यह भापाग्रन्थ किय, रंच न उपजीलाज
तामैं यह इकहेतु है, दयाधर्म सिरताज ११३
विन व्याकरन न पढसकै, ग्रन्थसंसकृत मंद।
पढै याहि अनयासही, लहै सु परमानंद ॥११४॥

دوها ١١٠- وچار ساگر هي لکيو، جنهن ۾ رتن اليڪ،
گوڙهو مطلب ويد جو، لهجي ساڻ وويڪ.
١١١- سانکيہ نياي ۽ وياڪرڻ، پڙهيو ساڻ وچار،
سيئي گرنٿ ادويت جا، پڙهيا نہ ڪوبہ وسار.
١١٢- ٻيا ڪٺن مضمون ٻئي، جن ۾ متن ڀيد،
سمجها سي تڪليف سان، نشچلداس سويد.

(١) ويدن سميت.

آهي سو شڪ سان بہ اپيد آهي.

جي ايشور سان اپيدي ڪي، شڪ برهم سان اپيد نہ مڃبو تہ مطلب نڪرندو تہ ايشور کي شڪ برهم جي پراپتي ڪڏهين بہ ڪانہ ٿي ٿئي؛ ڇو تہ جيئو وانگر ايشور کي ڪو اُپديش مان ٿيل گيان ۽ ودِيا موکہ ڏيڻو نہ آهي؛ جنهن ڪري ايشور ہاڻ جيو ڪان گهٽ ۽ سدائين بدل ئي ڇڄبو. تنهنڪري ايشور جي باري ۾ هي ڳالهيون مڃڻ پوندين:- (١) ايشور کي آورڻ (ڍڪ) ڪونهي، جنهن ڪري کيس اُپديش مان ٿيندڙ گيان جي ضرورت نہ آهي، (٢) آورڻ نہ هئڻ سبب پراپتي نہ آهي، جنهنڪري نت سروگيہ ۽ نت مڪت آهي، (٣) مايا ۽ تنهنجي ڪاريہ جي انجي آتما ۾ پرتيتي نہ آهي، تنهنڪري سدا اسنگہ ۽ شڪ آهي. انهيءَ رِيت ايشور سان جو اپيدي آهي تنهن کي شڪ چيتن سان پڻ اپيد مڃبو.

درشٽانت ڏوارا بہ ايشور ۾ ئي اپيد سڌ ٿيل آهي؛ جيئن مٽ (گهڙو) ۾ گهٽ (ماڪي) جو اپاڌ ٿيڻ تي گهٽ آڪاش، مٽ آڪاش ۾ ئي اپيہ ڇيڙو ۽ نہ مهاآڪاس ۾، تئين وڏوان جي ايشور رچيل سربرو برهمانڊ اندر ناس ٿئي ٿو ۽ برهمانڊ سارو ايشور جي سرير روپي مايا اندر سمايل آهي؛ سو وڏوان جو آتما، ودِيہ موکہ ۾ برهمانڊ کان ٻاهر ڪمن ڪين ڪندو؛ تنهنڪري

برهم سان [ جو تہ ساکي ۽ شد چيتن جو سدا ايڪ آهي ] اها ڳالهہ شاريڪ ڀاشيہ جي چوٿين اڌياءِ ۾ کوليل آهي. اتي اهو پرسنگ آيل آهي، (١) وديا، مکتيءَ ۾ ستيہ سنڪلپ وغيره روپ جي پراپتي جنهنيءَ مت ڪان ٻاهر چيل آهي ۽ (٢) ۾ آئڙو لوميءَ جي مت ڪان ستيہ سنڪلپ وغيره جو اڀاءُ آهي، (٣) * سڌانت مت ۾ وري ستيہ سنڪلپ وغيره جو ڀاءُ اڀاءُ ٻئي چيل آهن. جنهنجو مطلب اهو چيل آهي تہ وديہ مکتيءَ وقت ايشور سان ايڪ ٿئي ٿو ۽ ايشور ۾ جي اڳياني جيون جا ڪلپيل ستيہ سنڪلپ وغيره آهن سي بہ مکت پرش کي پراپت ٿين ٿا ۽ پرمارٿ درشٽيءَ ۾ ايشور شد آهي، تنهن ۾ ڪو گڻ ڪونهي بلڪ نرگڻ آهي ۽ انهيءَ ڪري ستيہ سنڪلپ وغيره جو حقيقت ۾ اڀاءُ آهي.

جيتوڻيڪ جيو بہ سنسار دشا ۾ پڻ نرگڻ آهي، شد آهي، تہ بہ جيو کي سنسار دشا ۾ اوديا ڪان ڪرتاپڻو، ڀوڪتاپڻو پراپت ٿئي ٿو. ايشور کي ڪڏهين بہ آتما ۾ ٻيا ٻئي ۾ سنسار پراپت ٿئو ٿئي، ڇاڪاڻ تہ ڪري سدا اسنگ، نرگڻ شد آهي، انهيءَ ڪري جيڪو ايشور سان ايڪ

*اڳيانيءَ جي درشٽيءَ ڪري ستيہ سنڪلپ جو ڀاءُ آهي؛ ۽ گيانيءَ جي درشٽيءَ ۾ ايشور جو حقيقي ڪونهي، تنهن ڪري ستيہ سنڪلپ جو بہ اڀاءُ آهي.

آهي سو شڌ سان بہ اڀيد آهي.

جي ايشور سان اڀيد کي، شڌ برهم سان اڀيد نہ مڃبو تہ مطلب نڪرندو تہ ايشور کي شڌ برهم جي پراپتي ڪڏهين بہ ڪانہ ٿي ٿئي؛ ڇو تہ جيو وانگر ايشور کي ڪو اُپديش مان ٿيل گيان ۽ وديا سو ڪر ٿيڻو نہ آهي؛ جنهن ڪري ايشور پاڻ جيو ڪان ڪهت ۽ سدائين ٻڌل ئي ڄڻبو. تنهنڪري ايشور جي ٻاري ۾ هي ڳالهيون مڃڻ گهرجن ٿيون:- (١) ايشور کي آورڻ (ڍڪ) ڪونهي، جنهن ڪري کيس اُپديش مان ٿيندڙ گيان جي ضرورت نہ آهي، (٢) آورڻ نہ هئڻ سبب پراپتي نہ آهي، جنهنڪري نت سروگيہ ۽ نت مڪت آهي، (٣) مايا ۽ تنهنجي ڪاريہ جي انجي آتما ۾ پرتيتي نہ آهي، تنهنڪري سدا اسنگہ ۽ شڌ آهي. انهيءَ ريت ايشور سان جو اڀيد آهي تنهن کي شڌ چيتن سان پڻ اڀيد مڃبو.

درشٽانت دوارا بہ ايشور ۾ ئي اڀيد سڌ ٿيل آهي؛ جيئن مٽ (گهر) ۾ گهٽ (ڪلي) جو اپاڌي ٿيڻ ئي گهٽ آڪاش، مٽ آڪاش ۾ ئي ليءِ ٿيو ۽ نہ مهاآڪاش ۾، تيئن ودوان جي ايشور رچيل سرير جو برهمانڊ اندر ناس ٿئي ٿو ۽ برهمانڊ سارو ايشور جي سرير وٽي مايا اندر سمايل آهي؛ سو ودوان جو آتما، وديہ ٿي ڪري ۾ برهمانڊ ڪان ٻاهر ڪهڙي ڪين ڪندو؛ تنهنڪري

برهم سان [ جو تہ ساکي ۽ شڌ چيتن جو سدا ابيد آهي ] اها ڳالهہ شاريرڪ ڀاشيہ جي چوٿين اڌياءِ ۾ کولي آهي. اتي اهو پرسنگ آيل آهي، (١) وديہ مڪتيءَ ۾ ستيہ سنڪلپ وغيرہ روپ جي پراپتي جنهن ميءَ مت کان چيل آهي، (٢) ۽ آنڊو لوميءَ جي مت کان ستيہ سنڪلپ وغيرہ جو اڀاءُ آهي، (٣) * سڌانت مت ۾ وري ستيہ سنڪلپ وغيرہ جو ڀاءُ اڀاءُ ٻئي چيل آهن؛ تنهنجو مطلب اهو چيل آهي تہ وديہ مڪتيءَ وقت ايشور سان ابيد ٿئي ٿو ۽ ايشور ۾ جي اکيالي جيون جا ڪلپيل ستيہ سنڪلپ وغيرہ آهن سي بہ مڪت پرش کي پراپت ٿين ٿا ۽ نرمارٿ درشٽيءَ ۾ ايشور شڌ آهي، تنهن ۾ ڪو گڻ ڪونهي بلڪ نرگڻ آهي ۽ انهيءَ ڪري ستيہ سنڪلپ وغيرہ جو حالتن ۾ اڀاءُ آهي.

جيئن ڪلپت جيو بہ سنسار دشا ۾ نرگڻ آهي، شڌ آهي، تہ بہ جيو کي سنسار دشا ۾ اوديا کان ڪرتاپڻو، ڀوڳتاپڻو پرتيت ٿئي ٿو. ايشور کي ڪنهن بہ آتما ۾ يا ٻئي ۾ سنسار پرتيت اٿو ٿئي ۽ تنهنڪري سدا اسنگ، نرگڻ شڌ آهي، انهيءَ ڪري جيڪو ايشور سان ابيد

*اکياليءَ جي درشٽيءَ ڪري ستيہ سنڪلپ جو ڀاءُ آهي ۽ گماليءَ جي درشٽيءَ ۾ ايشور جو هٿرائي کولهي، تنهن ڪري ستيہ سنڪلپ جو بہ اڀاءُ آهي.

پوتر اپوتر ڏرتي ۾ سا ڪي ڳالهه ۽ اوپاسنا جي ٻل تي موڪش ڪال ڏيڍيان مارڪر ڏوارا ٻرهم لوڪ کي رسي ٿو. اڪي جو ادرشٽ جي باري ۾ ڏيش ڪال جي حاجت ڏيکاري ويئي سو انهيءَ ڪري جو تن جي اپاسنا پوڪر سهت ٿئي. ڪيول ايشور شرڻ اپاسڪ کي ڏيش ڪال جي حاجت نه آهي، اهو ارت سوترڪار ۽ ڀاشيڪار ڪوليو آهي.

(٥٣٥) ودي دوڪيم.

दोहा-- राजकाज सब तब कियो, तर्कदृष्टि हुसियार
लग्यो न रंचक रंग तिहि, लह्यो ब्रह्मनिरधार १०८
अन्त भयो प्रारब्धको, पायो निश्चल गेह
आतम परमातम मिल्यो, देह खेहमें छेह १०९

دوها ١٠٨- راج سنڀالڻ سو لڳو، ترڪ درشٽ هوشيار،
جل ڪمل جيئن سو رهيو، برهم پسي نردار.
١٠٩- پرارٻڌ ڪرم پورو ٿيو، حاصل ٿيو نه اچل،
آتم پرماتم مليو، ديهه مٽي رلمل.

ٽيڪا:- آتما ڪوتست ساکي آهي، تنهن ڪي ڏيهه آتما ۾ ابيد ڪيائين. جيئن گهٽاڪاش ڪوتست جو مهاڪاش سان ابيد آهي ته ڪوڙ، ته به اپاڌي ڪيل ڀيد ته آهي، جو اپاڌيءَ جي لهڻ تي، اپاڌيءَ ڪيل ڀيد جو اڀاو ٿئي ٿو. پرماتما سان ابيد جوڙڻ ۾ مطلب هيءُ آهي، ته ديهه مڪتيءَ ۾ ايشور سان ابيد ٿئي ٿو ۽ ڪا شڪ جيئن

ساڳيءَ طرح جي ڪنهن ڇهن شاسترن کان ڪنهن
ريت انتهڪرڻ شُڌ ٿي هوي يا نهچل ٿي هوي ۽ پوءِ
وري ويد انوسار اُپديش وٺي نشچو ڄاڻي وٺي ته موکيه
پائيندو ۽ هر جي سڀائين اُنهن شاسترن کي ڇهتي پوندو
ته ”اُدڪ گولانگول نياءِ“ موافق انرٿ کي ٿي پئيندو.
تنهڪري سڀ شاستر ڇڏي اوپت ويا کياڻ مطابق
آتر ميمانسائي ڌارڻ ڪري.

(٥٢٢) اُدڪ گولانگول نياءِ جي آکي:- ڪنهن
شاهوڪار جي هٿ کي زيور پيل هجن ۽ اُنکي زيورن
سميت ڪو چور ٻن ۾ ڪڍي وڃي. اُتي هن جا زيور
لاهي اُنڌو ڪري اُنکي ڇڏي ڏئي ۽ اُتي ڪو نرڏئي
ٺڳ اچي جو ڏڪ مست ڏاند جي پڇ ۾ هٿ وجهائي
چويس ته ”پڇ کي نه ڇڏج، هي تو کي گهر
ڄائين وٺي ويندو.“ سو ڏکي پالڪ اُنجي وچن تي
وشواس ڪرڻ ڪري ڏکي ٿئي ٿو ۽ ناس ٿي وڃي
ٿو. ساڳيءَ ريت وشيه روپ چور وويڪ روپ
اکيون ناس ڪري سنسار روپ ٻن ۾ اڇلي ٿو.
اُتي پيد وادي نرڏئي ٺڳ اچي جيو کي آسرو ڏيئي،
پيد وادي شاسترن ۾ لڳائي ڇڏيتو ۽ چوي ٿو ته
”سنڌيڪو اُپديش ٿي توکي پرم سک پراپت ڪرائيندو،
تنهنکي متان ڇڏين“ ۽ پوءِ جيڪو اُنجي چئي تي
وشواس رکي ٿو سو پرشارٿ سک کي نه پائي، جنم

جا ڪرتا ته جهوٺي آهن، تن ۾ ته ڀرم وغيره دوش
رهڻائي آهن.

جيتوڻيڪ شاستر رچيندڙن کي به ڀرم وغيره چيل آهي ته به، اها انهن جي سروڳيتا يوڳ جي مهاتم ڪان ٿول آهي، تنهنڪري انهن کي "پنجان يوڳي" چون، ۽ ايشور کي چون "يڪت يوڳي."
يڪت
~~پنجان يوڳي~~
اهو آهي جنهن کي هميشه ۽ هڪ رس، سڀني پدارٿن جو اپرو ڪيو گيان رهي، سو ته ايشورئي آهي. تنهن سبب يڪت يوڳي ۽ جا رچيل ويد وچن پرمال سمجهڻ کپن ۽ پنجان يوڳي جا رچيل شاستر وچن درپل سمجهڻ کپن.

(٥٣٠) ويد مطابق جي شاستر آهن سي ئي پرماڻڪ آهن ۽ ويد برخلاف جي آهن سي اپرماڻڪ آهن. پنج شاستر جيڪي ويد ورڌ آهن سو شاريرڪ وغيره گرنٿن ۾ صفا آهي. اگر ميمانسا ڪنهن به انش ۾ ويد ورڌ نه آهي، تنهن ڪري پرماڻ آهي. ٻين شاسترن کي ڪن انشن ۾ ويد انوساري معلوم ڪري منڌ ٻڌي وارا انهن شاسترن ۾ وشواس رکن ٿا.. مگر ڪيترن انشن ۾ انهن جو ويدن سان ورڌ آهي تنهن ڪري تياڳڻ جوڳا آهن. جيڪڏهن رڳو ڪن انشن ۾ ويدن انوسار هئڻ سبب اهي شاستر اپاديه سمجهجن ته "جيني" شاستر به اهڙا انش ۾ ويد انوساري هئڻ ڪري اپاديه

तिनमैं सत्य कौन सो कहिये, जाको अर्थ बुद्धिमैं लहिये १०२
तर्कदृष्टि सुनि निर्जपितु वानी, बोल्यो वचन सु परम प्रमानी
उत्तरमीमांसा उपदेशा, वेद विरुद्ध न जामैं लेशा १०३
शास्त्र पंच ते वेद विरुद्ध, यातैं जानहु तिनहि अशुद्ध
किंचितअन्श वेद अनुसारी, लखि बहु ग्रहत मंद अधिकारी १०४

چوپائي

١٠٢- ڪهڙو ان مان سچو سمجهان، جنهنجو ارٿ ٻُڌيءَ ۾ آڻيان.
١٠٣- ترڪ درشٽ ٻڌي اِهي واڻي، چوڻ لڳو سو وچن پرماڻي؛
"اُتر ميمانسا" سکيا جاڻي، ويدن وروڌ نه آهي ساڻي.
١٠٤- شاستر پنج ٻيا هن جيڪي، ويد وروڌ ۽ اشُڌ آهيڪي؛
ڪن ڪجهه انش ويد انساري، تن ٻهو لڳو مند اڌڪاري.

(٥١٩) ٽيڪا:- جيڪو ڇهن شاسترن جا رچيندڙ
سوکيه چيل آهن جيئن ساڱکيه جو ڪپل، يوگ جو
پتنجلي، نيايه جو گوتم، ويشيشڪ جو ڪڻاد،
پوروميمانسا جو جيمني، اُتر ميمانسا جو وياس، جن جي
جي وڏائي مشهور آهي؛ انهن جا شاستر ڪي ٻوڙيءَ
اختياري؛ وارا شرط ڪهڙا جن، ته بس سڀني وارتائن ۾
ٻولي پرماڻ* ويدواڪين کي ئي مليل آهي. جو نه
ويدواڪين جو ڪرتا ايشور آهي، جنهن ۾ ڀرم، سنديهه
يا ٻيو ڪو دوش ڪيٽو نه آهي، باقي ڇهن شاسترن

(1) ڪرم ميمانسا. اختياري.

آهي ۽ پر اها مراد نہ ڄاڻي شو پرچاري مفت دکي ڏيون
ٿا، جو ڪانهن وري ساڳيءَ طرح ونشٽو، شنو گرٿن ۾ وشنو لاءِ
سان ڪارڻ برهم جي نندا پڌي دکي ڏين ٿا.

پرڪل پراڻن جو مطلب تہ اهو ئي آهي تہ ڪارڻ
برهم اپاسنا آهي ۽ ڪارڻ برهم نياڳڻ جوڳو آهي. مايا
وشسٽ چيتن، "ڪارڻ برهم" آهي ۽ مايا ڪرت
ڪارڻ وشسٽ چيتن "ڪارڻ برهم" آهي. اهوئي ارٿ
آهي جو پراڻ ڪرنت جي ٽيڪا جي شروعات ۾ لکيل
آهي ۽ اهوئي ساري ويدانت جو سڌانت آهي.

(٥١٨) ڪت شاسترن ۾ اتر ميمانسا هي پرماڻا.

चौपाई

शुभसंतति सुनि सुतके वैना, उपज्यो जियमें किंचित चैना
पुनि तिन प्रश्न कियो निज पूतहि, शास्त्र परस्पर कहत असूतहि? १०१

چوپائي (١٠١)

شڀ سنتت سڻي پٽ جي واڻي، ڪجھ سنتوش ٿيس اُن ٽاڻي،
وري پڇيو تنهن پٽ پنهنجي کان، ورڌ ڀاڱ ۾ شاستر ڇا کان.

ٽيڪا:- پراڻن ۾ وروڌ واري شنڪا تي،
شڀ سنتت جي چئي، تنهن کان خوشي پاتائين، مگر
ڇهن شاسترن (درشنن) ۾ جو وروڌ آهي تنهن جي
سمجهاڻي اڃا نہ ملس. تنهن ڪري هي سوال
پڇيائين:-

سچدانند ڪلپ، سروگيہ، سرو شڪتيمان جو پريرڪ ۽ ڪرپالو
آهي، اهڙي ايشور جي ڏرشن جو ورڻن ڪجي،
مورتي پوڄن ۾ شاسترن جو پرئوجن ڪونهي.
شاسترن ۾ جيڪو مورتن جو ذڪر آهي سو آپاسنا
سانڳي نہ آهي بلڪ اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ ڪل مورتون
ڪارڻ برهم جا آپ لکڻ آهن. آپ لکڻ انهيءَ
وستوءَ کي ٿو چئجي جا ٻئي ديس ۾ ڏسجي ۽
ڪنهين ڪنهين ڏسجي ۽ *وياورتڪ ڏسجي جنهن
کي چوي تہ "ڪانءُ وارو گهر ديودت جو آهي."
اتي ڪانءُ تہ گهر جي ٻئي ديس ۾ ويٺل آهي، ۽
هميشہ بہ ڪين ٿو رهي، تنهن بہ ٻين گهرن کان
ديودت جي گهر کي جدا ڪري ٿو ڄاڻائي. تنهنڪري
"ڪانءُ" آپ لکڻ آهي. تنهن برهم جڳت جو
ڪارڻ آهي، مورتي تنهن جي ٻئي ديس ۾ آهي،
۽ سدا لاءِ نہ آهي. وري چٽر پٽ ۽ وغيره مورتون
برهم ۾ نہ آهن ۽ نہ هتي ڪنهن ۾، تنهنڪري
وياورتڪ بہ آهن. اهڙيءَ طرح اهي آڪار فقط
آپ لکڻ جو ڪم ڏين ٿا. آپ لکڻ جو فقط اهو ڪم
آهي، جو †لڪشيہ وستوءَ جي ڄاڻ ٿو ڪرائي
جيئن ڪانءُ ديودت جي ڄاڻ ڪرائي. تيئن

* جدا ڪري ڄاڻائيندڙ. † آڌار، جنهن جي آسري
آپ لکڻ رهي، ساوستو.

آهي، باقي مطلب ۾ انهن جو ڀيد ڪونهي. پراڻن ۾ ڪٿ ڪارڻ برهم جي اپاسنا|| اپاديه آهي ۽ ڪاريه برهم جي اپاسنا † هيه آهي. تنهنڪري سمجهڻ کپي ته پراڻن ۾ ڪارڻ برهم جي ئي اپاسنا چيل آهي ۽ انهن ۾ وڌو ڪو ڀيد ڪونهي.

(٥١٥) ايشور جي آڪارن چوڻ جو مطلب.

جيتوڻيڪ چترڀج، ترلوچن (ٽرائڪو)، سونڊ وارو، اڻن پڃائن وارو، اهي روپ مايا جا پرڻام آهن ۽ جڙ جا ورت آهن، تنهنڪري اهي سڀ ڪاريه ئي آهن، پوءِ تن جي به اپاسنا چيل آهي! پر تن چترڀجي وغيره مورتن جو جيڪو مايا وششٽ ڪارڻ آهي، تنهن سان انهن جو درحقيقت ڪو ڀيد ڪونهي، تنهنڪري سمجهڻ کپي ته اپاسنا جو مطلب آهي ته تن آڪارن جو باڌ ڪري انهن جي ڪارڻ روپ جي اپاسنا ڪجي. آڪار ته ڪاريه آهن، سي تچ آهن. باقي ڪارڻ ئي سچ آهي. پر جڏهن جي پڪي مدد آهي ۽ جو آڪار ۾ ئي لڳي لو سگهي، تنهنڪري کپي ته شاستر جي طريقي موجب آڪار جي ئي اپاسنا ڪري. ان سان پوءِ کيا (پڪي) نشچل ڪري ڪارڻ برهم جي اپاسنا ۾ اسٿت ٿئي.

(٥١٦) ڪارڻ برهم جي اپاسنا جو طريقو.

ڪارڻ برهم جي اپاسنا مديت چيل آهي:
برهم مکيت جو ڪارڻ آهي، سڀيه ڪار،

||گرهڻ ڪرڻ لائق. † تياڳ ڪرڻ لائق.

آهن، باقي شو ڪُٽيس، سورج وغيره پڻ ڪاريہ برهم طور ڪم آيل آهن.

(٥١٤) وشنو ڪرڻ ۾ جو وشنوءَ جي اُستت ۽ شو جي ننندا ڪيل آهي تنهن ۾ وياس جي ديءَ مراد رکيل آهي: ته "ڪارڻ برهم اُپاسيہ آهي،" ۽ "ڪاريہ برهم ! تيا جيہ آهي." تنهن وري سکند پراڻ وغيره شو ڪرڻ ۾ شو، مهيش وغيره پڻ "ڪارڻ برهم" طور ڪم آندل آهن ۽ وشنو ڪُٽيس، ديوي ۽ سج وغيره "ڪاريہ برهم" طور.

مطلب ته ڪارڻ برهم جي اُستت ڪيل آهي ۽ ڪاريہ برهم جي ننندا. تنهنڪري ڪُٽيس پراڻ ۾ ڪُٽيس پڻ ڪارڻ برهم جي سمجهائڻ وارو آهي ۽ وشنو وغيره ڪاريہ برهم جا واچڪ آهن؛ تنهنڪري اُستت ڪارڻ برهم جي ڪيل آهي ۽ ننندا ڪاريہ برهم جي. ڪالي پراڻ ۾ به ڪالي، ديوي وغيره پڻ ڪارڻ برهم سمجهائڻ لاءِ ڪم آندل آهن ۽ وشنو وغيره ڪاريہ برهم جي سمجهائڻ لاءِ، تنهنڪري اُستت ڪارڻ جي ڪيل آهي ۽ ننندا ڪاريہ جي. سڀ پراڻ ۾ به انهيءَ ريت سوريہ ۽ پاڻُ پڻ ڪارڻ برهم جي سمجهائڻ لاءِ آهن ۽ اُستت به ڪارڻ جي ڪيل آهي، ۽ ننندا ڪاريہ جي ڪيل آهي. انهيءَ ريت سڀني پراڻن ۾ ڪاريہ ڪارڻ جي ڳالهہ ۾ ڀيد

! چڙهڻ يوگيہ.

ايڪ ڪري سگھن ٿا. انهيءَ ريت سڀني ڀراڻن
جي واڪين جو وروڌ دور ٿي ويو.

(٥١٣) سڀني ڀراڻن جو تاتپرج.

ڀراڻ واڪين ۾ "وروڌ واريءَ شنڪا" جو هڪيو
جواب هي آهي: تہ وشنو، شو، گڻيس، ديوي،
سورج بلڪ جن جا ڏاڍا آهن، سي سڀ "ڪارڻ"
برهم جائي ڏاڍا آهن، ۽ انهي ئي وري "ڪاريہ" برهم
جا بہ ڏاڍا آهن. جنهن مايا وششٽ جو ڪارڻ آهي
ان کي بہ برهم چيل آهي ۽ هرڻيہ گرڀ جو ڪاريہ
آهي تنهنکي بہ برهم ڪري چيل آهي. تنهن وشنو،
شو، گڻيس، ديوي، سورج انهي پنج پد ڪارڻ برهم
کي بہ ڄاڻائڻ وارا آهن تہ ڪاريہ برهم کي بہ ڄاڻائڻ
وارا آهن. وري پنجن پدن جا انٿ* بہ ٻيا آهن،
جيئن تہ ناراڻ، نيل ڪنٺ، گهنيش، شڪتي ۽
ڀاڻو وغيره؛ سي بہ ڪارڻ برهم ۽ ڪاريہ برهم ٻنهي
کي سمجهائڻ وارا آهن بلڪہ سارو ڪٿي ڪارڻ
برهم کي، ڪٿي ڪاريہ برهم کي. جهڙيءَ "سنڌو" پد
گهوڙي جو ارٿ سان بہ آهي تہ لوڻ جو ارٿ سان
بہ آهي. پوءِ جن جي بلڪہ ۾ لوڻ آڻڻ ۽ سواريءَ جي
بلڪہ ۾ گهوڙو سمجهيو، تنهن سمجهڻ گهرجي تہ وشنو
ڀراڻ ۾ وشنو، ناراڻ وغيره پد ڪارڻ برهم طور ڪم آيل

* ساڳئي ارٿ وارا شبد.

وري ٻين پراڻن ۽ ٻين ديوتائن جي - وري آپ پراڻ ۽ ڪتبن وغيره ٻين ديوتائن جي ايشورتا چئي اُنس جي شو ۽ وشنوءَ کان ڀن آهن؛ انهيءَ ريت وياس جي چئين ۽ ٻوروڌ پرتيت ٿئي ٿو، تہ پر اها ڳالهه هيٺين سمجهڻ گهرجي:—

اهي سڀئي ايشور آهن. جتي ويد ۾ ٻين ديوتائن جي نندا ڪئي آهي اُتي وياس جو اهو مطلب نہ آهي تہ انهن جي اُپاسنا جو تياڳ ٿئي؛ بلڪ وشنو پراڻ ۾ شو وغيره جي نندا ۽ وشنوءَ جي استت انهيءَ لاءِ آهي تہ وشنوءَ جي اُپاسنا ۾ پريم لڳي. تئين وري شو پراڻ ۾ جو وشنوءَ وغيره جي نندا ڪئي آهي سا نہ انهيءَ لاءِ تہ اُنهن جي اُپاسنا بند ٿئي، مگر انهيءَ لاءِ آهي تہ شو جي اُپاسنا ۾ ڏرڍ رتي جهٽ لڳي. جيڪڏهن ائين سمجهو تہ اُنهن جي نندا آهي انهن جي اپاسنا تياڳڻ واسطي، تہ پوءِ تہ سڀني جي اُپاسنا تياڳڻي پوندي. تنهنڪري سمجهڻ گهرجي تہ اُتي ٻين جي نندا ۽ ڪنهن هڪ جي استتيءَ جي مراد آهي ۽ نہ ٻين جي تياڳ جي. مثال لاءِ ڏسو تہ ويد ۾ اگني هوتر جا ٽي وقت چيل آهن، هڪ سج اُڀرڻ کان اڳ، ٻيو سج اُڀرڻ کان پوءِ؛ اُتي پهرئين ڪال جي پرسنگ ۾ ٻئي جي نندا ڪيل آهي، ۽ ٻئي ڪال جي پرسنگ ۾ پهرئين جي

چوپائي

٩١- خلاف ڪٿن سنسو نا لاٿو، پاڻ سنسي وڌ راجا ڦاٿو؛
الائي راه سچي ڪنهن آهي، ڪتي پرماڻ ڏ بن سڀ ناهي.
٩٢- راجا ذ ڪي سنسي ڪيو سوئي، پوڇڻ لوڪيه جاڻين نه ڪوئي؛
چنت ردي لنهن وڌي ويٺي، "لاهيان شڪ ڪنهن حال بڏيٺي"!
٩٣- شاستر جا جي آهن جاڻو، خلاف ڪيا سي نه سچاڻو؛
گهڻو وقت انهين خيال هچايو، ترڪ درشٽ تنهن ڪانپوء آيو.

दोहा– मिले परस्पर ते उभै, पुत्र पिता जिहि रीति
करि प्रनाम आसिप दुहु, आसन लहे सप्रीति ९४
निजपितु चिंता सहित लखि, सुत बोल्यो यह बात
को चिंता चित रावरे, मुख प्रसन्न नहिं तात ९५

چوپائي

٩٤- پيءُ پٽ مليا پاڻ ۾، جڳ جي جهڙي ريت،
نميو پٽ آسيس ورتي، وينا ساڻ پريت.
٩٥- چنتا ۾ پيءُ کي ڏسي، پڇيو نه پٽ سجاڻ،
مهراج ڪارڻ چنت جو، دل خوش نا ڇاڪاڻ.

(٥٠٩) ڪارڻ روپ اُپاسنا جوڳ آهي

चौपाई

शुभसंततति सुतकी सुनि बानी, तिहि भाखी निज सकल कहानी
चित चिंताको हेतु सुनायो, को उपास्य यह तत्व न पायो ९६
। कंदटि सुन पितुके बैना, बोल्यो शुभसंतति सुख दैना
कारन रूप उपास्य पिछानहु, ताके नाम अनंतहि जानहु ९७

وروڌ پڻ هن ۾ ڏٺو آهي.
نيايه مت ۾ چار پرماڻ مڃيل آهن ۽ ويشيشڪ ۾ ٻه مڃيل آهن، اهو وروڌ آهي؛ تنهن ڪانسواءِ ٻيا به وروڌ آهن، جي جگياسوءَ لاءِ سمجهڻ [illegible] ضروري نه آهن تنهنڪري ڏيکاريل نه آهن.
پورو ميمانسا ۾ ايشور قبوليل نه آهي؛ موکر نت سک روپ قبوليل نه آهي، بلڪ قبوليل آهي ته ڪرم جنيه وشيه سک ئي پرشارٿ يعني موکر روپ آهي. اتر ميمانسا ۾ ايشور ۽ موکر قبوليل آهي، وشيه سک پرشارٿ نه آهي؛ ان مت ۾ ڀيدواد جو کنڊن ڪيل آهي ۽ اڀيدواد صاف ظاهر آهي، جنهن جي ڪرت ۾ ڪهڙي قدر کوليل آهي؛ اهيءَ ڪري ڇهو ئي هن مت جو ٻين شاسترن سان وروڌ آهي.

(٥٨) ترڪ درشٽ جو پتا سان ملڻ.

चौपाई

वचन विरुद्ध सुने जब राजा, यह संसै उपज्यो तिहि ताजा
इनमैं कौन सत्य बुध भाखत, श्रुति प्रमान सकल सम आखत ६१
संसै सोक दुखित यूं जियमैं, को उपास्य यह लख्यो न हियमैं
चिन्ता हृदय हुई यह जाकूं, निज संदेह सुनाऊँ काकूं ६२
शास्त्र निपुन पंडित जग जेते, सुने विरुद्ध बकत यह तेते
यूं चिंतत बहुकाल भयो जब, तर्कदृष्टि तिहि आय मिल्यो तब ६३

آچارج جو ٻيو قول ملطو نہ آهي.

شو مت ۾ شو جهڙو ٻيو ديو نہ آهي ۽ اهي ٻہ چون ٿا شو جي نام آچارج جو جهڙو قول آهي تهڙو وشنوءَ جي نام آچارج مان ملطو ڪين آهي. انهيءَ ريت ٻين جي مت ۾ پنهنجي پنهنجي اپاسيہ ديو جهڙو ٻيو ديو ڪونهي. باقي سمارت مت ۾ سڀ ديوتا سمان آهن، تنهنڪري ڇهون ويو تہ انهن جو مت مٿين پنجن اپاسڪن جي مت جو ورو ڌي آهي.

## (٥٠٧) ڪٽ شاسترن جو ورو ڌ.

انهيءَ ريت ڇهہ شاستر - (١) سانکيہ، (٢) پاتنجل (يوگ)، (٣) نيايہ، (٤) ويشيشڪ، (٥) پورو ميمانسا، (٦) اُتر ميمانسا، ٻہ پاڻ ۾ ورو ڌي آهن. جو تہ سانکيہ مت ۾ ايشور مڃيل نہ آهي، ۽ سماڌيءَ روپ يوگ جي ضرورت بنا پرڪرتي ۽ پرش جي وويڪ گيان سان ئي موکہ مڃيل آهي. مگر يوگ ۾ يعني پتنجليءَ موجب تہ ايشور مڃيل آهي ۽ سماڌيءَ دوارا ئي موکہ قبول آهي. اهو

(٥) شرتي واڪيہ ۾ اشرڌا، (٦) شاستر واڪين ۾ اشرڌا، (٧) گرو واڪيہ ۾ اشرڌا، (٨) ڀڳوت نام ارٿواد جو ڀرم، (٩) ”ايڪ پاپن جي ناس ڪرڻ وارو نام موکي پرايہ آهي“، اهڙو وشواس رکي نشد ڪرم ڪرڻ، (١٠) وشنوءَ جي نالي جي ۽ ٻين ديون جي نالي سان برابري چوڻ.

ताके अन्स और वहुतेरे, चंद तारका दीप घनेरे ॥८६॥

यातैं द्विविध भानु बतायो, ज्ञेय ध्येयको भेद जनायो।

वेद सकल याहीकूं भाखत, रूप प्रकास सत्य तिहिं आखत ॥८७॥

چوپائي

٨٦ ٻئو ساڪار روپ تنهن ناهي، پرڪاش جنهن جو ڏنهن آهي؛

تنهن جا انش آهن گهڻيئي، تارا چنڊ ٻيا ڏيا ٿا ڏسيئي.

٨٧- ٻن قسمن جو سج ٿا سڏايون، گيه ڌييه جو ڀيد ٻڌايون؛

ويد چون تا سي ٿا پڪاري، ست پرڪاش روپ نرڌاري.

ٽيڪا:- نراڪار ساڪار ٻنهي کي سج جا ٻه روپ آهن. ٽن مان نراڪار آهي گيه ۽ ساڪار آهي ڌييه. اهي ٻئي ڪي ئي ويدانت ۾ نرگڻ سرگڻ ٻيئڊ طور تي نمونو جو برهم چئبل آهي.

चौपाई- तामैं लेस न तमको कबही।

लखि तिहि जग जन जागत सवही ॥८८॥

कबहु न सोवै सो यूं जागै, ध्यान करत ताको तम भागै।

औरहि जागत भाखत जगरे, राजन जानि झूठ ते झगरे ॥८९॥

چوپائي

٨٨- جنهن منجهه اوندهه ناهه ذروئي، لوڪ ڀي تنهن الئ سڀوئي.

٨٩- جاڳي سدا تنهن لئه ڏه واس، ڌيان ڪندڙ جي اونده ناس؛

ٻيا ته چون ڏنو جاڳن جيئي، سڀ جهه راڄن ڪوڙا سيئي.

٨٢- ڪال اڌين آهي سڀ ڪارج، انهيءَ ڪن ني پاڪ آچارج؛
گنڊريل هلندڙ ايندڙ نيئي، سڀ جا ٽڪرا ڪري ڪن سوئي.
٨٣- ڄاڻ اهوءِ جو سڀ ڄاڻائي، ڪوڙ ڪرڻ سان سڀ ٺڪرائي؛
روپ ڇٽي سڀ سورج ڄاڻو، نراڪار ساڪار نه ڄاڻو.
٨٤- نراڪار پرڪاش جو چئجي، نام روپ ۾ وياپڪ اهوئي؛
اڌشٺان سڀ جو هڪ جوتي، جهڙو آڪاس گهٽ وڌ سوتي.
٨٥- ڄاڻو ورلي ساڌ سوني، آهيان سڀ مان ٺاڪر اهوتي؛
اهو آهي اهڙو پرڪاش، اگيان اوڌه ڪري سڀ ناس.

ٽيڪا: سورج جا ٻه روپ آهن، هڪ نراڪار پرڪاش ٻيو ساڪار پرڪاش، انهن ٻنهي مان نراڪار پرڪاش جو آهي، سو ڪل نام روپن ۾ وياپڪ آهي، جنهن کي ويدانتي "ساکي" نالو ڏيئي رهيا آهن. اهو نراڪار پرڪاش روپ جيڪو سڄو آهي سو ساماني روپ آهي ۽ اهوئي سڄي جڳت جو اڌشٺان آهي. اهوءِ ئي اگيان ڪال ۾ جڳت ورت روپ ۾ پيدا ٿيو آهي. اهو نراڪار پرڪاش ئي، انتهڪرڻ جي ورتيءَ ۾ پرتبمب سميت "گيان" چئجي ٿو. "اهو * پاڃو" اها انتهڪرڻ جي ورتي پرڪاش جي پرتبمب سميت ٿئي ٿي، تڏهن اگيان جي نورتي گهڻ سان جڳت جي نورتي ٿئي ٿي.

चौपाई

सुनि साकाररूप यह ताको, होय चांदिना दिनमें नाको।

* پاڃو = سڄ، ڄاڻ.

और प्रकासक जगमैं जे हैं, अन्स सबै सूरजके ते हैं।
भानु समान कौन हितकारी, भ्रमत आप परहित मतिधारी ॥८१॥
काल अधीन होत सब कारज, ताहि त्रिविध भाखत आचारज।
वर्त्तमान भावी अरु भूता, सूरज क्रिया करत यह सूता ॥८२॥
या विधि सकल भानुतें उपजैं, भस्म होत सब जब वह कुपिजैं।
भानुरूप द्वै भांति पिछानहु, निराकार साकारहि जानहु ॥८३॥
निराकार परकास जु कहिये, नामरूप मैं व्यापक लहिये।
अधिष्ठान सबको सो एका, जगत विवर्त्त है जिहि अविवेका ॥८४॥
"अहं भानु" अस वृत्ति उदै जब।
तामैं प्रगटि विनासत तम सब ॥८५॥

چوپائي

٧٦- سورج ڄڪس ٻڌي گفتار، چوڙي چيو ٻڌ ڀونءِ ڀتار؛
٧٧- ٻڌ وارا ھڪ ڳالھ ڪرياٿو، سارڻ قسر ڪوڙ ڪين ڳجهرياٿو؛
اڏوم نيچ مٿو نني آھي، ھاڻ ٻڌو ٿو انکي ناھي.
٧٨- آھن اوکڻ جڳھ ۾ جھڻي، انھي ٻنت ۾ جھلي سجھي؛
'نيرت' ۽ ااودارون ڏيئي، ڪونين 'شڌ' تا ماس اڃھي.
٧٩- ٻيو پڻ الٽو چوڻ سيوڻي، ھورڪ ٻوجن لنتر سوئي؛
دکڻ سمپورداڻ ٻي جاڻي، ڪين انر ٻرشن ٻؤجي ساڻي.
٨٠- ٽڏھين ۽ سج ٻن انڌا سڀئي، سڀوڪ شيون جڏون چمڪائي؛
روشن سج جو آھي سارو، لئون ٻن ني تون تن اندارو.
٨١- ڏين روشني ٻيا جڳھ جھڻي، الش سج جا آھن اھجئي؛
سج برابر نا اُپڪاري، سدا گھمي ٿي شيوازاري.

ٻيا ٻه براهمڻ ٻڌرا جيئي، سڀ مڪار ان شيويا سيئي.
٧٣- ان شيون جي رهڻ ۾ ساري، ٻاڻ ٻڌائي شڙ اپڪاري؛
جو شڙ وچن پر جنهن لائي، پوڄ موکيه ڪڏ اڄي تو ائي.
٧٤- ترست ڀاڳوت وياس ٺاهه، آپ براڻ ڪالي سمجهايو؛
ڀڳت ڀڳوتيءَ جي هڪ ڳالهه، اوڄا رهتي سڀ سمجهائي.
٧٥- ڏيان ڀڳوتي ڪن سيئي، وشنو سورج ڪٽيس جيئي؛
مست ٿيا ٻڌ مڌ پي اٿيئي، خوش ٿي ٻوڄن شڪتي سيئي،
٧٦- ماس ڪڳس هڪ ڪاڳي د ٻوي، ٻاء ٻوم آنند لنهن شيءِ ي؛

[متيءِ رهت واو مارگ جي آهي. جن جو ذڪر
آهي ته ڀڳوتيءَ جي اڻرآمدايه سان اپاسنا ڪرڻ ڪري
پوڄ ۽ موکر ڀنهي جي ٻڌائي ٿئي ٿي.]

(٥٠٤) سوريه ڀڳت جو جواب.

चौपाई

सुर्यभक्त भगवतीको यह सुनि, क्रोध सहित बोल्यो इक मुनि पुनि ॥७६॥
सुन राजन बानी इक मोरी, मखुं झूठ न सपथ करोरी।
अतिपापिष्ट नीच मत याको, श्रवन स्नेह सुन्यो तैं जाको ॥७७॥
औगुन जिते बखानत जगमैं, ते गिनियत गुनगन या मगमैं।
मद्य मलीनहि तीरथ राखत, शुद्ध नाम अभिषको भाखत ॥७८॥
कहत और यूं सब विपरीता, शंभुतंत्र सेवी मति रीता।
दच्छिन संप्रदाय जो दूजो, यद्यपि श्रेष्ठ अनेकन पूजो ॥७९॥
तथापि बिन भानु सब अंधे, इन सबके मन जिनमें बंधे।
करत भानु सगरो उजियारो, ता बिन होत तुरत अँधियारो ॥८०॥

नहिं साधन जगमैं अस औरा, उपजै भोग मोछ इकठौरा।
भक्त भगवतीको जो जगमैं, भोगै भोग न आवत भगमैं ॥७०
सिवकृत तंत्ररीति यह गाई, भक्ति भगवती अति सुखदाई
पंच मकार न तजिये कबहू, जिनहि सनातन सेवत सबहू ॥७१
कृसनदेव बलदेव सुज्ञानी, प्रथमा पिवत सदा ज्यूं पानी
और प्रधान पुरातन जेते, सेवत सकल मकारहि तेते ॥७२
तिन सेवनकी जो विधि सारी, सिव निजमुख भाखी उपकारी।
सिवको वचन धरै जो मनमैं, लहै सुभोग मोछ इक तनमैं ॥७३
ग्रंथ भागवत व्यास बनायो, उपपुरान काली समुझायो
भक्ति भगवतीकी इक गाई, पूजा विधि सगरी समुझाई ॥७४
ध्याता सकल भगवतीके हैं, हरिहर सूर गनेस जिते हैं
सकल पिये प्रथमा मतिवारे, पूजत सक्ति मग्न मन सारे ॥७५
जगजननी जागै इक देवी, परमानंद लहै तिहि सेवी।

چوپائي

٦- ڀڳت ڀڳوتي وشن شو ٻڌي، اهڙا ٻيا سڪ نا جڳ ڪٿي؛
لڌهين ڀو ڀوڳ موڪش جو ٺاهي، ترت سڀي سک سوني ٻاني.
٧- اهڙو اپاءِ نه جڳ ۾ ڪوئي، ڀوڳ موڪ گڏ ڏئي ٻئي سوني؛
ڀڳت ڀڳوتي جيڪو آهي، ڀوڳي ڀوڳ گرڀ نه پون ٿاهي.
٧- شو ڪرت تنتر ريت ٻڌائي، ڀڳت ڀڳوتي اَت سک داني؛
پنج مڪار نه هرگز ڇڏجن، جن کي آد ڪنان ٿا ٻو جن.
٧- ڪرشن ديو بلديو سگياني، پيتا ٿون جيئن پيئجي باني؛

دوھا ٦٨- امرت مٿن پرسنگ ۾، وشن موھڻي روپ،
اد شرار ڀڄ شو ڪيو، ديوي روپ انوپ.

ٽيڪا: جڏھن سمنڊ مٿڻ ڪري (واڙي) امرت ڪڍيو ويو، تڏھن ھري يعني وشنو ڀڳوان ۽ † اسرن جو جهڳڙو بند ڪري نه سگهيو، تڏھن ۽ اُپاسيه روپ ڀڳوتيءَ جو اھو ايڪاگرچت سان ڌيان ڪيائين، جو ڀاڳ اُپاسيه يعني "موھني ڀڳوتي" روپ ٿي پيو. انھيءَ روپ جي وڏائي اھڙي ھئي جو خود اسر ڀسر اُن جي وس ٿي پيا. ساڳيءَ ريت شو به سماڌيءَ ۾ ڀڳوتيءَ کي اھڙو ڏٺائو، جو اُن جي سوڀر جو ڌا اُپاسيه روپ (ڀڳوتي ديوي روپ) ٿي پيو، ڪڏھن ڪڏھن وکيپ سبب سماڌيءَ جو اڀاؤ ٿيندو ھو، ان ڪري سڄي سرير اپاسيه جي صورت نه ورتي. انھيءَ ريت ڪل ديوتائون ڀڳوتيءَ جا اُپاسڪ آھن. اھا اپاسنا ٻن نمونن جي آھي:- ھڪ کي چون "دکڙ آمناير" ۽ ٻي کي "اتر امناير". دکڙ * امناير جي ريت مٿي ٻڌائي ويئي، ھاڻي اتر امناير جي ريت ٻڌائجي ٿي:-

चौपाई

भक्त भगवतीके हर हरि हैं, इन सम कौन उपासन करि हैं।
तदपि महामाया जो ध्यावै, तुरत सकल पुरुपारथ पावै ॥६६॥

† ديوتائن ۽ دئتن. § جنھن جي اُپاسنا ڪئي وڃي.
* يا طريقو.

ڏيه روپ جي پراپتي، اُپاسنا جي ڦر* اوڏي آهي؛ ۽ وشنو ۽ شو کي اُپاسڻ واران ڏيه روپ جي پراپتي ٿي آهي، تنهنڪري ٻئي پرڌان اپاسڪ آهن.

चौपाई

सक्ति लोकमें भाखत जाकूं, रूप भगवतीको लखि ताकूं ।
लाख करोरि मात्रिका गन पुनि, तंत्रग्रन्थ लखि अंस सकल गुनि ॥६५॥
काली ताको अंस प्रधाना, महेश्वरी आदि लखि नाना ।
हरि हर ब्रह्म सकल तिहि ध्यावें, निजनिज अंस कृपा तिहि पावें ॥६६॥
ध्येयरूप ध्याता है जवही, सिद्ध उपासन लखिये तवही ।
असउपासना हरि अरु हरकी, नारीमूर्ति धरी तजि नरकी ॥६७॥
दोहा– अमृत मथनप्रसंगमें, हरि मोहिनी स्वरूप ।
अर्ध अंग शिवको लसे, देवीरूप अनूप ॥६८॥

چوپائي

٦٥- شڪتي لوڪ ۾ جنهن جاني، ڀڳوتي شڪل جاڻ تون ساني؛
ڪروڙين شيوڪ آهن جنهن جا، تنتر ۾ ڏانءِ انش تنهن جا.
٦٦- مکيه انش تنهن ڪالي جاڻو، مهيشوري ٻيا به سڃاڻو؛
وشنو شو برهما تنهن ڌياني، ان ڪرپا ڌرڪ پل پاني.
٦٧- ڌيئي روپ ڌياتا ٿئي جڏهين، جاڻجي نيڪ اُپاسن تڏهين؛
وشنو مهيش اُپاسڪ ڀاري، نر جو روپ جڏي ٿيا ناري.

* آخر منزل. ١- وام تنتر. ٢- جنهنجو ڌيان ڪجي.
٣- ڌيان ڪندڙ. ۴- اُپاسنا ڪندڙ.

تنهنڪري سمرت ٿا چئجن. انهيءَ ريت پرڪرتيءَ جو
سامانيه روپ جا شڪتي آهي، تنهنجي ڪهڙن انشن
سڀ وشنو، شو، گڻيش ۽ سورج جي مهما مشهور
آهي، جيڪڏهن شڪتيءَ جا مجن تہ جنن پراڻ جا
سرپرامنگل روپ ٿو ڏئي، تن جيڪو سڀ ڏيو امنگن
روپ رهن. تنهنڪري اهڙن شڪتيءَ، جي ڪهاڻيءَ
سڀ ديون جي مهما مشهور آهي، تنهن شڪتيءَ
جي نہ مهما سمجهڻ کهڙي ۽ نہ ديون جي. وشنوءَ،
شو وغيره پرڪرتيءَ جي ڪهڙي اُپاسنا ڪئي آهي، تنهن
ڪري نہ اُهي ۽ شڪتيءَ جا انش وڏيڪ آهن.
اهو مٿي چيل چوپائن جو مطلب آهي.

جنن پرڪرتيءَ جي نراڪار روپ شڪتيءَ جا
اندت انش آهن، تنن ساڪار روپ جا بہ اندت
انش آهن. اُهي ساڪار انش ۽ ڪالي روپ پرڌان
(مکيہ) آهي ۽ مهيشوري، ونشنوي، شوري، گڻيشي
وغيره پرڌان انش آهن. وشنوءَ کي پرڪرتيءَ جي
اپاسنا سان نہ اُنهي ونشنوي نالي انش جو لاڀ
ٿيو آهي، تنن ٻين ديوتائن کي پرڪرتيءَ جي اُپاسنا
دوارا جدا جدا مهيشوري وغيره انشن جو لاڀ ٿيو
آهي، تن مان بہ وشنو ۽ شو ٻئي پرڪرتيءَ جا پرڌان
پڪت آهن. انهيءَ جو سبب آهي تہ ڏيانمدد کي

सुन राजन वानी मम साची, तीनूं सकल कहत ये काची ॥६२॥
सूने देव सक्तिबिन सारे, मृतक देहसम लखि हत्यारे।
सक्तिहीन असमर्थ कहावें, सो कैसे कारज उपजावै ॥६३॥
जिन बहु सक्ति उपासन धारी, तातें भये सकल अधिकारी।
हरि हर सूर गनेस प्रधाना, तिनमें सक्ति देखियत नाना ॥६४॥

چوپائي

٦٢- ٻڌي نہ ڪارڻ ڪليش شڪتي، جهو وچاري ٻڌس ٻڌائي؛
ڳالھ سچي سڻ راجا منهنجي، ڪوڙي ڪٿي آھ تنهن جي.
٦٣- سڀ ديو ان شڪتي سڃاڻي، سمجھه مُردي سمان تہ سڃاڻي؛
شڪتي سواءِ اسمرٿ ڄاڻي، ڪيئن ڪارج ڪيئن اُپائي.
٦٤- جن شڪتي گھڻا ڪئي دل لائي، تيا لائق سڀئي ڪرتا ٿائي؛
وشنو شو سج گڻيش ڄاڻي، شڪتي ڏسي سان سمرٿ سڃاڻي.

ٽيڪا: پرڪرتيءَ جا ٻہ روپ آهن، هڪ سامانيہ ٻيو وشيش. پرڪرتيءَ جو يا ديويءَ جو سامانيہ روپ اهو آهي جنهن ذريعي ڪل پدارٿ پنهنجو پنهنجو ڪارج نباهين ٿا. پرڪرتيءَ جو وشيش روپ آهي الڳ ٿلهن واريءَ مورتيءَ وارو.

سامانيہ روپ شڪتيءَ جا ڪي بيشمار الڳ (جدا) آهن. جنهن ۾ شڪتيءَ جا ٿورا ڀاڱا آهن سو الپ شڪتيءَ وارو يا "اسمرٿ" ٿو چئجي. جنهن ۾ شڪتيءَ جا گهڻا ڀاڱا آهن سو "سمرٿ" ٿو چئجي. ۾ وشنو شو وغيره ۾ شڪتيءَ جا اڻ گهڻا آهن؛

करत ध्यान जिहि छन जन मनमैं, नासत विघ्न प्रधान गननमैं।
विघ्नहरन यूं जागत निसदिन, भक्तिसहित सेवहु तिहि अनछन॥६१॥

چوپائي

٥٥- شو جو پٽ ئي گڻيش سڏايو، ڪارڻ ڪري ڪارج ۾ آيو،
ٻڌي چيو ته گڻيش پوڄاري، ڇڙ کان آڻ لڏيس ڀاري.
٥٦- واهن ٻڌ لون سي ٻئي ڪوڙا، ٻولن وڃن سڄڻ ڄمڻ ٻوڙا،
گڻيش شو جو پٽ ته ٻڌايو، غلاميءَ لڌهن ڪلڪ لڳايو.
٥٧- ٻڌ ٻرسنگ چوان هڪ اکڙو، ٻراڻ وياس لکيو ٻڻ جهڙو،
تو ٻو مارڻ ڪارڻ جيئي، ويا ڏيو شو وشنو سيئي.
٥٨- ٻوج گڻيش ته ڪئي لن ڏالي، لوٻو ڪشت رسوو نا راڻي،
ڪري پڇتاءُ گڻيش مناڻو، لسواءِ ماري، لن جس پايو.
٥٩- ٻوج ڪري ڻيا سمرت جيئي، ٻوڄڻ اوڪيو گڻيش، ته سيئي،
رام پٽ دسرت کي جهڙو، وڳهن ڪنڻ لء شؤ پٽ اهڙو.
٦٠- وياس گڻيس ٻراڻ ٻنايو، سيڻي ڪارڻ گڻيش ٻڌايو،
هري[1] هر[2] وڌ[3] دو[4] شڪتي[5] جيئي، گڻيش مان ٻيدا ڻيا سيئي.
٦١- هڪ ٻل من لڌهن ڏيان هو ڏاري، سڀ وڳهن لڌهن اوس نواري،
هاڳي وڳهن هميشه هتالي، شيوا ڀڳتي لڌهن جڳالي.

(٥٠٤) ديوي ڀڳت ڏو هاڻ ڀهڳجي ڳالهه ڪري.

चौपाई

हेतु गनेस सक्ति कौ सुनके, भगतभागवत उचर्यो गुनिके।

١- وشنو، ٢- شو، ٣- برهما، ٤- سورج، ٥- ديوي.

ٽيڪا:- نارد پنچرات جو مت، برهم سوتر ڀاشيه ۾ کنڊن ڪيل آهي. رامانج وغيره جي نارد پنچراتر جا † انو ساري آهن، انهن جو جيڪو نوين وشدو مت آهي تنهن جو کنڊن "ڪلپ ترو ‡ جي ٽيڪا پريمل" ۾ ڏنل آهي.

## (٥٠٣) گڻيش پوڄاري ۽ جو جواب.

### चौपाई

सिवको पूत गनेस वतायो, कारनगुन कारजमैं गायो ।
सुनि गनेसको पूजक वोल्यो, अस किय कोप सिंहासन डोल्यो ॥२५॥
राजन सुन दोनू ये झूठै, वचन सत्य सम कहत अनूठै ।
शिवको पूत गनेस वतावैं, पराधीनता तामैं गावै ॥५६॥
कहुं प्रसंग सुनहु इक ऐसो, लिख्यो व्यासभगवत मुनि जैसो ।
चढे त्रिपुर मारनकूं सारै, हरिहरसहित देव अधिकारै ॥५७॥
नहिं गनेसको पूजन कीनो, त्रिपुर न रंचक तिनतैं छीनो ।
पुनि पछिताय मनाय गनेसा, त्रिपुर विनास्यो रह्यो न लेसा ॥५८॥
भये समर्थ किये जिहि पूजा, सेवन योग्य सु इक नहिं दूजा ।
रामपूत दशरथको जैसे, विघ्नहरन शिवको सुत तैसे ॥५९॥
व्यास गनेस पुरान वनायो, सवको हेतु गनेस वतायो ।
हरिहर विधि रवि सक्ति समेता, तुण्डीतैं उपजत सव तेता ॥६०॥

---

† انهن جي مت کي مڃيندڙ، ڏکڻ ويدانتي جو گرنٿ آهي ۽ ڏسو ڀومڪا ۾ ذڪر.

روپ آهن؛ تن اڪلهاڻ روپ ديوتائن کي ڇڏي،
ڪلهاڻ روپ شو جي اپاسنا ڪرڻ گهرجي.

चौपाई

विष लख जब सबकूं उपज्यो डर, निर्भय किये सकल गर धरि गर।
जाको पूत गनेस कहावै, विघ्नजाल तत्काल नसावै ॥५१॥
कारजमें कारन गुन होवै, यूं सिव विघ्न मूलतें खोवै।
जन्ममरन दुःख विघ्न कहावै, तिहिं समूल सिव ध्यान नसावै ॥५२॥
सेवनयोग्य सदासिव एका, जागै सहित समाधि विवेका।
तंत्र पासुपत रीति जु गावै, त्यूं पूजनकरि ध्यान लगावै ॥५३॥
नारदपंचरात्रमत झूठो, यह परिमल परसंग उनूठो।
यातें सिव सेवा चित लावै, पुरुषारथ जो चहै सु पावै ॥५४॥

چوپائي

٥١- سڀ ديون ڊپ ٿيو وِکُ جاڳي، شو ڀڳتي لئي خوشي ماڳي،
جنهن جو پُٽ گڻيش چوائي، وگهن سڀئي يڪدم مٽائي.
٥٢- ڪارج ۾ ڪارڻ گڻ ٿئي ٿو، ائين وگهن شو پاڙ پٽي ٿو،
جنم مرڻ دک وگهن ٿي ڀاري، شو ڌيان ڪٽي اوديا ساري.
٥٣- شو هڪ جوڳ سيوا جو آهي، جاڳي سو سماڌي ساهي،
”تنتر پاشپت“ ريت ٻڌائي، پوڄا ڌيان ڪجي دل لائي.
٥٤- نارد پنچرات مت ڪوڙو، ”پريمل“ چوڻ پرانو پورو،
ان لاءِ شو سيوا چت لائي، من مرادون پنهنجون پائي.

جو يڪت آهي، تنهنڪري شو ته اُن ڪان به وڌيڪ
شيوا جوڳو، چوڻ کپي. انهن آڌر ديڪشت سيدي
وشنو ڪرتن جو پرتپادڪ (وڏائيءَ جي وشد)
شو کي ڪيو آهي.

चौ- सिव सबको प्रतिपाद्य बखान्यो, भक्तनमैं उत्तम हरि गान्यो।
ईस देव पद सब मैं कहिये, महत सहित इक सिवमैं लहिये ॥४९॥

چوپائي

۴۹- سڀني شوُ پرتپادڪ ٻڌايو، ڀڳتن ۾ مکيه وشنو ڳايو،
''ايش'' ''ديوُ'' جڳه ڳالهه ڳهڻائي، مهاديو هڪ شو ساڻين.

ٽيڪا:- وشنو آهي ڪ ٻين ڇڏڻ لاءِ ''ايش'' يا ''ديو''
چوڻ ۾ ته اچي، پر شو کي مهاديو ۽ مهيش ڪوٺيو
تو وڃي.

सिवतैं भिन्न असिव जो कहिये, तिहिं तजि सिव कल्यानहि लहिये।
जलसायी जिहि नाम बखान्यो, सो जागै यह मिथ्या गान्यो ॥५०॥

چوپائي

۵۰- شوَ ري اَشوُ جنهن کي چئجي، ڇڏ انهن شو منگل رکجي؛
جل شائي جنهن نالو سڏايو، سو جاڳي او ڪوڙ ٻڌايو.

ٽيڪا:- ڪلياڻ کي چئبو آهي ''شوُ'' تنهنڪري
شو ريءَ اَشو ٿئي آهي؛ تنهنڪري ارٿ هي ٿيو ته شو
کان ٻين جيڪي ديو آهن سي اشو يعني اڪلياڻ

(۱) سدي يا اڻسدي طرح سڀني ڪرتن شو جي اپاسنا
لاءِ ٿي چيو آهي.
(۲) شو = ڪلياڻ؛ اَشو = ڪلياڻ رهت. (۳) ڪبير
ساگر ۾ شيش ناگ جي سيجا تي ستل وشنو چيو وڃي ٿو.

ٽيڪا: وشنو ڀڳت چوي ٿو ته ”ڀارت آدڪ گرنٿن ۾ وشنو کي سڀني ديون ۾ پوڄا لائق چيو ويو آهي، سو ٻڌي لڳو، ڇو ته ڀارت گرنٿ جو تاتپرج ڏسو ته شو ۾ ئي ايشورتا پرتيت ٿيندي. اهو اپديڪشت ودوان ڪل اتهاسن ۽ پراڻن جو تاتپرج لکيو آهي. آنيءَ ڀارت ۾ هيءَ پرسنگ ڄاڻايل آهي:-

”اشوٿاما“ جڏهن نارائڻ استر ۽ اگني استر ڇڏيا تڏهن ڪهڙيءَ سينا جو قتل سو ٿيو پر پنجن پانڊون مان ڪو به نه مئو. تڏهن اشوٿاما ڏکويل ۽ آچاريه لاءِ ڏڪار ڏڪار ڇوندو، رٿ ڇڏي ٻن ڏي راهي ٿيو. واٽ تي وياس ڪڏيس تنهن چيس ته ”هي برهمڻ تون آچاريه ۽ ويد تي ڌڪار نه ڪر، هي ٻئي ارجن ۽ ڪرشڻ نر نارائڻ روپ آهن، انهن شو جو پوڄن گهڻو ڪيو آهي تنهنڪري انهن جي پڪيءَ جي آڏين ٿي، ترسولي مهاديو انهن جي رٿ اڳيان ٿي بيٺو آهي، ان سبب انهن جي رٿ تي ايندڙ سڀيئي* شستر ۽ استر ناس ڪري رهيو آهي.“ انهيءَ ڀارت پرسنگ مان معلوم ٿيندو ته نارائڻ روپي ڪرشڻ جي ويوتي ۾ شو جي ڪرپا سان ٿي آهي، ان طرح وشنو جو ترپڪائيندڙ گرنٿ ۾ شو جي ئي وڏائي ظاهر ڪري رهيا آهن، ۽ انهن ۾ جيڪو وشنو شيوا جوڳ چيل آهي، سو خود شو

* انهيءَ ۾ تفاوت ڏيکاريل آهي فقره ٣٨٥ ۾.

विस्नुसुभाव सुन्यो हम ऐसो, जगमैं जन प्राकृत ह्वै तैसो।
त्राता भक्त अभक्त न त्राता, यह प्रसिद्ध सवजगमैं नाता ॥४६॥
हरिसेवक हर सेव्य वखान्यो, रामचंद्र रामेश्वर मान्यो।
स्कंदपुरान व्यास वहु भाख्यो, हरिसेवक हर सेव्यहि राख्यो ॥४७॥
कह्यो जु भारत पद्मपुराना, सवदेवनतैं हरि अधिकाना।
भारत तातपर्य नहिं देख्यो, जो अप्पयदीछित वुध लेख्यो ॥४८॥

چوپائي

۴۳- سدا وس اهڙو ڏني ڀاري، ڪاشيءَ مري جوني نر ناري،
سايُج[1] مڪتي ماڻي سوني، ڪريپ واس دک ڀاءُ نہ ڪوني.
۴۴- شو سمان آهي نر ناري، سندر ڀوڳ ڀوڳين سک ڪاري،
ايتا جوڙن ڏي اپديش، ڇڏي سوڪيم[2] ڪن برهم پرويش.
۴۵- اونچ نيچ ڏسي ناسوني، مڪتي ڏي ٿو سڀن کي جوني.
شو سمان شخي نا راجا، ڀڳت ايڳست سنواري ڪاجا.
۴۶- وشنو سڀاءُ ٻڌو ٿم اهڙو، سادارڻ جڳ ماڻهن جهڙو،
سڀاءُ ڀڳتن، اڀڳتن ناهي، ڳالهہ اها جڳ ظاهر آهي.
۴۷- وشنو شيوڪ شو جو ڳاڻيو، رامچندر ٻڻ اِشٽ پڇاڻيو،
سڪند پراڻ ۾ وياس چوي ٿو، شو جي شيوا وشن ڪري ٿو.
۴۸- چيل ڀارت[3] ۽ پدم پراڻ، وَڏ ديون ۾ وشنو سڃاڻ،
تن ڀارت جو تت ناپايو، اپيہ ديڪت جو سمجهايو.

---

(۱) جيڪي سايُج مڪتي حاصل ڪن ٿا.
(۲) سوڪيم شرير. (۳) مهاڀارت.

٤١- شو هوڙو پر ڪير چرائي، من وانگيان قل سڀن ملائي،
پاڻ رهي لسه پرم لباڳي، ڏني سمجهتي ڪُرِ ها مالڪي.

[نوٽ:- هوي جي گهوڙ لسي هرتي ڪي سڀ ڪجهه ڏيئي، انهن بساط وڏاين ڏاري بسر وڏاين نياڳي چڏي.]

चौपाई

चर्म कपाल हेतु इहि धारै, सम नहिं उत्तम अधम विचारै।
नग्न रहत उपदेसत येही, नहिं विरागसमसुख है केही ॥४२॥

چوپائي

٤٢- ڪل ڪپال هي ڪارڻ ڌاري، گوشت وڏ ڪنهنکي ڪين نهاري،
ليڪن رهي ڏي نصيحت ساڻي، موج وراڳ سمان نه ڪائي.

ٽيڪا: وَنشنوءَ ڪَنهي ڪل ڪپال وغيره ننڍن وڏن جي ڪلا، تنهن ڪي شيوَ لو چوڪي تسه مهاديو جاي سيتي بداري پر سر پڏي آهي، ۽ انکي اُتر ۽ ايچه جو تر ويچار ني ڪولهي.

चौपाई

सदाव्रत ऐसो दे भारी, कासीपुरी मरे नरनारी।
सो सायुज्य मुक्तिकूं जावै, गर्भवाससंकट नहिं पावै ॥४३॥
सिव समान नरनारी ते सब, लहत सु दिव्यभोग सगरे तब।
करत आप अद्वय उपदेसा, तजत लिंग यूं ब्रह्मप्रवेसा ॥४४॥
ऊँचनीच रंचहु नहिं देखै, मुक्त सवनकूं दै इक लेखै।
सिद्धसमान राजनको दाता, भक्त अभक्त सबनको त्राता ॥४५॥

٣٧- کوڙ کپت دک سروپ جاڻي، سکهي آزاد رهي نہ ساڻي،
روپ بڻ جو چاهي اهڙو، تنهن شيوي نر سو خر جهڙو.
٣٨- پنڪي "سچ" ڏينهن رات سدائين، پل گهڙي نا رهي سو تائين،
اُن اپاسڪ جو تہ چواڻي، سو پڻ پنڪي شانت نہ پاڻي.
٣٩- ان لاءِ ديو بيا سڀ تياڳي، پوڄ تہ وشنو جو نت جاڳي،
پوڄا ڏيان ريت پڻ جاڻي، نارد پنچراتر ۾ ساڻي.

ٽيڪا:- وشنوءَ کي ڇڏي باقي جيڪي چار اُپاسنائون جا نمونا مشهور آهن تن مان هڪ ڪو نشيڌ ڪيو ويو، ٽن ۾ ڇهون تہ "سمارت" اُپاسنا جو نشيڌ بس اچي ويو، ڇو تہ پنجئي ديون جي سمان ڀاو سان اُپاسنا ڪرڻ، اُن کي "سمارت اپاسنا" چيو وڃي ٿو. شو آدڪ ڇئن ديون کي وشنوءَ کان گهٽ چيو ويو، جنهنڪري سمارت اپاسنا جو بہ نشيڌ ٿي چڪو.

## (٥٠٢) شو شيوڪ جو بيان.

चौपाई

सिवसेवक मुनि सुनि तिहि बैना, क्रोध सहित बोल्यो चल नैना।
सुन राजन वानी इक मोरी, जामैं वचन प्रमान करोरी ॥४०॥
सिव समान आन को कहिये, मांगै देत नाहि जो चहिये।
सभ विभूति हरिकूं दै मांगी, धरत विभूति आप नित त्यागी ॥४१॥

چوپائي.

٤٠- پڌي اها شو شيوڪ واڻي، چڙي چيو اکين ڳاڙهي،
مها راج پڌ مون گفتار، جنهن ۾ ساکون سوءِ هزار.

(١) گڏهہ، مورک.

रूप अमंगल सिवको सवसम, ध्यान करै नहिं ताको यूं हम ॥३४॥

राख डमरू गजचर्म कपाला, धरै आप किहिं करै निहाला।
ताको पूत गनेस हु तैसा, रूप विलच्छन नरपसु जैसो ॥३५॥

सठ हठतैं ध्यावत जो देवी, तासमरूप धरत तिहिं सेवी।
तिय निन्दत असुची नपवित्रा, औगुन गिनै न जात विचित्रा॥३६॥

कपट कूटको आकार कहिये, पराधीन निज तंत्र न लहिये।
ऐसो रूप जु चहिये जाकूं, सोसेवहु नर खरसम ताकूं ॥३७॥

भ्रमत फिरै निसदिन यह भानू, रहत न निश्चल छन इक थानू।
भ्रमतौ फिरै उपासक ताको, तिहि समान सेवक जो जाको ॥३८॥

आन देव यातैं सब त्यागै, सेवनीय इक हरि नित जागै।
पूजन ध्यान करन विधि जो है, नारदपंचरात्रमैं सो है ॥३९॥

چوپائي

٣٣- طوح طوح اوتار ڌ ڌاري، سڀ ديون جا ڪاج سنواري،
انھن کرپالوھين لنھنجي شيو، وشن سمان ڌ آھي ديو.

٣٤- وشنوءَ سرشت پڪيس "شو" آھي، شيوءِ لائق انھن ناھي،
روپ امنگل مڙدو جاڙو، ليڪ ڌ شو جو ڌيان سچاڙو.

٣٥- کل هاٿي ڪَر ڊبب[1] ڪپال[2]، ڌاريندڙ ڪيئن ڪري نهال،
لنھنجو پٽ پڻ "گڻيش" اھڙو، روپ عجب ٿرپشون جھڙو.

٣٦- ھسه ڪري شٺ ڌيائي "ديوي"[3]، ان سم روپ ڌري سوشيوي،
ناري گلائيءَ جو گھر آھي، اوگڻ انس لنھن ڪو ناھي.

(١) ڊمرو. (٢) کوپراون. (٣) مورک.

## (٥٠١) وشڻو اپاسڪ جو جواب

चौपाई

सुन राजा तुहि कहूं सु देवा, शिव विरंचि लागे जिहिं सेवा।
संख चक्र धारी हितकारी, पद्म गदा धर परउपकारी ॥३०॥
मंगलमूर्त्ती विस्नु कृपालू, निज सेवक लखि करत निहालू।
सक्ति गनेस सूर सिव जे हैं, सब आज्ञा ताकी में ते हैं ॥३१॥
भारत सकल ग्रंथ यह भाखें, पद्म पुरान तापनी आखें।
विष्णुरूपतें उपजत सबही, परैं भीर जाचैं तिहिं तबही ॥३२॥

چوپائي

٣٠- ديوُ راجا ٻڌ اون سک ڪاري، شو برهما جنهن شيوا ڌاري،
سنک چڪر گل گدا ڌاري، آهي وڏو سو پر اُپڪاري.
٣١- آنند مورت وشڻو دَيال، پنهنجي ڀڳت کي ڪري نهال،
شؤ شڪتي سج گڻيس جيڪي، انجي آگيا ميں اهيئي.
٣٢- مهاڀارت ۽ پدم پراڻ، اساهني آدي ڪرائن ڄاڻ،
وشڻوءَ مان جڳ ٿيئڙو آهي، ۽ تنهن ڪار پڌي ٿي سمائي.

[نوٽ:- "تاپنيون" اُپنشد آهن، جي نرسنگهه تاپني پورو رام تاپني تيون گوپال تاپني. پراڻن ۾ جي پدم پراڻ ۾ آهي.]

चौपाई

विविधवेषको धर अवतारा, सबदेवनकूं देत सहारा।
यातैं ताकी कीजे पूजा, विस्नुसमान सेव्य नहिं दूजा ॥३३॥
विस्नु भक्त सिव उत्तम कहिये, तथापि सेव्य स्वरूप न लहिये।

ويراڳ ڌڪي مجلس ۾ ڌ راڄ کي لڏڻڪو ڪري ٻ ڇڏي
ملڪ وڃي ها. سو ان ۾ ڪوڙ هو. اهڙيءَ طرح ٻه ڏڍ
ويراڳ ۽ مڙڻ سڀ ٻنهي طرفين ڌڪ ملوس ا. جو ڌڪ
ڌ تيا ڳ وٺي اڃا ٻڍ ڪري ۽ سگهيو ۽ ٻيو ڌس ٻه ڪن
مان موڙو ڇڏائي ويس. مند ويراڳ جو ڦل آهي اڀاسيم
جي جکياسا [يعني ڌ ۽ ڪيو جي جکياسا.] ڌهڻڪري
ان ۾ اڀاسيم جي جکياسا جاڳي جنهن جيت ڌڪاريل آهي :-

## (٥٠) شب سنتت جو پنڊتن کان پرشن.

### चौपाई

सुभमन्तति पितु सो बडभागा, भयो प्रथम तिहिं मन्दविरागा।
जिज्ञासा उपजी यह ताकूं, देव ध्येय को ध्याऊँ जाकूं ॥२७॥
पण्डित निरनो करन बुलाये, यथायोग्य आसन बैठाये
प्रश्न कियो यह सबके आगे, अस को देव न सोवै जागै ॥२८॥
पुरुपारथ हित जिन जिहि जाचै, भक्तिमानके मनमैं राचै।
सुनि यह पृथिवीपतिकी बानी, इक तिनमैं बोल्यो सुज्ञानी ॥२९॥

### چوپائي

٢٧- شب سنتتي ٻيءَ جو ڀاڳي، اول ڌڪو سو مند ويراڳي،
لهڻکي طلب ڪنوهن سو ڳهو، ڪهڙو ديو ڌ ياڻ جوڳو.
٢٨- ان ٻولي ليءَ پنڊت گهرايا، جٿا جوڳ جاءِ ويهاريا،
سوال پڇو ان کان هن اهڙو، سمهي ٻ ”جاڳي سو ديو ڪهڙو“!
٢٩- مڪتي ڪاڻ ٻڌجي جو ٿي، واس ڪري ڀڳتن من ۾ سو ٿي،
راجا جو ٻ ٻڌي ورماڻو، جو ڻ لڳو ان مان هڪ سياڻو.

کو آتما ۾ پرتيت نٿو ٿئي، بلڪ اُو سچاڳ آهي ۽ جاڳي
ٿو ته ڪل ڪريا من واڻيءَ ۽ تن ۾ ئي ٿئي ٿي. گيانيءَ
کي پڪو نشچو آهي ته ”آتما اسنگ آهي“ تنهنڪري
ڪل وهنوار ڪندي به گياني اڪرتا آهي. انهيءَ
ڪري ئي شرتيءَ ۾ چيل آهي ته ”گيان بعد هلندڙ سرير
۾ ڪيل شڀ توڙي اشڀ ڪرمن جي ڦل پُنِ يا
پاپ سان گيانيءَ جو سمبنڌ نٿو رهي.“ پرارٻڌ ٻل کان
اگيانيءَ وانگر ڪل وهنوار ۽ تنهنجي اڇا گيانيءَ ۾ به
ممڪن آهي.

## (۱۹۹) شڀ سنت راجا جو پرسنگ.

شڀ سنت، جو راجا هو، جنهنجا هي ٽي پٽ
هئا. جنهن کي تياڳي ويا هئا، ان تنهنجو ذڪر هلي ٿو:

दोहा- पुत्रगये लखि गेहतैं, पितु चित उपज्यो खेद।
सूनो राज न तिनि तज्यो, नहिं यथार्थ निर्वेद ॥२६॥

دوها-۲٦- پٽ نڪتا گهر کي ڇڏي، پتا لڳي دک آڪ،
راجہ ڇڏي سو نا سگهيو، ٻن تيبر ويراڳ.

ٽيڪا:- پٽ گهر ڇڏي ويا. پر راجا کي تيبر ويراڳ
نہ هو، تنهن ڪري پٽن جي وڇوڙي کان دکي ٿيو ۽
...سند ويراڳ هوس ان ڪري ٻڌن ۾ به سگهه نه ڏسڻ لڳو.
...پاهر نڪرڻ جي اڇا ڪيائين، پر پٽن جي وڇڙ ڪري،
...راڄ کي نڪ ڏکو ڪرڻ نه ٿيس، تنهن ڪري تياڳ
...ڪري نہ سگهيو، ان ڪري به دک ٿيس. پر جيڪڏهن

جيڪر اُن ۾ ڪام ڪروڌ وغيره راجسي ورتيون يا موهه وغيره تامسي ورتيون اُٿن. تنهنڪري حقيقت هن طرح آهي ته انتهڪرڻ، رڳي ستي گڻ جو ڪارج نه آهي، مگر § اپرڌان رجي ۽ تمي گڻ سمت، *پرڌان ستي گڻ وارن پنجن ڀوتن مان انتهڪرڻ جي اُتپتي ٿئي ٿي، تنهنڪري انتهڪرڻ ۾ ٽيئي گڻ رهن ٿا؛ سي به سڀ ڪنهن پرش ۾ هڪ جيترا نه آهن؛ بلڪ گهٽ وڌ ٿا رهن، جنهن ڪري هرڪنهن جو سڀاءُ نرالو آهي. سو جهڙين انتهڪرڻ آهي، تهڙين اُن ۾ رجي گڻ جو ڪارج جا اڇا، تنهنجو آڀاس ٿيڻ جو نه آهي. باقي جو چيل آهي ته ”گياني ۾ اڇا اٿي ٿئي“، تنهنجو مطلب اهو آهي ته اگياني ۽ گياني ٻنهي ۾ اڇا ته رهي ٿي، پر اگياني اڇا وغيره کي آتما جو ڌرم ڪري ڄاڻي ٿو، ۽ گياني کي جنهن وقت اڇا ٿئي ٿي، تنهن وقت به هو اڇا کي آتما جو ڌرم ڪري ڪين ڄاڻي، بلڪ ڄاڻي ٿو ته ڪام، سنڪلپ سنسو، راڳ، دويش، شرڌا، ڀؤ، لڄ، اڇا وغيره انتهڪرڻ جا ڌرم آهن.

انهيءَ ريت اڇا وغيره هوندي به گيانيءَ کي آهي آتما جي ڌرمن طور پرتيت نٿا ٿين، ۽ انهيءَ ڪري گيانيءَ ۾ اڇا جو آڀاس چيل آهي. ساڳيءَ ريت مڙن، واڳي يا ٽن سان جيڪو به ويهوار گياني ڪري ٿو سو گيانيءَ

§ گهٽ ۽ * وڌيڪ يا مکيه.

آهي، جنهن ڪري اهو ڇوٽ تہ ٻيا شاستر بہ موکيہ
جا اُپاءُ آهن سو ٺهي ڪين ٿو، تہ بہ سار مت
ڪرڻ واريءَ درشٽيءَ سان ترڪ درشٽيءَ شش اهو سار
نشچي ڪيو.

(٤٩٧) ترڪ درشٽ جو هڪ ودوان سان ملڻ.

दोहा– सुनि प्रसिद्ध विद्वान पुनि, मिल्यो आप तिहि जाय।
निश्चय अपनो ताहि तिहि, दीनो सकल सुनाय॥२२॥

دوها ٢٢- سُڌي وڏو ودوان هڪ، ملي وٽس تنهن ساڻ،
نشچو تنهن وٽ پانهنجو، ظاهر ڪيو پڌيمان.

ٽيڪا: ترڪ دواران پڌل ارٿ ۽ پڌي ڏاتو ڪڍڻ
واسطي ترڪ درشٽيءَ ڪل شاسترن جو مطلب وچاريو،
تنهن هوندي بہ وري سنسو ٿيس، تہ وري بہ پڪ
ڪجي تہ شاسترن جو اُپاءُ جو مون نشچو ڪيو
آهي، سوئي آهي يا ڪوبيو. ترڪ درشٽي ڪلشٽ
اڌڪاري هو، تنهنڪري وري وري ڪيترا ئي سنسا
اُٿيس ٿي. انهن جي نورتيءَ واسطي هڪ پڪي ودوان
جي نشچي سان پنهنجو نشچو ملائي ڏسڻ لاءِ اُن
وٽ آيو.

दोहा– तर्क दृष्टिके वैन सुनि, सो बोल्यो बुध सन्त।
जो मोसूं तैं यह कह्यो, सोई मुख्य सिद्धंत॥२३॥
संशय सकल नसाय यूं, लख्यो ब्रह्म अपरोछ।
जग जान्यो जिन सब असत, तैसें बंधरु मोक्ष॥२४॥

تنھن موجب ديھہ آتما نہ آھي، آتما ديھہ کان نيارو
آھي پر جيڏو ديھہ جو *پرماڻ آھي اوترو ئي آتما جو پرماڻ
آھي. انھيءَ ريت انھن جا پاڙھ پيا پڙھہ بہ آھن، پر اسان
لاءِ اھو ڄاڻڻ بس آھي تہ اھي سڀيئي ويدن جا ورودي
آھن تنھنڪري ناستڪ چئجن ٿا، اڪري سندن
وڌيڪ ذڪر يا کنڊن نٿو ڪجي.

## (٤٩٦) ترڪ درشٽ جو سار گراھي نشچيہ.

وام مارگ ۽ ناستڪ متن جا گرنٿ جيتوڻيڪ
نسڪرت واڻيءَ ۾ آھن، تہ بہ ويدن کان ٻاھر آھن؛
انھي ڪري چيو ويو تہ ويد جي انوساري ودّيا جا ارڙھن
رستان آھن.

وري مَمٽ وغيره جن †ساھتيہ گرنٿ رچيا آھن
نکي ڪام شاسترن ۾ ئي سماجھڻ گھرجي. تئين ڪل
ڪوتا وارا گرنٿ بہ ڪي ڪام شاستر ۾ سماجھڻ گھرجن
ڪي ڌرم شاستر ۾.

انھيءَ ريت ارڙھن وديا جا پرستان ڪل ٻرھم گيان
واران موکيہ جا ھيتو آھن؛ ڪي ساکيات گيان جا
تو آھن تہ ڪي پرمپرا کان گيان جا ھيتو آھن. اھو
ڪ درشٽيءَ سڀني شاسترن جو مطلب نشچي ڪيو.
توڻيڪ اُتر ميمانسا کانسواءِ ڪل شاستر جگياسوءَ لاءِ
ماڻ جوڳا آھن، اھو شاريرڪ ۾ سوترڪار ۽ ڀاشيہ ڪار کوليو

---

*قد، ماپ. †النڪار ۽ سينگار رس جا گرنٿ.

چانڊال ذات جي تمام وچارٽي، رجسوَلا استري جو ديوي ڀڳڙيءَ سان پوڄڻ ڪن، † وغيره وغيره. اهو سڀ لڪڏت آهي. وڏيڪ جا چشتو. اهو تمام نيچ، وڌواڙ لڪرٽ جوڳو ئي نه آهي. نهنڪري وڏيڪ نٿو لکجي. اهو وام تنتر مرطرح تياڳڻ جوڳو ئي آهي.

### (۴۹۵) ناستڪ مت.

ناستڪ مت به تياڳڻ جوڳو آهي. ناستڪ جا ڇهه پيد آهن:- (۱) ماڌيمڪ (۲) يوگاچار (۳) سوترانتڪ (۴) ويڀاشڪ (۵) چارواڪ (۶) ڏگمبر. اهي ڇهئي، ويدن کي پرماڻ نٿا مڃين. انهن جا وري ٻاڦهه ڀيد آهن. "ماڌيمڪ" شونيه وادي آهن. "يوگاچار مت" ۾ سڀ پدارٿ وگيان ڪان ڀِن نه آهن. وگيان ئي نتو آهي ۽ اهو وگيان ڪشڻڪ آهي. "سوترانتڪ" مت موجب ٻاهرين پدارٿن مٿرط ڪان سواءِ وگيان آڪار نٿو ولسي؛ جنهن ڪري وگيان ڪان ٻاهرين پدارٿن جو انومان ٿئي ٿو، يعني ته ٻاهريان پدارٿ آهنئي انومان پرماڻ ۽ نه پرتڪش؛ ۽ ڪي وري آهي ٿو آهن بلڪ سڀئي پدارٿ ڪشڻڪ آهن. "ويڀاشڪ" مت ۾ ٻاهريان پدارٿ ڪشڻڪ ته آهن پر پرتڪش پرماڻ جي به وشيه آهن. "چارواڪ" مت ۾ پدارٿ ڪشڻڪ نه آهن. ۽ جيڪا ديهه آهي سائي آتما آهي. باقي رهيو "ڏگمبر" مت،

† ڪجهه وڌيڪ به چيل آهي، پر اهو مضمون ذڪر بس آهي.

مارڪ، وارا گرنٿ ڌرم شاستر جي ورڌ آهن ۽ پرماڻ ڪين آهن. وام تنتر به شو جو ڪيل چئجي ٿو، تہ به سڀ شاستُرن ۽ ويدن سان الٽو ورڌ آهي جنهن ڪري پرماڻ نہ آهي.

جيئن وشنوءَ جي ٻڌ اوتار ناستڪ گرنٿ رچيو جو ويد ورڌ آهي جنهن ڪري پرماڻ نہ آهي، تيئن شو ڪرت وام تنتر به بلڪل ورڌ آهي. ان ۾ مدرا وغيره بلڪل اشڌ پدارٿن جو ورتاءُ چيل آهي ۽ ماڻهن کي ٺڳڻ واسطي انيڪ پدارٿن جا جي نالا آهن سي ڪن پدارٿن سان لاڳو ڪيا ويا آهن. جيئن تہ مدرا تي نالو تيرٿ رکيل آهي، ماس جو نالو شڌ، مدرا واري برتڻ جو نالو پدما، پياز (بصر) جو نالو وياس، ٿوم جو نالو شڪديو، مدرا جي § ڪلال جو ديڪشت، تيئن وشنوائن سان رتڻ يا زناڪاري ڪرڻ واري کي پرڀاڪر شيوي، || چنڊال شيوي کي ڪاشي شيوي ڪري چون ٿا ۽ * پترويي چڪر ۾ استت جيڪي چنڊال وغيره آهن تن کي برهمڻ ڪري چون. بلڪل ويچارين کي يوگي ۽ يوڳڻي ڪري چون. انهن جو اهڙن ڪهڻن نشڪ ڪرمن جو وهنوار آهي. پوڄا وقت استري، جنهن ۾ انيڪ دوش آهن، تنهن کي آدِ شڪتي ڪري چون.

§ شراب وڪڻندڙ. || مينگهواڙ، ڇهڙ ياٽي وغيره اڇوت ذات سان زناڪاري ڪرڻ وارو. * منڊپ.

§ انجلي ۽ ھرکھت ڏي پرٿويءَ تي پيو، تنھن ڪري
نالو بہ ”پتنجلي“ پيس. پتنجليءَ (١) شرير جي روڳ
روپي مل دور ڪرڻ واسطي ”‡ چڪتسا“ گرنٿ بنايو
آهي، (٢) آشڌ شبد اچارڻ روپي جو واڻيءَ جو مل
آهي، تنھنجي ناس ڪرڻ لاءِ پاڻنيءَ وياڪرڻ جو
ڀاشيہ ڪيو اٿس، (٣) وکيپ روپ انتہڪرڻ جي
مل کي ناس ڪرڻ لاءِ يوگہ سوتر ٺاهيا اٿس. انھن
سوترن جي پھرئين پاد ۾ چت ورتي || نروڌ روپ
سماڌي، ۽ انجي سادن ابياس ۽ ويراڳ وغيره جو
ذڪر ڪيو اٿس ۽ ٻئي پاد ۾ وکيپي چت لاءِ سماڌيءَ
جي يم، نيم، آسڻ، پراڻايام، پرتياهار، ڌارڻا، ڌيان ۽
سماڌي، انھن اٺن انگن جو ذڪر ڪيو اٿس ۽
ٽئين پاد ۾ يوگہ جون وڀوتيون ٻڌايون اٿس ۽ چوٿين
پاد ۾ يوگہ جو ڦل موکيہ ٻڌايو اٿس. انھيءَ ريت يوگہ
شاستر بہ گيان جو سادن ندياسن حاصل ڪرائي ٿو،
تنھن ڪري موکيہ جو ئي هيتو آهي. شاريرڪ سوترن
جو سانکيہ ۾ يوگ، جو کنڊن ڪيل آهي، سو رڳو
ٿن وياکيان جو کنڊن ڪيل آهي، جي اُپنشدن جي
رڌ آهن ۽ سوترن جو کنڊن ڪيل نہ آهي. اهڙيءَ طرح
يہ وئشيشڪ جو کنڊن بہ رڳو وروڌي وياکيان جو آهي.

§ ڪليل ھٿ. جنھن سان پاڻي کڻبو آهي. ‡ علاج.
|| روڪڻ. * مخالف.

وري ديوتائن جي آراڌن لاءِ منتر شاستر آهن
تنهنڪري به ڌرم شاستر ۾ ڳڻيو ويو آهي. ديوتا آراڌن ۾ به
انتهڪرڻ شڌ ڪرڻ جو پريوجن آهي. سانکيه، يوگ
شاستر، وشڻو تنتر، شو تنتر وغيره به ڌرم شاستر ۾
داخل آهن، جو انهن ۾ به من جي ڌرمن جو ذڪر آهي.

(٤٩١) سانکيه شاستر.

سانکيه شاستر ڪپل منيءَ ڇهن اڌياون ۾ ڪيو
آهي. پهرئين اڌياءِ ۾ پدارٿن جي ڪول، ڪيل آهي؛
ٻئي ۾ مهت تتو ۽ اهنڪار وغيره پرڪرتيءَ جا ڪاريه ٻڌايل
آهن؛ ٽئين ۾ وشين کان ويراڳ ڪرڻ لاءِ چيل آهي؛
چوٿين ۾ ورڪت منشن جو ذڪر آهي؛ پنجين ۾
ٻين ڌارين پکن جو کنڊن ڪيل آهي؛ ڇهين ۾ سڀني
اڌياون جو ارٿ مختصر ڪري ڪيل آهي. پرش ۽ پرڪرتيءَ
جي وويڪ ڌواران، پرش جو اسنگ ڪيان سانکيه جو
پريوجن آهي؛ تنهنڪري به ”تَوَم“ پد جي لکيارٿ جي سوڌن
ڪرڻ ڌواران مهاواڪيه جنيه ڪيان ۾ اُپيوگ (ڦل)
هئڻ سبب موکيه ني ڦل آهي.

(٤٩٢) يوگ شاستر.

”يوگ شاستر“ جا چار پاد آهن، انجو
ڪرتا پتنجلي آهي، پتنجليءَ کي شيش ناڳ جو
اوتار چوندا آهن. ڪ رشيءَ سنڌيا ٿي ڪئي، تنهنجي

§ شاريرڪ شاستر ۾ ڪل شاستر ۾ پرڌان (مکيه) آهي. موڪش لاءِ اڻوڻي ڌارڻ ڪرڻ جوڳو آهي. انهيءَ جي وياکياڻ ڪندڙ ڪرت جيتوڻيڪ اَنيڪ آهن تہ بہ شري شنڪر جي رچيل ڀاشيه روپ وياکياڻ ئي موکيه جي شروڻ جوڳو آهي، اُن مان گيان دواران موڪش جو ڦل صاف آهي.

(٤٩٠) سمرتيون وغيره ڌرم شاستر.

منو، ياگيه والڪ، وشڻو، يم، آنگرا، وشِشٽ، دَکش، سَموَرت، شاتاتپ، پاراشر، گوتم، شنکو، لِکت، هاريت، اپستمب، شڪر، ورهسپت، وياس، ڪاتيايِن، ديول، نارد وغيره سروکيه مها رشين ويدن جي انوسار سمرتي تالي ڪرت رچيا آهن، سو ڌرم شاستر ڪا چئجن. اُنهن ۾ ورڻ آشرم لاءِ ڌرم، ڪايا جا، واڻي جا ۽ من جا سمجهايل آهن. تنهنجو بہ پريوجن انوئي آهي تہ انتهڪرڻ شدّ ڪري گيان ڀائي موکيه حاصل ڪجي.

وري وياس مهاڀارت ۽ والميڪ راماڻ رچيو آهي، تنهنجو بہ ڌرم شاستر سان ئي لاڳاپو آهي.

§ ڀوهرسولرشاريري يعني شرارواروجيو، تنهنجي سروپ جو ويچار هن شاستر ۾ ڪيل آهي تنهن ڪري اُنکي "شاريرڪ" شاستر پڻ چيو ٿو وڃي.

يا پورو ميمانسا چون، ۽ انهيءَ کي برهم ميمانسا يا اُتر ميمانسا چون.
ڌرم ميمانسا جا ٻارهن اڌياءَ آهن، جنهن جو "ڄيمني"
ڪرتا آهي، اُن ڪرم انشٺان جي ريت کوليل آهي،
تنهنڪري انهيءَ جو ڦل آهي وڏيءَ سان ڪرم ۾ پرورتي.
ڪرم ۾ پرورتيءَ دواران انتهڪرڻ جي شڌي ٿئي ٿي، ۽
انتهڪرڻ جي شڌيءَ دواران گيان لڀي ٿو، انهيءَ ڪري
ڌرم ميمانسا جو ڦل به گيان ليکڻ کهرجي. "سنڪرشڻ
ڪانڊ" پنجن اڌياون جو ڄيمنيءَ جو رچيل آهي،
جنهن ۾ اپاسنا جو ذڪر آهي. اهو گرنٿ به ڌرم ميمانسا
اندر ئي سمجهڻ کهرجي.

برهم ميمانسا جا چار اڌياءَ آهن. انهيءَ جو
ڪرتا وياس آهي. هر هڪ اڌياءَ ۾ چار
چار پاد آهن. پهرئين اڌياءَ ۾ جيءَ اوت رکيل
آهي ته ڪل اپنشد واڪن ۾ ادويت برهم کي ئي
کوليو ويو آهي ۽ نه ٻئي ڪنهن کي. مند ٻڌيءَ
وارن پرشن کي اپنشدن جي واڪن ۾ وروڌ پرتيت
ٿئي ٿو، تنهن جو *پرهار "ٻئي اڌياءَ" ۾ ڪيل
آهي. "ٽئين اڌياءَ" ۾ گيان ۽ اپاسنا جي سادنن جو
وچار آهي. "چوٿين اڌياءَ" ۾ گيان ۽ اپاسنا
جي ڦل جو ذڪر آهي. اهو برهم ميمانسا روپ

* سمجهاڻيءَ سان اورلي.

به ٻه آهن، هڪ ته آهي وشنو ڀاڳوت ٻيو ڇوٿون ڀڳوتي
ڀاڳوت. انهن ٻنهي مان هرهڪ ۾ ارڙهن هزار شلوڪ
۽ ٻارهن اسڪند آهن. پر انهن مان ڪوئين کي ايڪين
پراڻ ۽ ٻنهي کي اُپ پراڻ، ٻئي وياس جا رچيل آهن،
۽ ٻئي پرماڻ آهن.

اُپ پراڻ به پرماڻ آهن، ڇو ته اُهي به آهن
ڪنهن وياس جا رچيل، ڪي اُپ پراڻ پاراشر وغيره
سو ڪيه رشين جا رچيل آهن، تنهنڪري اُهي به
پرماڻ آهن.

جيڪو اُپنشدن جو ارٿ آهي سوئي اُپ پراڻن
خواه پراڻن جو آهي، اهٿي اهو سمجهايو ويندو.

**(٤٨٨) نياءِ ۽ ويشيشڪ سوتر.**

پنجن اڌيائن ۾ گوتم نياءِ سوتر ٺاهيا آهن ته ۾
يڪتي مکيه آهي. يڪتيءَ جي چئن سان منش جي
بدي تکي ٿئي ٿي، ۽ پوءِ هو مدن جي اڀياس لاءِ سمرٿ
ٿئي ٿو. تنهنڪري هوڏ ڪهي ته يڪتي پرڌان نياءِ
سوترن جو به مدن دواران ويدانت جديه گيان ٿئي
ٿل آهي.

ڪڻاد وغيره مدين به ڏهن اڌيائن ۾ ويشيشڪ
سوتر رچيا آهن، تنهنجو به نياءِ وارو ڀاڱو آهي.

**(٤٨٩) ميمانسا.**

ميمانسا ٻن قسمن جي آهي، هڪ کي ڏرمميمانسا

جو گيان ملي ٿو جو تنهن ڏوارا. تنهڪري اها وديا
۽ ويدن جو انگ آهي.

(٦) پنگل سوتر آهن پنگل منيءَ جا، جي آٺن اڌيائن
۾ آهن ۽ ڇندن جي روپ ۾ آهن. انهن ڏوارا ويدڪ
گائتري آدڪ ڇندن جو گيان ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري
پنگل جا سوتر به ويدن جو ڇهون انگ ليکجن ٿا.

اهي ڇهه ئي ويدن جا انگ آهن، ٽن ويد جي *اُپويدي
جيڪو ارٿ نه آهي تنهنڪري پرسنگ اهو ڪٿن ڪيو
آهي، مگر خاص طرح ڪٿن نه ڪيو آهي، تنهنڪري
سمجهڻ گهرجي ته جيڪو ويد جو پڙهڻ آهي سوئي
ويدن جي ڇهن انگن جو آهي ۽ نه ٻيو ڪو.

(٤٨٧) ارڙهن پراڻن ۽ اُپ پراڻن جو ارٿ.

پراڻ ارڙهن آهن، جي وياس ڪالي منيءَ رچيا
آهن، انهن جا نالا هي آهن:- [١] برهم، [٢] پدم،
[٣] وشنو، [٤] شِو، [٥] ڀاڳوت، [٦] نارد، [٧]
مارڪنڊي، [٨] اگني، [٩] ڀوشيه، [١٠] برهم ويورت،
[١١] لنگ، [١٢] واراهه، [١٣] اسڪند، [١٤] وامن،
[١٥] ڪُورم، [١٦] متسيه، [١٧] گرڙ، [١٨] برهمانڊ.
وري "ڪالي پراڻ" وغيره ٻيا به گهڻا آهن سي آهن
اُپ پراڻ. اهي اُپ پراڻ انيڪ آهن، پر ڪي انهن کي
به ارڙهن ڪري شمارين ٿا پر اهو نيم نه آهي. ڀاڳوت

* سوالڪ.

جو گيان مليو ٿو، سو وياڪرڻ، سوتر روپ ۾ اشٽاڌيايي (اٺ ادياءِ) ڌالي وارو پاڻني منيءَ ڏنيو آهي. ڪاتياين ۽ پتنجليءَ اُنهن سوترن جو وياکيان روپ وارتڪ ۽ ڀاشيه ڪيو آهي. ٻيا جيڪي وياڪرڻ آهن تن ۾ ويدن جي شبد جو ويچار ڪونهي. تنهنڪري اُهي ٻراڻ آدڪن لاءِ اُپيوگي (ڪارگر) آهن پر نه ويدن لاءِ. پاڻنيءَ جو رچيل وياڪرڻ، ويدن جي شبدن کي سڌ ڪري ٿو تنهن ڪري اُهو وياڪرڻ ويدن جو انگ چئجي ٿو.

(۴) **نرڪت** وري ياسڪ ڌالي منيءَ ڏنيو آهي، جو تيرهن ادياون ۾ آهي؛ اُن ۾ ويدن جي منترن ۾ جيڪي *اپرسڌ پد آهن تنجي معنيٰ ڏنل آهي. انهيءَ ڪري اهو به ويدن جو انگ شمارجي ٿو. ¶ سنگيا جي سماڃهاڻ وارو پنجن ادياون روپ نگهنٽو ڌالي وارو گرنٿ پڻ ياسڪ ڏنيو آهي سو به نرڪت ۾ داخل آهي. پڻ امرسنگهه ۽ هيم آدڪن جا رچيل جي سنگيا جي سماڃهاڻ لاءِ ڪوش آهن سي به نرڪت ۾ داخل آهن.

(۵) **جوتش**، جا ڏنيل آهي آدتيه، گرگ آدڪن جي، سا به ويدن جو انگ آهي، ڇو ته ويدڪ ڪرمن جي آرنڀ ڪرڻ لاءِ ڪال جو گيان ڪرڻ جي، سو ڪال

---

* جيڪي چالو يا مروج نه آهن ۽ ۽ الخ.

### (٤٨٦) ڇهن ويدن جي ڇهن انگن جو ارٿ سميت پريوڃن.

ڇهن ويدن جا ڇهه انگ ورڪي هي آهن:- (١) شڪيا، (٢) ڪلپ، (٣) وياڪرڻ، (٤) نرڪت، (٥) جوتش، (٦) ڇندس. ايءُ ڇهه ويد جا *اُپيوگي هجڻ سبب انگ، ڪري چيل آهن.

(١) شڪيا جو ڪرتا (رچيندڙ) آهي "پاڻني". ويد جي شبدن ۽ اکرن جي استان جو گيان ۽ *اُدات، ‡انُدات ۽ §سُورت جو گيان شڪيا دوارا ٿئي ٿو. ويدن جا وياڪرڻ روپ "پرتي شاکا" ڏالي وارا انهڪ گرنٿ ٻه شڪيا ۾ داخل آهن.

(٢) ڪلپ سوتر آهن جنهان ويدن جي سمجهايل ڪرمن جي انشان (ڪرڻ) جي ريت ڄاڻي وڃي ٿي. ڏکيه ڪرائڻ واري ڌرمڻ کي "ٻرتورڪ" چون ٿا. تنهجا پن پن ڪرڻ جوڳا جيڪي ڪرم آهن، تن جي سمجهاڻي ڪلپ سوترن ۾ آهي. اُنهن ڪلپ سوترن جو رچيندڙ ڪاتياين، آشولاين وغيره مهي آهن. ڪلپ سوتر بہ ويد جا اُپيوگي هجڻ سبب ويد جو انگ ٿي آهن

(٣) وياڪرڻ دوارا ويد جي شبدن جي شدتا

---

* ويدن جي ارٿ سمجهڻ لاءِ ضروري، • مٿي سر، ‡ هيٺ سر، § وچون سر.

انهيءَ ريت ٻوڌش سبب جيڪي گردان وغيره ڪم
ڪاڄن ٿا تنهڪان نورتيءَ جي ئي مراد آهي ۽ نه پروُرتيءَ
جي؛ ڇو ته پروُرتي واڪيه ۾ گردان جي نورتيءَ لاءِ
آهن. پروُرتي ته ٻوڌش ڪري ۾ سڌ آهي، پوءِ
پروُرتيءَ ۾ ويد واڪيه جو مطلب ڪيئن چئبو.
انهيءَ ريت سڄي "اٿر ويد" ۾ به مراد نورتيءَ جي
ئي سمجهڻ گهرجي. ٻين ٽن ويدن ۾ ته اهو صاف
آهي ته ڪرمن جي سمجهائڻ ۾ مراد آهيئي؛ اها وڪيل ته
جڳياسو ڪرم ڌاران انتهڪرڻ شڌ ڪري ڪيان
۾ لڳن.

(٤٨٥) چئني اپويدن جو برهم گيان ۾ تاتپريه.

چار اُپويد هي آهن:- (١) آير ويد، (٢) ڌنر
ويد، (٣) گندرو ويد، (٤) آرٿ ويد. (١) **آير ويد**
جا ڪرتا آهن برهما، پرجاپتي، اشوني ڪمار، ڌنونتر
وغيره چرڪ، واڳڀٽ وغيره جو رچيل چڪتسا
شاستر به آيرويد آهي؛ ۽ واتسيائن جو ٺاهيل ڪام شاستر
به آيرويد ۾ داخل آهي؛ ڇو ته ڪام شاستر جي وشيه
جو "چرڪ" وغيره ۾ ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ آيرويد
جو مطلب وئراڳيه اُتپن ڪرڻ ۾ آهي. آيرويد جي
ريت سان روڳ وغيره جي نورتي ٿيڻ بعد به وري
روڳ وغيره ٿيو ٿا پون. تنهڪري چئبو ته لوڪڪ
اُپاءِ تڇ آهن. انهيءَ ڏيکارڻ آهي آيرويد جي مراد.

٢ ويد جا انگ، ڪل ٻواڻ (ڪ)، نياءِ، ميمانسا ۽ ڌرم شاستر، ڪل ١٨ ٿيا. انهيءَ ريت ويڪري واٽ وديا جا ١٨ ڀيد آهن، انهن کي پرستان ٿو چئجي.

(٤٨٤) چئني ويدن جو برهم گيان ۾ تاتپريه.

چار ويد هي آهن - (١) رگ (٢) يجر (٣) سام (٤) اٿرو. انهن ۾ ڪيترا ڀاڱا ڪيئي برهم کي جاڻائڻ وارا آهن، ڪي ڌيان کي جاڻائڻ وارا آهن، ٻيا ڪرمن کي جاڻائڻ وارا آهن. جيڪي ويد ڀاڱا ڪرمن کي جاڻائڻ وارا آهن، تن جو پڙهڻ جي ته اهو ئي آهي ته انتهڪرڻ شد ڪري گيان حاصل ڪجي، اما مراد نه آهي ته بروڙي، ڦڻي ۽ عجيب وجهجي. اٿلو لشڪ ۽ ورقِ ڪان روڪڻ هي مراد آهي. انهيءَ ڪري خود ”اٿرو ويد ۾ به جيڪي *اپچار جا ڪرم چيل آهن، تن ۾ به مراد لوڙيءَ جهڙي ڪيل آهي. ان ۾ جيئن چيل آهي ته ‡شترو جي مارڻ ۾ ¦گردان يا ڀساهر ڌيڙ ڪم نه اچي، بلڪ مارڻ جي ڪم لاءِ ”شين يکيه“ چيل آهي.

”شين ياگ“ سمجهائڻ وارا ويد وچن جيڪي آهن تنجو ارٿ اهو ڪين آهي ته شترو مارڻ جي ڪامنا وارو شين ياگ ۾ پرورت ٿئي، پر مطلب آهي ته جيڪي شترو مارڻ جي ڪامنا هجي سو شين ياگ کان ٻين جيڪي گردان وغيره ڪم آهن تن ۾ پرورت نه ٿئي.

* هن جو ارٿ هيٺ ڪوليل آهي. ‡ دشمن، ¦ زهر.

ٽيڪا:- ترڪ درشٽي ٽيون پاڻ ڪري دوارن اُپديش ڏئي، پڌل ارٿ ۽ ڇهن شاسترن جي وروڌ دور ڪرڻ لاءِ ڪل شاسترن جي مراد ويچاري هيءُ نشچو ٺاهيو ته (١) ڪل شاسترن جو پريوجن (مراد) آهي موکش؛ (٢) موکش جو ساڌن آهي گيان؛ (٣) اهو گيان آهي ادويت نشچي روپ؛ (٤) ڀيد نشچو سچو گيان نه آهي؛ (٥) سڀ شاستر *ساکيات اٿوا †پرم پرا ڪري برهم گيان جا هيتو آهن.

اهو سچ آهي ته سنسڪرت جي ويکري واٽ ۾ ١٨ ‖پرستان آهن، جن مان ڪي ڪرم سمجهائين ٿا ته ڪي وشنو جي سيکن لاءِ اُپاءُ ٿا سمجهائين؛ ڪي برهم ڪان ۾ ديوتائن جي اُپاشنا ٿا سمجهائين؛ ڪي ترڀيد گيان ڪي ئي يٿارت (سچو) گيان ڪري سمجهائي رهيا آهن، جهڙوڪ نياءِ، سانکيه وغيره شاستر؛ ۽ انهن ۾ ادويت برهم جي سمجهاڻي ڪانهي؛ تڏهن به ڪل شاسترن جا ڪرتا (رچيندڙ) سروگيه ٿي ويا آهن؛ ڪرپالو هئا ته مول سوترن جي رچنا ويدن جي ارٿ انوسار ئي ڪئي آهي، باقي انهن تي ٽيڪا ڪندڙن پنهنجي وروڌي ارٿ ڪيا آهن؛ ترڪ درشٽيءَ اُتم سنسڪار سبب ائين نشچو ڪيو.

## (٤٨٣) وديا جا ارڙهن پرستان.

وديا جا ارڙهن پرستان هي آهن:- ٤ ويد، ٤ اُپويد،

*سڌيءَ طرح. †سلسليوار يا اڻسڌيءَ طرح. ‖مکيه گرنٿ يا انگ.

ٻراهميءَ جو مارگ، جو پنجين ترنگ ۾ چيل آهي تنهن جي ۾ سمرتي هٺ ڪري، ٻيو ٻر مارگ جو چنتن ۽ اُپاسنا جو اِنڪ آهي. [مارگ يعني وچڙ جو رستو.]

گيان سانڪي شروط ۾ پٺ ديش، ڪال، آسڻ جي اپيکيا ڪاهي ڏيان ۾ اُتم ديس، تولتر (سدايا ٻنا ورِتي) ڪال ۽ سڱ وغيره آسڻ جي اپيکيا آهي. تنهن ڪري "آدرشتي" کي ڪوڪا ڪناري اُتم ديش ولٺو پيو ۽ انکي مورڻ سمي ۾ ديهه نياڳڻ لاءِ يوڳ شاستر جي ريت ولٺي ٻيٺي.

(۴٨٢) سڀني شاسترن جو ٻريو جن.

दोहा– तर्कदृष्टि पुन तीसरो, लहि गुरुमुखउपदेश।
अष्टादस प्रस्थान जिन, अवगाहन करि वेस ॥२०॥
जेती वानी वैखरी, ताको अलं पिछान।
हेतु मुक्तिको ज्ञान लखि, अद्वय निश्चय ज्ञान ॥२१॥

دوهو ۲۰- ترڪ درشٽ ٻئي جو ٽيون، ٻڌي گروءَ کان گيان،
اوڙهن انگ وديا سندا، ٻڌهي ٿو ودوان.
۲۱- جيتي واڻي وئکري، انهيءَ جو سمجهي سار،
ساڌن موکه جو گيان آ، ۽ گيان ادوئه نردار.

(۱) ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي واڻيءَ ڪل چار قسم وارئيءَ ها آهن. ۱- پرا ۲- پشنتي، ۳- مڌمان، ۴- وئکري. (انهن جي ڪول لئوگيان عرف سنڌيءَ ۾ پنچڪرڻ جي صفح ٥٦ لي ڏني وئي آهي.)

پڻ جي اُپديش سانگي آهي.
"گيانين جي وچنوار ۾ ڪو به نيم ڪونهي" انهيءَ مطلب سان تتو درشتيءَ جي ديھ ڇڏڻ لاءِ ديش ڪال آسڻ وغيره جو ڪجهه به ذڪر ڪونه ڪيو ويو.

(٤٨١) "آدرشٽ" جو ديهانت.

दोहा- दूजो सिष्यअदृष्टि तिहि, गंगा तट सुभ थान।
देस इकंत पवित्रअति, कियो ब्रह्मकोध्यान ॥१८॥
दोहा- सास्त्ररीति तजि देहकूं, पूरव कह्यो जु राह।
जाय मिल्यो सो ब्रह्मतें, पायो अधिक उछाह ॥१९॥

دوها ١٨- ڪيو شش آدرشٽ ٽڪ، گنگا ڪپ شڀ ٿان،
شڌ اڪيلي جاءِ ۾، ڪيو برهم جو ڌيان.
١٩- شاستر ريت ديهي ڇڏي، اڳ چيل انوسار،
وڃي مليو سو برهم سان. پاتو سک اپار.

ٽيڪا:- گيانيءَ کي ديش ڪال جي اپيکيا ڪانهي، مگر اُپاسڪ کي انهن جي ضرورت آهي. اُپاسڪ جڏهن اُتم ديش ۽ اُتم اُترائڻ وغيره سمي ۾ شرير تياڳي، تڏهن اُپاسنا جو ڦل حاصل ڪري. گيانيءَ کي مرڻ سمي ساوڌانتا (هوشياري) سان ڪنهن جي سمرتيءَ جي به ڪا ضرورت نه آهي. پر اُپاسڪ کي مرڻ سمي ڌيان جي سمرتيءَ جي ضرورت آهي. اُن ۾ ڪا ڳالهه جڏهن ڌيان جو اڳ ڌيان ڪيل اُنس تڏهن ڌيان جي سمرتي مرڻ وقت ٿيڻ تي ڦل ڏئي، پيو نه جيئڻ ڌيان جي سمرتي ڪهڙي نهين ڌيان برهم جي

جي اپيکيا ڪانهي، تنهن † ڏکيائيءَ کي ڪيان سالڪي شروط ڪرڻ لاءِ ديش ڪال آسڻ وغيره جي اپيکيا ڪانهي.

(٤٨٠) اڌڪاري ڪوٽيءَ وارا پرش گياني هوندي به اچا آنوسار وري شرير ونئي سگهن ٿا.

مگر آپاسڪ کي ديهه ڇڏڻ وقت ديش ڪال وغيره جي اپيکيا آهي.

جيتوڻيڪ پيشر گيانيءَ کي ڪديو آهي ته به جن آتراڦل بنا پراڻ ٿيا ۽ نه ڪيا، تنهن جو سبب ديو آهي جو پيشر اڌڪاري ڌاتري جو پرش ٿيو آهي، تنهنڪري اپاسڪن جي اپديش سالڪي جن ڪال جي ڏنگهه ڪئي.

وشست، پيشر وغيره آهن اڌڪاري ڪوٽيءَ جا، تنهن ڪري انهن اليڪ جنم ورتا آهن، ڇو ته انهن پرشن تي سڄي ڪلپ تائين پرارٻڌ جو عمل آهي؛ اهي ڪلپ جي اُت ڪان اڳ وديهه مڪت ٿيڻا نه آهن، ۽ ڪلپ اندر انهن کي پنهنجي اچا انوسار وري سوڙ ولڻا پون ٿا؛ پر انهن کي آتم سروپ ۽ جنم مرڻ جي پرانتي ڪانه ٿي رهي جنهن ڪري جيون مڪت آهن. اهڙن پرشن جو وهنوار

† مطلب ته ڪنهن نه خاص ستڪار يا وڏيءَ جي ضرورت نه آهي. انهن ڪري هرڪنهن ورڻ آشرم کي شروط جو اڌڪار آهي؛ وڌيڪ ڏسو وراي پرڪرڻ جي ٨ پرڪاش ۾.

ٽيڪا:- (١) پرارٻڌ ڀوڳڻ کان پوءِ بعد ”گياني
جا پراڻ ڪٿي ڪونہ ٿا ڪڍن“، تنهنڪري ”تتو درشتيءَ
جا پراڻ لِين ٿي ويا“ ائين چيو ويو. (٢) گيانيءَ
جي شرير ڇڏڻ ۾ *ڪال وشيش جي † اپيکيا ڪانهي؛
انهيءَ لاءِ اترائڻ ۾ خواه دکڻائڻ ۾ شرير ڇڏڻ تي، گيانوان
مڪتيءَ کي حاصل ڪري ٿو. (٣) گيانيءَ لاءِ مرڻ وقت
خاص ديش جي ڪهڙي به ڪانہ آهي؛ ڇاڪاڻ جو سڀئي
تمام پويتر ڪاشي ديش تهڙو ڪو تمام ملين ديش؛
هو هرجاءِ مڪت آهي. (٤) نڪو اُن لاءِ خاص آسڻ
ڪهڙي؛ پلنگ اُنجو ديهہ پاڪ ڀرتيءَ تي لمتندي ٿئي
يا سڌ آسڻ ۾ ويٺي ٿئي. (٥) تنهن وري ساوڌان
(هوشيار) ٿي ٻوڌڻ جپڻ ڪندو مري، اٿوا روئڻ
۾ وياڪل ٿي ”هاءِ هاءِ“ ڪندو مري؛ ‡ هو هرحال
۾ مڪت آهي؛ ڇو تہ مڪتي تہ انکي اُنهيءَ وقت
ٿي هٿ آئي، جنهن وقت گيان دواران سندس اگيان نورت
ٿي ويو، تنهنڪري گيانيءَ کي وديهہ مڪتيءَ لاءِ
ديش ڪال، آسڻ وغيره جو ٻنڌڻ نہ آهي.
گيانيءَ کي جيئن ديهہ ڇڏڻ لاءِ خاص ديش ڪال

* خاص ڪال، جهڙوڪ اترائڻ ۾ پراڻ ليائڻ. † گهرج، ضرورت، فرضي. ‡ جيئن بن کي آگ لڳڻ کري آڪاش اتو جلي، ليڪن التهڪرڻ ۾ دکسڪ پرليمت تيندي به آلما اسنگہ آهي، گيانيءَ جو اهڙو نشچو هي.

ٽيڪا:- (١) پرارٻڌ ڀوڳي رهڻ بعد "گيانيءَ
جا پراڻ ڪهن ڪونه ٿا ڪن"، تنهنڪري "تتودرشيءَ
جا پراڻ لين ٿي ويا" ائين چيو ويو. (٢) گيانيءَ
جي شرير تياڳ ۾ *ڪال وشيش جي † اپيڪيا ڪانهي؛
انهيءَ لاءِ اترائڻ ۾ خواه دکڻائڻ ۾ شرير ڇڏڻ تي، گياني‌وان
مڪتيءَ کي حاصل ڪريٿو. (٣) گيانيءَ لاءِ مرڻ وقت
خاص ديش جي گهرج به ڪانه آهي؛ هن جي لاءِ جهڙو
تمام پوتر ڪاشي ديش تهڙو ڪو تمام ملين ديش؛
هو هرجاءِ مڪت آهي. (٤) تڪو اُن لاءِ خاص آسڻ
گهرجي؛ پلي اُنجو ديهه پاٽ پرٿويءَ تي لمندي ٿئي
يا سِڌ آسڻ ۾ ويٺي ٿئي. (٥) تئين وري ساوڌان
(هوشيار) ٿي برهم چنتن ڪندو مري، اٿوا روڳ
۾ وياڪل ٿي "هاءِ هاءِ" ڪندو مري، § هو هر حال
۾ مڪت آهي؛ ڇو ته مڪتي ته انکي اُنهيءَ وقت
ئي هٿ ٿي، جڏهن وقت گيان دواران سنڌس اگيان نورت
ٿي ويو، تنهنڪري گيانيءَ کي وديهه مڪتيءَ لاءِ
ديش ڪال، آسڻ وغيره جو بنڌن نه آهي.
گيانيءَ کي جيئن ديهه ڇڏڻ لاءِ خاص ديش ڪال

---

* خاص ڪال، جهڙوڪ اترائڻ ۾ پراڻ تياڳڻ. † گهرج،
ضرورت، فرضي. § جيئن بن کي آگ، لڳڻ ڪري آڪاش
اٿو جلي، ليڪن انهڪرڻ ۾ دکسڪ پرليمع تيندي به آتما اسنگ
آهي، گيانيءَ جو اهڙو نشچو هي.

نهي ته ڇڪو ڏنو ويو آهي ته ڪنهن [†]مريض آزمائش ڪري ڏٺو آهي ته ڪاڏي جي پرهيز نه ڪرڻ ڪري تڪليف حاصل ٿي اٿس، ته به پرارٻڌ سبب ڇڪجي وري به ڪريءَ کي پڪڙيو ڇڏي. تهڙن گياني به دوش درشٽي رکندي به پرارٻڌ سبب سيني وهنوارن ۾ پرورت ٿيو ٿئي. انهيءَ ريت ثابت ٿيو ته گيانيءَ لاءِ وهنوار ۾ ڪو نيم ڪونهي. اهو پڪيه سوامي وديارڻيه ترپت ديپ ۾ چڱيءَ طرح ڪوليو آهي. [*]تنهنڪري سماڌيءَ روپ نيم جي وڏيءَ جي ڳالهه ٻڌي تتودرشٽيءَ کلي ڏنو.

(٤٧٩) تتودرشٽيءَ جو ديهانت.

दोहा– भ्रमन करत कछु काल यूं, तत्त्वदृष्टि सुज्ञान।
भोगै निज प्रारब्ध तब, लीन भये तिहिं प्रान॥१७॥

دوها ١٧– ان نمو گهمندي ڪجهه سمو، تتودرشٽي سهه گيان،
ڀوڳي ڀوڳ پرارٻڌ جو، لين ٿيا انهن پران.

---

† هيءَ درشٽانت فقط ان ڏيکارڻ لاءِ ڏنو ويو آهي ته پدارٿن ۾ راڳ نه ڪي پورو ليءَ جو هيتو نه آهي. * جي ويچار درشٽيءَ سان ڏسو ته گياوان پورو لي ڪندي به اڪولا آهي. (ڏسو چند ١٦٤– ١٦٦ ترنگ پنجون) نه پوءِ گيانوان جي وهنوار ۾ شنڪا سماڌان ٿي نٿو سگهي. مگر ٻين لوڪن کي جو گياوان جو وهنوار ڏسڻي رهيو آهي، ان جي درشٽيءَ جو انوواد ڪري مٿيون شنڪائون ۽ سماڌان ڪيا ويا آهن.

ڏوهه جو ته ڪيئي پرورتي آهي ايڪاڪرتا جي وروڌ، ۽ ايڪاڪرتا بنا نراپاڌڪ آنند پرتيت نٿو ٿئي، اهو سماڌيءَ جي بيان ۾ چيل آهي.

(٤٧٧) ڪيانيءَ جو وهنوار نيم بنا آهي. اهو جو اڳ چيو ويو ته، "ڪيانيءَ کي سڀني اڌم پدارٿن ۾ متيا پڌي رهندي، ڇاڪاڻ نٿو ٿئي تنهنڪري پرورتي ممڪن نه آهي،" اها شنڪا به نٿي ٿئي. ڇو ته، جيئن ديهه ۾ متيا پڌي ڪيانيءَ ۾ رهندي ته به ديهه موافق کيا وغيره ۾ رڳو پرارٻڌ ڪان پرورتي ٿئي ٿي، تيئن جنهن جي وڏيڪ ڀوڳڻ واري پرارٻڌ آهي تنهن ڪيانيءَ جي پرورتي به وڏيڪ رهي ٿي. جيئن * بازيگر جي تماشي کي متيا ڄاڻي به ڪل لوڪن جي پرورتي ٿئي ٿي، تيئن ڪل پدارٿن ۾ ڪيانيءَ جي متيا پڌي هوندي به سنڌس پرورتي ممڪن آهي.

(٤٧٨) جيڪڏهن ڪو چوي ته "جنهن کي جنهن پدارٿ ۾ دوش درشٽي رهي ٿي، تنهن ۾ اهو منکر پرورت نٿو ٿئي، ڪيانيءَ کي به اڌم پدارٿن ۾ دوش درشٽي آهي، ڇاڪاڻ ته آهي، تنهنڪري اُنکي پرورتي ۾ رهڻ ممڪن نه آهي." ته اهو چوڻ به نٿو

* هيءَ درشٽانت جو ڏنو ويو آهي سو فقط اِتري ڏيکارڻ لاءِ ته پدارٿن ۾ سچ پڌي پرورتيءَ جو هيتو نه آهي.

ڪمن جي اڇا ڏيکي نہ آهي.

### (٤٧٦) جيون مڪتيءَ جي باري ۾ ويچار.

[جتن سنياسيءَ کي بکيا ڀوڄن جي اڇا ٿئي ٿي، تئن] ورتمان سريرَ ۾ زياده ڀوڳن ڀوڳڻ جي اڇا، جيون مڪتي سک جي وروڌي هوندي بہ جنڪ وغيره گيانوان ۾ ممڪن آهي. ۽ انهيءَ ۾ هي جيڪو ڪجهہ رکيل آهي سو ياد ڪرڻ کپي:- گيانيءَ جي ٻاهر واري پرورتي نہ جيون مڪتيءَ جو وروڌ ٿي ڪري، ۽ جيون مڪتيءَ جي ولکيڻ (خاص) سک جو وروڌ ٿي ڪري. ڇو تہ آتما تہ نت مڪت آهي، اوديا جي ڪري ٻنڌ پرتيت ٿي رهيو آهي. جڏهن سمي گيان ٿئي ٿو تڏهن سمي اوديا ڪري رهيل ٻنڌ جو پرم ناس ٿيو وڃي ۽ گيان بعد وري اهو ٻنڌ جو پرم ڏيکو نہ آهي، جيون مڪت چئجي ٿي تڏهن ٿو جڏهن شرير هوندي بہ ٻنڌ جو پرم نورت ٿئي. گيانيءَ کي ديهہ وغيره جي پرورتيءَ ۾ آتما ۾ ڪ ٻنڌ جي پراپتي ڪا ڪا ٿي رهي، انهيءَ ڪري ٻاهرينءَ پرورتيءَ ڪان بہ جيون مڪتي ناس نٿي ٿئي، تہ بہ ٻاهرينءَ پرورتيءَ سبب ولکيڻ سک حاصل نٿو ٿئي. اهو ولکيڻ سک انهڪرڻ جي ايڪاگرتا ڪري ٿئي ٿو، ۽ ٻاهر مک ورتيءَ ۾ ايڪاگرتا رهي نہ ٿي.

انهيءَ ريت پرارٻڌ ڀيد ڪري گياني پرشن جا وهنوار ايڪ قسمن جا ٿين ٿا، ۽ جڏهن جي پرارٻڌ ڪهڙيءَ پرورتيءَ جو هيتو آهي تڏهن ڪي ”مند پرارٻڌ“ چئجي

ڪين آهي. وديهہ موڪہ جو تياڳہ پڻ نامڪن آهي، ڇو تہ وديهہ موڪہ اُنکي ٿو چئجي جو گيان کان اگيان جي نورتي ٿيڻ تي، پرارٻڌ ڀوڳڻ بعد، استول، سوکشم شرير آڪار وارو اگيان چيتن ۾ لئہ ٿي وڃي ٿو سو اوس ٿيندو. اگر مول اگيان جي باڌي رهي، يا ناس ٿيل اگيان وري اُٿڻ ٿئي تہ وديهہ موڪہ جو اڀاءُ ٿئي. مگر مول اگيان جو ورودي جو گيان آهي، تنهنجي اُٿڻ ٿيڻ تي اگيان باقي رهڻو ئي نہ آهي، ۽ *پرماڻ کان ناس ٿيل اگيان وري اُٿڻ ٿيڻو نہ آهي، تنهنڪري وديهہ موڪہ جو اڀاءُ ٿيڻو ئي نہ آهي.

وري وديهہ موڪہ جي تياڳہ لاءِ خواہ پرلوڪ ڪمڻ لاءِ اڇا، گياني کي ٿيڻي ئي ڪين آهي، ڇو تہ گياني کي جا اڇا ٿئي ٿي سا رڳو پرارٻڌ ڪري. جيتري سامگري بنا پرارٻڌ جو ڀوڳ ممڪن ٿي نہ سگهندو، فقط اوتري سامگري پرارٻڌ رچيندي. اڇا بنا ڀوڳ ممڪن ڪين آهي، تنهنڪري گيانوان جي اڇا بہ پرارٻڌ جو ئي ڦل آهي. وري گياني کي هن لوڪ ۾ يا ڪنهن ٻئي لوڪ ۾ ٻئي شرير جو سمبنڌ پرارٻڌ ڪري تہ ٿيڻو نہ آهي، سو تازو هن ئي ترنگ ۾ سمجهايل آهي، تنهن ڪري هن کي ٻئي لوڪ جي اڇا ممڪن نہ آهي. اهڙيءَ طرح گياني کي وديهہ موڪہ تياڳي پرلوڪ

* مهاواڪيہ جو شبد پرماڻ.

سدائين ٻڌڻ ۽ ڳالهائڻ جي جهڙڪري انهن جي پرورتي ڊلي آهي. ٻڌڪ واسشت ۽ تہ اهو پرسڌ آيو آهي تہ راجا شکر ڏيج جي گيان بعد اُنهو وڏيڪ پرورتي ٿي.

اهڙي ريت ايڪ قسم جا ولڪيڻ (ترالا) ودوان گياني پرشن جا چال آهن، تن سڀني کي گيان بہ ھڪ جهڙو ھو ۽ اُنجو ڦل موکيہ پڻ ھڪ جهڙو هو. ودوان جي ڳهتائيءَ ڪارڻ جيون مڪتيءَ جو سک وڌيڪ حاصل ٿئي ٿو ۽ ودوان جي ڳهٽائيءَ سبب جيون مڪتيءَ جي سک جي حالت گهٽ ٿئي ٿي. تنهن بسبت تہ—

### (٤٧٥) گيانوان جي آچارن ۽ وديہ مڪتيءَ جي باري ۾ وچار.

ڪو شڪا ڪري تہ "جيون مڪتيءَ جي سکہ کي تياڳ ڪري تہ ٻڌڻ ۽ جهڙو پرورت ٿئي ٿو سو وديہ مڪتيءَ کي بہ تياڳي ڏکدت وغيرہ لوڪن لاءِ اُچا ڪاريندو،" تہ انکي جواب آهي تہ اها شڪا نٿي ٿئي. ڇو تہ گيانيءَ کي پرارٻڌ سبب ئي جيون مڪتيءَ جي سک جو تياڳ ۽ ٻڌڻ ۽ پرورتي ممڪن آهي، پر وديہ مڪتيءَ جو تياڳ ۽ پرلوڪ گمن ڪرڻ جو اُڇا، ممڪن نہ آهي؛ ڇو تہ [ويد وچن پرماڻ] "گيانيءَ جو پراڻ ٻاهر گمن نٿو ڪري." تنهن ڪري اُنجو پرلوڪ گمن ڪرڻ ممڪن نہ

۽ پرورتيءَ ۾ ڏڪار جا ڏينهن اَنيڪ ڏوهه ڇها، تہ بہ
پاڪيہ ولڪ کي وڌوت سنياس کان اڳ گيان ٿيل
نہ هو سو ڇوڙ ٺيڪ نہ آهي، بلڪ اهو مڃڻو پوندو
تہ اُنکان اڳ ئي کيس گيان ٿيل هو؛ مگر وڌوت
سنياس کان اڳ جيون مڪتيءَ جو آنند پراپت ٿيل نہ
هوس جنهن ڪري جيون مڪتيءَ جي آنند واسطي ڪل
سنڪره (ڏن مال) جو تياڳ ڪيائين. تنهنڪري ڇوڙ ڪهڙي تہ
پاڪيہ ولڪ جي پرارٻد گيان کان پوءِ ڪجهہ سمو، وڌيڪ
ڀوڳڻ لاءِ رهيل هئي ۽ پوين سمو ٿورن ڀوڳڻ لاءِ رهيل
هئي ۽ انهيءَ ڪري ئي پاڪيہ ولڪ اول ڪلاڻيءَ بنا وڌيڪ
ڀوڳہ ٿي ڀوڳيا ۽ پوءِ ڪلاڻيءَ کان سپ ڀوڳہ ڇڏي ڏنائين.
وري جنڪ جي پرارٻد مرڻ ڏائين راڄ پالڻ وغيره
ڀوڳڻ لاءِ رهيل هئي، تنهنڪري تياڳہ جو اُنجي حالت
۾ سدائين اڀاءُ هو ۽ ڀوڳڻ ۾ ڪلاڻي بہ نہ ڏيس. وامديو
وغيره جي پرارٻد ٿورن ڀوڳڻ لاءِ رهيل هئي، ڏن کي

---

لڳي سگهي، ۽ ليرتن لي رتن ڪري؛ تن ڏينهن کان وڌيڪ
ڪٽي بہ نہ ترسي. (٣) هنس:- هنس سنياس وارو نروڳ
اُپاسنا ڪري برهم لوڪ کي پراپت ڪريٿو. (٤) پرمهنس:-
پرمهنس سنياسي گيان يوگہ جو آسرو وٺي ڪارڻ سميت جگت
جي نورتي ڪري ٿو؛ هنجا پراڻ ڪنهن بہ لوڪ ۾ گمن ڪين
ٿا ڪن. نوٽ:- سنياسيءَ کي ڏن گرهڻ ڪرڻ خواہ استريءَ
رکڻ جي منع آهي. ڪنيا رکڻ جو اڌڪار بہ فقط ڪنهيڪ
کي آهي مٿي ڏيکاريل خاص حالتن سبب.

گياڻوان نه آهي." سا به شنڪا لٿي پئي: ڇو تہ ڀاڳيوانڪ ۽ جڏهن گياني ڄڻيل آهن ۽ ڀاڳيوانڪ جو ڏان ڪئي ڪرڻ ۽ سنياسين ۾ شاسترڌوارت ڪرڻ جو ودوان ۽ جڏهن جو راڄ ناهي پسالڻ جو ودوان پڻ ڄڻيل آهي "يوگ واسشٽ" گرنٿ ۾ ڄڻن گيانين جا به مثال آيل آهن جن اهڙي ودوان ڪيا آهن. تنهنڪري گياني، لاءِ پرورتي خواهه نورتي، لاءِ ڪو نيم ڪونهي.

جيتوڻيڪ ڀاڳيوانڪ سيا ۾ جيت پسائڻ بعد "وِدوت"* سنياس روپ نورتي اختيار ڪئي ۽

---

* گيان تنهن بعد جيون مڪتيءَ جي آنند حاصل ڪرڻ لاءِ سنياس وٺڻ کي **ودوت سنياس** چيو وڃي ٿو. گيان پراپتيءَ جي اڳيان سنياس گرهڻ ڪرڻ کي **وودشا سنياس** چيو وڃي ٿو. هيءَ ٻئي پرڪار "پرمهنس سنياس" جا آهن، جو سنياس جا وري ٻيا ۴ پرڪار آهن:- نيم ورتاءِ واري لاءِ انڌڪار آهي "ڪٽيچڪ" سنياس ۽ "ٻهودڪ" سنياس ۾. اڀرار ورتاءِ واري جو انڌڪار آهي "هنس سنياس" ۽ "پرمهنس سنياس" ۾. مند ورتاءِ واري جو انڌڪار سنياس ۾ ڪونه آهي. (۱) ڪٽيچڪ:- جڏهن سنياسي بيمار هجي يا ڪمزور هجي ۽ هڪ هنڌ ڪٽيا اڏي نواس ڪري ۽ ٻوجن اڏڪ ڪجهه آٽي ڏني ته گرهڻ ڪري. (۲) ٻهودڪ:- جڏهن سنياسيءَ جو چسو گهٽو وکيت هجي ۽ ويدانت جنتن ۾ نہ

ڪونہ آهي بلڪ نورتيءَ ۾ آهي؛ تنهنڪري جيون مڪتيءَ جي سک، سانگي گيان وان جي ٻاهر پرورتي ممڪن نہ آهي. اهيءَ ريت گھڻئي آچارين هي لکيو آهي.

## (٣٧٤) گيانيءَ جو وهنوار پرارٻڌ کان ٿئي ٿو.

[هاڻي جيڪو پڇ (٤٥٥ کان ٤٧٣) فقرن ۾ ظاهر ڪيو ويو تنهن پڇ جو جواب هي آهي تہ]

اهي هوندي بہ گيانوان لاءِ نورتيءَ جو ڪو نيم چوڻ ٺيڪ نہ آهي. ڇو تہ نورتيءَ ۾ خواه پرورتيءَ ۾ گيانيءَ لاءِ ڪا آگيا روپ وڌي ڪانہ آهي، جنهنڪري گيانيءَ جي وهنوار ۾ ڪو نيم ٿئي. اهيءَ ڪري گياني نرآنڪش يعني آزاد آهي؛ ان جو وهنوار پرارٻڌ کان ٿئي ٿو. جنهن گيانيءَ جي پرارٻڌ جو ڦل رکو ڀوڳڻ جيترو آهي، سو رکو ڀوڳڻ سانگي پرورتيءَ ۾ آهي؛ جنهن گيانيءَ جي پرارٻڌ وڌيڪ ڀوڳڻ جو ڏيندو آهي سو وڌيڪ پرورتيءَ ۾ رهي ٿو.

اِتي ڪو شنڪا ڪري تہ ”ائين ئي سمجهڻ گهرجي تہ جنهنجي پرارٻڌ رکو ڀوڳڻ وغير جي پرورتي ڪرائڻ جهڙي آهي تنهنکي ئي گيان ٿئي ٿو؛ جنهن جي پرارٻڌ وڌيڪ ڀوڳڻ جي آهي تنهنکي گيان ٿئي ئي نہ ٿو، جنهنڪري پڪيا ڀوڳڻ کان وڌيڪ وهنوار گيانوان جو ٿيو ٿي سگهي؛ جنهنجو وڌيڪ وهنوار آهي سو

اهڙي پرڪار وکيپ لوڙي جدير آنند جو انڀوءُ، يا
سوکلپ سماڌيءَ جي آنند جو انڀوءُ، ”رسا سواد“ آهي.
ماڻي اهي ٻئي قسم رسا سواد جا نروڪلپ سماڌيءَ جي
پورآنند جي انڀوءَ جا وروڌي شترسڀ ڪهن آهن، تنهڪري
انهن کي بہ ڇڏڻو پوندو.
انهيءَ رت نروڪلپ سماڌيءَ ۾ چار وگهن جـي
آهن سي چارئي سماڌيءَ جي آرنڀ ۾ ڏين ٿا.

(٤٧٣) جيون مڪتيءَ جو پد.

تنهڪري ساوڌانا (هوشياري) سان چارئي وگهن
روڪي سماڌيءَ ۾ جو پرم آنند آهي تنهجو ودوان انڀوءُ
ڪن ٿا. ’سو پد جيون مڪت جو آهي. انهيءَ رت
سماڌيءَ ۾ گياني، جو چت نرالنب (بنا آسري) لئو رهي.
جڏهين پرارٻڌ جي ٻل سبب سماڌيءَ کان سجاڳي ٿئي
ٿي، ان وقت بہ انهيءَ انڀوءَ ڪيل پرمانند جي
سمرتي رهي ٿي؛ تنهڪري انهيءَ وقت بہ گيانيءَ جو
چت نرالنب لئو رهي. گيانيءَ جي جيڪا پوڄن وغيره
۾ پرورتي رهي ٿـي سا غلط پرارٻڌ کـان ٿئي ٿي.
۽ پوڄن وغيره ودوان ۾ گياني کيد (ڏک) مڃي
پرورت ٿئي ٿو، ڇوته پوڄن وغيره ۾ پرورتي بہ سماڌيءَ
سکر ڏاهو وروڌي آهي. جنهنڪي پوڄن وغيره سرپر ترواڻ
پرورتي بہ کيد روپ پرتيت ٿئي، تنهنجي وڌيڪ
پرورتي ٿيڻ جي نہ آهي.
جيون مڪتيءَ جو آنند بہ پاڻ پڙهڻ پرورتيءَ ۾

جنهنڪري وڏي زوري نانڪ جو واسو ٿئي، اُتي خزاني
جي پراپتيءَ کان اڳ اُنهيءَ پراپتيءَ جي وروڌي سرپ
جي نورتيءَ کان اول آنند ٿئي ٿو. عارڻ جيڪو سرپ
نورتيءَ جي آنند ۾ ئي الرپڌي ڪريٿو، سو اُدم تياڳڻ
سان جيڪو خزاني جي پراپتيءَ وارو پرم آنند آهي
سو نٿو پائي. ساڳيءَ ريت ادويت برهم روپ خزانو
آهي ۽ ديهه وغيره اناتم پدارٿن جي پرتيت ڪري
وکيپ آهي سرپ، وکيپ روپي سرپ جي نورتي جنهن
جيڪو *آوالعر آنند روپي رس جو انيو روپ سواد، سو
خزاني روپي ادويت برهم جي پراپتي جنهن مها آنند مت
ڪرڻ ۾ وگهن ڪري سماجهڻ گهرجي.

**رسا سواد** جو ارٿ يا تر من ريت سمجهجي:-
سوڪلپ سماڌيءَ کان پوءِ نروڪلپ سماڌي تيڻ
جي آهي ۽ سوڪلپ سماڌيءَ ۾ ترپٽي پرتيت آهي،
جنهنڪري سوڪلپ سماڌيءَ جو آنند ترپٽي روپ
اپاڌيءَ سهت هئڻ سبب سوپاڌ يعني اُپاڌيءَ وارو چئجي
ٿو ۽ نروڪلپ سماڌيءَ ۾ ترپٽي پرتيت تيڻ جي نه
آهي، تنهنڪري نروڪلپ سماڌيءَ ۾ "نراُپاڌڪ" يعني
اُپاڌيءَ رهت آنند آهي. سوڪلپ سماڌيءَ کان پوءِ
نروڪلپ سماڌيءَ جي آرنڀ ۾ به سوڪلپ سماڌيءَ
جو سوپاڌڪ آنند نه تياڳڻ، بلڪ تنهنجوئي انيو ڪندو
رهڻ، اهو آهي "رسا سواد."

* ساکيات نه.

ڇنڇي. وشيءَ پدارٿ ۾ دوش درشٽي رکڻ سان ڀوڳيءَ جي ڪوشش "ڪشايه وگهن کي نورت ڪري ٿي."

(۴۷۳) ۴. رسا سواد جو ارٿ هيءَ آهي. يوڳيءَ کي برهم-آنند جو انڀوَ ٿئي ٿو؛ ۴ وکيپ روپ دک جي نورتيءَ جو انڀو به ٿئي ٿو، ڏسبو تہ ڪٿي تہ فقط دک جي نورتيءَ کان به آنند ٿئي ٿو. مثلا ٻوڙو ڪڻندڙ مشش ٻوجي لهڻ تي آنند پائي ٿو، اتي ٻيو ڪو آنند تہ ڪونهي، ڪو ٻوجهي جي دک جي نورتي آهي؛ ٻو چوي ٿو تہ "موکي آنند مليو آهي،" اهڙيءَ طرح دک جي نورتي به آنند جو ڪارڻ آهي. ساڳيءَ ريت وکيپ مان ڇٽڻ دک جي نورتيءَ ۾ آنند ٿئي ٿو؛ انهيءَ انڀو کي چئجي "رسا سواد".

جيستائين يوڳي دک نورتي جنم آنند جي انڀو کان ٿي *الپ بڌي ڪري وڃي ۽ برهم-آنند کان محروم رهندو، ڇوتہ اُپاڌين رهت برهم-آنند آڪار وِرتيءَ جي اپاءَ کان برهمانند جو انڀو سماڌيءَ ۾ ڪين ٿيندو، تنهنڪري دک نورتي جنيہ آنند جو انڀو روپ رسا سواد به سماڌيءَ ۾ وگهن آهي.

ڪنهن يا اچا ڪيل وست جي پراپتيءَ بنا به وروڌي جي نورتيءَ سان آنند جي انڀوءَ ۾ ٻيو درشٽانت هيءَ به آهي:- پٽويءَ ۾ پوڙيل خزانو مڃي

* واضح ٿيندو، يا سنتوش ۾ رهندو.

بطند وا“ تہ اُنجو جواب ھيءُ آھي: ٻاھريان توڙي اندريان
جيڪي راڳ وغيرہ آھن سي تہ ”ڪپٽ“ اتڪرط
۾ ئي آھن ۽ ڪپٽ اتڪرط جو اڌڪار سماڌيءَ ۾
نہ آھي، پر اتڪ جنھن ۾ اڳہ آنيو ڪيل ٻاھريان
اندريان راڳ دويش جي آھن، تن جا سوکشم سنسڪار
وڪپٽ ۽ ايڪاگر آڪ اتڪرط ۾ بہ ممڪن آھن.
اڪري راڳ دويش جو ناءُ ڪشاير نہ آھي، بلڪ
راڳ دويش جي سنسڪارن جو ناءُ ”ڪشاير“ آھي.
جيسين اتڪرط رھي ٿو تيسين اھي سنسڪار دور
ٿيا ٿين. تنھنڪري سماڌي ڪال ۾ بہ اھي سنسڪار
اتڪرط ۾ رھن ٿا. پر راڳ دويش وغيرہ جا ”اُدپوت“
سنسڪار سماڌيءَ جا وروڌي آھن ۽ نہ اَن اُدپوت.
”اُدپوت“ چون انھن کي جي پرگھٽ يا ظاھر آھن ۽
”اَن اُدپوت“ انھن کي جي ظاھر نہ آھن.

سماڌيءَ ۾ يوڳي جيڪو پرورت آھي تنھنڪي جيڪي
راڳ دويش وغيرہ سنسڪار پرگھٽ ٿين ٿا تن کي
اُوَدشيءَ پدارٿ ۾ دوش درشٽيءَ جي ابياس سان
دبي ڇڏي ٿو.

وڪيپ ۽ ڪشاير جو ھيءُ فرق آھي ٻاھر وشين
ڏي وبدڙ ورتي آھي ”وڪيپ“ ۽ جڏھن يوڳي جي
ڪوشش سان ورتي اندرمکي ٿيل ٻاھر روڪجي
وڃي ۽ برھم کي وشيہ نہ ڪري، تہ اُنکي ”ڪشاير“

بڌندا" تہ اُنهيءَ جو جواب هيءُ آهي: ٻاهريان توڙي اندريان
جيڪي راڳ وغيره آهن سي تہ "ڪپٽ" انتهڪرڻ
۾ ئي آهن ۽ ڪپٽ انتهڪرڻ جو اڪار سماڌيءَ ۾
نہ آهي، پر انيڪ جنمن ۾ اڳ اُنهيءَ ڪيل ٻاهريان
اندريان راڳ دويش جي آهن، تن جا سوکم سنسڪار
وڪپت ۽ ايڪاگر آدڪ انتهڪرڻ ۾ بہ ممڪن آهن.
انڪري راڳ دويش جو نالو ڪشاي نہ آهي، بلڪ
راڳ دويش جي سنسڪارن جو نالو "ڪشاي" آهي.

جيسين انتهڪرڻ رهي ٿو تيسين اهي سنسڪار دور
نہ ٿا ٿين. تنهنڪري سماڌي ڪال ۾ بہ اهي سنسڪار
انتهڪرڻ ۾ رهن ٿا. پر راڳ دويش وغيره جا "اُڌبوت"
سنسڪار سماڌيءَ جا وروڌي آهن ۽ نہ "اَن اُڌبوت".
"اُڌبوت" چون اُنهن کي جي پرگهٽ يا ظاهر آهن ۽
"اَن اُڌبوت" اُنهن کي جي ظاهر نہ آهن.

سماڌيءَ ۾ يوگيءَ جيڪو پرورت آهي تنهنڪري جيڪي
راڳ دويش وغيره سنسڪار پرگهٽ ٿين ٿا تن کي
اُو وشيءَ پدارٿ ۾ دوش درشٽيءَ جي ابياس سان
دٻي ڇڏي ٿو.

وڪيپ ۽ ڪشاي جو هيءُ فرق آهي: ٻاهر وشين
ڏي ويندڙ ورتي آهي "وڪيپ"، ۽ ڇڏڻ يوگيءَ جي
ڪوشش سان ورتي اندرمکي ٿيل بہ روڪجي
وڃي ۽ برهم کي وشيءَ نہ ڪري، تہ اُنکي "ڪشاي"

جو اهو لڇڻ "پتنجلي" يوگ سوتر ۾ ڏنل آهي. انجو ڀاو آهي ته "سماڌي ڪال ۾ ٻوڌيءَ جو انتهڪرڻ ايڪاڪرتا ۾ ٽڪي ٿو. سا ايڪاڪرتا ورتيءَ جي اڀاو روپ ڪين آهي، بلڪ سماڌيءَ وقت ۾ جيترا به انتهڪرڻ جا *پرڻام ٿين ٿا سي سڀ برهم کي ئي وشيه ڪن ٿا، جنهنڪري انتهڪرڻ جا †ڪئين پرڻام ٿوري ورتمان پرڻام برهم آڪار هئڻ ڪري "سمان آڪار" آهن. (٥) نروڌ چتجي تو اهيءَ ايڪاڪرتا جي واڌاري ڪئي.

اهي پنج ڀومڪائون چت يا انتهڪرڻ جون آهن. ڀومڪا، اوستا جو نالو آهي، انهن اوستائن مان هرهڪ ۾ انتهڪرڻ کي جدا جدا ڪري ڪل پنج نالا ٿا ملن:- [١] کِپت، [٢] موڙه، [٣] وکپت، [٤] ايڪاگر، [٥] نرڌ. انهن مان سماڌيءَ لاءِ "کپت" ۽ "موڙه" کي ته اڌڪاري ڪونهي، باقي وکپت انتهڪرڻ کي اڌڪار آهي ۽ ايڪاگر ۽ نرڌ انتهڪرڻ ته سماڌيءَ ۾ ضمون آهن.

جيڪڏهن ڪو چوي ته "راڳ وغيره دوش سهت انتهڪرڻ کپت چئبو وڃي ٿو ۽ کپت انتهڪرڻ جو يوگ ۾ اڌڪاري نه آهي ته پوءِ راڳ آدڪ دوش روپ "ڪشاءِ" کي سماڌيءَ جا وگهن ڇو ڪيئن

* ورتيون. † هڪ ٻئي پٺيان جيڪي ورتيون اٿن تن سي سڀ برهم آڪار آهن.

وکيپ چئجي ٿو. ورتيءَ جي ٽڙڻا بنا، سروپ آنند جو
آلاپ ٿو رهي، تنهنڪري انترمکي ورتي ٿيڻ تي بہ
جيترو وقت ورتي برهماڪار نہ ٿي ٿئي، اوترو وقت
ڪهڙجي نہ ٻاهرين پدارٿن ۾ دوش ڀاوڻا ڪاري ورتيءَ کي
ٻاهرمکي ٿيڻ نہ ڏجي بلڪ ڪوشش ڪري ورتيءَ کي
انترمکي ئي ڪندو رهجي. اهو جو يتن وکيپ روڪڻ
جو ورو ڏيو آهي، تنهنکي ڪوڙ پاه اڀاريہ سم ڪري ڪوٺي ٿو.

(٤٧١) ٣. *راڳ، آدِ دوشن کي ڪشاءِ چئجي
ٿو. راڳ وغيره ٽن قسمن جا آهن. هڪڙا ٻاهريان ٻيا اندر
جا. پٽ، استري، ڌن وغيره پدارٿ جي حاضر موجود آهن
سي آهن "ٻاهريان". † ڀوت يا ‡ ڀاوي ڏن جو چنتن
روپ جيڪو منوراجہ آهي، سو آهي "اندريون." اهي
ٻئي نمونا سماڌيءَ ۾ لکل ڀوکيءَ ۾ لڳا رهن. چو تہ
چت جون ڀومڪائون پنج آهن (١) کيپ، (٢) موڙتا
(٣) وکيپ، (٤) ايڪاگرتا، (٥) نروڌ ڀومڪا. (١)
کيپ ۾ رجو گڻ جو پرڌام (زيادتي) لوڪ واسنا، ديہ واسنا
شاستر واسنا وغيره ڪل ڌرم اڌرم واسنائون آهن.
(٢) موڙتا ۾ تمو گڻ آلس وغيره تموگڻ جا پرڌام آهن. (٣)
وکيپ آهي ڏيان ۾ ضرورت ٿيل چت ورتيءَ جو ٻاهر
وڃڻ. (٤) ايڪاگرتا آهي انتہڪرڻ جو § ڏاتيت پرڌام
|| ورتمان پرڌام جو سمان آڪار رهڻ ايڪاگرتا

* ٿوريتي. † گذري ويل. ‡ ايندڙ وقت ۾ ٿيڻ وارا.
§ گذري ويل. || هلندڙ.

### (٤٦٩) نروڪلپ سماڌيءَ جا چار وگهن.

نروڪلپ سماڌيءَ ۾ چار وگهن اهي آهن، جن کي محافظ لاءِ آڻي جو ذڪر ڪجي ٿو (١) آهي لَيَہ (٢) وکيپ (٣) ڪشاءِ (٤) رسا سواد.

(١) ليہ يعني آلس يا ننڊ سبب ورتيءَ جو اڀاو ان ۾ سکپت جهڙي حالت ٿي رهي. ان ۾ برهم آنند ڀيٽڻ نہ آهي. تنهنڪري ننڊ آلس وغيره ڪري جڏهن ورتي پنهنجي آڌار يعني انتهڪرڻ ۾ ليہ ٿيندو ڏسجي تڏهن ڪهري تہ هوشيار ٿي ننڊ وغيره روڪي ورتيءَ کي سجاڳ رکجي. ليہ روپ وگهن جو ان نمبر جو ورتي جيڪو ورتيءَ کي جاڳيل رکڻ جو پرواهه آهي تنهن کي گرو پاد آچاريہ چت سمبوڌن ڪري چيو آهي.

(٤٧٠) ٢. وکيپ جو ارٿ هيءُ آهي:- جڏهن ٻاز يا ٻليءَ ڪان جهرڪي ڊڄي گهر ۾ لڪي اچي، پر ڏسي سبب آکيرو نہ پائي وري ٻاهر نڪري اچي ۽ خوف يا موت جي ڪيڏ (دک) کي پراپت ڪري، تئين آتم پدارٿن کي ڏکر جو ڪارڻ ڄاڻي ادويت آنند کي وشيءَ ڪرڻ واسطي ورتي اندر مکي ٿئي، پر جو آما ورتيءَ جي وشيہ (چيتن) بلڪل سوکر آهي، تنهنڪري آن ۾ آنند جي استٿي نہ پائي وري ورتي ٻاهر نڪرندو اچي يعني "ٻاهر مکي" ٿيو پوي، تڏهن ٻاهر مکيءَ ورتيءَ جي ٽيڪ ڪسي

کي ٿل ڪري ٿو ڄاڻجي.

### (۴٦٧) ٻن پرڪارن جي نروڪلپ سماڌي.

وري نروڪلپ سماڌي بہ ٻن قسمن جي آهي، جيڪا "ادويت ڀاونا روپ"، ٻي "ادويت آوستان روپ" آهي. ادويت ڀاونا روپ ۾ ادويت برهماڪار انتهڪرڻ جي ورتي اڪيات طور رهي ٿي، ۽ ادويت آوستان روپ ۾ وڌيڪ ايپاس هئڻ سبب برهماڪار ورتي بہ ساڪت ٿيو وڃي. جئن جل جي بوند تتل لوهہ تي پوڻ سان تتل لوهہ ۾ داخل ٿيو وڃي، تئن ادويت ڀاونا روپ سماڌيءَ جي پڪي ايپاس سبب انيمت (تمام) پرڪاش وان برهم ۾ ورتي ليءِ ٿيو وڃي. اما "ادويت اوستان روپ" نروڪلپ سماڌي ٿل آهي، ۽ "ادويت ڀاونا روپ" نروڪلپ سماڌي ساڌن آهي.

### (۴٦٨) سڪپت ۽ ادويت اوستان روپ سماڌيءَ جو ڀيد.

هاڻي وري سڪپت ۽ ادويت اوستان روپ سماڌيءَ جو ڀيد سمجهجي. سڪپت ۾ ورتي اگيان ۾ ليءِ ٿي ٿئي، ۽ ادويت اوستان سماڌيءَ ۾ ورتي برهم پرڪاش ۾ ليءِ ٿي ٿئي. سڪپت جو آنند اگيان وڙهيل آهي، ۽ سماڌيءَ ۾ آورڻ رهت برهم جي آنند جو ڀان آهي.

مٽيءَ جي نئين جاءِ رهي ٿي، يعني ته جهڙوڪ آهي
مٽيءَ جا ڪارج گهٽ وغيره ڪين ظاهر ٿي سگهن ته پيا ته
۾ اُهڙي مٽيءَ طور ۾ پرتيت ٿين ٿا. نروڪلپ
سماڌيءَ ۾ به سوڪلپ سماڌيءَ وانگر ترپٽي روپ
دويت ظاهر آهي، تنهن به ترپٽي روپ دويت جي
پرتيت نه ٿي ٿئي، جنهن حال ۾ اوط سماڌيءَ وچ قراوط
هوندي به آواز اکين کي نٿو ڀاسي. انهيءَ ڪري سماڌين جو ويڇو آهي،
يعني ته سوڪلپ سماڌيءَ ۾ دويت جي پرتيت
پڌرو روپ طور رهي ٿي، پر نروڪلپ سماڌيءَ ۾
دويت جي پرتيت ترپٽي روپ ۾ نٿي رهي.

## (٤٦٦) نروڪلپ سماڌيءَ ۽ سڪپت جو ڀيد.

هاڻ وري نروڪلپ سماڌيءَ ۽ سڪپت يعني
گهري ننڊ جو ڀيد سمجهجي. سڪپت ۾ اڻهڪرط
جي برهماڪار ورتيءَ جو اڀاو آهي؛ ۽ نروڪلپ سماڌيءَ
۾ برهماڪار ورتي اڻهڪرط جي رهي ته ٿي، پر تنهنجو
پان نٿو ٿئي؛ سڪپت ۾ ورتيءَ سوت اڻهڪرط جو اڀاو آهي،
مگر نروڪلپ سماڌيءَ ۾ ورتيءَ سوت اڻهڪرط آهي ته
سڀني پر اُن جي پرتيت نٿي ٿئي.

نروڪلپ سماڌيءَ ۾ جو اڻهڪرط جي برهماڪار
ورتي رهي ٿي، تنهنجو مقصد سوڪلپ سماڌيءَ جو
ابياس آهي. ۽ انهيءَ ڪري سوڪلپ سماڌيءَ کي
الون ائين ڪُڻي ساڌن ليکجي ٿو ۽ نروڪلپ سماڌيءَ

کي ڦل ڪري ٿو ڄاڻجي.

### (٤٦٧) ٻن پرڪارن جي نروڪلپ سماڌي.

وري نروڪلپ سماڌي ٻه ٻن قسمن جي آهي، ڪ "ادويت ڀاونا روپ"، ٻي "ادويت اوستان روپ" آهي. **ادويت ڀاونا روپ** ۾ ادويت برهماڪار انتهڪرڻ جي ورتي اڪيات طور رهي ٿي، ۽ **ادويت آوستان روپ** ۾ ڏيک ابياس هڙط سڀ برهماڪار ورتي ٻه سادت ٿيو وڃي. جئن جل جي ٻوند تتل لوهه تي پوڻ سان تعل اوهه ۾ داخل ٿيو وڃي، تئن ادويت ڀاونا روپ سماڌيءَ جي ڪي ابياس سڀ اڻيمنت (تمام) پرڪاش وان برهم ۾ ورتي ليءِ ٿيو وڃي. اها "ادويت اوستان روپ" نروڪلپ سماڌي ڦل آهي، ۽ "ادويت ڀاونا روپ" نروڪلپ سماڌي ساڌن آهي.

### (٤٦٨) سکپت ۽ ادويت اوستان روپ سماڌيءَ جو ڀيد.

هاڻ وري سکپت ۽ ادويت اوستان روپ سماڌيءَ جو ڀيد سمجهجي. سکپت ۾ ورتي اگيان ۾ ليءِ ٿي ٿئي، ۽ ادويت اوستان سماڌيءَ ۾ ورتي برهم پرڪاش ۾ ليءِ ٿي ٿئي. سکپت جو آنند اگيان ويڙهيل آهي، ۽ سماڌيءَ ۾ آورڻ رهت برهم جي آنند جو ڀان آهي.

ٿه ڪي آسڻ روڳن ناس ڪرڻ سانگي وڌيل آهن ۽ ڪيترا پراڻايام وغيره سماڌيءَ جي انگن موافق آهن؛ پر سڀ آسڻ خاص سماڌي ڪال لاءِ آهي. سڀ آسڻ ڪي "وجر آسڻ" "مڪت آسڻ" خواه "گپت آسڻ" به چون.

(٤٦٣) آسڻ سڌ ڪرڻ بعد پراڻايام آهي؛ پراڻايام به انيڪ قسمن جو آهي، مگر هت اُنجو مختصر ذڪر ڪجي ٿو:- (١) نڪ جي ڏائيءَ ناس دواران "اِڙا" ناڙيءَ مان سواس پورڻ ڪجي، جنهنکي چون پورَڪ (٢) اهو سواس ساڄيءَ ناس کان ڪڍجي اُنهيءَ کي چون ريچڪ. (٣) "سکمنا" دواران روڪجي تنهنکي چون ڪُمڀڪ. انهن پورڪ، ريچڪ ۽ ڪمڀڪ ڪرڻ کي چئجي پراڻايام. اهو وري ٻن نمونن جو آهي، هڪ کي چون "اگرڀ"، ۽ ٻئي کي چون "سگرڀ." اگرڀ آهي جو * پرڻو اُچارڻ بنا ڪجي؛ سگرڀ اهو آهي جنهن پرڻو اُچارجي ٿو.

(٤٦٤) وشين کان ڪل اندرين کي روڪڻ آهي پرتياهار. † اندرير مولدي انهڪرڻ جو سنت ڪرڻ آهي ڌارڻا. اندرير رهت يعني پڪ نڪ اُدوتيه (ڀائيءَ رهت) وست ۾ انهڪرڻ جو پرواه جوڙڻ کي چئجي ڌيان.

---

* اوم منتر کي چون پرڻو ؛ † وڃوئي.

"گيان سمدر" ڪرنت ۽ ڏهه يم ۽ ڏهه نيم چئل
آهن، سا ريت پراڻ جي آهي. ويدانت سمپردايه ۾
پدم، پنج آهن.

(٤٦٢) آسڻ ته ڪيترن ئي قسمن جا آهن، ڪن ۾
مکيه سورهن آهن (١) سوستڪ، (٢) گومکه، (٣) وير،
(٤) ڪورم، (٥) پدم، (٦) ڪڪٽ، (٧) اُتان،
(٨) ڪورمڪ، (٩) ڌنش، (١٠) متسيه، (١١)
پشچم ڌان، (١٢) ميور، (١٣) سو، (١٤) شنکه،
(١٥) پدر، (١٦) سڌ.

ويدانت ۾ انهن جو اُپيوگ (ڪارائتوپڻو) ڪونهي تنهنڪري
وستار جي ڀپ کان انهن [سڀني] جو بيان نٿو لکجي. انهن
سورهن آسڻن ۾ وري چار ئي مکيه آهن، (١) شنکه،
(٢) پدر، (٣) پدم ۽ (٤) سڌ. وري انهن چئن ۾ به
سڌ آسڻ مکيه آهي. ان جو بيان هيٺ ڏجي ٿو:-

ڏائي پير جي ڪڙي * سيون ۾ ڏيئي رکجي ۽ ساڄي
پير جي ڪڙي سنجوڳ اندريءَ مٿان ڏيئي رکجي،
نظر رکجي ڀرڪٽيءَ اندر، سرير سڌو ڏنڊي وانگر
جهلي ويهجي، اهو **سڌ آسڻ** آهي. ان جو ٻيو نمونو
آهي ته ڏائي ڪڙي به سنجوڳ اندريءَ مٿان
ڏيئي رکجي ۽ اُنهيءَ مٿان ساڄي پير جي ڪڙي
رکجي. "سڌ آسڻ" ئي تمام مکيه آسڻ آهي. ڇو

* ڪسين: گدا جي وچ وارو هنڌ.

(۴۵۹) سماڌيءَ جا اٺ انگ.

اها سماڌي منجهه اٺن انگن واري آهي (۱) يم، (۲) نيم، (۳) آسڻ، (۴) پراڻايام، (۵) پرتياهار، (۶) ڌارڻا، (۷) ڌيان، (۸) سوڪلپ سماڌي.

(۴۶۰) يم پنج آهن:- (۱) *اهنسا (۲) †ستيه (۳) ‡استيه (۴) §برهمچريه (۵) ||اپرگره.

(۴۶۱) نيم پنج آهن:- (۱) شوچ (صفائي تن ۽ من جي)، (۲) سنتوک، (۳) تپ، (۴) سواڌيائي (ويد ابياس)، (۵) ايشور پرڻڌان [يعني ڌيان، مڻ ۽ پرڻو اکر مڙني جو جاپ پڻ سمجهڻ کپي.]

---

* ڪنهن به وقت ڪنهن جيو کي من واڻيءَ خواه ڪرم ڪري نه ڏک ڏيڻ نه ڊروه ڪرڻ، اهنسا آهي. اهنسا سڀني يمن جو مول آهي. اهنسا جي پالن ڪرڻ لاءِ ٻين يمن جي گهرج ٿئي ٿي. † جيئن ڏٺل، ٻڌل يا ڄاڻل هجي، تيئن ئي ڪٿن ڪرڻ کي ستيه چئجي. ‡ شاستر خلاف ريتيءَ سان ڌن جي گرهڻ نه ڪرڻ کي استيه چئجي. § برهمچريه يعني ميٿن اٺن پرڪارن جي استري سنگ کان ٻاڻ کي بچائي ويرج جي رکيا ڪرڻ:- "شرون، سمرڻ، ڪيرتن، چنتن، ٻاس اکشن، درڍ سنڪلپ، پرتن، ان پرانتي، اشٽ ڪهنس." || ڌن آدڪ وشين ۾ دوش درشن ڪرڻ ۽ انهن کي ڪٺو نه ڪرڻ.

ساڌن ساڌيا پر اُن کي گيان نہ ٿيو جو پرارٻڌ سبب اُها ڄڻکي هڪ سرير وٽڻو هو. مگر ٻئي جنم ۾ اُها ڪرپ ئي هو تہ ڪيس گيان ٿيو؛ ۽ اُتي اڳئين جنم ۾ ڪيل شروط آدڪ گيان ۾ هيتو ٿيا.

تنهنڪري چاڙهي ڪهڙي تہ، گيان ڪاٻوء ٻئي ڪنهن شريہ سان سنبنڌ ٿيط جو نہ آهي؛ ۽ گياڻوان جي * ورتمان سرير جي ‡ چيشٽا پرارٻڌ سبب ٿيندي رهي ٿي. پر اُتي بہ اُهائي چيشٽا ٿئي ٿي جا سرير نرواه لاءِ ضروري آهي. راڳ، ڪان ڪا بہ چيشٽا ڪانہ ٿي ٿئي؛ تنهنڪري گياني سڀني پرورتين کان ٻري رهي ٿو.

(٤٥٨) الهيءَ ريت گيانيءَ جو وهنوار اهڙو رهي ٿو جهڙو نورتي پرڌان يعني مکيہ آهي. ڪو اتي شنڪا اٿاري تہ، من جو سڀاءُ تمام چنچل آهي؛ ان کي سدائين § آلنبي کپي، تنهنڪري الهيءَ آلنبي جي پراپتيءَ سانگي گياڻوان جي پرورتي رهي ٿي. تہ ان جو جواب هيءُ آهي: سماڌيءَ کان سواءِ منش جو من چنچل آهي، تہ بہ سماڌيءَ سان من تيجيءَ پائي سگهجي ٿي، ۽ گياڻوان تہ سماڌيءَ ۾ استت آهي، تنهنڪري گياڻوان کي پرورتي ڪرڻي نٿي پوي.

---

* هلندڙ. ‡ ڪريا يا وهنوار. § آسرو يا وندر.

ڪيانيءَ ۾ ولادو ۽ پرارٻڌ ڀوڳي ڇڏڻ بعد ودِيڪ سريرن ولادو، جهڙيءَ ڪري گيان ۾ ساڳو ٿيو، تہ اهو ڏٺو ٻڌو. جو تہ ويد جو اهو ڏيکاريو آهي تہ "گيانوان جو پران ٻئي لوڪ ۾ يا هن لوڪ جي ٻئي سرير ۾ *گمن نٿو ڪري، بلڪ اهي استان تي تي انهيءَ ڪرڻ ۽ اندرين سميت لين ٿي ٿو وڃي." پراڻ گمن بنا ٻئي سرير جي پراپتي ممڪن ڪين آهي. تنهنڪري اهو جوڙ ٺهڪي پيو آهي تہ ڪيانيءَ کي باقي پرا.

بلڪ حقيقت هيءَ
ڪرڻ وارو هڪ ئي
گيان ٿئي ٿو، ۽
انيڪ سريرن جي
۾ †پرتيبندڪ آهي
پڪيءَ جو مدد
۽ شواس، گيان جي
جڏهن گيان
ساڌن شروع ۽
پرتيبندڪن جي
اُن حالت ۾ اڪثر
ٿي ڪارڪر ٿين ٿا

* گمن نٿو ڪري = نٿو وڃي. † اٽڪ يا رڪاوٽ.

سرير جي لوڙهه لاءِ جا ڀوڄن وغيره ۾ پرورتي ٿئي ٿي سا واڳ ٻنا، پراربڌ ڪرم کان ئي ممڪن آهي. ڪرم آهن ٽن قسمن جا: (١) *سنچت، يعني اهي جي اڳئين سريرن ۾ ڪيل آهن ۽ جن اڃا ڦل ڏيڻ شروع نہ ڪيو آهي، (٢) آگامي، يعني ملندڙ ڪرم، (٣) پراربڌ، جي اڳئين سريرن ۾ ڪيل آهن ۽ هاڻوڪي سرير جو ڪارڻ آهن، [يعني تہ ملندڙ وقت جي سرير ۾ ڦل ڏيئي رهيا آهن.] انهن مان سنچت ڪرم گيان سبب ناس ٿين ٿا؛ آگامي ڪرم گياني کي ڦل ڏيڻ لاءِ سمرٿ نہ ٿا رهن ڇو تہ گياني کي آتما (ٻاط) ۾ ڪرتا پڻي جو ڪونهي؛ باقي پراربڌ ڪرم جن گياني جي سرير جو †آرنڀ ڪيو آهي، سي سرير جي استٿي جو ڪارڻ ٿي ڀکيا وغيره ۾ پرورتي ڪرائين ٿا ۽ انهن پراربڌ ڪرمن جو ڀوڳ بنا ناس نہ ٿو ٿئي.

§ ڪٿي وري ائين لکيل آهي تہ سنچت ۽ آگامي ڪرمن موافق گياني جا پراربڌ ڪرم بہ نہ ٿا رهن؛ جنهنڪري ڀوڄن وغيره پرورتي بہ گياني لاءِ ممڪن ڪين آهي. تنهنجو مطلب هيءُ آهي تہ گياني خود جي درشٽيءَ ۾، ڪرم ۽ ڪرم جي ڦل جو سنبنڌ آتما ۾ يعني ٻاط ۾ ڪين آهي. اهڙيءَ طرح گياوان

* ڪٺا ٿيل. † آرنڀ آهي. § اپروڪ اڳوڻي ۽ وڃڪ چوڙائي ڪرڻ ۾ ڪا اڻين ڇهل آهي.

ڪرم ھر ڪنھن منش جو نرالو آھي، تنھن ڪري پراربڌ ڪري پيدا ٿيل وھنوار بہ ھرڪ منش جو نرالو رھندو. تنھن ڪري جيئو ودو تہ گيانوان جي وھنوار لاءِ ڪو نيم ڪونہ رھندو اھو آھي سڌانت.

[نوٽ- ھنن ڪان وٺي ٣٧٣ فقري تائين انھن جو پکيہ ڏيکارجي ٿو جيڪي گيانوان لاءِ نورتيءَ جو نيم مڃين ٿا.]

پر ڪي چون ٿا تہ گيانيءَ جي وھنوار ۾ ٻئي ڪنھن ڪرم جو تہ نيم ڪونہ آھي، تہ بہ اُن لاءِ نورتي فرضي آھي. ھن جي نورتي فقط ايتري ٿئي ٿي جو ديھہ جي استتيءَ لاءِ ڀکيا جو پورچن ڪائي ڪوپين (لانگوٽي) بهري. جيو تہ گيان جي اُتپتيءَ کان اڳ جگياسا جي وقت، وشين جي دوش جاڻڻ سبب وشين مان راڳ يعني پريتي ھٽي وڃي ٿي، سو ويراڳ اڳئين دوش درشتيءَ سبب خواہ گيان کان پوءِ وشين ۾ مٿيا ڀاونا سبب، قائم رھي ٿو، تنھن ڪري گيانوان جي نورتي ٿي نٿي سگھي. جيڪو تہ راڳ جو نورتي ڪرائي ٿو، سو تہ ناس ٿي ويو اٿس. ايئنءَ طرح گيانوان جو وشين کي اپروڪ طرح سان مٿيا ڄاتو آھي تہ اُنھن ۾ ھن جي ست ٻڌي نٿي ٿئي؛ دوش ڀاونا سبب ھن جو وشين ۾ راڳ نٿو ٿئي، تنھن ڪري گيانوان جي نورتي ممڪن نہ آھي.

۱۴- ٻيج ڀر ۾ ٻڙ ڀر ٻيج، آسڻ ٻي شمار،
پراڻايام ۽ ڪٿين تسر، پرتياهار وچار.
۱۵- ڇهون ڌارڻا ڌيان ٻڙ، سوڪلپ سا سماڌ،
انتي انگ ساڌي ڪري، اوڪلپ آراڌ.

## شنڪا ۽ سماڌان.

दोहा- सुनि समाधि कर्त्तव्यता, तत्त्वदृष्टि हसिदेत ।
उत्तर कछु भाखत नहीं, लखि तिहि बर्कत सप्रेत ॥१६॥

دوها ۱۶- سڻي سماڌيءَ جو فرض، ڪلوڏني تتو درشٽي،
ڏني ڏ اُتر نه اچڪي، پوس لکي ۽ پرشت.

ٽيڪا:- اهو ٻڌي تتو درشٽيءَ اهڙو ٻول ٻي ڪلي ڏاو، جو سمجهيائين ته جيڪي پريت جي واسي وارو پرش اجايو سجايو ڪندو آهي ۽ ان جي وچن ۾ ڪو مطلب ڪونه هوندو آهي، تيئن مٿيان ٻول ۾ بي مطلب آهن. [اُن ڄاڻو ته ڪمائيءَ لاءِ ڪوبه ڪرتب ڪونهي، ان لاءِ خود سماڌيءَ ۾ وهدوار ڪئي ڪاله آهي، اُن جي هر ڪال ۾ سر ٻڌي آهي.]

۹ ڪان ۱۶ دوهي جو مطلب هيءُ آهي ته گياوان لاءِ سڀڪو هي وهدوار جو ڪو به نيم ڪونهي جو ته گيانيءَ ڪي اکيان، ۽ اُن جو ڪاريه پيد پرالعي، خواه پيد پرم جو ڪاريه راڳ دويش ته آهن ئي ڪين. مگر سڄي جيڪا پرارٻڌ باقي بچيل آهي سائي ان کي وهدوار ڪرائي ٿي. اهو پرارٻڌ

है किंचित व्यवहारजो, भिच्छासन जलपान।
भूलै नांहि समाधिसुख, ह्वैत्रिपुटीतैं ग्लान ॥१०॥
लहै प्रयत्न समाधिकी, पुनि ज्ञानी इह हेत।
जो समाधिसुख तजि भ्रमत, नरकूकर खर प्रेत ॥११॥
गौडपादमुनि कारिका, लिख्यो समाधिप्रकार।
ज्ञानी तजि विच्छेप यूं, लहैं सकल सुखसार ॥१२॥
अष्ट अंगविन होत नहिं, सो समाधि सुख-मूल।
अष्ट अंग ते अब सुनो, जे समाधि अनुकूल ॥१३॥
पांच पांच यमनियम लखि, आसन-बहुतप्रकार।
प्रानायाम अनेकविध, प्रत्याहार विचार ॥१४॥
छठोधारनाध्यानपुनि, अरु सविकल्प आराधि।
अष्ट अंग ये साधिके, निर्विकल्प आराधि ॥१५॥

دوها ٩- گيانيءَ جي وهنوار ۾، ڪي نہ ڇوٽنا نيم،
دک ڪارڻ ترپٽي ڇڏي، رکي سماڌيءَ پريم.
١٠- ڪري نہ ڪجهه وهنوار سو، ڀوڄن ۽ جل پان،
ڀلجي ڪين سماڌ سک، ترپٽي جنهن تہ گلان.
١١- اُدم سماڌي لىءِ ڪري، پڻ گياني ان هيت،
ولي سماڌي سک ڇڏي، ڪتو گڏهه سو پريت.
١٢- گئوڙپاد مُن ڪارڪا، سماڌ لکيو وستار،
گياني ڇڏي وکيپ اِئن، پائي پوهم سک سار.
١٣- اٺ انگ ساڌڻ کان سواءِ سو سکہ سماڌي ناهہ،
اٺئي انگ هاڻي ٻڌو، جن جي ضرورت آهہ.

ऐसें ताके देहको, विना नियम व्यवहार।
कबहु न भ्रम संदेह है, लह्यो तत्त्वनिर्धार ॥७॥
नहिं ताकूं कर्तव्य कछु, भयो भेद भ्रमनास।
उपज्यो वेद प्रमान तैं, अद्वय ब्रह्मप्रकास ॥८॥

دوها ۲- هلي هوا جي زور ۾، شڪل ٻڙ جيئن ٻن،
ڏهلان ڪرم پراريڌ سان، ڪيائي ڪريا ڪن.
۳- گهوڙي هالي رٿ چڙهي، ڪڏهين گهمي توباڳ،
ڪڏهين ورڪ ٻهادل هلي، اچي نه موٽي ماڳ.
۴- سنڌو ونس ۾ سيج سگ، عمدا ڪاڪا ڪاء،
ڪڏهن ٻکو رهي مدجه جغا، راس چڙن لي وهاء.
۵- شيوا ڪن شيوڪ ٻڌي، ڪنهنجي لڪ نه هزار،
لوڪ ٻڌي تان پرشت لڳي، ڪي لڳهن چون ڌڪار.
۶- جي ڪنهنجي شيوا نه ڪن، سڀ ٻچ ٻاڻن سي نه،
دوک دوشٽي جي. ڏسن، لهن پاپ ڦل لي نه.
۷- آهي لهن جي ديهه جو، نيم ٻنا وهنوار،
سنسو ڀرم لهن نا ٿئي، جالو جنهن لهه سار.
۸- ڪرتو لهن باقي نه ڪو، ڀيد ڀرم ٿيس ناس،
جاڻين ويد پرماڻ سان، ادوي برهم پرڪاش.

(۴۵۵) مثنين بيان ۾ شڪا.

दोहा-- ज्ञानीके व्यवहारमें, कोऊ कहत है नेम।
त्रिपुटि तजै दुःखहेतु लखि, लहै समाधि सप्रेम ॥९॥

# ترنگ ـــ ستون.

(۴۵۴) گيانيءَ جي وهنوار ۾ نيم نه آهي.

दोहा-- उत्तम मध्य कनिष्ठ तिहु, सुनि अस गरु उपदेस।
ब्रह्म आतम उत्तम लख्यो, रह्यानसंसैलेस ॥१॥

وها ۱- اُتم مڌيم ۽ ڪنشٽ جي، ٻڌي گروءَ اپديش،
اُتم ڄاڻو برهم آتما، رهيس نہ سنسوليش.

ٽيڪا:- جيئن گروءَ دوارا تنهي ڀانئن، تتو درشٽي اُتم، اُدرشٽي مڌيم، ۽ تُرڪ درشٽي ڪنشٽ، هڪ ئي وقت ڪنهن جي اُپديش ٻڌو تہ ٻہ *ساکيات ڪار "اُتم" تتو درشٽيءَ کي ٿيو.

दोहा-- भ्रमन करत ज्यूं पवनतैं, सूको पीपरपात।
सेप कर्म प्रारब्धतैं, क्रिया करत दरसात ॥२॥
कबहुकचढि रथबाजिगज, बागबगीचे देखि।
नग्नपाद पुनि एकले, फिर आवत तिहिं लेखि ॥३॥
विविध वेप सज्या सयन, उत्तमभोजनभोग।
कबहुंक अनसन गिरिगुहा, रजनि सिला संयोग ॥४॥
करि प्रनाम पूजन करत, कहुँ जन लाख हजार।
उभै लोकतैंभ्रष्ट लखि, कहत कर्मि धिक्कार ॥५॥
जो ताकी पूजाकरत, संचित सुकृत सु लेत।
दोपदृष्टि तिहि जो लखै, ताहिपापफल देत ।६।

---

۱- ذري مات ۾. * آتما کي برهم روپ ڪري ڄاڻڻ.

آتم ھي اڳيان ڪان، جڳ ڏک لئن ٻرلبھ.
٦٢- جئن مٿيا گر گولت ڪان، مٿيا جهنگ ڏک ٿاس،
لئن مٿيا گر ويد سان، مٿي مٿيا جڳ ڦاس.
٦٣- لکيہ اوسع مهاواڪيہ هو، شش تو سٿي نهال،
اڳيان اونڌھ ڪان مٿي، دادو ڏاڻ ڏيال.



لکيڻا وياپڪ چيتن ۾ آهي يا رکو جيتري ديش ۾ جيو جي اپاڌي آهي تيتري ۾ ئي استت جو ساکي چيتن آهي تنهن ۾ اها "تُوم" پد جي لکيڻا آهي؟ جيڪڏهن چئي ته وياپڪ چيتن ۾ آهي، ته اهو بڻجي نٿو، ڇو ته واچ ارٿ کري جيڪي سڀ آهي تنهن ۾ ئي ڏکي تياڳ لکيڻا ٿئي ٿي. واچ ۾ ته وياپڪ چيتن آيل ئي ڪين آهي، باقي جيوڻي جي اپاڌيءَ ۾ استت جو ساکي چيتن آهي سو واچ ۾ آيل آهي. انهيءَ ڪري ساکي چيتن ۾ ئي "تُوم" پد جي لکيڻا آهي ۽ نه وياپڪ چيتن ۾. انهيءَ ساکي چيتن ۾ ايشور جا ڌرم جهڙوڪ سرٻڄ جو هوڻي هئي پريرڪا ۽ ساري پرپنچ ۾ وياپڪتا ناممڪن آهي. وري ساکي سدا اپروکيه آهي، تنهن ۾ ايشور هئي پروکه پڻي جو ڌرم ناممڪن آهي. وري مايا رهت ساکيءَ کي مايا وشسٽ ايشور چوڻ به ٺيڪ نه آهي، جئن ڏنڍي بدا پرش کي ڏنڍي وارو چوڻ ۽ *سنسڪار رهت ڏوج ٻالڪ کي سنسڪار وشسٽ چوڻ نٿو ٿئي. تنهنڪري ساکي چيتن جو ايشور سان ابيد چوڻ نه مهاواڪيه جو نه ٺيڪ جهڙو ارٿ ڪڍو ٿيندو.

(۴۴۹) ٻنهي پدن ۾ لکيڻا جو اوت پروت ڀاو.

تنهنڪري جي ٻنهي پدن جي لکيڻا مڃجي ته

* برهم چرج آشرم ڌارڻ ڪرڻ لاءِ جڻيءَ پائڻ جو سنسڪار ڪيو ويندو آهي.

چون. جيڪو سلاڇڻو آچارج آهي سو لڪڻا ڀنهي پدن ۾ ڏسي ٿو.

(۴۴۷) جيڪڏهن اتي ڪو چوي ته "اهو نيم نه رکڻ گهرجي ته لڪڻا ٻنهين پد ۾ ڪجي، ڇو اهو نيم رکجي ته لڪڻا ٻني پد ۾ ڪجي، پر جيڪو ايش واچڪ پد آهي تنهن ۾ لڪڻا ڪجي"؛ ته جواب آهي:-

दोहा- ईशपदहि लच्छक कहैं, सब अनर्थकी खानि।
ज्ञेय होय श्रुति वाक्यमैं, ह्वै पुरुषारथ हानि ॥५०॥

دوها ۵۰- ايشور پد ۾ لڪڻا، سا انرٿ جي کان
ڪيه ٿي ويد نه واڪيه ۾، ٿئي موکيه جي هان.

ٽيڪا:- جيڪڏهن "ايشور واچڪ" پد ۾ ئي لڪڻا ٿئي، ته ڪل انرٿ، جهڙوڪ الپگيتا، پراڌينتا جنم مرڻ وغيره دکن جا سادن، جي سنساري جيو ۾ آهن، تن انرٿن وارو جيو شرتي واڪين ۾ *ڄيه ٿي پوندو، ۽ پرشارٿ يعني موکيه جي هاڃي ٿي پوندي. انهيءَ جو مطلب هيءُ آهي ته جيڪڏهن ايشور واچڪ پد ۾ لڪڻا مڃجي ته مهاواڪين جو ارٿ هيءُ ٿيندو:- "تت" پد جو لکيه جيڪو ادويت اسنگ يعني مايا مل رهت چيتن، سو ڪام ڪرم، اوديا جي آڌين، الپگيه، الپ شڪتيءَ وارو، پن پاپ، سک دک، جنم مرڻ، گمن آگمن (وڃڻ اچڻ) وغيره انيڪ انرٿن جو لائق آهي." جيڪڏهن مهاواڪين جو ارٿ

* ڄاڻڻ جوڳو.

ٽيڪا:- جيڪو ڪي پد ۾ لکيا هُوءِ تنهن ڪان
پڇاڙي ٿي پهرين پد مان ڪهڙي ۾ لکيا آهي؟
جيڪڏهن چئي ته ڪل مهاواڪين جي ٽنهين پد
۾ لکيا سمجهط ڪهڙي ۽ ته پهرين ۾) يا ٻئي ۾ ۽ ٽئي
ٽنهين ۾) ته اهي ٺهي! تنهنڪري توهان چئو ته انهن ٽن
واڪين جي ڀاڱ ۾ ورتو لکي پوندو، جو ته ٽن واڪين
يعني "اهو توهان آهين"، "پرگيانم آنند برهم"، ۽
"ايم آتما برهم" انهن ٽنهي ۾ پهرين پد آهي
جيو واچڪ ۽ "تت توم اسي" ۾ پهرين پد آهي
ايشور واچڪ. پر جيڪڏهن پهرين پد جي لکيا وٺبي
ته پهرين ٽن مهاواڪين جو ارٿ ٿيندو، چئتن آهي
سروڪي وغيره ڌرمن وارو ايشور؛ ۽ چوٿين جو ارٿ
ٿيندو چئتن آهي الپڪيتا وغيره ڌرمن وارو سنساري
يعني جيو. هن مان ٽن مهاواڪين جو ڀاڱ ۾ ورتو
لکي پوندو.

وري جيڪڏهن اڪيلو چئي ته ٽن ٻين واڪين
جي ٻئي پد ۾ لکيا ڪجي ته پهرين ٽن مهاواڪين جو
ارٿ ٿيندو "الپڪيتا وغيره ڌرمن وارو چئتن آهي"؛
۽ چوٿين واڪيه جو ارٿ ٿيندو، سروڪيتا وغيره ڌرمن
وارو چئتن آهي." انهن ۾ واڪين جو ڀاڱ ۾ ورتو ليندو.
انهي ريت هڪ پد ۾ لکيا ڪرڻ ٺيڪ نه آهي.
تنهنڪري هڪ پد ۾ لکيا ڪرڻ واري کي مولي لکيڻ

...کو ڇڏڻ جي اپيکشا وغيره ڌرم وشِشٽ سان ايڪتا
...ٿيڻ ۾ وروڌ ڪونهي. تنهنڪري ٻنهي پدن ۾ لکيڻا
...لڇڻا ۾ ڪا ٻڪتي ڪانهي. بلڪ *ڪوروِتا آهي.
(٤٤٦) اٺين جو سماڌان (سمجهاڻي يا جواب)
...ڻ ڪوت ۾ آهي:-

कवित– लच्छना जो कहै एकपदमांहि ताकूं यह।
पूछि दोयपदनमें कौनसैमैं लच्छना॥
प्रथम वा द्वितीयमैं कहै ताहि भाखि यह।
वाक्यनको होयगो विरोध मूढलच्छना॥
तीनिवाक्य मध्य जीववाचक प्रथमपद।
"तत्वमसि" यामैं आदिपद ईसलच्छना॥
प्रथम वा द्वितीयको नेम नहिं वनै यातैं।
भाखत द्वैपदनमैं लच्छना सुलच्छना॥४६॥

ڪوت ٤٩- لڇڻا جو چوي هڪ پد ۾ تنهن کان اها،
پڇن ٻنهي مان ڪهڙي پد ۾ سا لڇڻا؛
پهرين يا ٻئي ۾ چوي تنهنکي شش هئن چوءِ،
واڪين جو ٿيندو ٻو وروڌ موڙ لڇڻا؛
واڪيه ٽن ۾ جيو واچڪ پهريون ئي پد،
”تتو مسي“ منجهه پهريون پد ايش لڇڻا؛
پهرئين يا ٻئي جو نيم اتو بڻي تنهنجيڪري؛
چون ٻنهي پدن، ۾ سجن لڇڻا.

* ڪوروتا = ڀارپيڻو؛ هڪ مان ڪم نڪري سگهي ان هوندي به ٻن کي وڃڻ گوروتا جو دوش ودوان مڃين ٿا.

दोहा- एकहि पदमैं लच्छना, मानै नहीं विरोध।
दोषपदनमैं लच्छना, निष्फल कहत सुबोध ॥१५८॥

دوها ١٤٨- هڪ ئي پد ۾ لڪڇڻا، مڃڻ ۾ ناهي وروڌ،
ٻهي پدن ۾ لڪڇڻا، نشڦل چون سبوڌ.

ٽيڪا- پنڊت ٻنهي پدن ۾ لڪڇڻا نشڦل چون
ٿا، ڇو ته هڪ ئي پد ۾ لڪڇڻا مڃڻ سان وروڌ
مٽجي ٿو وڃي. اهڙو جو مطلب هي آهي ته
جيئن ڪي سروگيا *وشِشت جي الپگيتا وشِشت
سان ايڪتا نٿي ٿي سگهي، ته هڪ پد جو لڪيہ جو
شڪ، تنهنجي ٻئي پد جي واچيہ جو وشِشت، ان سان
ايڪتا ٿي سگهي ٿي. مثلاً چئجي ته "شودر مدش
برهمڻ آهي." ته هت شودرپڻي ڌرم وشِشت مدش
جي، برهمڻپڻي ڌرم وشِشت مدش سان ايڪتا ڇوڙ
وروڌي آهي. پر جي چئجي ته "مدش برهمڻ آهي"
ته ان ڇوڙ سان شودرپڻي ڌرم رهت شڪ مدش
کي برهمڻپڻي واري وشِشتا ڇوڙ ۾ وروڌ ڪونهي، اهڙي
طرح الپگيتا وغيره ڌرم وشِشت چيتن جي ۽ سروگيتا
ڌرم وشِشت چيتن جي ايڪتا وروڌي آهي، پر جيڪر
واچڪ پد جي چيتن ڀاڳ ۾ لڪڇڻا ڪري فقط چيتن
جي سروگيتا وغيره ڌرم وشِشت سان ايڪتا چائجي،
يا ايشور واچڪ پد جي چيتن ڀاڳ ۾ لڪڇڻا ڪري

(١) ودوان. * مايل يعني شڪ نہ.

…ت ٤٦- ”گنگا منجهه گوت“ هت، جاڻ جهِڻي لکيڻا،
”لعل ڊوڙي“ لکيڻا؛ آجهڻي سچاڻجي؛
”اُها هيءَ وستو“ هت، لکيڻا سا پاڳم تياڳم،
پيو نالو جهڻي-آجهڻي وَکاڻجي؛
”لتو مسي“ آدي، مهاواڪين ۾ پاڳم تياڳم،
لکيڻا نه جهتي، اجهتي نه جاڻجي؛
برهم ڪدهن پد جو، نه واچيه اِن چوي ويد،
اِئين سڀ پدن ۾، ريت سا پڇاڻجي.

٤٧- مايا منجهه ستيه پڻو، سابيڪ چونتا،
برهم منجهه ستيه پڻو، نرپيڪ جاڻجي؛
پنهي گڏي ستيه پَدَ، چولتا واچيه مَني،
برهم منجهه ستيه پڻو، لکيه پاڳو آڻجي؛
پڌي ورتي ۽ ساکي، ملي گيان پد واچيه،
ساکي نه پرڪاش پاڻ، لکيه سو پڇاڻجي؛
آنما ۽ وشيه سک، واچيه پد آنند هو،
ڇڏي وشيه سک لکيه، آتم سچاڻجي.

## (٤٤٥) مهاواڪيه جي پنهي پدن ۾ لکيڻا جڳائي.

ڏاڍي سوال ٿو اُٿي ته مهاواڪين ۾ وروة دوُر
…رڻ لاءِ جيو-واچڪ ۽ ايشور-واچڪ، پنهي پدن ۾
…کيڻا چو وِڌي؟ هڪ پد ۾ لکيڻا وڌڻ سان ٻــ
…روڌ ته ٿي ويندو. [هڙ. شڪا کو ڏيک کواڳي ٿو.]

" سنڪيپ شاريرڪ " ۾ ڪو ايل آهي.

(۴۴۴) ڀاڳي لڪڻا جي سمجهاڻيءَ جو سار ڪبت ۾ ڏجي ٿو.

कवित– "गंगामैं ग्राम" जहतिलच्छना या ठौर लखि।
"सोन धावैं" लच्छना अजहति जनाईये॥
"सोई यह वस्तु" इहां लच्छना है भागत्याग।
दूजो नाम जहतिअजहति सुनाईये॥
"तत्त्वमसि" आदि महावाक्यनमैं भागत्याग।
लच्छना न जहति अजहति बताइये॥
ब्रह्म काहु पदको न वाच्य यूं बखानै वेद।
यातैं सर्वपदनमैं रीति यूं लखाईये॥४६॥
मायामांही सत्यता जु और भांति भाखियत।
ब्रह्ममांही सत्यता सु और भांति भाखिये॥
दोऊ मिली सत्यपद वाच्य मुनि भाखत हैं।
ब्रह्ममाहि सत्यता सु लच्छयभाग राखिये॥
बुद्धिवृत्ति संवित द्वै मिले ज्ञानपद वाच्य।
संवित स्वरूप लच्छय बुद्धिवृत्ति नाखिये॥
आत्म औ विषैको सुख, वाच्यपद आनंदको।
विषैसुख त्यागि आत्म, सुख लच्छ आखिये॥४७॥

هي ڪونت "سروڪب آلم مني" نالي ودوان جو ٺهيل آهي. (ڏسو پوءِ ڪا).

پد جو واچ آهي ايش. لکيڻا ساڳيءَ طرح آهي. لکيہ جو برهم آتما، اُنہ آنند ڪرڻ نہ آهي، پر اُو آنند روپ آهي، انهيءَ ارٿ ڄاڻائڻ لاءِ ”آنند“ پد ڏنل آهي.

## ست. چت. آنند ۾ لکيڻا.

جهڙيءَ طرح مهاواڪين ۾ ڀاڳ تياڳ لکيڻا آهي، تئن ست، چت، آنند پد پڻ شڌ برهم کي ڀاڳ تياڳ لکيڻا سان ڄاڻائن ٿا ۽ نہ شڪتيءَ ورتيءَ سان. ڇو تہ ”شڌ برهم ڪنهن بہ پد جو واچ نہ آهي،“ اهو سڌانت آهي. انهيءَ ڪري ڪل پد وششٽ جا واچڪ آهن ۽ شڌ جا لکيہ آهن.

مايا جو ست پڻو آهي † آپيکڪ ۽ چيتن جو آهي § نرآپيکڪ. انهن ٻنهي نمونن جي ست پڻي جو ميلو آهي ست پد جو واچ ۽ نرآپيکڪ سچتا آهي انجو لکيہ. بُڌي ورتيءَ وارو گيان، ۽ سيہ پرڪاش گيان، ٻئي ملي ٿين گيان پد جو واچ؛ ۽ سيہ پرڪاش ڀاڳ آهي انجو لکيہ. وشيہ جي سمبنڌ کان ٿيل سک آڪار ساتوڪ انتهڪرڻ جي ورتي، ۽ برهم پريہ جو ¶ آسپد سروپ سک، انهن ٻنهي جو ميلو آهي آنند پد جو واچ ۽ ورتي ڀاڳي کي ڇڏي باقي سروپ سک آهي انجو لکيہ. انهيءَ ريت ڪل پدن جي شڌ برهم ۾ لکيڻا

† آپيکڪ = ٻين جي ڀيٽ ۾ Relative؛ § نرآپيکڪ = ڀيٽ کان سواءِ، Absolute. ¶ آسپد سروپ = آڌار سروپي.

"برھم" پد جو واچيه ڀاڳ ڇڏي، چيتن ڀاڳ ۾ "برھم" پد جي ڀاڳ تياڳ لکيا ڪجي.

اهي ٽي رِيت "ڀاڳ تياڳ لکڻا" وارا ايشور ۽ جيو سروپ ۾ لکيه جيو چيتن ڀاڳ ڏسڻ سان ايڪتا تتومسي مهاواڪيه ۾ سمجهڻ کپي.

ورِي اٿروڻ ويد جي مانڊوڪيه اُپنشد مهاواڪيه آهي अयम् आत्मा ब्रह्म ايم آتما برھم، يعني هي آتما برھم آهي. من ۾ "آتما" پد جو واچيه آهي جيو، ۽ "برھم" پد جو واچيه آهي ايشور ۽ شبل برھم، جنهن جو ٽين ترنگ ۾ سمجهايو ويو آهي. انهن ٻنهي پدن جي لکيا مٿين ڪٽي وانگر آهي. سو لکيه ارٿ پروکيه نه آهي، تنهنڪري جتائڻ واسطي "ايم" پد آهي، جنهنڪري واڪيه جو ارٿ آهي ته "ايم" يعني سڀ جو اپروکيه آتما برھم آهي.

يجرويد جي برهدارڻيڪ اپنشد ۾ مهاواڪيه آهي ॥ अहं ब्रह्मास्मि ॥ اهم برھم اسمي يعني آءٌ برھم آهيان. من ۾ "اهم" پد جو واچيه آهي جيو، ۽ "برھم" پد جو واچيه آهي ايشور، ٻنهي پدن جو لکيه آهي چيتن ڀاڳ.

رگ ويد جي ائتريه اپنشد ۾ مهاواڪيه آهي ॥ प्रज्ञानमानंदं ब्रह्म ॥ پرگيانمانندم برھم، يعني پرگيان آنند برھم، من جو ارٿ آهي ته آتما ڪان آهن برھم آنند روپ آهي. انهيءَ "پرگيان" پد جو واچيه آهي جيو ۽ "برھم"

پد جو واچير آهي ايشر. لکيطا ساڳيءَ طرح آهي. لکير
جو برهم آتما، انهر آنند ڪرط نه آهي، پر او آنند روپ آهي،
انهيءَ ارٿ جاطائط لاءِ ”آنند“ پد ڏنل آهي.

## ست - چت - آنند ۾ لکيطا.

جهڙيءَ طرح مهاواڪين ۾ ڀاڳ، تياڳ لکيطا آهي،
تئين ست، چت، آنند پد پرط شڌ برهم کي ڀاڳ، تياڳ
لکيطا سان جاطائن ٿا ۽ نه شڪتيءَ ورتيءَ سان. ڇو ته ”شڌ برهم
ڪنهن به پد جو واچير نه آهي،“ اهو سڌانت آهي. انهيءَ
ڪري ڪل پد وشش جا واچڪ آهن ۽ شڌ جا
لکير آهن.

مايا جو ست پطو آهي † آپيکيڪ ۽ چيتن جو آهي
§ نرآپيکيڪ. انهن ٻنهي نمونن جي ست پطي جو ميلو
آهي ست پد جو واچير ۽ نرآپيکيڪ سٿيتا آهي انجو
لکير. ٻڌي ورتيءَ وارو گيان، ۽ سيم پرڪاش گيان،
ٻنهي ملي ٿين گيان پد جو واچير؛ ۽ سيم پرڪاش ڀاڳ
آهي انجو لکير. وشئه جي سمبنڌ کان ڌيل سکر آڪار
ساتوڪ انتهڪرط جي ورتي، ۽ پرم پرير جو ¶ آسپد سروپ
سکر، انهن ٻنهي جو ميلو آهي آنند پد جو واچير ۽
ورتي ڀاڳ کي ڇڏي باقي سروپ سکر آهي انجو لکير،
انهيءَ ريت ڪل پدن جي شڌ برهم ۾ لکيطا

† آپيکيڪ = ٻين جي پيت ۾ Relative؛ § نرآپيکيڪ =
پيت کان سواءِ، Absolute. ¶ آسپد سروپ = آڌار سروپي.

"تُوم" پد جو واچيہ ڀاڳ ڇڏي، چيتن ڀاڳ ۽ "تُوم"
پد جي ڀاڳ تياڳ لکڻا ڪجي.

انهيءَ ريت "ڀاڳ تياڳ لکڻا" دواران ايشور ۽
جيو سروپ ۾ ايڪتا جو چيتن ڀاڳ ٿن جي ايڪتا
تتوَمسي مهاواڪيہ ۾ سمجهاڻ ڪئي آهي.

ورڻ اٿروڻ ويد جي مانڊوڪيہ اپنشد ۾ مهاواڪيہ آهي
अयम् आत्मा ब्रह्म ايم آتما برهم يعني هي آتما برهم آهي. هن ۾
"آتما" پد جو واچيہ آهي جيو، ۽ "برهم" پد جو واچيہ
آهي ايشور ۽ لکشيہ شُڌ برهم، جنهن جو ٽنهي ترلوڪن ۾
سمجهايو ويو آهي. انهن ٻنهي پدن جي لکڻا مٿين
ڪجي وانگر آهي. سو لکيہ ارٿ پرو ڪيو آهي،
تنهنڪري جاڳرت واسطي "ايم" پد آهي، جنهنڪري واڪيہ
جو ارٿ آهي ته "ايم" يعني سڀ جو پرو ڪ آتما
برهم آهي.

يجرويد جي برهدارڻيڪ اپنشد ۾ مهاواڪيہ آهي
॥ अहं ब्रह्मास्मि ॥ اهم برهم اسمي يعني آءٌ برهم آهيان.
هن ۾ "اهم" پد جو واچيہ آهي جيو، ۽ "برهم" پد جو
واچيہ آهي ايشور، ٻنهي پدن جو لکيہ آهي چيتن ڀاڳ.

رگ ويد جي ايترييہ اپنشد ۾ مهاواڪيہ آهي
॥ प्रज्ञानमानंदं ब्रह्म ॥ پرگيانم آنندم برهم، يعني پرگيان آنند
برهم، هن جو ارٿ آهي ته آتما ڪان اڻ برهم آنند روپ
آهي. انهيءَ "پرگيان" پد جو واچيہ آهي جيو ۽ "برهم"

روپ اُپاڌيءَ جي سبب ڪري اسنگ چيتن ۾ بمب وانگر ايشور ڀاو ۽ پرتبمب وانگر جيو ڀاو ڀاسي ٿو. ويچار جي نظر سان ته نه آهي ايشور ڀاو نه آهي جيو ڀاو. اهڙيءَ طرح ڏٺوسين ته درشٽانت ۾ مک ست آهي پر مک ۾ بمب ڀاو ۽ پرتبمبپڻو مٿيا آهن. سدانت ۾ ڀاڳ چيتن ست آهي باقي ايشور ڀاو ۽ جيو ڀاو مٿيا آهن. تنهنڪري بمبپڻو ۽ پرتبمبپڻو مٿيا آهن، مگر سروپ ڪري "بمب پرتبمب" سچ آهي ڇوته بمب پرتبمب جو سروپ درشٽانت ۾ مک آهي، ۽ دارشٽانت ۾ چيتن آهي؛ سي مک توڙي چيتن سچ ئي آهن.

انهيءَ ريت پرتبمب کي سروپ ڪري سچ ڄاڻ سبب سچ چئجي ٿو ۽ آڀاس جو سروپ جو ڀاڳو مٿيا جي ته مٿيا ئي آهي؛ اهو آهي آڀاس واد ۽ پرتبمب واد جو تفاوت.

(٤٤٣) ڪيترن گرنٿن ۾ شڌ ستو گڻ واريءَ مايا * وششٽ چيتن کي "ايشور" چيل آهي ۽ ملن ستو گڻ واريءَ انتهڪرڻ جي اُپاڌين — اوديا جي انش وششٽ چيتن کي "جيو" چيل آهي؛ انهيءَ کي وري † اوڇيد واد چون.

اهي سڀئي ويدانت جون پرڪريائون ادويت

* وششٽ ۽ اپهت جي ڳالهه ٻئي ۽ چوٿين ترنگن ۾ ڪئل آهي. † اوڇيدواد "واچسپتي مصر" پرتپادن ڪئي آهي.

۱ شڌ ستوگڻ آهي، جنهنڪري ايشور ۾ سرو شڪتي ۽ سروگيتا وغيره ڌرم آهن. جيو جي اپاڌي وري اوديا آهي، جنهن ۾ ۲ملن ستوگڻ آهي، جنهنڪري جيو ۾ الپ شڪتي ۽ الپگيتا وغيره ڌرم آهن. اها آهي "اپاس واد".

(۴۴٠) بمب پرتيبمب واد جي سمجهاڻي.

۱ ووَرتِ جي مت ۾ جيتوڻيڪ جيو ۽ ايشور ٻنهي جي اپاڌي مڪ ئي آگيان آهي، جنهنڪري ٻنهي الپگيه مترط گهرجن، تہ بہ سپاويڪ انين آهي تہ جيڪو ووش اپاڌيءَ ۾ آهي سو پرتيبمب ۾ ڏسجي ٿو ۽ نہ بمب ۾. درپڻ يعني آرسيءَ ۾ تهزط سان جيڪو منهن جو عڪس آرسي، اندر ڏسجي ٿو سو پرتيبمب آهي؛ ۽ بدن وارو منهن جنهنجو عڪس آرسيءَ ۾ پوي ٿو سو بمب چيو وڃي ٿو. آرسيءَ ۾ جيڪڏهن ڪارائي پيلاڻ آهي تہ اها ڪارائي پيلاڻ پرتيبمب ۾ پرتيت ٿئي ٿي ۽ نہ بمب ۾. اهڙي پرڪار آرسيءَ روپي اگيان جي الپگيتا وغيره جيو روپي پرتيبمب ۾ پرتيت ٿئي ٿي پر نہ بمب ۾. ان سبب ايشور ۾ سروگيتا وغيره آهن، ۽ جيو ۾ الپگيتا وغيره آهن.

۱ رجس گڻ ۽ تمس گڻ ڪري دٻايل ستي گڻ کي چوڻ "ملن ستوگڻ"؛ ۲ ستوگڻ، جو رجس ۽ تمس کي دٻائي رکي انکي چوڻ "شڌ ستوگڻ." ۱ "ووَرڻ"، رچيل آهي پرڪاش آتم جو، جنهن کي ووَرڻ آچاريہ بہ چون (ڏسو پرمڪا).

ستي ڪرڻ سهت مايا ۾ آڀاس آهي "ايشور" ۽ انتهڪرڻ جي اپادان ڪارڻ ملن ستي ڪرڻ سهت اوديا جي انش ۾ آڀاس آهي "جيو".

## (٤٣٩) آڀاس واد پڌانڌر جيو جو سروپ.

پنچدشي گرنٿ ۾ سوامي وديارڻ "انتهڪرڻ ۾ آڀاس کي" جيو ڇهو آهي ۽ سو جي سمجهو، تہ سکوپت وقت جيوَ جو عدم نہ ٿيندو، ڇو تہ ان وقت انتهڪرڻ جو اڀاو آهي، جنهنڪري انتهڪرڻ جو آڀاس بہ ڪين رهندو. پر سکوپت وقت بہ *"پراگيہ" نالي واري جيو جي هستي قائم آهي. تنهنڪري سوامي وديارڻ جي مرادِ جي سمجهڻ کرجي تہ اوديا جو † انش جو انتهڪرڻ جي حالت کي پائي ٿو ان ۾ جو چيتن جو آڀاس پوي ٿو سو جيو آهي. سو اوديا جو انش سکوپت ۾ بہ رهي ٿو. جنهنڪري پراگيہ جو اڀاوُ نہ آهي. چوٿين ترنگ ۾ سمجهايو ويو آهي تہ رڳو آڀاس جيو ۽ ايشور نہ آهي، پر اوديا انش جو ادشٽان چيتن، ۽ اوديا جي اُن انش سوڌو آڀاس آهي جيو ۽ مايا جو ادشٽان چيتن، ۽ مايا سميت آڀاس آهي ايشور. اهڙيءَ طرح ايشور جي اپاڌي مايا آهي، جنهن ۽

* جاگرت جي ابماني جيو کي چون "وشو"، سپني جي ابماني جيو کي چون "تيجس"؛ ۽ سکوپت جي ابماني جيو کي چون "پراگيہ." † انش = ذرو، ڀاڱو، ڪڻو، حصو، يا جزو.

ٽيڪا:- هي مهت يعني پيارا جهڙي اڳهين لکيا تنهن تي واچيه ارٿ ساروئي رهي ٿو، بلڪ واچيه کان وڌيڪ ڪجهه وٺجي ٿو. مهاواڪيه ۾ جيڪڏهن اڄهڙي لکڻا قبولبي ته واچيه ارٿ سمورو قائم رهندو، اهو واچيه ارٿ ڏسي رهيا آهيون ته ورڌ سان ڀريل آهي، اڄهڙي لکڻا لڳائڻ سان ورڌ پڻ قائم رهندو، تنهن ڪري اڄهڙي جي ريت ۾ ڇڏڻ گهرجي.

(٤٣٨) مهاواڪيه ۾ "ڀاڳ تياڳ" جو انگيڪار.

दोहा- त्यागि विरोधीधर्म सब, चेतन शुद्ध असंग।
लखहु लछनातैं सुमति, भागत्याग यह अंग ॥४४॥

دوها ٤٥- ڇڏي وروڌي ڌرم سڀ، ڏس ڏون لکڻا ساڻ؛
چيتن شڌ اسنگ کي، "ڀاڳ تياڳ" سان ڄاڻ.

ٽيڪا:- "تت" پد جو واچيه ايشور آهي؛ "توم" پد جو واچيه جيو آهي. تنهن جو ڀاڱو جيڪو وروڌي ڌرم آهي سو تياڳي ڇڏي ۽ هڪ، شڌ، اسنگ، چيتن، لکڻا دوارا ڄاڻ. اها لکڻا ٿيندي "ڀاڳ تياڳ". انهي سڌانت ۾ ڪو آهي ته ايشور جيو جو سروپ ڪهڙن ٿي نمونن ۾ ادويت ڪرڻ ۾ آيل آهي. (١) "وورت ڪوٽ" ۾ آيل آهي اگيان ۾ *پرتبمب آهي "جيو" ۽ بمب آهي "ايشور"؛ (٢) ودياريه سوامي جي مت ۾، شڌ

* آرسي ۾ روپي اپاڌي ۾ جنهن پدارٿ جو عڪس پوي انکي چئجي بمب، ۽ عڪس کي چئجي پرتبمب.

ستي ڪرڻ سمت مايا ۾ آڀاس آهي "ايشور" ۽ انتهڪرڻ
جي اپادان ڪارڻ ملن ستي ڪرڻ سمت اوديا جي انش
۾ آڀاس آهي "جيو".

## (٤٣٩) آڀاس واد پڌاندڙ جيو جو سروپ.

پنچدشي گرنٿ ۾ سوامي وديارڻ "انتهڪرڻ ۾
آڀاس کي" جيو ڄاڻو آهي ۽ سو جي سمجهو، ته سکوپت
وقت جيو جو مرڻ ٿي پوندو، ڇو ته ان وقت انتهڪرڻ
جو اڀاو آهي، جنهنڪري انتهڪرڻ جو آڀاس به ڪين
رهندو. پر سکوپت وقت به *"پراڪيہ" نالي واري جيو
جي هستي قائم آهي. تنهنڪري سوامي وديارڻ جي مراد
جي سمجهڻ کھرجي ته اوديا جو † انش جو انتهڪرڻ جي
حالت کي پائي ٿو ان ۾ جو چيتن جو آڀاس پوي ٿو سو
جيو آهي. سو اوديا جو انش سکوپت ۾ بہ رهي ٿو.
جنهنڪري پراڪيہ جو اڀاو نہ آهي. ڇوته ٿين ترنگ ۾ سمجهايو
ويو آهي ته رکو آڀاس جيو ۽ ايشور نہ آهي، پر اوديا انش
جو اڌشٺان چيتن، ۽ اوديا جي اُن انش سوڌو آڀاس آهي
جيو ۽ ۽ مايا جو اڌشٺان چيتن، ۽ مايا سميت آڀاس آهي
ايشور. اهڙيءَ طرح ايشور جي اپاڌي مايا آهي، جنهن ۾

* جاڳرت جي ابماني جيو کي چون "وشو"؛ سپني جي
ابماني جيو کي چون "تيجس"؛ ۽ سکوپت جي ابماني جيو
کي چون "پراڪيہ." † انش = ذرو، ڀاڱو، ٽڪڙو، حصو،
يا جزو.

ڪري جو "تتو مسي" يعني "اهو تون آهين."
پر جيڪي جي اُنهن ڪرڻ وارو سروشڪتي،
سروگيتا وغيره ڌرمن وارو ايشور ۽ الپ شڪتي،
الپگيتا وغيره ڌرمن وارو جيو ڪي ٿا ٿي سگهن.
تنهڪري "تت" يعني اهو ۽ "توم" يعني تون پدن
جو واچيه ارٿ نه وٺجي، ڇو ته اُن مان ايشور ۽ جيو
جي ايڪتا جي ڄاڻ نه ٿي سگهندي، (١) سروشڪتي
۽ الپ شڪتي (٢) سروگيه ۽ الپگيه (٣) وڀو ۽ پريڇن
(٤) سوتنتر ۽ ڪرم آڌين (٥) پروڪش ۽ پرتڪ (٦)
مايي ۽ اوديا موهت، اهي ڇهه آهن سو جوڙ اهڙو آهي
جهڙو ڇنجي نه بام لڳدي آهي. تنهن ڪري واچيه
ارٿ ڪري وروڌ آهي ۽ لکيڻا ڪري لکيه ارٿ
ڄاڻڻ ته وروڌ نه ٿيندو.

दोहा· आदि दोय नहिं सम्भवै, महावाक्यमें तात।
भागत्याग यातैं लखहु, ह्वै जातैं कुसलात ॥४२॥

دوها ٤٢- ڀيراؤن ڀيٽي نا نهين، مها واڪيه ۾ تاس،
ڀاڳ تياڳ سان ڄاڻ اون، جنهن سان ٿئي ڪشلاس.

ٽيڪا:- هي پيارا! مها واڪيه ۾ وري جهڙي اڳهتي
لاڳو نه آهن تنهن ڪري مها واڪيه ۾ "ڀاڳ تياڳ
لکيڻا" لاڳو سمجهه. انهن ڪرڻ سان ته وروڌ واري
مشڪلات جا واچيه ارٿ ڪري ٿي سا نه رهندي.

---

(١) ڪلياڻ يا ڀلو.

اُبتر ڏرم جنهن ۾ رهن ٿا سو جيو چيٽن، "تومَ" پد جو واچيه چاڻڻ اهي ڏرم آهن (١) *الپ شڪيتوان (٢) الپگيه، (٣) پريڇن (٤) انيش (٥) ڪرم جي آڌين (٦) اوديا ڪري موهت (٧) ڀند موکيه وارو ۽ (٨) پرتکڪه، جو پنهنجو سروپ ڏرڪن جيو کي پرتکڪه آهي. اتي چئجي ته ايشور جو سروپ به ته ايشور کي پرتکڪه آهي پوءِ انکي پروکش ڇو چيل آهي؟ تہ اُنجو جواب هيءُ آهي، ته هت مراد آهي ته ايشور جو سروپ ڪري ايش کي پرتکڪه آهي ته به جيو کي پرتکڪه نہ آهي؛ مگر جيو جو سروپ جيو توڙي ايشور ٻنهي کي پرتکڪ آهي.

## (٤٣٥) مهاواڪين ۾ ايڪتا جي ضرورت.

दोहा- महावाक्यमेँ एकता, है दोनोंकी भान।
सो न बने यातेँ सुमति, लछ्य लछनहि जानि ॥४१॥

دوها ٤١- مهاواڪيه ۾ ايڪتا، تنهي ٻنهي نہ سڃاڻ،
سا نہ ٿئي ان لاءِ سگهڙ، لکيه لکيتا ڄاڻ.

ٽيڪا:- "سام ويد" جي "ڇاندوگيه اپنيشد"
اُدالڪ منيءَ پنهنجي پٽ سويتڪيتوءَ کي
[illegible]ت جي اُپديش ڪرڻ واري ايشور جو ذڪر

---

* الپ = ٿورو؛ الپگيه = سڀني کي نہ ڄاڻندڙ؛ پريڇن = [illegible] ويآپڪ (هڪ هنڌ هجي تہ ٻئي هنڌ نہ هجي؛)
[illegible] = اڻ ايش يعني ٻين جو پريرڪ نہ. (١) لت توم پد.

لکيل ڏيکارڻ واسطي "تت" پد ۽ "توم" پد جو
واچيه ارٿ سمجهايو وڃي ٿو:-

### تت پد جو واچيه ارٿ.

दोहा- सर्वसक्ति सर्वज्ञ विभु, ईश स्वतन्त्र परोछ।
मायी तत्पद वाच्य सो, जामैं बंध न मोछ ॥३९॥

دوها ٣٩- سرو شڪتي سروگيه وڀو، ايش سوتنتر پروڪيه،
مائي "تت" پد واچيه سو، جنهن ۾ بند نه موڪيه.

ٽيڪا:- جو سرو شڪتي مان يعني جنهن ۾ سرو سامرٿيا آهي جو سروگيه يعني سڀني وستن جو ڄاڻندڙ آهي، جو وڀو يعني سڀ ۾ وياپڪ آهي، جو ايش يعني سڀ جو پريرڪ آهي، جو سوتنتر يعني ڪرمن جي آڌين نه آهي، جو پروڪش يعني جيو لاءِ پرتيڪه وشيه نه آهي، جنهن جي آڌين خود مايا آهي، جنهن ۾ بند موڪيه نه آهن، اُهو ڌرمن وارو ايشور - چيتن، "تت" پد جو واچيه ارٿ آهي.

### (٣٣٣) توم پد جو واچيه ارٿ.

दोहा- कहे धर्म जो ईसके, सब तिनतैं विपरीत।
है जिहि चेतनजीव तिहि, त्वंपदवाच्यप्रतीत ॥४०॥

دوهو ٤٠- چيل ڌرم جي ايش جا، سڀ اُن ابتڙ ڄاڻ،
سي ڌرم چيتن جيو جا، "توم" پد واچيه سڃاڻ.

ٽيڪا:- جيڪي ايش جا ڌرم چيا ويا تن...

(1) جنهن جي آڌين آهي مايا؛ مايا وارو.

ته اُن کي ڇو ن ڀاڳ تياڳ لڪڻا. ڄن کي ”ڄهڙا ڄهڙي لڪڻا“ به چون. ڄڏهن ٻئي ڪنهن ديس ۾ آڳهه ڏٺل پدارٿ کي ڏسي ڪو چوي ته ”هي اُهو آهي“، سو ڀاڳ تياڳ لڪڻا جو مثال آهي. سو ڄڻ ريت جو گذريل ڪال ۽ ٻئي ديس ۾ موجود وستو کي ”سو“ سان چئجي ٿو؛ يعني ته ”سو“ پد جو واچيہ آرٿ آهي آڳهه ٻئي ديس ۾ ڏٺل وستو. وري هلندڙ ڪال ۾ ويجهي ديس ۾ موجود وستو کي چئجي ٿو ”هي“. يعني ته ”هي“ پد جو واچيہ آرٿ آهي هلندڙ ڪال ۽ ويجهي ديس ۾ اسٿت وستو.

هاڻي گذريل ڪال جو هلندڙ ڪال سان آهي ورودهہ؛ پرڻهن ديس جو ويجهي ديس سان به آهي ورودهہ. تنهنڪري انهن ٻن وستن جو *سمدايڪ واچيہ آرٿ، جنهن ۾ سمجهجي ته ”سا“ وستو ”اهائي“ آهي سو ممڪن ڪين آهي. تنهنڪري ٻنهي پدن مان ديش ڪال واري واچيہ ڀاڳ کي ڇڏي باقي ٻنهي پدن ۾ جيڪو رکو وستو وارو ڀاڳو آهي تنهنکي ورتو ويو جنهنڪري چئجي ٿو ”ڀاڳ تياڳ لڪڻا.“

## (۴۳۲) مهاواڪين ۾ لڪڻا.

”تتومسي“ يعني †تت- توم- اسي مهاواڪيہ ۾

* ڪٺو يا گڏيل. † تت = سو؛ توم = تون؛ اسي = آهين.

ته اُن کي چون ڀاڳُه تياڳُه لکيٺا. ٻن کي "جهتا جهتي لکيٺا" به چون. جتي ٻئي ڪنهن ديس ۾ آڳِه ڏٺل پدارٿ کي ڏسي ڪو چوي ته "هي اُهو آهي"، سو ڀاڳُه تياڳُه لکيٺا جو مثال آهي. سو ٻن ريت جو گذريل ڪال ۾ ۽ ٻئي ديس ۾ موجود وستو کي "سو" سان ڄاڻجي ٿو؛ يعني ته "سو" پد جو واچيه آرٿ آهي آڳِه ٻئي ديس ۾ ڏٺل وستو. وري هلندڙ ڪال ۾ ويجهي ديس ۾ موجود وستو کي ڄاڻجي ٿو "هي". يعني ته "هي" پد جو واچيه آرٿ آهي هلندڙ ڪال ۾ ۽ ويجهي ديس ۾ استٿ وستو.

هاڻي گذريل ڪال جو هلندڙ ڪال سان آهي وروڌ؛ پرئين ديس جو ويجهي ديس سان به آهي وروڌ. تنهنڪري اهڙين ٻن وستن جو *سمدايڪ واچيه ارٿ، جنهن ۾ سمجهجي ته "سا" وستو "اهائي" آهي سو ممڪن ڪين آهي. تنهنڪري ٻنهي پدن مان ديش ڪال واري واچيه ڀاڳُه کي ڇڏي باقي ٻنهي پدن ۾ جيڪو رکو وستو وارو ڀاڳو آهي تنهنکي ورتو ويو جنهنڪري ڄاڻجي ٿو "ڀاڳُه تياڳُه لکيٺا."

## (۴۳۲) مهاواڪين ۾ لکيٺا.

"تتوامسي" يعني †تت. توم. اسي مهاواڪيه ۾

* ڪٺو يا گڏيل. † تت = سو؛ توم = تون؛ اسي = آهين.

يعني "ڳاڙهو" اُن تعلق سان جو ڪناري جي چاڙهه تي سا ڪناري ۾ ٿي لکيا، سچي واچيه کي جو ڇڏي ڏٺو ويو ته اِها ٿي "جهتي لکيا."

(۴۳۱) اجهتي لکيا.

واچيه آرٿ سميت واچيه جي سنبنڌ جو جنهن پد مان گيان ٿئي تنهن پد ۾ اجهتي لکيا سمجهي وڃي ٿي، جيئن ڪو چوي ته "ڳاڙهو ڊوڙي ٿو" اتي ڳاڙهي پد جي ڳاڙهي رنگ واري گهوڙي ۾ اجهتي لکيا آهي؛ ڇو ته ڳاڙهي رنگ ۾ ته ڊوڙڻ جو امڪان ڪونهي، تنهنڪري ڳاڙهي کي نه ڇڏي گهوڙو ساڻس گڏي ڳاڙهو گهوڙو سمجهيو ويو؛ اِها ٿي ڳاڙهي پد جي "اجهتي لکيا".

ڪٺ جو ڪٺي ۽ سان آهي تادانميه سنبنڌ، ۽ ڳاڙهو به روپ جي پيدا ڪري "ڪٺ" آهي. وري "ڳاڙهي" پد جو واچيه ارٿ آهي لعل ڪٺ، ۽ لعل ڪٺ جو ڪٺي آهي گهوڙو، تنهنڪري گهوڙي جو ۽ ڳاڙهي جو تادانميه سنبنڌ آهي، سو ڳاڙهي پد جي گهوڙي ۾ ٿي لکيا. وري واچيه آرٿ لعل کي نه ڇڏي جو لعل گهوڙي جو گرهڻ ڪيو ويو تنهنڪري لعل گهوڙي ۾ ٿي "اجهتي لکيا"

(۴۳۲) ڀاڳ تياڳ لکيا.

ڪاٺي ڪوت جي ستيو ۽ تڪ جو ارٿ سمجهجي، جنهن ۾ ڀاڳ تياڳ لکيا سمجهائل آهي. پدن جي واچيه آرٿ ۾ ڪي ڀاڳو ڇڏڻو هجي ۽ ڪي ڀاڳو نه ڇڏڻو هجي

جاڻ ٿئي ٿين ان ارٿ کي چئجي لکيہ ارٿ.
[مطلب تہ "لکيہ ارٿ" اهو آهي جو خود واچيہ ارٿ نہ هجي، پر واچيہ ارٿ سان تعلق رکندڙ هجي، جيئن "شيري پنجاب" جو ارٿ آهي "لالا لجپتراءِ" سو آهي واکيہ جو "لکيہ ارٿ."] ائين لکيڻا جو ارٿ ڄاڻايو ويو. لکيڻا ٽن قسمن جي آهي: هڪ "جهتي"، ٻي "اجهتي" ۽ ٽيون کي چون "ڀاڳ، تياڳ" يا "جهتا جهتي."

## (۴۳۰) جهتي لکيڻا.

جتي واچيہ ارٿ سارو تياڳي بعد ٻي واچيہ ارٿ جي سنبنڌ جي ڄاڻ ٿئي اتي چئجي جهتي لکيڻا. ئن ڪو چوي تہ "گنگا تي [فلاڻو] گهوٽ آهي." اتي گنگا کي ڇڏي گنگا جي ڪناري ۾ "جهتي کيڻا" ٿي ڪاجي يعني سنبنڌ ٿو جوڙجي. ڇو تہ نگا لفظ جو ارٿ آهي گنگاندي، جنهن ۾ آهي پاڻي و وهڪرو. اُن تي گهوٽ ٿي نٿو سگهي. تنهنڪري نگا پد جو واچيہ ارٿ جا ندي سا ڇڏي، اُنجو سنبنڌي ڪنارو سو معلوم ڪيو ويو. انهيءَ طرح سنبنڌ جوڙيو و. اهڙي هت گنگا پد ۾ جهتي لکيڻا ٿي.
تخفيف:- واچيہ جي سنبنڌ کي چئبو ويو "لکيڻا."
ئين واکيہ ۾ گنگا پد جو واچيہ ارٿ آهي پاڻي جو ڪرو، تنهنجو ڪناري سان آهي "سنبنڌ" — سنبنڌ

کي شڪتي، ارٿ خواه واچيہ ارٿ ٿئي سگهجي ٿو.
واچيہ ارٿ جي ڄاڻائڻ واري پد کي چئبو "واچڪ".

(۴۳۹) لکيہ ارٿ ۽ لکڻا جو سامانيہ روپ.

कवित्त- सक्यको संबंध जो स्वरूप जानि लच्छनाको।
लच्छना सो भान जाको लच्छ सु पिछानिये॥
वाच्य अर्थ सारो त्यागी, वाच्यको संवध जहां।
होई परतीति तहां "जहती" बखानिये।
वाच्ययुत वाचके सम्बन्धीका जु ज्ञान होय।
तांहि ठौर लछना "अजहती" हि मानिये॥
एक वाचय भागत्याग होत तहां भागत्याग।
दूजो नाम जहती अजहती प्रमानिये॥३८॥

ڪوت ۳۸- شڪتيہ جو سمبنڌ سو، سروپ ڄاڻ لکڻا جو؛
لکڻا سان ڄاڻ جنهن، لکيہ سوئي ڄاڻجي؛
واچيہ ارٿ سارو ڇڏي، واچيہ جو سمبنڌ جتي،
لي ٿئي پرتيت تتي، جهتي وکاڻجي؛
واچيہ سميت واچڪ، سمبنڌي جي ڄاڻ ٿئي،
ان هنڌ لکڻا، اجهتي سڃاڻجي؛
هڪ واچيہ ڀاڱي ڇڏي، ڀاڱ تياڳ لي آئي لتي،
ٻيو نالو جهتي، اجهتي ڀڃاڻجي.

ٽيڪا:- لکڻا جي وصف ٿئي آيا آهيون "شڪتي يعني واچيہ ارٿ جو سمبنڌ يعني تعلق." جنهن پد جي شڪتيءَ سان پدارٿ جو گيان نہ ٿئي تنهن لکڻا سان

نہ اُن ۾ ڀيد پکيہ وارو دوش آهي ۽ نہ اڀيد پکيہ وارو دوش آهي.

انهيءَ ريت ڏيکاريو ويو تہ ڀيٽ جو پکيہ جو آهي تہ ”واچڪ واچيہ جو ڀيدا ڀيد روپ تادامتيہ سمبنڌ ئي شڪتي آهي“ سو ٺيڪ نہ آهي. بلڪ پد جي پڙهڻ سان ئي ارٿ جي گيان ڪرائڻ جو جيڪو پد ۾ سامرٿيہ آهي سا ئي پد ۾ شڪتي آهي. انهيءَ شڪتيءَ جو ذڪر تي رهيو.

## (۴۲۸) ”شڪيہ“ جي وصف.

ٽاڻي ”لکيڻا“ جو ذڪر هلي ٿو. شڪيہ جي سمبنڌ کي ڄاڻجي لکيڻا. لکيڻا جي ڄاڻڻ لاءِ پهريائين ”شڪيہ“ جي سمجهڻ ضروري آهي، تنهنڪري شڪيہ جو لکيڻ يعني وصف جو ذڪر ٿو ڪجي.

दोहा– है पदमैं जा अर्थकी, सक्ति सक्य सो जानि।
वाच्य अर्थपुनि कहततिहिं, वाचक पदहि पिछानि ॥३७॥

دوها ۳۷- ڪنهن پد ۾ جنهن ارٿ جي، شڪتي شڪيہ سو ڄاڻ؛
”واچيہ ارٿ“ ٻيو چون تنهن، ”واچڪ“ پد نہ سڃاڻ.

ٽيڪا:- پد ۾ جنهن ”ارٿ“ جي *شڪتي آهي، اُن پد جي ارٿ کي چئجي شڪيہ، تنهن ”شڪيہ ارٿ“ کي ”واچيہ ارٿ“ بہ چون. جئن اگني پد ۾ ڀاهہ روپ ارٿ جي شڪتي آهي، تنهنڪري ڀاهہ پدارٿ

* شڪتي يعني ڄاڻائڻ جي سامرٿي.

جيئن: — مٽيءَ جي پنڊ ۾ گهٽ جي سامرٿيه روپي شڪتي آهي ۽ نه تيل جي، وري ترن ۾ تيل جي آهي ۽ نه گهٽ جي. تنهنڪري مٽيءَ جي پنڊ مان گهٽ جي اُتپتي ٿيڻ جي آهي ۽ نه تيل جي؛ ترن مان وري تيل جي اُتپتي ٿي سگهندي ۽ نه گهٽ جي. انهيءَ ريت اُپادان ڪارڻ ۽ ڪاريه جي اڀيد آهي مڃڻ ۾ دوش ڪونهي پاڻ ڀيدا ڀيد ٺيڪ نه آهي، جو ڀيد جيڪي دوش ڀيد ۾ يا اڀيد ۾ ڏيکاريا آهن سي نه خود ڀيد جي مت ۾ ئي اچي ٿا وڃن. ڀيد قبوليو آهي ڀيد سهت اڀيد، جنهن ڪري اهو سڀ ٿو ٿئي ته ڪارڻ ۽ ڪاريه جي وچ ڀيد به آهي ته اڀيد به آهي سو جي ڀيد آهي ته ڀيد پکيه وارو دوش اچي ويو؛ وري جي اڀيد آهي ته اڀيد پکيه وارو دوش رهجي وڃي ٿو. جيئن چوريءَ جو دوش چور ۾، جوئا جو دوش جواريءَ ۾ رهي ٿو، پر جيڪڏهن ڪو چور ۽ جواري به هجي ته اُن ۾ ٻئي دوش ٿيندا. تئن گڻ گڻي وغيره ۾ به ڀيد اڀيد مڃڻ سان ٻنهي پکن جا دوش رهندا. مگر شڪتي واد جي مت ۾ ڪيول ڀيد قبول ڪرڻ سان دوش نٿو رهي، ڇو ته گڻيءَ ۾ گڻ ڌارڻ جي شڪتي آهي ۽ نه ٻئي ڪا جهه ڌارڻ جي. انهيءَ ڪري ڀيد پکيه ۾ جو دوش ڏنو ويو ته جيئن گهٽ جو روپ گهٽ کان ڀِن آهي تئن پٽ وغيره به گهٽ کان ڀن آهن، ته پوءِ گهٽ جي روپ وانگر پٽ وغيره به گهٽ ۾ ڏسڻ گهرجن؛

ٻن کھت پيدا ٿئي، ته اُنهيءَ ٻن تيل جي ٻه مٽيءَ
جي پنج مان اُتپتي ٿيڻ گهرجي، پر اهو ته ٺهڻو نه آهي؛
تنهن ڪري انهيءَ ٻن کهت جي ٻه مٽيءَ جي پنج
مان اُتپتي نه ٿيڻ گهرجي.

(۴۲۶) اهو دوش نيايڪ مت ۾ لاڳو ٿئو ٿئي،
جو ته ڪُل وستن جي اُتپتي ۾ نيايڪ *پراڳ اڀاو
ڪارڻ مڃين ٿا. ڏٺن کهت جي اُتپتي ۾ ڏنڊ و
چڪر ڪلال ڪارڻ آهن تن کهت جو پراڳ اڀاو
به کهت جو ڪارڻ آهي؛ انهيءَ رات سڀ جو پراڳ
اڀاو سڀ جي اُتپتيءَ ۾ ڪارڻ آهي؛ کهت جو پراڳ
اڀاو رهي ٿو کهت جي اُپادان ڪارڻ ۾، نه ڪنهن
ٻئي ۾؛ تيل جو پراڳ اڀاو رهي ٿو ٿرن ۾ نه ڪنهن
ٻئي ۾؛ انهن سڀ ڪارڻن جو پراڳ اڀاو هر ڪنهن
جي اُپادان ڪارڻ ۾ رهي ٿو؛ تب جنهن پدارٿ ۾
جنهن جو پراڳ اڀاو آهي تنهن پدارٿ مان تنهن جي
اُتپتي ٿئي ٿي؟ نه ڪنهن ٻئي جي. تنهن ڪري
ڪارڻ ڪارڻ جو انهيءَ پيد مجوط سان نيايڪ
مت ۾ ڪو دوش ٿئو ٿئي.

(۴۲۷) ورِي "سامرٿيه" روپ شڪتي واد وارن
(ويدانتين) جي مت ۾ به دوش ڪونهي، سو

* ڪارڻ جي اُتپتي کان اڳ جو ڪارڻ جو اڀاو
آهي اُنکي چئجي پراڳ اڀاو.

*ٻن نہ آهن، مگر گهٽ پد ۾ ڪلي روپ ارٿ جي ڪيان ڪرائڻ جي شڪتي آهي؛ پر نہ ٻئي ڪنهن ارٿ جي ڪيان ڪرائڻ جي. تنهن ڪري گهٽ پد سان ڪلي روپ ارٿ کان ٻين ارٿ جي پرتيت ٿيڻ جي نہ آهي. انهيءَ رڳت جنهن پد ۾ جنهن ارٿ ڪرڻ جي شڪتي آهي تنهن ارٿ جي تنهن پد ۾ پرتيتي ٿيڻ جي آهي ۽ نہ ٻئي ڪنهن ارٿ جي؛ انهيءَ طرح واچڪ ۾ اتپنت پد مڃڻ ۾ ڪو دوش ڪونہ آهي؛ انهيءَ ڪري تن جو ڀيد سهت اڀيد روپ تادانمير سنبنڌ ٿيڻ جو نہ آهي، جو ڀيد ۽ اڀيد ٻاڻ ۾ وروڌي آهن.

(٤٢٥) ٽيئن اُپادان ڪارڻ جو ڪاريہ سان ڀيد سهت اڀيد ڪونهي، پر ڪيول ڀيد آهي. ۽ ڪيول ڀيد ۾ جو دوش ڇهو ويو سو نيايڪ ۽ شڪتي وادي (سڌانت) جي مت ۾ ڪونہ ٿو ٿئي. اهو دوش هن طرح ڇهو ويو تہ گهٽ ڪڻ مٽيءَ جي پنج مان اتپنت

* ويدانت مڃي ٿو "انروچنيہ تادانمير" اُپادان ڪارڻ ۽ ڪاريہ ۾ خواہ ڀيد ۽ ڀدارٿ ٻہ؛ مگر هت ذڪاريو ويو آهي تہ انهن ۾ ڪيول ڀيد مڃجي تہ بہ پت جو ڇهل دوش ويدانت مت ۾ لاڳو ٿي نٿو سگهي. اُن کي ڇڏجي **پروڌي واد**: يعني برخلاف ڌر جو مت في الحال قبول ڪري بہ پنهنجي مت کي عيب کان آجو ثابت ڪرڻ.

تنهنڪري برهمڻ سان تہ سڀني جو ايڪ ڪٿي آهي، پر گهٽ وغيره پدن جو ٻنهي جي ٻڙ روپ واچڪ ارٿ سان ايڪ ڪنهن بہ ريت نٿو بڻي. تنهن ڪري ثابت آهي تہ پت جي مت وارو واچ، واچڪ جو ايڪ لڪ نہ آهي.*

(۴۲۴) جيڪي واچ، واچڪ جو فقط ڀيد قبول ڪن ٿا، تن جي مت ۾ "پت" دوش ٽڪاريو تہ جيڪڏهن گهٽ پد جو واچ سان ابيدت ڀيد مڃي تہ جيئن گهٽ پد مان ابيدت ٿي پت يعني وستر جي ارٿ جي پرتيتي ٿئي ٿي، تيئن گهٽ پد مان ابيدت ٿي دلي ارٿ جي پرتيتي بہ جيڪر تہ ٿئي، وري گهٽ پد کان واچ کي ڀي مڃي جي گهٽ پد مان دلي جي پرتيتي مڃي تہ جيئن گهٽ پد مان ابيدت ٿي دلي روپ ارٿ جي پرتيتي ٿئي ٿي، تيئن ابيدت ٿي وستر جي بہ گهٽ پد مان پرتيت ٿيڻ گهرجي. سو دوش اوهان جي مت ۾ لڳندو، جيڪي سامرٿيا يا اڇا کي شڪتي نہ ٿا مڃيو.

جيڪي شڪتي قبول ڪن ٿا تن جي مت ۾ اهو دوش نہ آهي، ڇو تہ گهٽ پد جو واچ، دليءَ ۽ تنهنجو آواچ، وستر وغيره سان گهٽ پد کان

* فقرہ (۴۲۲) ۾ ٽڪاريو ويو آهي.

جي آهوتي روپ اُپاسنا ڇپل آهي. سي سرڳ وغيره ته اکن آهن ئي ڪين؟ نه شردا وغيره ئي آهوتيون آهن، ته به ويد جي آکيا موجب اُن نموني اُپاسنا ڪرڻي پوندي. ساڳيءَ طرح اوم اکر جي برهم روپ ڪري اُپاسنا ڇپل آهي؛ اتي اوم اکر برهم روپ ڪين آهي، ته به انکي برهم روپ ڪري اُپاسنا ڪرڻ جوڳي ٿئي ٿي. اُپاسنا واري واڪيه ۾ وستوءَ جو اپيدئي شرط کهرجي، سو فرضي نه آهي.

وستوءَ جي اپيدتا جو ضرور ڪونهي، بلڪ ٻين وستوءَ جي به آهن روپ دوارا اُپاسنا ٿيڻ جي آهي.

ويچار ڪري ڏسجي ٿو ته برهم جو واچڪ جو اوم ڪر آهي تنهن جو ته پنهنجي واچيه برهم سان اپيد ڪري ڻي به، مگر کهت وغيره اکرن ٻين پدن جو پنهنجي پنهنجي جڙ روپ ارٿ سان اپيد نٿو بڻجي، سو ڏيکارين ٿا: ڪل نام روپ برهم ۾ ڪلپت (خيالي بنيل) آهن؛ برهم اڌشٽان آهي. اوم اکر به برهم جو نالو آهي، تنهنڪري برهم ۾ ڪلپت آهي. "ڪلپت وستو اڌشٽان ن نياري ڪين آهي،" بلڪ اڌشٽان روپ آهي؛ تنهنڪري اوم اکر برهم روپ ئي آهي. کهت وغيره ن جو سندن جڙ روپ ارٿ (پدارٿ) اڌشٽان نه ي؛ بلڪ واچيه (پدارٿ) سميت کهت وغيره پد ر ۾ ڪلپت آهن، ؟ برهم انهن جو اڌشٽان آهي؛

رکيل نہ آهي ته اوم ۽ برهم جي ابهدتا ڏيکاري ٿي، پر مراد آهي ته ”اوم اکر کي برهم روپ ڄاڻي اپاسنا ڪجي.“ جنهنجي اپاسنا ڪرڻ لاءِ چئجي ٿو تنهن لاءِ اِهو نيم نہ آهي ته جهڙي اپاسنا جي ريت مقرر ڪجي هوبهو تهڙوئي روپ اپاسيہ جو هجي؛ بلڪ نيم آهي تہ وستوءَ جو اصل سروپ ڇڏي ٻئي سروپ جو خيال رکي اپاسنا ڪجي.

مثلاً سالگرام ۽ نرمديشور جي اپاسنا وشنو روپ ۽ شو روپ سان مقرر ڪيل آهي؛ مگر سالگرام ۾ سدڪر چڪر وغيره سان چترڀڄي وشنوءَ جو روپ ڪونہ آهي؛ ۽ شو جو گنگا پوشت جٽائن وارو ۽ چرم ڪپالڪا سهت ۽ پدما مدرا ڌارڻ ڪيل، شرط ۾ آيلن کي ٽن ڪٽڻ رهت آتما جو اپديش ڏيندڙ روپ نرمديشور جو بہ ڪونہ آهي. سالگرام ۽ نرمديشور پٿر جا ٽڪرا آهن. تہ بہ اهي پٿر ڇڏي ٻئي ۾ شاستر انوسار وشنو ۽ شو جي روپن جي اپاسنا ڪرڻي آهي. تنهنڪري انهن حالتن ۾ اپاسنا اپاسيہ جي روپ آسري نہ آهي، پر وڌي (شاستر) جي آڌين آهي. وري جيئن ڇاندوگيہ اپنشد جي ”پنچ اگن وديا“ واري پرڪرڻ ۾ سورگ لوڪ، ميگهہ، پرٿوي، پرش ۽ استري - انهن پنجن پدارٿن جي اگن روپ ڪري اپاسنا چيل آهي؛ ۽ شردا، سوم، ورکا، انّ ۽ ويريہ، انهن پنجن پدارٿن جي پنج اگن

ٻيهارڻ. يعني تہ عبارت سمجهڻ جي تہ هڪ وستو جيئن ڪيترن جو پاڻ ۾ ڀيد آهي، مگر اُنجو ڀين ۾ ڀيد آهي؛ پر اُنجو جدين ۾ ڀيد آهي تنهن ۾ ڀيد ڪونهي، ۽ جدين ۾ اُنجو ڀيد آهي تنهن ۾ ڀيد ڪونهي. انهيءَ ڪري ڪنهن وستوءَ جو هڪ ئي پدارٿ ۾ ڀيد ۽ ڀيد ورو ثابت ڪري.

ڀيد، ڀيد پاڻ ۾ آهن وروڌي؛ جو هڪ وستوءَ ۾ جنهن جو ڀيد سڄي تنهنجو ڀيد، ۽ جنهنجو ڀيد سڄي تنهنجو ڀيد، سو ناممڪن آهي. تنهن ڪري جو واچڪ، واچڪ، ڪرڻ ڪٽي، جاتي ويڪتي، ڪريا ڪريا وارو، خواه اُپادان ڪارڻ ۽ ڪاريہ جو ڀيد ڀيد روپ تادانميہ قبول ڪيو ويو سو ٺيڪ نہ ٿيو.

(٤٢٣) ششيءَ جو چول آهي تہ "* واچيہ، † واچڪ جي ڀيد ڀيد ۾ پرماڻ آهي نہ واچڪ واڪيہ ۾ آهي ۽ واچيہ باهر آهي تنهنڪري ڀيد ٿيو؛ ۽ شرتيءَ ۾ اوم اکر برهم چيل آهي تنهن ڪري ڀيد ٿيو." تنهنجو جواب آهي.

दोहा– प्रनववर्न अरु ब्रह्मको, कह्यो जु भेद अभेद।
तामैं अन्यरहस्य कछु, लख्यो न भट सुभेद ॥३६॥

دوها ٣٦– پرڻو اکر ۽ برهم جو، چيو جو ڀيد ڀيد،
تنهن ۾ ڪجهہ جو آهہ سو، ڀٽ نا سمجهيو ڀيد.

ٽيڪا:- "اوم اکر برهم" ان واڪيہ ۾ اها مراد

* پدارٿ. † پد. (١) اوم.

جيڪڏهن گهٽ (ڪٽي) جو روپ (ڪٽ) سان اڀيدت ڀيد سڄي، ته جيئن گهٽ جو پٽ سان اڀيدت ڀيد آهي ته پٽ گهٽ جي آسري نه آهي پر سنتنتر آهي، تيئن گهٽ جو روپ به گهٽ جي آسري نه رهي. وري جي ڪٽ ۽ ڪٽيءَ جو اڀيدت ڀيد سڄي نه به گهٽ جو روپ گهٽ جي *آسري نه رهي. جو ته ڪابه وستو پاڻ پنهنجو آسرو نه آهي. ايو ٿيو ڪٽ ڪٽيءَ جو ڀيد اڀيد تادائميہ سمبنڌ.

اهائي يڪتي جاتي ويڪتي، ۽ ڪريا ۽ ڪريا واري جي ڀيد اڀيد روپ تادائميہ سمبنڌ ۾ به لڳائڻ گهرجي: وڌيڪ ڪٿهن يڪتيءَ جو پريوجن ڪي ڪونهي.

(۴۲۲) ڀيد مت جو کنڊن.

दोहा- एक वस्तुको एकमैं, भेद अभेद विरुद्ध ।
युक्ति युक्त यातैं कहत, यह मत सकल असुद्ध ॥२५॥

دوها ۳۵- هڪ جو هڪڙي ڀيد ۾ ڀيد (اڀيد) ايڪتا خلاف
يڌوان پنڊت چون، متو اهو نا صاف.

ٽيڪا:- جيئو ٽيڪ هڪ گهٽ ۾ پاڻ ڪري پاڻ سان اڀيد آهي ۽ ٻين جو وري اُن ڀيد آهي، مگر جنهن جو اڀيد آهي تنهن جو ڀيد ڪونهي ۽ جنهن جو ڀيد آهي تنهن جو اڀيد ڪونهي. تنهنڪري ڪنهنجو هڪ ئي وستوءَ بنسبت ڀيد اڀيد ٻڌڻ تهڙو وروڌ

* گهٽ ۽ پٽ جو آشريہ آشرت ڀاءُ هوند نظر نه اچي.

جي ته اُن مان گهٽ جيڪر* اڻڀو ٿئي، جهڙو اُن مان
ڪري. وري جي گهٽ ۾ مٽيءَ جي پنڊ جو
ٿو اپيد ڀاسجي، ته مٽيءَ جي پنڊ مان گهٽ جي
ٿو ڏسجي، ڇو ته پنهنجي ئي سروپ مان پنهنجي
ٿيڻ جي لئه آهي. تنهن ڪري سمجهڻ
ته اُپادان ڪارڻ جو ڪاريه سان ڀيد سهت
آهي. اُنهن جو اپيد آهي ته اڀنت ڀيد پکيه
دوش ڪونهي، وري ڀيد به آهي، تنهن ڪري

संबंध लखि तादात्म्य इनको, कार्यकारन सान ॥३४॥

دوها ۳۴- حالي ويڪتي ڳڻ ڪٽي، ڪريا ۽ ڪندڙ ٻاڻ،
سمبنڌ تاداتميہ ان جو، ڪاريہ ڪارڻ ساڻ.

ٽيڪا:- گهڻن ۾ جيڪو هڪ ڌرم رهندو تنهن ”جاتي“ چئجي ٿي. جيئن ڪل برهمڻن سوين ۾ برهمڻ پڻو، ڪل سودرن ۾ سودرپڻو، ڪل جيون ۾ جيوپڻو. هت برهمڻ پڻو وغيره جاتي آهي، ۽ جن جي آسري اها جاتي آهي تنهن کي چئجي ”ويڪتي“. روپ، رس، گنڌ وغيره آهن ”گڻ“، تنهن جو آسرو يعني جن ۾ گڻ آهن سي چئجن گڻي. وري گمن آگمن يعني اچڻ وڃڻ آهن ”ڪريائون“، تنهن جو آسرو آهي انهن جو ”ڪرياوان“ يعني ڪندڙ، جاتي ويڪتي، گڻ گڻي، ۽ ڪريا ڪرياوان جو پاڻ ۾ تاداتميہ سمبنڌ آهي. تاداتميہ چئجي ڀيد سميت ابيد.

جيتوڻيڪ نمت ڪارڻ جي حالت ۾ ڪارڻ ڪاريہ جو ڀيد ابيد تاداتميہ نہ آهي بلڪ اتيمت ڀيد آهي، تہ بہ اپادان ڪارڻ جو ڪاريہ سان ڀيد ابيد تاداتميہ سمبنڌ آهي. جيئن دلي جو نمت، جي ڪنڀار، ڏنڊو وغيره آهن، تنهن جو گهٽ روپ ڪاريہ سان اتيمت ڀيد آهي، پر اپادان ڪارڻ، جا مٽي آهي تنهن جو گهٽ ڪاريہ سان ڀيد سميت ابيد آهي. ڇوته گهڙو گهٽ ۽ مٽيءَ جي پنڊ (ڳوڙي) جو اتيمت

انيشٽ اپيد ٻه نه آهي، مگر "پيد سهت اپيد" آهي،
ان مڪيه ۾ ڪوئي دوش نه آهي.

اهڙيءَ طرح معلوم ٿيو ته جت ڪٿ پرمانجي پرمانجي واچيه کان واچڪ پدن جو پيد سهت اپيد آهي. اهڙيءَ پيد سهت اپيد کي ئي پت مت وارا ڏاڏانمير سمبنڌ ٿا چون، ۽ اهو پيد اپيد روپ ڏاڏانمير سمبنڌ ئي ڪل پدن ۾ پرمانجي پرمانجي ارٿ جي "شڪتي" آهي، الهيءَ سمبنڌ کان الڳ، سامرٿيه روپ شڪتي ڪانهي.

(۴۳۰) ساکي پرمانڻ جوڙ ۾ ٿو اچي.

सार्ध शंकर छंद

यह ॐ अक्षर ब्रह्म है, यूं कहत वेद अभेद।
पुनि वानिमैं पद अर्थ बाहर, देखियत यहभेद ॥३३॥

دوهو ۳۳- "اوم" اکر ئي برهم آ، جئن اِئن ويد اَپيد،
واڻيءَ ۾ پد ٿو اچي، ٻاهر ارٿ سو ڀيد.

ٽيڪا:- مانڊوڪيه وغيره اُپنشدن يعني ويدواڪين ۾ چيل آهي ته "اوم اکر برهم آهي." انهيءَ وياڪرڻ موجب اوم اکر جو ارٿ آهي پرڪاش روپ، سڀ جي رکيا ڪندڙ، اهو آهي برهم، تنهن ڪري اوم اکر برهم جو واچڪ آهي ۽ برهم واچيه آهي. جيڪڏهن واچيه واچڪ جو پاڻ ۾ انيشٽ پيد مڃبو ته واچڪ اوم اکر ۽ واچيه برهم جو مانڊوڪيه وغيره اپيد نه چون ها پر

جيڪڏهين واچيه ۽ واچڪ وچ بلڪل ڀيد هجي، تہ
جيئن اگن پد جي واچيه* داهہ سان وات سڙي ٿو
تيئن واچڪ جي اچارڻ سان بہ جيڪر وات سڙي. مگر
پد جي اچارڻ سان تہ ائين ٿيندو نہ آهي، تنهنڪري
واچيه واچڪ بلڪل ڀيد نہ آهن ۽ بلڪ اگن پد جو
داهہ روپ ارٿ سان ڀيد سهت ڀيد آهي. ڀيد آهي
تڏهين تہ سڙڻ نٿو ٿئي، ۽ ڀيد آهي تہ اگني پد کان
داهہ جي ارٿ جي ڄاڻ جل وغيره واڱر نامڪن
نہ آهي.

جيئن آگني پد جو داهہ روپي آرٿ سان ڀيد
سهت ڀيد آهي تيئن اُدڪ، وَن، جل، دَڪَ خواه
جيون، انهن سڀني پدن جو پاڻيءَ روپ ارٿ سان
ڀيد سهت ڀيد آهي. جيڪڏهين اتيئنت ڀيد هجي تہ
جيئن اُدڪ وغيره پدن سان اتيئنت ڀن اگني وغيره
دارٿن جي پرتيت اُدڪ وغيره پدن مان نٿي ٿئي،
ڻن پاڻيءَ روپ ارٿ جي هوند اُدڪ وغيره پدن
سان پرتيت نہ ٿئي ۽ تنهنڪري اتيئنت ڀيد نہ آهي ۽
ڪي وري اتيئنت ڀيد آهي. جيڪڏهين اتيئنت
ڀيد هجي تہ جيئن پاڻيءَ کان وات کي ٿڌاڻ ملي ٿي
ڻن اُدڪ وغيره پدن اُچارڻ کان بہ وات کي ٿڌاڻ
علوم ٿيڻ گهرجي، پر ائين نہ ٿو ٿئي. تنهنڪري

* واچيه آهي پدارٿ ۽ واچڪ آهي پد يا نالو.

قبول ڪئي، ڇو ته اها سامرٿيہ روپ آهي. اهي رهت "پدارٿ جي ڄاڻڻ واري يوڪيتا" پد ۾ شڪتي نه آهي، بلڪ سامرٿيہ روپ ئي شڪتي آهي. جڳديش وياڪرڻ مت جا ٻيا سڀ ٻسر ڏسڻا هجن ته "منڻ ڪولت" ڏسڻ گهرجي.

(۴۱۹) پٽ جي متي موجب شڪتي ۽ جو لڪڻ.

अर्ध शंकरछंद

संबंध पदको अर्थसैं, तादात्म्य सक्ति सु वेद।
इस मतके अनुसारि भाखत, ताहि भेदाभेद ॥३२॥

چوپائي ۳۲- سمبنڌ پد جو ارٿ سان پاڻي، تادائميہ شڪتي بس سالي، "پٽ" مت وارن جو سو وارو، ڀيد اڀيد ڏاڍي بڌايو.

ٽيڪا:- پد جو ارٿ سان جيڪو تادائميہ سمبنڌ آهي سو پٽ جي مت وارا شڪتي چون ٿا، تنهن تادائميہ کي "ڀيد اڀيد" روپ چون. مطلب آهي ته اڳئين پد جو باهر پدارٿ سان بلڪل ڀيد ڪونهي. جيڪڏهن ڀيد هجي ته اگن پد سان باهر ارٿ جي پرتيتي ٿيڻ ڪانه ٿئي؛ جيئن جل وغيره بلڪل ڀن آهن ته انهن جي باهر پد سان پرتيتي به نٿي ٿئي. پر "اڳني" پد سان باهر ارٿ جي پرتيتي ٿئي ٿي، انهيءَ ڪري معلوم ٿيندو ته اڳني پد جو باهر ارٿ سان بلڪل ڀيد نه آهي. وري جيئن پد جو پهرئين ارٿ سان بلڪل ڀيد نه آهي تيئن بلڪل اڀيد به نه آهي،

ته ٽون ”جو سامرٿيه ته قبولين سو رکو پڻ ۾ يا
خود اکني وغيره پدارٿن ۾ به؟“ جيڪڏهن اکني
وغيره پدارٿن ۾ به سامرٿيه نه قبوليندو ته آهن ئي
ٻوڙن ۾ اٽڪندو جي مٿي ڪٿن ٽيل آهن.
[پرت پڪ ۽ اٽيڪ واري سمجهاڻي ڏسو.] پر جي
ٻين پدارٿن ۾ ته سامرٿيه قبول ڪري باقي رکو پڻ
۾ قبول نه ڪري، ته اُنجو جواب آهي ته سامرٿيه
پڻ لاءِ به اوس قبول ڪرڻو پوندو، جيئن اکني
آدڪ پدارٿن لاءِ قبول ڪرڻو پيئو. ڇو ته جيڪڏهن
پڻ ۾ سامرٿيه نه قبولجي ته جيڪو ”اسمرٿيه“ پڻ
آهي تنهن ۾ پدارٿ جي گيان کي اُپڻ ڪرڻ
جي يوڳيتا ڪيئن ٿي سگهي؟ جنهن ۾ سامرٿيا
نه آهي سو ”اسمرٿ“ آهي، اسمرٿ ٽيڪاري ٿو
نپو سنڪتا يعني پيدا ڪرڻ جي شڪتي رهت،
۽ يوڳتا ٽيڪاري ٿي پيدا ڪرڻ، تنهنڪري اهو
ڄوڻ ئي وروڌ وارو آهي ته پڻ ۾ سامرٿيه ڪانهي باقي
پدارٿن جي ڄاڻڻ جي اُن ۾ يوڳيتا آهي، جيئن ڇانڇي
ته نپو سنڪ وڻ اڪت وير آهي. لوڪ ڄاڻن ٿا
ته اسمرٿ مان ڪجهه ڪاريه ٿيڻو نه آهي، تنهن
ڪري اسمرٿ پڻ مان ارٿ جو گيان روپ ڪارج
پڻ ٿيڻو نه آهي. انهيءَ ڪري پڻ ۾ ”سامرٿيه“ ئي
مڃڻ جوڳي آهي! جي سامرٿيه قبوليو ويو ته شڪتي

سمرٿ بہ آهي ڪ ل، لن ڪان ٻيو سو ناھ.

دوھا ۳۱- آهي سمرٿي جي ڇوي، بہ ۽ سائي ٻاڻ،
ظاهر شڪتي لوڪ ۾، لنهن جي سهون سڃاڻ.
سمرٿا جيهن بہ الدر، بلڪل ڪڇ ئي ناھ،
سو ڄاڻائي وسمہ ڪي، ڪيئن نبٽو سو آھ.
شڪتي مڃهہ جي خامون، وڻا ڪرڻ مہ جي ن،
"دراڻ" نالي گرنٿ مان، اڙهي ٻروڙج سي ن.

ٽيڪا:- هي شش، جيڪي ارٿ-گيان جي هيڊيتا روپ يوگيعا کي شڪتي ڪري مڃين ٿا تن کان پڇجي تہ "تنهنجي مت موجب بہ ۽ سامرٿيا آهي يا نہ؟" جيڪڏهن بہ ۽ سامرٿيا مڃجي تہ پوءِ سامرٿيا کان جدا شڪتي مڃڻ جوڳي نہ ٿيندي، سامرٿيا روپ ئي شڪتي آهي سا مڃڻ گهرجي، سبب تہ سامرٿيا ٻل، شڪتي ۽ زور ساهي ڌاري لفظ ڏکري معنيٰ رکن ٿا، سو لوڪ ۾ پڌرو آهي. تنهنڪري بہ ۽ سامرٿيا مڃجي پوءِ ان کان ڀن يوگيعا کي شڪتي جوڙ مان لڪ ريٽ جي ورود ڪرڻ ڌاران ڪو ڦل ڪونہ ٿو ملي.

(۴۱۸) جيڪڏهن ائين چوي تہ "سامرٿيا کي ئي يوگيعا تو چوان" تہ پوءِ تہ ويدانت جو ئي مت سڌ ٿيو. ٻيو جي چوي تہ "مان سامرٿيا ئي نٿو قبول ڪريان، بہ ۽ پدارٿ جي ڪيان کي پيدا ڪرڻ جي 'يوگيعا' کي تو شڪتي چوان،" تہ انڪان پڇجي

سنڪلپ اوسار جا پد ۾ "سامرٿي" روپ شڪتي
رهي ٿي سائي پد جي شڪتي چوڻ ۾ ايندي. تنهنڪري
ايش اڇا کي پد جي شڪتي چوڻ لڳو بيٺي.

(۴/۱۶) وياڪرڻ موجب شڪتيءَ جو لڇڻ.

संकरछंद- योग्यता जो अर्थकीपद मांहि सक्ति सुदेखि।
यूं कहत वैयाकरनभूषन,कारिका हरि लेखि ॥२९॥

دوها ۲۹- ارٿ سنديءَ جا يوگيتا، پد ۾ شڪتي جاڻ،
وياڪرڻ پوشڻ ۾ چئو، هري پدپس پرماڻ.

ٽيڪا:- پد خود ۾ جا ارٿ جي يوگيتا يعني ارٿ
جاڻائڻ جو جيڪو پڻو آهي سائي پد جي "شڪتي" آهي،
جيئن گهٽ پد ۾ دلي روپ ارٿ جي گيان جي
جيڪا روپ يوگيتا آهي سائي شڪتي آهي. اهي
رڳت هري ڪارڪا جهڙي آڌار وٺي "وياڪرڻ پوشڻ"
گرنٿ ۾ شڪتيءَ جو ذڪر ڪيل آهي.

(۴/۱۷) مثنين جو کنڊن.

सार्ध शंकरछंद

सुन सिष्य वैयाकरनमतमें प्रवलदूपन, एक।
सामर्थ्य पदमें है न वा यह, पूछि ताहि विवेक॥
भाखै जुहै तौ सक्ति मानहु, ताहि लोक प्रसिद्ध।
कहि नाहिं जो असमर्थ पद सोअयोग्यहै यहसिद्ध ॥३०॥
असमर्थ है पद अर्थ योग्य रु, कहतही सविरोध।
जो और दूपण देखनो तो ग्रंथ दर्पन सोध ॥३१॥

دوها ۳۰- ۳۱- شش مت وياڪرڻ ۾ عيب ونو هڪ آهي،

ٿي ٿئي باقي اگنيءَ جي سامرٿيا غائب ٿئي ٿي؛ تنهن ڪري ساڙڻ جو هيتو ڇپجي سامرٿيا يا سامرٿيا سهت اگني. سامرٿيا جي اڀاو ٿيڻ تي ساڙڻ جو ڪم لئو ٿئي ٿو.

جيئن مڻڪ پرتبنڌڪ جي ويجهو اُتيجڪ آهي ته اُتي جيتوڻيڪ پرتبنڌڪ ته اگنيءَ جي سامرٿيا کي تروڌان ڪري ٿو يعني ڍڪي ٿو، مگر اُتيجڪ وري اُنجو پرادر ڀاءُ ڪري ٿو يعني ظاهر ڪري ٿو. تنهن ڪري پرتبنڌڪ جي هوندي به اُتيجڪ جي مهما سبب ساڙڻ جو هيتو جا سامرٿيا سا رهي ٿي؛ سامرٿيا سهت اگنيءَ جي هئڻ سبب ساڙڻ جو ڪم ٿئي ٿو.

چوويهه تتن جو ارٿ آهي ته هي ٻال! يعني آڻ جاڻ، جا پرت پنڌ سبب ناس کي پراپت ٿئي ٿي يا اُتيجڪ سبب پيدا ٿئي ٿي، سا سامرٿيا ساڙڻ جو هيتو آهي.

शंकरछंद- सिष रीति यह सब वस्तुमैं तूं, सक्ति लेहु पिछानि।
विन सक्ति नहि कछु काज होवै, यहै निश्चै मानि ।।२६।।

دوها ٢٦- اِهيءَ ريت سڀ وستن ۾، شش تون شڪتي ڄاڻ،
شڪتيءَ بن ڪجهه نا ٿئي، ڪر تون نشچيه ڄاڻ.

ٽيڪا: هي شش، باهه وانگر جل وغيره ڪل پدارٿن ۾ شڪتيءَ جو انگر ڄاڻ. شڪتيءَ بنا ڪنهن؟

دوها ۲۵- پرتبندڪ هوندي ٻاهر سان، ساڙي ڇش ني ڪان؛
زور اتيجڪ هي ڪري، ٻارڻ ۾ ٻلوان.
هڏي ٻاهر ۾ هيٺيان، سدا نه ساڙي ساه،
ڪم ني ٻڻ پئدا ٿئي، هيٺو شڪتي آهه.

ٽيڪا:- ڪارج جو ورونڌي جو مڃي سو آهي پرت بندڪ؛ وري پرت بندڪ هوندي ۽ ڪارج جو اڀاو ٿئي، تڏهن کي چئجي اتيجڪ. ٻاهر لاءِ مڻي منتر *اوشڌي پرتبندڪ ۽ اتيجڪ آهن؛ جيڪا مڻي، منتر ۽ اوشڌي ساڙڻ ۾ انڪار ڪري، سا "پرتبندڪ" آهي، جيڪا وري پرتبندڪ هوندي ئي ساڙڻ ۾ سهائڪ ٿئي سا "اتيجڪ" چئجي.

سو هي شڪ، پرتبندڪ هوندي ٻاهر ساڙي نٿي سگهي ۽ ڪو وري اتيجڪ ڪٿي رکجيس ته پرتبندڪ هوندي به ٻاهر ساڙڻ جو ڪم ڪريٿي. هاڻي وچار ڪر ته جيڪڏهين سامرٿيا کان سواءِ ٻاهر ساڙڻ جو هيٺو مڃي ته هر ڪال ۽ هر جاءِ يعني ته اتيجڪ سوت ڪي اتيجڪ رهت هوند ٻاهر ساڙي ڇڏي، پر ويدانت مت ۾ اهو دوش نٿو اچي ڇو ته ساڙڻ جو هيٺو مثل آهي اگني جي سامرٿيا، يا ڪري چئجي سامرٿيا سهت اگني، پر نه ڪيول اگني. جي پرتبندڪ آهي آني اگني ٻاهر ڪم ڪا،

* پيدا ڪرڻ ۾ سهائتا ڪندڙ: * پرليون-

دوھا ۲۴- پاسي نہ شڪتي داھہ ۾، داھہ ٻنا ڪجھہ ناھہ،
ڪارڻ جو ڪارڻ پڻ، اگنيءَ ۾ سو آھہ.
سا پڌن ۾ اڪرن سوا، شڪتي نہ پاسي ڪاءِ،
اُن لئہ اڇا جا ايش جي، مون شڪت اسچيہ ساءِ.
اڪرن ٻن ڪجھہ پڌن ۾، شڪتي پاسي ڪان،
اُن ليءِ انڇا ايش جي، شڪتي سا ڀڳوان.

ٽيڪا:- داھہ ۾ داھہ جي سروپ کان جدا شڪتي پرتيت ٿي ڪانھي، تنھن ڪري اھو چوڻ تہ ساڙڻ جو ھيتو داھہ ۾ سامرٿتا آھي سائي داھہ جي شڪتي آھي، سو نہ ٺو ڀڄي. ڇو تہ ساڙڻ جو مدار فقط داھہ تي ٿي آھي؛ سو *پرسڪ داھہ ۾ جلڻ جو ھيتو ڏا ڇڏي آھي، سڪ داھہ جي سامرٿا ڪي ھيتو محڪوم سان ڇا وري؟ سو، جھڙن دڙشٽانت ۾ سامرٿتا ممڪن نٿي سمجھجي، تھڙن ءِ پڌن ۾ بہ، اڪرن جو مجموعو جو پدن جو سروپ آھي، تنھن کان جدا شڪتي نٿي پاسي؛ تنھن ڪري محڪوم ۾ پريسو جن ٿي ڪونھي. تنھن ڪري ايشور جي اڇا روپ جا نياءِ جي ريت آھي، سا چڱي ٿي لڳي.

(۴۱۳) گرو ڏو جواب ڏني:-

शंकाछंद- प्रतिबंध होते वह्नितें नहिं, दाह उपजै अंग।
उत्तेजक रु जवधरै तब, फिरि दहै वह्नि स्वसंग॥
ह्वैमैं विह्नजो हेतुता, तौ दाह है सबकाल।
जो नसै उपजै वह्नि होते, हेतु सक्ति सुवाल॥२५॥

* ظاھر طھور؛ † ڪارڻ پڻو؛ § پد = لفظ.

کيان ڪرڻ جي سامرٿتا آهي ۽ سائي ”شڪتي ورتي“
آهي. تيئن ”پٽ“ پد ٻڌائڻ کي ڪپڙي جي ارث
ڏوکيان ڏيڻ جي جا سامرٿتا آهي سا آهي پٽ پد ۾ شڪتي
ورتي ۽ اهڙيءَ طرح ڪل پدن لاءِ ڄاڻڻ گهرجي.
سامرٿتا لاءِ سامرٿيڻي جو آهي، جنهن کي سامرٿيه،
شڪتي ۽ ٻل به چئجي. جيئن داهه ۾ ٻاڙ ساڙڻ ڪنهن
پدارٿ جي ملڻ ڪري آنگي جهت جلائڻ جي سامرٿتا
روپي شڪتي آهي، تيئن پد لفظ جي ڪن ساڻ
ميلي ٿيڻ تي ترت پدارٿ جي ڄاڻڻ جي جيڪا
پد ۾ سامرٿتا آهي سا ”شڪتي“ چئجي ٿي. آهي
ربت جل ۾ جا آلي ڪرڻ جي، يا آڳ لاءِ ٻڙ، يا ٻڌي
ٻڌڻ جي سامرٿيه آهي سا شڪتي آهي. اهڙي طرح
۽ پدارٿ ۾ پنهنجي پنهنجي ڪارج ڪرڻ جي جيڪا
سامرٿيه آهي، اها آهي شڪتي ۽ اهين ويد چون ٿا.
اهو نشچو ڪاري نياءِ جي ريت چئي ٿي.

(٤/٢) شش ٿو ڏنهن تي شڪ اٿاري، ته مهنجي
سمجهه ۾ ته ويد مت ڪان نياءِ مت بهتر آهي.

शंकरछंद- ननु वह्निमें नहिं सक्ति भासै, वह्नि विन कछुऔर।
है हेतुता जो दाहकी, सो वह्निमें तिहिं ठौर।
इम पदनहूमें वर्ण विन कछु, सक्ति भासत नाहिं।
या हेतुतें जो ईसइच्छा, सक्ति मो मतिमाहिं ॥२४॥

ٽيڪا:- پدن جو ارٿ سان جو سمبنڌ آهي
تنهنکي ”شڪتي“ ورتي. اها ورتي ٻن قسمن جي آهي.
هڪ کي ته ”شڪتي ورتي،“ ۽ ٻي کي ته
”لڪشڻا ورتي.“ هاڻي انهن ٻنهي ورتين سهت
يعني سمجهه رکي پڙ.

(٤١٠) نياءِ مت موجب ”شڪتيءَ“ جو لڇڻ.

दोहा- या पदतैं या अर्थकी, ह्वै सुनतेहि प्रतीति।
ऐसी इच्छा ईसकी, सक्ति न्यायकी रीति ॥२२॥

دوها ٢٢- جنهن پد سان جنهن ارٿ جي، پڙهڻ سان پرتيت،
اهڙي اِڇا اِيش جي، شڪتي نيايڪ ريت.

ٽيڪا:- پد جي پڙهڻ سان ”پد جي ارٿ جو گيان
هر ڪنهن منش کي اچي وڃي“ اهڙي جا ”ايشور
جي اِڇا“ تنهنکي نياءِ شاستر وارا ”شڪتي“ چون.
جيئن ”گهٽ“ پد جي پڙهڻ سان هر ڪنهن کي ”دلي“
پدارٿ جو گيان ٿئي ٿو.

शंकरछंद- सामर्थ्य पदकी सक्ति जानहु, वेदमत अनुसार।
सो वह्निमें जिम दाहकी, है सक्ति त्यूं निरधार ॥२३॥

دوها ٢٣- سامرٿي پد جي شڪتي سا، ويدن جو مت جاڻ،
ٻارڻ جنهنجو باهه ۾، شڪتي نسچي ساڻ.

ٽيڪا:- پد جي پڙهڻ کي جو ارٿ جو گيان ڪرائڻ
واري پد ۾ ”سامرٿتا“ آهي اُنکي ويدانت ”شڪتي
ورتي“ ٿو مڃي. ”گهٽ“ پد ۾ پڙهڻ کي دلي جي

پتلي کي ڏسي راڄي يعني اگياني پرش للچائجن ٿا. اگياني، چِدانمان ۾ ٻرم روپ جي ديه آدِ ڏن کي پنهنجو سروپ ڄاڻي دک روپي کوه ۾ ڪري ٿو ۽ گياني پنهنجي سروپ کي اچل برهم روپ ڄاڻي آنند ۾ استت ٿئي ٿو.]

(۴٠٧) ٽن پرڪارن جون لڪيڻائون.

ڪوت نمبر ٥ ۾ خاص ڀاڳ تياگ لڪشڻا جو ذڪر آهي، انجو ڪارڻ ڄاڻڻ لاءِ جدا جدا لڪشڻائن جو ڪٿن ٿو ڪجي.

दोहा– त्रिविधि लच्छना कहत हैं, कोविद बुद्धिनिधान।
जहती अरु अज हती पुनि, भागत्याग जियजान ॥१८॥
आदि दोइ नहिं संभवै, महावाक्यमैं तात।
भागत्यागतैं रूप निज, ब्रह्मरूप दरसात ॥१९॥

دوها ١٨- لکيڻائون ٽي ٿا چون، پنڊت جي ٻڌوان،
”جهتي“ هڪ ٻي ”اجهتي“، ”ڀاڳ تياڳ“ ٽين ڄاڻ.
١٩- پهريون ٻئي ناهن، مهاواڪيه جي ڪاڻ،
”ڀاڳ تياڳ“ سان جيو سو، برهم ڏسي پڻ پاڻ.

(۴٠٨) شش ٿو ٽن ڀيدن چوي-

शंकरछंद

अब लच्छना प्रभु कहत काकूं, देहु यह समुझाय।
पुनि भेद ताके तीनि तिनके, लच्छनहु दरसाय ॥२०॥

دوها ٢٠- گر لکيڻا ڪيهڙي چون، سمجهائو موں هاڻ،
ٻيهر ٽنهي جو موں وري، لڇڻ ٻڌايو پاڻ.

نہ آهي. اهڙيءَ ريت ثابت ٿيو تہ گيانيءَ جو وڪشيپ مٽجڻ نہ آهي، *پرارٻڌ آهي.

دوش درشٽيءَ سان جو اگيانيءَ کي وڪشيپ ٿئي ٿو، سو تہ وري دور بہ ٿي وڃي ٿو. جيئن استريءَ پرڪ بعد استريءَ ۾ دوش درشٽي مٽن کري جاڳي ٿي پر ٿوري وقت بعد وري خيال بدلجو پوي. اهڙيءَ طرح اگيانيءَ جي دوش درشٽي جڏهين لهڻي، تڏهن اُنجو وڪشيپ دور ٿيو وڃي، جنهن کري اگيانيءَ کي دڙه وڪشيپ رهڻي ٿئو. اهڙيءَ سبب اگيانيءَ جو راڳ، ۽ گيانيءَ جو وڪشيپ ڇهن يعني نشان جهڙو ويو.

اهڙا ڇهن ٻيا بہ آهن:- جيئن ڏام جي مٿان هاٿيءَ وغيره جون پتليون لکيايون وينديون آهن، تيئن اگيانيءَ ۽ گيانيءَ جو ٻنڌ ۽ موکہ وارو ڏام جو اتڪرط آهي تنهن تي ساکيہ ۽ ساکي پتليون آهن. اگيانيءَ جي اتڪرط ۾ آهي ساکيہ روپ پتلي ۽ گيانيءَ جي اتڪرط ۾ ساکيءَ روپ. ”ساکيہ“ آهي ساکيءَ جي وشيہ يعني ٻہ پنج. ساکيہ روپ پتليءَ کي اشڪ ڇيل آهي ۽ ساکيءَ روپ پتليءَ کي شڪ [ تن مان ساکيءَ روپ پتليءَ کي ڏسي ٿيا ڳي يعني گياني توش، ۽ ساکيہ روپ

* هن کي ”پرويراڳ“ بہ چوندا.

اما اپروڪيہ جاڻ گيانوان کي ٿي رهي ٿي ۽ نہ اگيانيءَ کي. انهيءَ ڪري اگيانيءَ کي وشين لاءِ آهي پروڪيہ مٿيا بڌي، جنهن دواران انهن جي اپروڪيہ ست پڻي جي پرانتاي نورت نٿي ٿئي. [ڇو تہ اپروڪيہ ٿي اپروڪيہ جو ورودي آهي.] انهيءَ طرح اگيانيءَ کي وشين ۾ پروڪيہ مٿيا بڌي ٿيندي ۽ انهن ۾ اپروڪيہ ستيہ بڌي وڌيڪ پربل رهي ٿي ۽ جنهنڪري اُنکي راڳ ٿي رهيتو، ۽ جڏهين اُنکي وئراڳ ٿئي ٿو تڏهين نہ مٿيا بڌيءَ سبب پر وشين ۾ دوش درشٽيءَ سبب، جنهن ڪري اهو مند وئراڳ ٿو چئجي.

گيانيءَ تہ ڪل پرپنچ کي اپروڪيہ ريت سان مٿيا ڪري جاڻيتو ۽ اهڙي اپروڪيہ مٿيا بڌيءَ دواران اپروڪيہ ستيہ بڌي دور ٿي وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح ستيہ بڌي جا راڳ لاءِ ڪارڻ آهي، سا گيانيءَ ۾ آهيئي ڪا نہ ۽ اتلو وئراڳ لاءِ هيتو جا وشين ۾ مٿيا بڌي، تنهنکي گيانوان ڌارڻ ڪري ٿو. جيڪڏهن گيانيءَ کي وشيہ ۾ ستيہ بڌي وري ٿي پوي تہ راڳ بہ وري ٿئيس ۽ ويراڳ دور ٿي وڃيس. پر اپروڪيہ ريت مٿيا جاڻڻ سبب ڪنهن بہ پدارٿ ۾ وري ستيہ بڌي ٿيڻ جي نہ آهي، جيئن نوڙيءَ ۾ سرپ اپروڪيہ ريت مٿيا جاڻڻ بعد وري سرپ لاءِ ستيہ بڌي ٿيڻ جي نہ آهي. انهيءَ ڪري گيانيءَ کي راڳ جي اُتپتي ۽ وئراڳ جي نورتي ٿيڻ جي

جدا جدا پرڪارن جو مجمو آهي، تنهڪري مهاواڪيهن
موافق ادو ڪولي پدائجي ٿو. هي شش، جيو ۽
ايشور ۾ جيڪو اوديا ۽ مايا جو ڀاڳ، آهي، تنهن
کي تياڳ ڪري، انهن ۾ جا ڀيد جي پرتيتي
آهي تنهن کي نورت ڪر. جيو ايشور ۾ جيڪو
چيتن ڀاڳ آهي تنهن کي ڀيد رهت ڄاڻ. مطلب
آهي ته مهاواڪيهن ۾ "ڀاڳ تياڳ لڪشڻا" دواران
جيو ايشور جي ڪري ڄاڻ. اهو الهن تڪ جو ارٿ
وري ڇهن تڪ ۾ هن طرح ڪوليل آهي.

هي شش، ڇل يعني نانوان ديه وغيره نون
۽ آهن، بلڪ نون اچل يعني ابناسي برهم آهين.
سنسار نه ڪل ڇل يعني مٿيا آهي. جيئن آسمان
۾ نيلتا يا ٿل مل يعني ڪڙاهي يا گنڌرب روپ
آهي ڪو نه ۽ مٿيا طور ٿي پرتيت ٿين ٿا، تيئن
سنسار به آتما ۾ آهي ڪو نه، مٿيا طور ٿي پرتيت
ٿئي ٿو.

(۴۰۵) موکه جو سا ڌن گيان آهي تنهن لاء وري
به هيٺين ڇند ۾ چيل آهي.

कवित्त- बंध मोछ गेह देहवान ज्ञानवान जान।
राग रु विराग दोई ध्वजा फरराव है॥
विपयविपै सत्यभ्रम भ्रम मति वात तात।
हललात भ्रात रात घरी न ठहरात है॥

جو اُپديش ڪيو ته جڳت مٿيا ۽ آتما ست آهي. انهيءَ ووڪ ساڌن جي مت اچڻ سان ٻيا ساڌن پاڻيهي اچي ٿا وڃن، تنهن ڪري سمجهڻ گهرجي ته پهرين ٻن تڪن ۾ آچاريہ ڇٽهي *بهرنگ ساڌن جو اُپديش ڪيو آهي.

پو * انترنگن جو ذڪر ٿو ڪري ته ” هي شش، گيان روپي سوريہ کي شروع وغيره ساڌن سان مت ڪر ۽ تم يعني اونده مثل اگيان کي ناس ڪر“. [مندي ڪوت ۾] ”تم“ جو ارٿ اونده ۾ آهي ۽ اگيان ۾ آهي.

اتي اگيان اُپميہ ۽ اونده اُپمان آهي؛ پهريون ”تم“ شبد اُپميہ يعني اگيان جي معنائي ڏيکاري ٿو، ۽ ٻيو ”تم“ لفظ اُپمان يعني اونده جي لاءِ ڪم آيل آهي.

दोहा- जाकूं उपमा दीजिये, सो उपमेय वखानि।
जाकी उपमा दीजिये, सो कहिये उपमान ॥१६॥

دوها ١٦- جنهنجي اُپما ڏي ڪجي، سو اُپميہ سڃاڻ،
جنهن سان اُپما ڏي ڏجي سو اُپمان ته جاڻ.

(۴٠۴) [ڪوت جي ٽيئين تڪ ڏي ٽيڪا ملدو آهي.] گيان جو سروپ [نيايہ سانکيہ وغيره] ٻين شاسترن

* ٻهرئين ترنگ ۾ سمجهاڻي ڏني ويئي آهي.

ڪوت ۱۴- غلامي کي ترڙي ڪڍ، پاڻ کي سچائي ڏس،
آهين شد ساکي برهم، جڳ جي پرڪاشين تون؛
پنهنجي اگيان ڪري، جڳت کي تونهين رچين،
سڀ کي ناس ڪرين، پاڻ اَبناسي تون؛
ڪوڙو پرپنچ ڏسي، دل ۾ نہ دکي ٿيءُ،
ديون جو ديو آهين، سڀ سک راسي تون؛
مايا ڪري جيو ايش، جڳت تو تو ۾ ڀاسي،
توڙيءَ ۾ نانگ ڪوڙو؛ ڦاسيءَ نہ ڦاسين تون.

## (۴٠٣) گيان جا ساڌن-

कवित्त- रागजारि लोभहारि द्वेषमारि मारवार।
बारवार मृगवारि पारवार पेखिये॥
ज्ञानभानु आन तम तम तारि भागत्याग।
जीव सीव भेद छेद वेदन सु लेखिये॥
वेदको विचार सार आपकूं संभार यार।
टारि दासपास आस ईसकी न देखिये॥
निश्चल तूं चल न अचल चल दल छल।
नभ नील तल मल तासूं न विसेखिये॥१५॥

ڪوت ۱۵- راڳ دوش لوڀ مار، ڪام واشنا وسار،
سڄوئي سنسار رچ، جل جيان ڄاڻجي؛
گيان روپي سج ساڻ، اوندھ اگيان ٽار،
ڀاڳ تياڳ لکڻا سان، ايڪتا کي آڻجي؛
ويد جي ويچار ساڻ، پاڻکي سنڀار يار،

ٻولي ۾ ڪشوغيره سنسڪرت اکر آهن تنهنڪري انهن جي بدران انهن جو اُچار ٻڌائڻ ريت روا آهي.

दोहा– लघु गुरु गुरु लघु होत है, वृत्ति हेतु उच्चार।
रु ह्वै अरुकी ठोरमें, अवकी ठौर वकार ॥१२॥
संयोगी क्ष न क पर ख न, नहीं टवर्ग णकार।
भाषामें ऋ लृ ह्ृ नहीं, अरु तालव्य शकार ॥१३॥

(١) ڪش (क्ष) لاءِ ڇ (छ)، (٢) ش (ष) لاءِ ک (ख)، (٣) ط (ण) لاءِ ن (न)، (٤) ري (ऋ) لاءِ ر (रि)، لري (लृ) لاءِ ل (लि)، (٥) شڪار (श) لاءِ سڪار (स).

(٤٠٢) مٿين ڇهن بيان جو اختصار.

"جڳت جو ڪرتا ايشور آهي سو تون ڪان ٻين نه آهي، ستچت آنند روپ برهم تون آهين"، اهو جو آچاريه ٻڌايو، سو ڪرپا ڪري ورڻ ٿو ڪجي–

कवित– दीनताकूं त्यागि नर अपनो स्वरूप देखि।
तूं तो सुद्ध ब्रह्म अज दृश्यको प्रकासी है॥
आपनै अज्ञानतैं जगत सब तूंहीं रचै।
सर्वको संहार करै आप अविनासी है॥
मिथ्या परपंच देखि दुःख जिन आनि जिय॥
देवनको देव तूं तौ सब सुखरासी है॥
जीव जग ईस होय मायासें प्रभासें तूहि।
जैसें रज्जु साप सीप रूप ह्वै प्रभासी है॥१४॥

پکيءَ جي پکن وانگر ممند ڪيان بہ ناس، تي ويندو.
وري جيئن وڏي پکيءَ جو آني سان جو [آرو ڪندي]
سهندتي تو تہ وڏي پکيءَ جي پکن کي ڪو نقصان ڪونہ ٿو
رسي، تيئن ڪرم اپاسنا مان درڍ بوڌ جي هاڃي ٿيڻي نہ
آهي؛ نہ، وري وڏي پکيءَ وانگر درڍ بوڌ کي ڪرم
اپاسنا جو ڪو اُپيوگ (ضرورت) آهي.

ائين تنهن سوال جو جواب اچي ويو تہ گياتوان
کي موکر سادکي ذري ماتر بہ ڪو ڪرتويہ نہ آهي.

(٤٠٠) اهو جيڪو آچاريہ شش کي جواب ڏنو
سو سڀ ويد الو سار آهي تنهن تي هيءُ دوهو
ٿو اچي.

दोहा- सिष्य कह्यो जो तोहि मैं, सर्व वेदको सार ।
लहै ताहि अनयासही, संसृति नसै अपार ॥११॥

دوها ١١- شش سمجهائي مون ڇڏيو، توکي ويدن سار،
ان مشڪل مڪتي لهين، ڇُٽين ترين سنسار.

ٽيڪا:- هي شش، مون جيڪي توکي چيو سو
اُلٽي ڪل ويدن جو سار، تہ اُهو جاڻي تهڪو ڪيد
(دکہ يا مونجهہ) ۽ پنهنجو سنسار يعني جمڻ مرڻ جي
ڀاو نا مٽائين.

(٤٠١) پاشا جي نظم جو قاعدو-

پاشا ۾ چند ذاهرڻ لاءِ وڏي ماترا جي جاءِ تي ننڍي،
ننڍيءَ بجاءِ وڏي ڪرڻ روا آهي، تنهنکانسواءِ پاشا

روپ ٿو ڪري.

### (۳۹۹) آڀاس ماتر ڪرم اُپاسنا بہ مند ٻوڌ جا ووڌي آهن.

مند ٻوڌ لاءِ تہ خود آڀاس روپ ڪرم ۽ اُپاسنا بہ ووڌي آهن. ڇو تہ مند ٻوڌ آهي سندس ڪاڻ، جنهن جي انتهڪرڻ ۾ وقتي اهو سنسو اٿي تہ ”آتما اسنگ آهي الائي نہ،“ تہ اُن ٻوڌ ڪي اهڙي وري ڇنڊڻ شرط ڪهڙي تہ ”آتما اسنگ آهي، مون لاءِ ڏرو بہ ڪرتويہ نہ آهي؛“ تڏهن انهيءَ سنسو دور ٿي وڃڻو ۽ اهو درڍ ٻوڌ وارو لٿي ٿو. مگر جي مند ٻوڌ وارو ڪرم اپاسنا ڪندو تہ انهيءَ اهو مند ٻوڌ بہ دور ٿي ويندو ۽ اهو الٽي نشچي ۾ آڻيندو تہ ”مان ڪرتا ڀوڪتا آهيان.“ تنهن ڪري مند ٻوڌ اُنهن ٽيڙ کان اڳ سو ڪرم اپاسنا ڪجن مگر مند ٻوڌ ٽيڙ کان پوءِ نہ ڪجن، نہ تہ انهن ٿيل ٻوڌ بہ ناس ٿي ويندو.

درشٽانت:- جيئن ڪي ٻهنجي آني تي آرو ليسين ڪري ٿو، جيسين اند رهڻي ۾ پکڙ آيا آهن؛ جڏهن پکن جي اُنهن ٽيڙ کانپوءِ بہ آني تي آرو ڪندو رهندو تہ آني جي اندر رهڻي جا پکڙ آني واري جل ۾ گرمي ۽ سبب ٻري ويندا، تيئن گيان اُنهن ٽيڙ کان اڳ ئي ڪرم اپاسنا جو سيون ٿي سگهي ٿو مگر گيان انهن ٽئي کان پوءِ نہ. جڏهن پوءِ بہ ڪندو تہ رهڻي

جي آسري آهي ۽ آتما هر وهنوار جو سهنڪ آهي، نه ديهه وغيره جو سهنڪ آهي." ودوان جو اهڙيءَ ھڏيءَ سان سمورو وهنوار ڪرڻو ته ان لاءِ خود پرورتي به ٿورتي ڇنجي ٿي.

## (۳۹۸) آپاس ماتر ڪرم اپاسنا درڍ ٻوڌ جا وروڌي نه آهن.

سو جيئن پيا وهنوار گيان جا وروڌي نه آهن تيئن ڪرم اپاسنا به ٻين ٻاهر مکـــ مندڪن جي ڪرائڻ واسطي آتما کي اسنگ ڄاڻي ۽ ديهه واڪ (زبان) ۽ انتهڪرڻ جي آسري ڪريا ڄاڻي، جيڪڏهين ڪو ودوان ڪرم اپاسنا ڪري ته انهيءَ حالت ۾ ڪرم اپاسنا گيان جا وروڌي نه آهن. ڇو ته ودوان، جنهن آتما کي اسنگ ڄاتو آهي تنهنکي ڪرنا ڄاڻي جيڪڏهين ڪو ڪرم اپاسنا ڪري تـــ انلاءِ ڪرم اپاسنا گيان جو وروڌي ٿئي؛ مگر ودوان کي اهو درڍ نشچو آهي ته آتما اسنگ آهي؛ سو انجو نشچو ڪرم اپاسنا کان دور نٿو ٿئي؛ تنهن ڪري انجا ڪرم اپاسنا رڳو آڀاس روپ آهن ۽ سندس درڍ گيان جا وروڌي نٿا ٿين. انهيءَ ڪري جنڪ آدڪن آڀاس روپ ڪرم ڪيا آهن. پاڻهه ڪار جو ڪرم اپاسنا کي گيان جو وروڌي چيو آهي، سو انهيءَ مطلب لاءِ، جو آتما ۾ ڪرتا ٻڌيءَ کان ڪرم اپاسنا ٿو ڪري ۽ نه ان لاءِ جو ڪرم اپاسنا آڀاس

بهرنگا دوارن گيان جي اُتپتيءَ جا هيتو آهن، تہ پر گيان جي اُتپتيءَ بعد جيڪڏهن ڪرم اپاسنا ڪبا تہ اُهن تيل گيان اُلٽو ناس ٿي ويندو، تنهن ڪري ڪرم اپاسنا گيان جا وروڌي آهن ۽ نہ رکيڪ. سو هن طرح جو ڪرم ٿئي ٿو اِن ڀيد ٻڌيءَ سان تہ "مان ڪرتا آهيان ۽ يگيہ وغيره مون لاءِ ڪرتويہ آهن، ۽ سرڳ وغيره يگيہ وغيره جا ڦل آهن"؛ اپاسنا ٿئي ٿي اِن ڀيد ٻڌيءَ سان تہ "مان اُپاسڪ آهيان، ديو اُپاسيہ آهي." اِهي ٻئي قسم جون ٻڌيون، اوس اِها گيان واري ٻڌي تہ "سڀ برهم آهي،" مٽائي ڇڏينديون. اِهيءَ ڪري ڪرم اپاسنا گيان جا وروڌي محڪط ڪرجن.

## گيانوان جو وهنوار آڀاس ماتر آهي.

گيانوان آتما کي اسنگ ڄاڻي جو ڏيهہ جو ڀوڄن وغيره وهنوار يا جنگ وغيره والڪر راڄ پالڻ وغيره وڏيڪ وهنوار ڪريٿو، تنهن وهنوار جو گيان وروڌي نہ آهي ۽ نہ اُهو وهنوار گيان جو وروڌي آهي. ڇو تہ جنهن آتم سروپ کي گيان دوارا اسنگ ڄاتو ويو آهي، تنهن آتما ۾ جيڪڏهن وهنوار پرتيت ٿئي تہ اُهو وهنوار گيان جو وروڌي ٿئي يا اِهيءَ وهنوار جو گيان وروڌي ٿئي؛ ودوان تہ سمورو وهنوار اِن ٻڌيءَ سان ٿو ڪري تہ "ڪل وهنوار ڏيهہ وغيره

اُپاسنا ۾ وري نہ لڳي. اُنکي انتهڪرڻ جي شُڌتا ۽ نشچلتا وارو ڦل جو هوڻن ڪرم اپاسنا کان ملي، سو شروط کان ئي ملندو. شروط ۾ آورتي کان انتهڪرڻ جا دوش دور ٿي وڃڻ ٿي هن جنم ۾، يا ٻئي جنم ۾، تہ بہ برهم لوڪ ۾ انکي گيان ڏيڻ جو آهي. آورتي يعني وري وري.

شروط کي ٿياڳي، جو ڪرم اپاسنا ۾ ضرورت ڏٺي ٿو تنهن کي ڇون آرڙهہ پڇت (ڪريل سوار).

انهيءَ ريت چئو ويو تہ (۱) گيانوان ۽ آتم جگيا سوء جو ڪرم اپاسنا ۾ اڌڪار نہ آهي؛ (۲) مند جگيا سو، جيڪو ويدانت شروط ۾ پرورت ٿيو آهي انجو بہ ڪرم اپاسنا ۾ اڌڪار نہ آهي؛ (۳) جنهن کي گيان جي اڇا ٿيڻ پر بوڌ ۾ ٻڏي اڏڪيل اٿس جنهن ڪري شروط ۾ نٿو لڳي، تہ اهڙي مند جگياسوء لاءِ نشڪام ڪرم ۽ اُپاسنا جوڳا آهن؛ (۴) جنهن کي آهٿي بوڌن ڏي ڇڪ ۽ گيان جي سڪ نہ آهي، اهڙي پامر مکي پرش لاءِ سڪام ڪرمن ۾ بہ اڌڪار آهي. اهڙي پرڪار گيانوان کي ڪرم اپاسنا ۾ اڌڪار نہ آهي؛ ڪرم اپاسنا جو گيان ورو ڌي آهي.

(۳۹۷) ڪرم اُپاسنا مند بوڌ جا وروڌي آهن.

ڪرم اپاسنا بہ جيعوڏيڪ انتهڪرڻ جي شڌتا ۽

تنهن کي گهرجي ته برهم آڪار ورتيءَ جي * آورتيءَ
لاءِ **ويدانت ارٿ جو چنتن** ڪندو رهي ۽ نه اُپاسنا
ڇو ته انتهڪرڻ جي رکي نشچلتا کان **برهم آنند** جو
وشيش روپ سان ڀان نٿو ٿئي بلڪ برهماڪار ورتيءَ
کان ئي ٿئي ٿو، سا **برهماڪار ورتي** ته ويدانت چنتن
سان ئي ٿئي ٿي ۽ نه اُپاسنا سان.

ودوان جي حالت ۾ خود انتهڪرڻ جي چنچلتا به
ويدانت جي چنتن سان دور ٿئي ٿي؛ تنهنڪري
انتهڪرڻ جي نشچلتا لاءِ به اُپاسنا ۾ لڳڻ جي ضرورت
نه آهي. انهيءَ ريت ثابت ٿيو ته **جنهن کي درڍ
گيان ٿيو آهي تنهن لاءِ ڪرم اُپاسنا ۾ پرورتي
نٿي گهرجي.**

**(۳۹۵) درڍ خواه آدرڍ گيانيءَ لاءِ اُپاسنا بي سود.**

وري جنهنکي "‡ منڊ ٻوڌ" آهي تنهن لاءِ به منن
۽ ندڌياسن گهرجي، ۽ نه ڪرم اُپاسنا. ڇو ته جنهنکي منڊ
ٻوڌ ٿيل آهي سو به آتم جگياسو آهي؛ تنهن آتم جگياسوءَ
لاءِ منن ۽ ندڌياسن بنا ڪو ڪرتويه ڪونهي. اها ڳالهه
سوترڪار ۽ ڀاشيهڪار † شاريرڪ ۾ چڱي ريت کولي آهي.

* وري وري هٿ ڪرڻ. ‡ ڍلو گيان، ادرڍ گيان.
† هن کي برهم سوتر يا ويدانت سوتر به چون (ڏسو
هن گرنٿ خواه تتوگيان عرف پنچيڪرڻ جي ڀومڪا).

هٽائڻ لاءِ اُپاسنا جي ضرورت آهي. ڪري انهن چئجي ٿو، گيانوان کي انتهڪرڻ جي چنچلتا سبب وديهه مڪتيءَ ۾ خطرو ڪونهي، ته به چنچل انتهڪرڻ ۾ سروپ آنند جو ڀان نه ٿيڻو آهي، جنهنڪري چنچلتا جو جيون مڪتيءَ سان ورود آهي. تنهنڪري جيون مڪتيءَ خاطر چنچلتا دور ڪرڻ سانگي اُپاسنا جو ضرور آهي" ته ته اهو چوڻ به ٺيڪ ڪونه ٿو. ڇو ته جهڙي ڀو ۽ جنهن جي انتهڪرڻ ۾ ڏيل آهي تنهنکي ته سماڌي توڙي وکيپ (چنچلتا) يڪسان آهن، ۽ انهيءَ ڪري انتهڪرڻ جي نشچلتا سانگي ودوان کي ڪوشش يعني شروع ڪرڻ ٺيڪ ٿو. مگر ودوان جي پرورتي توڙي نورتي پرارٻد وس آهي. پرارٻد ڪرم سڀني لاءِ نرالو آهي. ڪنهن ودوان جي پرارٻد جنڪ وغيره وانگر ڀوڳڻ جو هيتو آهي، ڪنهن لاءِ شڪديو يا وامديو وانگر نورتيءَ جو هيتو آهي. جنهن لاءِ پرارٻد ڀوڳن جو هيتو آهي تنهن کي پرارٻد وس ڀوڳن جي اڇا ٿئي ٿي ۽ سو ڀوڳن جي سادڻن لاءِ جتن به ڪري ٿو، ۽ جنهن جي پرارٻد ڀوڳن جي نورتيءَ جو هيتو آهي تنهنکي جيون مڪتيءَ جي اڇا ٿئي ٿي ۽ ڀوڳن لاءِ ڪلاني (ڪار) ٿئي ٿي.

**جيون مڪتيءَ جي آنند لاءِ به اُپاسنا جي سُڌ.**

جنهنکي جيون مڪتيءَ جي آنند لاءِ اڇا ٿئي،

ناس ٿي وڃي ٿو، تنهنڪري ورتي گيان جي ‡آورتي جو وري ڪجهه *اپيوگ نه آهي ڇو ته پرانتي ۽ اوديا جو اڀاؤ آهي.

جيئن مکيءَ جي آنند واسطي جگياسوءَ ورتيءَ جي آورتي گهرجي ته وارووار ويدانت جي ارٿ جو چنتن ڪرڻ گهرجي. ويدانت جي ارٿ کي چنتن ڪرڻ سان ئي وارووار برهم آڪار ورتي ٿيندي آهي، اڀياسا سان، ڇو ته انتهڪرڻ جي شدتا ۽ نهچلتا ڪانسواءِ ٻي ڪا به ضرورت ڪونهي اڀياسا جي گيان لاءِ ڪانه آهي. وڌوان جي انتهڪرڻ ۾ ته پاپ ۽ چنچلتا آهي ئي ڪانه راڳ ديش. وڌوان جو پاپ ۽ چنچلتا ٿيون ته تنهنجو هيتو آهي اوديا. اها اوديا گيان وان جي ناس ٿي وڃي آهي، تنهنڪري وڌوان ۾ پاپ ۽ چنچلتا جي اڀاؤ سبب ڪري ۽ اڀياسا جو *اپيوگ ڪونهي.

(٣٩٤) گيانوان جو يتن ۾ اڀاؤ.

جڏهن ڪو اهين چوي ته راڳ ديش انتهڪرڻ جا ‡‡سهج ڌرم آهن، ۽ جيستائين انتهڪرڻ آهي تيستائين راڳ ديش وغيره ڌرمن جو ناس نٿو ٿئي، تنهنڪري گيانوان جو انتهڪرڻ ۾ راڳ ديش ڪري چنچل ٿئي ٿو، ان سبب گيانوان کي چنچلتا

‡ وري وري اڀياس * اپيوگ = ڪم، ضرورت.
‡‡ سڀاوڪ.

ڪرم اُپاسنا تياڳڻ ڪري ناس ٿي ويندي، تنهن
ڪري اُنجي رکيا لاءِ ڪرم اُپاسنا ڪرڻ کهرجي“
سو چوڻ بڻجي نه ٿو. ڇو ته:- (۱) هڪ وار اُنهن
ٽيل جا انهڪرڻ جي برهم آڪار ورتي آهي، تنهن
سان اگيان ۽ پرانتيءَ جي ناس روپي کهرنل ڦل
اُن وقت ٿي هت اچي ويو، پوءِ اُن ورتيءَ جي
رکيا جو ڪو به ضرور ڪو نه آهي. (۲) برهم آڪار
ورتيءَ جي رکيا ڪرم اُپاسنا کان بڻجي به نه ٿي،
ڇو ته ڪرم اُپاسنا جي * آنشتان وقت ڪرم اپاسنا
جي ساڌنڪريءَ جو ئي ورتي روپ گيان ٿيندو ۽ نه
برهم جو. وري هيءَ به سمجهجي ته ٻي ورتي ٿيڻ
تي پهرين ورتي رهڻي نه آهي. تنهنڪري جيتوڻيڪ
ڪرم اپاسنا گيان جي اُتپتيءَ لاءِ ته § پرمپرا کان
هيتو آهن ته به اُنهن ٽيل برهماڪار ورتيءَ جا، ڪرم
اپاسنا اُتلو وروڌي ٿين ٿا. تنهن ڪري ڪرم اپاسنا
دواران گيان جي رکيا ٿيڻ جي نه آهي.

## (۳۹۲) گياڻوان پڻ پاپ کان هٽڪت آهي.

وري جو اهو چيو ويو ته ”گياڻوان کي ڪرم
ني تياڳ سان پاپ ٿو لڳي“ سو به نه ٿو
بڻجي. ڇو ته (۱) شپ ڪرم جو نه ڪرڻ پاپ جو

* انشتان = رجوعات § در جيوار.

اتهڪرڻ جي چنچلتا يا ايڪاگرتا تہ جهڪيا سو ٿاٽ ڄاڻجي
سکهي ٿو. اهي ڪري آنر جهڪياسو ؟ و دوان کي گهرجي
تہ ڪرم اُپاسنا کي نشڦل ڄاڻي.

(۳۹۱) گيان جي رکيا لاءِ بہ ڪرم اپاسنا
ضروري نہ آهي

ورِي جو ائين چئو ويو تہ "گيان جي پرپڪ
سانگي ڪرم اُپاسنا ڪجي، جيئن جل مان آتپن
ٿيل وڻ جي جل سان ئي رکيا ٿيي ٿي، ار تہ پاڻي
ڪاڻواءِ وڻ سڪي وڃيٿو، تيئن ڪرم اپاسنا مان
آتپن ٿيل گيان جي رکيا بہ ڪرم اپاسنا سان ٿئي ٿي،
نہ تہ اتهڪرڻ وري چنچل ۽ ملين ٿي وڃيٿو ۽ پوءِ
گيان ناس ٿي وڃيٿو، تنهنڪري گيانوان کي گهرجي
تہ ڪرم اپاسنا رکيو رهي." اهو بہ چوڻ ٺيڪ نہ آهي، ڇو تہ
آپاس سهت اٿوا چيتن سهت جا اتهڪرڻ جي "اهم
برهم اسمي"، اهڙي ورتي ويدالت جو ٽل روپ
گيان آهي. جاڻي ڪرم اُپاسنا بنا جو ناس ٿيندو، سو
تدهن ورتي، جو ڪين خود چيتن سروپ گيان جو؟
[اهو سوال ان واڌي، کان پڇجي.]
جيڪڏهن ائين چوي تہ سروپ گيان تہ نہ
آهي ۽ انجو ناس يا رکيا تہ بڻي ئي نٿي، مگر ويدالت
جو ٽل جو برهم وديا روپ گيان آهي، تدهن جي جي
ڪرم اپاسنا دواران اتپت ٿي آهي تہ اها اتپت ٿيل وڻ يا

شاستر ۾ چيئو ۾ "موکير ڪيول گيان سان سڌ ٿئي ٿو." تنهن ڪري ڪيول گيان ئي موکير جو هيتو آهي، ۽ نہ ڪي ڪرم اُپاسنا ۽ گيان.

**(۳۹۰) اُتم جگياسو ۽ گيانوان لاءِ اُپاسنا نشڦل.**

پوري ڏسبو ته وڻ وارو ڏنل درشٽانت بہ ٺيڪ نہ آهي. جيئن ڦٽڪ پاڻي ڏيڻ وڻ جي اُتپتيءَ ۽ رکيا جو هيتو آهي، ته بہ وڻ جي "ڦل" جي اُتپتيءَ جو هيتو نہ آهي. ڦل جو هيتو آهي پاڻيءَ ڏيارڻ وڻ جي پشٽتا ۽ نہ پاڻي ڏيڻ. انهيءَ ريت ڪرم اُپاسنا بہ گيان جي اُتپتي لاءِ ڪارگر آهن ۽ نہ موکير لاءِ. انهيءَ ڪري گيان جي اُتپتيءَ کان اڳ انتهڪرڻ جي شڌ ڪرڻ ۽ نهچل ڪرڻ لاءِ ڪرم اُپاسنا ڪجي، پر گيان ٿيڻ بعد موکير لاءِ انهن جي گهرج نہ آهي.

گيان جي اُتپتيءَ کان اڳ بہ جيستائين انتهڪرڻ ۾ مل ۽ وکيپ آهن تيستائين ڪرم اُپاسنا ڪرڻ گهرجي، پر جنهن جو انتهڪرڻ شڌ ۽ نهچل آهي، تنهن جگياسوءَ کي پاڻ ڪرم اُپاسنا کي، شروط وغيره جو وروڌي ڄاڻي ڇڏڻ گهرجي. مل نالو آهي پاپ جو، سو آهي اشڀ واسنا جو هيتو؛ جيستائين مل آهي تيستائين اشڀ واسنا ٿئي ٿي. جڏهن اشڀ واسنا ڪانهي تڏهن سمجهڻ گهرجي تہ مل پڪ ڪونهي.

ڇنڇن ٿا، وري رڳو پوڇن سان ئي ترپتي روپ ڦل پرتکر ٿئي ٿو ته ترپتي جو هيتو رڳو پوڇن آهي؛ تيئن ڪيول اڌشٺان گيان ڪان پراپتيءَ جي تورتي ٿاهر ڌسرط ۽ اچيتي؛ اڪري ڪيول اڌشٺان جو گيان ئي پراپتيءَ جي تورتيءَ جو هيتو ڇڻو. جيئن تونيءَ جو گيانسروپ پراپتيءَ جي تورتيءَ ۽ ٻئي ڪنهن جي ضرورت ڪانه رکي، تيئن ٻڌڪ جي پراپتيءَ جي تورتيءَ ۾ ڪرم اُپاسنا جي ضرورت ڪانهي؛ جو ته اَن پراپتيءَ جو اڌشٺان، جو نت مڪت آتما آهي، تنهنجو گيان ئي ۽ پراپتيءَ جي تورتيءَ لاءِ هيتو آهي.

(۳۸۹) گيان جي ڦل "موکيه" ڪي جو ڪي پرش سرڳ وانگر ڪنهن خاص لوڪ جي پراپتيءَ روپ ادرشٽ ٿا سمجهن سو ويد واڪين جي برخلاف آهي، "جو ته گيان وان جو پراڻ ڪنهن لوڪ ۾ گمن، نه ٿو ڪري"، اهو ويدن ۾ صفا آهي. ڪنهن خاص لوڪ جي پراپتيءَ کي موکيه چئو ته پوءِ سرڳ وانگر موکيه به انتيه ليندو. تنهڪري خاص لوڪ جي پراپتي روپ موکيه نه آهي. پر جيڪي خاص لوڪ جي پراپتيءَ کي موکيه مڃن ٿا، تن کي به ڪيول گيان سان ئي موکيه جي پراپتي ممڪن ڄڻائي. جو نه شاستر جي بتايل ارٿ ڀعني ڦل جي سڌ ڪرڻ لاءِ شاستر[جي ڪٿن]بتاندرئي انڪه ڪارڪرڻ ڪهرجي.

سيتوءَ جو درشن پاپ ناس روپ ڦل جو هيتو ٿيندو، شرڌا ۽ نيم آدڪ ڪانسواءِ هيتو نہ ٿيندو.

**(۳۸۸) گيان جو ڦل درشٽ آهي، نہ ادرشٽ.**

مگر برهم وديا پنهنجي ڦل جي اُتپتيءَ ڪرڻ لاءِ ڪرم اُپاسنا جي ضرورت ڪانہ رکي آهي. اُن ۾ ڪرم اُپاسنا جي ضرورت تڏهن پوي، جڏهن برهم وديا جو ڦل بہ سُرڳ وغيره وانگر ادرشٽ هجي ۽ اُن ڦل جي پراپتيءَ لاءِ شاستر جڏهن ڪرم اُپاسنا جي سهائتا ڄاڻائي هجي؛ پوءِ جيڪر سيتوءَ جو درشٽانت بہ لاڳو ٿئي. پر برهم وديا جو ڦل موکہ، سُرڳ وغيره وانگر ادرشٽ نہ آهي، بلڪ موکہ نت پراپت آهي ۽ رڳو ڀرانتيءَ سبب بنا پرتيت ٿي رهيو آهي. اُنهيءَ ڀرانتيءَ جي نورتي ئي برهم وديا جو ڦل آهي. ڪنهن ڀرانتيءَ جي نورتي ڪيول برهم وديا کان گيانين کي پرتکيہ آهي، ۽ ٻوڙيءَ جي گيان سان سرپ جي نورتي سڀڪي کي پرتکيہ آهي. اهيءَ ڪري اڌشٺان گيان سان ڀرانتيءَ جي نورتي "درشٽ ڦل" آهي.

درشٽ ڦل جي اُتپتي جيتري سامگريءَ سان پرتکہ پرتيت ٿئي ٿي، سائي سامگري درشٽ ڦل جو هيتو ڄاڻجي. *ٽري، تنتو، ويم کان ڪپڙي جي جي اُتپتي پرتکيہ آهي تہ ڪُل ڪپڙي جا هيتو

* ٽري = ڪُنڍي جنهن ڌاڳو وجهي ڦيرائو آهي؛ تنتو = ڌاڳا؛ ويم = لڪڻ جيڪي تاڃيءَ ۾ وجهبا آهن.

ته پڪي، ڪي ٻئي ٻه ڪه ئي سمي جا ڦل آهن، تنهنجو ڀاڱو وروڌ ڪونهي، پر گيان جو تہ ڪرم اڀياسا سان وروڌ آهي. [جيئن مٿي ڏيکاريو سين] تنهن ڪري ٻه ڪال، ٻه ڦا ٻڌن.

### (۳۸۷) گيان لاءِ ڪرم اڀياسا جي گهرج نه آهي.

سيتوءِ جو درشٽانت ٻه نه ٿو ٻڌي، ڇو ته سيتوءِ جو درشن، درشٽ ڦل جو هيتو نه آهي، پر * ادرشٽ ڦل جو هيتو آهي. پرتک جو ڦل نظر اچي. تنهن کي درشٽ ڦل ٿو چئجي، جيئن ڀوڄن ڪائڻ جو ڦل ترپتي (ڍؤ) پرتک آهي، تنهن ڪري اُنکي درشٽ ڦل ٿو چئجي. باقي جيڪي ڦل درشٽ نه آهن، ۽ رڳو شاستر ٻڌائين ٿا ۽ ڀاڻکي پرتک پرتيت نٿا ٿين سي آهن ”ادرشٽ ڦل.“ سو سيتوءِ جي درشن جو ڦل پاپ نام، ڪرڻ وارو ڦل ٻه شاستر دوارا ئي ڄاتو وڃي ٿو، تنهنڪري جيئن يگيه وغيره ڪرم سرک آهڪ ادرشٽ ڦل جا هيتو آهن، تيئن سيتوءِ جو درشن پڻ ادرشٽ ڦل جو هيتو آهي. جو ادرشٽ ڦل جو هيتو آهي تنهن لاءِ شاستري جيڪا سهائتا ڄاڻائي آهي، تنهن سميت اُن ڦل جي پراپتي، لاءِ هيتو ٻڌي ٿو، اُن سهائتا کان سواءِ هيتو نٿو ٻڌي جو اُن لاءِ ڪو پرماڻ ڪونہ آهي تنهن ڪري شرڌا ۽ نيم آهڪ سهت

* لڪل.

پرش کي بڌڻ ڌا ۽ اُهي ٻئي ڪرم جا هيتو آهن.

ديهہ کان ڀن بہ ڪرتا روپ ڪري آتما جو گيان ڪرم جو هيتو آهي؛ اُهو ڪرتا روپ ڪري آتما جو گيان ڀرانتي روپ آهي ۽ ڀرانتي ودوان (گياني) کي نہ ٿي رهي، تنهن ڪري انکي ڪرم جو اڌڪار ڪونهي.

وري ديهہ ۾ اپروکيہ آتم ٻڌي هجي. تڏهين ديهہ جا ڌرم جاتي، آشرم ۽ اوستا پرتيت ٿين؛ سو ديهہ ۾ آتم ٻڌي بہ ودوان (گياني) کي نہ ٿي رهي، بلڪ برهم روپ ڪري آتما جو اپروکيہ گيان اٿس، تنهن ڪري جاتي، آشرم ۽ اوستا واري ڀرانتي نہ هئڻ سبب ودوان کي ڪرم جو اڌڪار نہ آهي.

اپاسنا بہ تڏهين ٿي ٿئي، جڏهين اها ٻڌي رهي ٿي تہ "مان * اُپاسڪ آهيان ۽ ديو اُپاسيہ آهي؛" انهيءَ ڀاونائون تہ ودوان جون ناس ٿي ويئون آهن بلڪ انجو نشچو آهي تہ "ديهہ آدڪ † سنگهات تہ مدهہ جا توڙي ديو ها سڀئي وانگر ڪاپت آهن ۽ چيتن تہ هڪ آهي." تنهن ڪري ڇٽو تہ گيان جو اُپاسنا سان ٻاڌ وروڌ آهي.

(۳۸۶) وري ٻکيہ جو درشٽانت بہ نٿو ٻڌي، ڇو

* اُپاسنا = پوڄا؛ اُپاسڪ = پوڄا ڪندڙ؛ اُپاسيہ = جنهن جي پوڄا ٿئي. † من اندرين وغيره جو مجموعو.

پرش کي بڌن ٿا ۽ اُهي ئي ڪرم جا هيتو آهن.

ڏيھہ ڪان پڻ نہ ڪرتا روپ ڪري آتما جو گيان ڪرم جو هيتو آهي؛ اُهو ڪرتا روپ ڪري آتما جو گيان پراپتي روپ آهي ۽ پراپتي وڌوان (گيانيءَ) کي ٿئي رهي، تنھن ڪري انکي ڪرم جو اڌڪار ڪونھي.

وري ڏيھہ ۾ اپروکيہ آتم بڌي هجي، تڏهين ڏيھہ جا ڌرم جاتي، آشرم ۽ اوستا پرتيت ٿين؛ سو ڏيھہ ۾ آتم بڌي نہ وڌوان (گيانيءَ) کي ٿئي رهي، بلڪ برهم روپ ڪري آتما جو اپروکيہ گيان اٿس، تنھن ڪري جاتي، آشرم ۽ اوستا واري پراپتي نہ هئڻ سبب وڌوان کي ڪرم جو اڌڪار نہ آهي.

اپاسنا بہ تڏهين ٿي ٿئي، جڏهين ائين بڌي رهيل تہ "مان * اُپاسڪ آهيان ۽ ديو اُپاسيہ آهي؛" اهڙيون ڀاونائون تہ وڌوان جون ناس ٿي ويون آهن بلڪ انجو نشچو آهي تہ "ديھہ آدڪ † سنگھات تہ مدھہ جا توڙي ديو جا سڀئي وانگر ڪلپت آهن ۽ چيتن تہ هڪ آهي." تنھن ڪري ڇٽو تہ گيان جو اُپاسنا سان پاڻ وروڌ آهي.

(٣٨٦) وري پڪيءَ جو درشٽانت بہ ٿو ڏئي، ڇو

* اُپاسنا = پوڄا؛ اُپاسڪ = پوڄا ڪندڙ؛ اُپاسيہ = جنھن پوڄا ٿئي. † من انڊرين وغيره جو مجموعو.

ائين ڪي ٿو ان *سمجهه واد.

### (۳۸۴) سمجهه واد جو کنڊن.

وبدالت سدانتي کي تدھنتي جواب ڏئي ٿو ته اھو
ٿورو بس ليڪ ڪيو آهي. جو ته:- "جيڪو آتما کي
ديهه کان ڀن ٿو ڄاڻي، تنهنکان ڪرم ٿيڻو نه آهي؛"
انهيءَ جو سبب اهو آهي جو ڪرم ڪرڻ کا جدمانتر
يعني پرلوڪ جي ڀوڳڻ لاءِ؛ ۽ ديهه کي ته مرڻ تي
ساڙيو ڇڏين؛ جدهن ڪري ديهه کي جدمانتر ۾ ڀوڳ
ڀڳڻ ني ڪين کا. تنهنڪري ڪرم جو هيتو آهي اهو
گيان، ته آتما سريرکان ڀن آهي؛ سو ته تڏهن
جڏهن آتما کي ڪرتا ڀوڳتا روپ سمجهي. "مان
پيءُ ماءُ جو ڪرتا آهيان ۽ پيءُ ماءُ جو ڦل موٽڪي
گيندو،" اهڙو جڏهن کي گيان آهي سوئي ڪرم ڪندو.
پر گيان وان کي آتما لاءِ اهڙو گيان ڪونهي، بلڪ
ويدانت واڪيه دواران هن جو نشچو ٿيل آهي ته
"آتما پيءُ ماءُ ۽ سک دک کان رهت اسنگ ...

* هي وولي ڪار ورڌان آچاريه جو مت آهي. هيءُ
به ڀڪتڙو ويدانت جو مت آهي پر شنڪر آچاريه جي
مت انوسار نه آهي. وولي ڪار جو سدانت آهي ته
جگت جو ڪارڻ مايا سمت آهي. شنڪر آچاريه جو ڪٿن
آهي ته مايا الوچڻيه مٿيا آهي، اهو مکيه ڀيد آهي.
سمجهه معنيٰ ڪلڙ يا گڏ.

اپاسنا بہ مانسڪ (من جو) ڪرم آهي ۽ ٺهڪري
انجو الڳہ ڪٿڻ ڪونہ ڪيو ويو. انهن ڪيول ڪرم
يا اپاسنا موکيہ جو هيتو نہ آهي، بلڪ ڪيول گيان ئي
موکيہ جو هيتو آهي.

## (۳۸۰) سَمَ سمُچيہ واد جو کنڊن.

ڪي وري چون ٿا تہ گيان موکيہ جو هيتو
تڏهين ٿئي ٿو، جڏهين ڪرم ۽ اپاسنا سهت آهي،
۽ آهي ٺهون لاءِ هيٺيون پڪتيون ۽ درشٽانت ڏين ٿا:
درشٽانت (۱):- جيئن آڪاش ۾ پکي هڪ پکہ سان
نٿو اڏامي سگهي، بلڪ ٻنهي پکن جي گهرج رهيس
ٿي، تيئن موکيہ روپي لوڪ ۾ بہ هڪ گيان روپي پر
سان اڏامڻ نٿو ٿي سگهي ۽ ٻيو پکہ جو آهي اپاسنا
سهت ڪرم، ٺهڪائڻي بہ گهرج رهيتي؛ اپاسنا کي
ڪرم سان ڪٿجي ٿو ۽ ڇو تہ اپاسنا بہ من جو ڪرم آهي.
(۳۸۱) درشٽانت (۲):- *سيتوُ (پل) جي درشن
سان پاپ ناس ٿئي ٿو ۽ اهو سيتوءَ جو درشن پرتڪہ
روپ گيان آهي، پر شردا پڪتيءَ سهت ‡ڪمن وغيره
نيم جي گهرج ڏاري ٿيو، ۽ شردا وغيره رهت ڪسي
سيتوءَ جي درشن جو ڦل نٿو ملي، جيئن ڦل جي

---

* سري رامچندر جي بڌل راميشور واريءَ پل جو ذڪر آهي. ‡ هلي وڃڻ.

(٢) اُتڪرش جي پاپ روپ مل جي نورتيءَ جو ڪرم سان اُپيوگ ڇنجي ته اهو سچ آهي ؟ ته هت شڪ اُتڪرش واري ممڪشوءَ جو وچار علي رهيو آهي ؟ انهي اُتڪرش ۾ پاپ آهي ئي ڪونه، تنهنڪري ڪرم سان پاپ روپي مل جي نورتي روپي سنسڪار جو ممڪشوءَ کي اُپيوگ ڪونهي. (٣) وري جي اگيان کي مل چئجي، ته اهو قبول ڪجو ته اگيان آتما ۾ ته آهي، پر اُنجي نورتي ڪرم سان نه ٿيڻي آهي، ڇو ته اگيان جو وروڌي آهي گيان ؟ نه ڪرم، تنهنڪري ممڪشوءَ کي مل جي نورتيءَ روپ سنسڪار جو پڻ ڪرم سان اُپيوگ نه بڻيو (٤) جيئن ڪپڙي کي ڪڻ ۾ پُرزش روپ ڪرم مان نيري رنگ جي اُتپتي روپ سنسڪار جو اُپيوگ ٿئي ٿو تئين ممڪشوءَ کي گڻ جي اُتپتي روپ سنسڪار جو ڪرم سان اُپيوگ نٿو بڻجي. ڇو ته اتي گڻ قبول ڪرڻ وارو انما لاءِ، سو آتما ته نرگڻ آهي، جنهن ۾ گڻ جي اُتپتي بڻجي نٿي. تنهنڪري ممڪشوءَ لاءِ ”گڻ اُتپتي“ روپ سنسڪار ۾ ڪرم جو اُپيوگ نٿو بڻجي

نوٽ:- هن ساري پرڪرڻ ۾ اُپيوگ جو ارٿ ڦل سمجهڻ گهرجي. ڪرم جا پنجئي ڦل اهي آهن ؟ ته پر. سي پنجن نمونن جا ڪرمن جا ڦل ممڪشوءَ کي نٿا بڻن، تنهن ڪري ڪرم تياڳي ممڪشو گيان جي ساڌن شروط وغيره ۾ پرورت ٿئي ٿو.

تما ۾ ته ڀڳ آهيتي ڪون، تنهنڪري موکه جي پراپتي
وپ ڪرم جو اپيوگه ٻه مموکشو لاءِ نٿو ٻڻي.
ڇيتن آن جو ”وڪار“* ‡ پاچڪ ڪي † پاڪ
وپڪرم جو اُپيوگه آهي، ڇيتن مموکشو ڪي ڪرم
سان وڪار روپ اُپيوگ ٻه ڪهڙبل نه آهي. ڇو ته
آتما لاءِ ڪوبه وڪار نٿو ٻڻي. باقي جي
ائين قبولجي ته آتما اول ڀڳ ڪن ۾ آهي، پوءِ
موکه ڏيڻ تي اُنجو ڀڳ ڪن وارو روپ ٿري ڇٽر پيچي
تو ٿئي ته پوءِ ان لاءِ ڪرم جي وڪار روپ اُپيوگه
جو ضرور مڃاجي. پر آتما ۾ پيو روپ پراپت ڪرڻ
قبوليل نه آهي، تنهنڪري مموکشو لاءِ وڪار روپ
اُپيوگ به نٿو ٻڻي.
وري جو ڪپڙي جي ڏڻڻ روپ ڪرم سان
مَل نورتي روپ ”سنسڪار“ ٿئي ٿو، تهنجو پڻ
مموکشو کي احتياج ڪونهي؛ ڇو ته
(۱) ٻئي ڪنهن پدارت جي مل جي نورتي مموکشو
کي ڪرڻي ڪانهي؛ مل ڏئڻو ٿيندو ته آتما جو؛
سو آتما ته نت شڪ آهي، آن ۾ مل آهيئي ڪون،
جنهڪري مل جي نورتي روپ سنسڪار ٻڻيئي نٿو.

* آن جي ٻڪل صورت آهي آن جو ”وڪار“، ‡ ”پاچڪ“
آهي رسويو جو † ”پاڪ“ يعني آن جي پچائڻ جو ڪرم تو
ڪري؛ ٻڪل آن روپي وڪار جو قل حاصل تو ڪري.

سريشٽ آچاريہ) نشڪرم سڏي ۽ ويدانت شروتي جو
قل نتيہ نورت الوت جي لوڙتي ؟ لعمہ پرابت
آلدو جي پرابتي ڇيو آهي. انھي ڪري موکيہ لاء
موکہ جي اُتپتي روپ ڪرم جو اُپيوگہ نہ آهي.

(٣٧٩) جيئن ڍڪيل شط روپ ڪرم سان ڪهڻ
لاء "ناس روپ *اُپيوگہ" ٿئي ٿو، تيئن ممڪشو لاء
ڪرم سان ڪنھن بہ پدارٿ جي ناس لاء اُپيوگہ ڪھڙو بہ
نہ آهي ۽ ڇو جو ممڪشو کي ڪنھن بہ پدارٿ جي
ناس جي اڇا نہ ٿي رهي، باقي ٻڌڪ جو ناس ئي ڇوٽ
۽ ايدو ۽ سو ٻڌڪ تہ آتما ۾ حقيقت ڪري آهيئي ڪونہ،
رڳو اُنجي مٿيا پرتيتي ٿي رهي آهي ۽ تنھن مٿيا
پرتيتيءَ جو ناس ڪنھن ڪرم دواران ٿيڻ جو نہ آهي،
بلڪ رڳو آتما جي پڇاڻڻ (جيئون جوتيئون) گيان سان
ئي انجو ناس ٿيڻ جو آهي، تنھن ڪري ممڪشو کي پدارٿ
جو ناس روپ اپيوگہ بہ ڪرم سان نٿو ٻڌي.

وري جيئن ٻنڌ شرط سان ڪنھن گوٺ جي
"پرابتي" ٿئي ٿي تيئن موکيہ جي پرابتي روپ اپيوگہ
ڪرم سان نٿو ٻڌي؛ ڇو نہ جيڪو آتما نت مڪت آهي
تنھن لاء موکہ جي پرابتي ڇوڙ ٻڌي نٿو. جنھن کي ٻڌڪ
ساڃي تنھن لاء ئي موکيہ جي پرابتي چئي سگهجي ٿي ۽ پر

* هيءَ اپيوگہ جي معنيٰ ڪل ونڍ ڪوڙ جي.

...لال جي ڪرم ڪان ڪلال کي ”گهٽ جي
...ٺي،“ جو اُپيوگ (ڦل) ٿئي ٿو، ايئن ممڪشوءَ
... ڪرم مان موڪش جي اُنهي روپ اُپيوگ
...بل نہ آهي، ڇو تہ ”موڪش“ آهي انرٿ جي نورتي
...پرمانند جي پراپتي. انرٿ جي نورتي تہ آتما ۾
...ميشہ موجود آهي، جيئن نوڙيءَ ۾ سرپ جي نورتي
...ميشہ سڌ آهي؛ ۽ آتما پرمانند سروپ آهي جنهن
...ميشہ موجود آهي،
...رمانند جي پراپتي بہ اُن ۾ ميشہ موجود آهي،
...ڻهن ڪري سڀاوَ سڌ جو موڪش آهي، تنهن جي
...ڪرم مان اُتپتي بہ ٿي. جنهن وستوءَ جي اُگهہ
...سڌي نہ هجي اُلٽو ڪرم مان اُپيوگ ٿئي ٿو پر
...سڌ يعني موجود وستوءَ جي اُتپتي ٿيڻي نہ آهي.

(۳۷۸) موڪش ۾ ڪرم جو اُپيوگ گهربل نہ آهي.
... ويدانت شروط بہ موڪش جي اُتپتيءَ جو ڪارڻ
نہ ڇيل آهي، بلڪ ڇيل آهي تہ ”آتما نت مڪت
آهي ۽ اُن لاءِ ڏرو بہ *ڪرتويہ ڪونهي“، اِها ڳالهہ
جاڻڻ لاءِ شروط جي ضرورت آهي؛ سو جاڻي، ڪرتويہ
جي پراپتي دور ٿئي ٿي. وري ويدانت شروط بعد
بہ جنهن کي ڪرتويہ پرتيت ٿئي ٿو تنهن کي بہ
سمجهڻ گهرجي تہ اڃا تہ تو جي جاڻ نہ ٿي آهي. اُن
سبب ديوگرو (يعني شري شنڪر آچاريہ جي شش

* ڪرڻ جوڳو.

(٣٧٥) مڪتيءَ جو هيتو گيان آهي.

پاڇيو وڃو ته ”مڪتيءَ جو ساڌن گيان آهي يا ڪرم آهي يا اُپاسنا آهي يا ڪي ٻه آهن،“ هاڻي اُنهيءَ جو جواب ڏيو ٿو:

दोहा– हेतु मोछको ज्ञान इक, नहीं कर्म नहिं ध्यान।
रज्जुसर्प तवहीं नसै, होय रज्जुको ज्ञान ॥१०॥

دوها ١٠– مڪتيءَ ڪارڻ گيان هڪ، ناهه ڪرم نا ڌيان، نانگ نوڙي تي ٿئي، نوڙيءَ جي ٿي گيان.

ٽيڪا:- مڪتيءَ جو هيتو ڪرم يا ڌيان يعني اُپاسنا نه آهي، بلڪ گيان ئي آهي. جيو ته آتما ۾ بندک جي سچو مڃي ته اُنجي نورتي يعني موڪـا گيان دوارا ٿئي، بلڪ ڪرم يا اُپاسنا دوارا ٿئي. سو آتما ۾ بندک سچو نه آهي، بلڪ نوڙيءَ ۾ سرپ مثل مٿيا آهي؛ اُهيءَ مٿيا جي نورتي اڌشٽان جي گيان سان ئي بڻي آهي؛ نه ڪرم يا اُپاسنا سان. جيئن نوڙيءَ جو سرپ ڪنهن *ڪريا دوارا نورت نه ٿيڻو آهي پر نوڙيءَ جي گيان ٿيڻ سان ئي نورت ٿيڻو آهي، تيئن آتما جي اگيان ڪري جو بندک پرتيت ٿي رهيو آهي ته اُن بندک جي پرتيتي ۽ اگيان، آتما جي گيان سان نورت ٿيڻا آهن.

---

* منتر جپڻ سان مٿيا سرپ جي نورتي نٿي ٿئي.

## (٣٧٤) ايشور ۽ جيو جي سروپ ۾ ڀيد ڪونہ آهي.

جڏهن وياپڪ ايشور ۽ جيو جي سروپ ۾ ڀيد ڪونهي، پر اپاڌيءَ ۾ ڀيد آهي، ڇو تہ اوڇيد واد ۾ مايا * وششٽ چيتن ”ايشور“ آهي ۽ اوديا وششٽ چيتن ”جيو“ آهي، ”آڀاس واد“ ۾ مايا ۽ آڀاس وششٽ چيتن ”ايشور“ آهي ۽ آڀاس سميت اوديا وششٽ چيتن ”جيو“ آهي. يعني تہ آڀاس واد ۾ آڀاس سميت اوديا ۽ مايا جو ڀيد آهي ۽ نہ چيتن جو. ۽ اوڇيد واد ۾ پڻ اوديا ۽ مايا جو ڀيد آهي، مگر سروپ ڪري چيتن جو ڀيد ڪونہ آهي، [بمب پرتبمب واد موجب] اگيان [روپي درپڻ] ۾ ¹پرتبمب ”جيو“ آهي ۽ بمب ايشور آهي. انهيءَ مت ۾ بہ چيتن جي سروپ ۾ ڪو ڀيد ڪونهي، بلڪ ڏکئي چيتن ۾ جيوپڻو ۽ ايشورپڻو آروپت آهن. انهيءَ تي وڌيڪ ذڪر اڳتي ملندو (۴۳۸ کان ۴۴۴ تائين).

ائين جڳت جو ڪرتا سروگيہ، سرو شڪتيوان ۽ سوتنتر ايشور آهي ۽ سو ايشور وياپڪ آهي، ۽ ان ايشور ۽ جيو جو سروپ ڪري ڀيد ڪونهي، صرف وشيشڻ ڪريئي ڀيد آهي.

* وششٽ ۽ اپهت جو وچار اڳتي هلي ايندو آهي.
¹ پرتبمب = عڪس، بمب = جنهن پدارٿ جو درپڻ ۾ عڪس ڏسجي.

(٣) ڪُلال جو ڏاڏو ڪلال مان يا ڪلال جي پتا مان پيدا ٿيل نہ آهي پر چوٿين يعني پرڏاڏي مان ٿيل آهي، ٽيئن ٽئين ڪرتا جو پهريون يا ٻيو ڪرتا ٿيل نہ آهي. بلڪ اُن لاءِ چوٿون ڪرتا مڃيل ٿيندو. (٤) وري چوٿين ڪرتا لاءِ پنجون ڪرتا مڃيل ٿيندو، ائين ڪرتائن جي ڌارا هلي رهندي. انهيءَ ڌارا کي ڇون آنَوَستا ۽ پوءِ ائين "آنوَستا" دوش ٿيندو، ۽ ائين ثابت ڪري ڪين سگهبو تہ "جڳت جو ڪرتا ڪير آهي". (٥) اُن ڌارا مان ڪنهن هڪ کي جڳت جو ڪرتا مڃڻ ۾ ڪتي ڪارڻ آهي؟ انهيءَ دوش کي چون "وِنگمنا وِرهَ" جنهن جي معنيٰ آهي يڪتيءَ جو اڀاو (٦) ڌارا جو جيڪڏهين بند ٿيڻ قبولجي تہ جنهن ڪرتا تي ڌارا جو انت ڪجي انهيءَ ڪرتا کي ئي جڳت جو ڪرتا مڃڻ جوڳو ٿيندو، ۽ پوءِ اڳيان سڀ نشڦل ٿي ويندا، تنهن ڪري ائين ڌارا مڃي وري ڌارا ڇڏڻ ۾ دوش ٿيندو، تنهن کي چون "پراڪ لوپ" جنهن جي معنيٰ آهي اڳين جو اڀاءُ ڪرڻ.

انهيءَ ريت جيڪڏهين ايشور جو ديش ڪري انت مڃبو تہ اُنجي اُتپتي بہ قبولڻي پوندي ۽ اُتپتي قبول ڪجي تہ مٿيان آتم آشريہ آدڪ ڇهہ دوش ايندا ۽ تنهنڪري سمجهڻ گهرجي تہ ايشور جو ديش ڪري انت ڪونهي، يعني تہ وياپڪ آهي ۽ نت آهي.

دوش ايندو، جي ڀريون ايشور اُنجو اُپائيندڙ مڃبو ته "اليوليه آشريه" دوش ايندو. (٣) وري انهن ٽيون ڪرتا قبول ڪرڻو پوندو، سو آهي ٽنهي ڪرتا جو جي ٻيو ڪرتا مڃبو ته اُهوئي اليوليه آشريه دوش ٿيندو، پر جيڪڏهن اُهي ٽنهي جو ڪرتا ڀريون ڪرتا مڃبو ته "چڪري" جو دوش ٿيندو، يعني ته جيئن چڪر جو ڦيرو ٿيندو آهي، تيئن ڀرئين ڪرتا جيو ڪرتا ٻيو ٿيو، ٻئي جيو ٽيون، ٽئين جو ڀريون، وري ڀرئين جو ٻيو، انهيءَ رڳ ڪاريه ڪارڻ ڀاو جو نه ڦيرو رهندو [يعني ته ڪٿ ڪاريه خود پنهنجي ڪارڻ جو ڪارڻ ٿيڻو پوندو]، جنهن ڪري چڪر مان نه ڪڏهن جي به ڇٽي نه ٿيندي، اُتلو سيني کي ڌڪ پئي جي کهرج رهندي ايندي. (٤) اليوليه آشريه ٻن جي ڍانڍ کهرج رهڻي، ڇڪ جي سڌ اڻٽ ٻڌا ٻئي جو سڌ (ذات) ٿيڻ لاءِ ڪي سگهي. انهيءَ ڪري جيئن (١) ڪال، جو ڪرتا ناڻ ڪال نه آهي ٻه سنڌس ٻڌا، تيئن ڀرئين ڪرتا ايشور جو ٻيو ٻيو ڪرتا مڃڻو ٿيندو، (٢) جيئن ڪال جو پتا پنهنجي پٽ ڪان پيدا ٿيڻو نه آهي، بلڪ ٻئي پتا کانئي ٿيڻو آهي، تيئن ٻيو ڪرتا ڀرئين ڪرتا کان اُنهن نه ٿيڻو آهي، بلڪ ٻيو ڪرتا ئي مڃڻو ٿيندو.

## (۳۷۳) ايشور وياپڪ ۽ نتيه آهي.

اهو ايشور ‡ اِڪ ديشي نه آهي بلڪ جت ڪٿ وياپڪ آهي. جيڪڏهين ايشور کي اڪ ديشي قبول ڪجي ته انهيءَ پٽ ٿي پوي، ڇو ته اهو نيم آهي ته ”جهڙن وستو جو ديش ڪري انت ٿئي ٿو تهڙوئي ڪال ڪري به انت ٿيڻو آهي.“ جو انهيءَ آهي سو ته ڪنهن ڪرتا پيدا ڪيو آهي ۽ انهين ايشور جو به ڪرتا مڃڻو پوندو!

اهو ته بنڻو نه آهي:- (۱) ته ايشور پنهنجو ته ڪرتا نه ٿيندو، ڇو ته انهين ”آتم آشريه“ دوش ٿي پوندو. آتم آشريه اهو آهي جو پاڻ ئي ڪريا جو ڪرم يعني وشيه يا ڪاريه ٿجي، ته پاڻ ئي ڪريا جو ڪرتا يعني آسرو ٿجي؛ جيئن ڪلال ڪريا جو ڪرتا آهي ۽ ڪوٽ آهي ڪرم (يا ڪاريه)، سي ٻئي آهن، هڪ ٿيڻائي نه آهن، تيئن ڪريا جو ڪرتا ۽ ڪريا جو ڪرم ٻئي آهن ۽ نه هڪ. مطلب ته انهين آتم آشريه ڪاريه ٿيڻو نه آهي؛ تنهن ڪري مٿين ڇوڙ ۾ آتم آشريه دوش آهي. (۲) تنهنڪري ايشور جو ڪرتا ٻيو ڪو مڃڻو ٿيندو؛ جو پاڻ ڀريئين مثل ڪنهن جو آپاپل مڃڻو پوندو. پاڻ پنهنجو اُپائيندڙ ٿئو ٿي سگهي نه ته آتم آشريه

‡ هڪ هنڌ رهندڙ، جيئن سرڳ، لوڪ وغيره ۾.

عجيب جڳت جو ڪرتا عجيب شڪتيءَ وارو
آهي، يعني تہ سروشڪتيوان آهي.

اهو جڳت جو ڪرتا "سنتنتر" (سواڌين يعني
ڪنهن جي محتاجي نہ ڪيڻ وارو) آهي؛ جو نہ
ٿوريءَ شڪتيءَ وارو مجي تہ پراڌين (محتاج) ٿئي؛
سروشڪتيوان تہ پراڌين ڏٺو نہ آهي؛ تنهنڪري
سنتنتر آهي.

اهڙو جو جڳت جو ڪرتا سروگيہ، سروشڪتيوان
۽ سنتنتر آهي تنهن کي ايشور ٿو چئجي.

(۳۷۲) جو * الپگيہ، الپ شڪتيءَ وارو ۽ پراڌين
آهي تنهن کي جيو ٿو چئجي. جيتوڻيڪ پرمارٿ
ڪري جيو ۾ برهم ۾ الپگيہ وغيرہ ڀاو نہ آهن، تہ بہ اوديا
‖ ڪرت مٿيا الپگيتا وغيرہ جيو ۾ پرتيت ٿين ٿا جنهن
ڪري جيو ۾ جڙتا ۽ اهي ٿا سچ، تہ جيو چئجي ٿي اوديا
ڪرت الپگيتا وغيرہ جي ‡ پراڻتيءَ کي ٿو. اما الپگيتا
وغيرہ پراڻتي ايشور ۾ ڪانهي، بلڪ ايشور ۾ آهي مايا
ڪرت سروگيتا وغيرہ جو اهڙو سمجهاڻ ڏيو آهي. اهڙيءَ
ريت سمجهاڻ ڏيو تہ "جڳت جو ڪرتا جيو نہ آهي
پر ايشور آهي."

* ٿورو ڄاڻندڙ، الپ = ٿورو. ‖ اوديا جا زچيل.
‡ پورو پورو ٿو.

آهي يا پاڻمرادو ٿي پوي ٿو" جواب اهي ويو ته بلڪ آهي ته جو بر ته "جڳت جو ڪرتا ڪو جيو آهي يا ايشور آهي؟"

**(۳۷۱) ايشور سروگيه، سروشڪتيوان ۽ سُوتنتر آهي.**

جڳت جو ڪرتا ايشور آهي، پاڻمرادو جڳت نٿو ٿئي. جيئن ڪنڀ ڪرتا بنا جڳت ٿئي ته *ڪلال بنا گهٽ به ٿيڻ گهرجي، تنهن ڪري اوس جڳت جو ڪو ڪرتا آهي. اهو ڪرتا "‡سروگيه" آهي؛ ڇو ته جيڪو ڪاريه جو ڪرتا ٿئي ٿو، اهو ضرور ڪاريه ۽ ڪاريه جي †اُپادان ڪارڻ کي ڄاڻي ٿو، ۽ تيئن جڳت جو ڪرتا ايشور به جڳت کي ۽ جڳت جي اُپادان ڪارڻ کي ڄاڻي جڳت ناهي ٿو. تنهن ڪري ايشور سروگيه آهي.

اهو ڪرتا "سروشڪتيوان" آهي، ڇو ته جيو جو الپ (ٿوري) شڪتيءَ وارو آهي سو جڳت جي §رچنا من سان ويچاري به ڪين سگهندو تنهنڪري

---

*ڪنڀار. ‡ڪل ڄاڻندڙ. †اُپادان ڪارڻ=Material cause، نمت ڪارڻ=Efficient cause. §"نيوٽن" سائنسدان جو ڪٿن آهي ته "لوڪ مونکي عاليٰ سائنسدان ڪري ٿا ڪوٺين، پر آءٌ ته ائين ٿو ڄاڻان ته قدرت روپي سمنڊ جي ڪناري تان اجا ته فقط ڪوڏيون ۽ سنيئڙا چوندا ائم."

ڀاڱا) مائجن، تنهن سوکت سهنک ماتري سکهاجي.
آتما ته آدي نتيہ، تنهنڪري ته آويو، تنهنڪري اُنجو
سوکت سهنک ٿيڻ جو لسہ آهي. تنهنڪري آتما
اسنگ آهي.

هي شش آهي: رايت ست چت آنند ٻرهم
روپ، جنم وغيره وڪارن رهت ۽ اسنگ آتما جو
آهي، سو تون آهين. اهو آهي تنهنجي پهرئين سوال
جو جواب.

**(۳۷۰) جڳت جو ڪرتا ايشور آهي.**

[دوهي جي ٻئي تڪ تي ٽيڪا.] ٻيو سوال
هو ته جڳت جو ڪرتا ڪير آهي؟ تنهنجي
جواب لاء دوهي جي ٻي تڪ ڏنل آهي.

विभु चेतन माया करे जगको उत्पति भंग ॥

وڀو يعني وياپڪ جو چيتن آهي تنهنجي آسري ۽
تنهنکي وشيہ ڪرڻ (آورڻ ڪرڻ يا ڍڪڻ) واري
مايا آهي، جا ست است کان ولکيڻ (نرالي)
اڌڀت (عجيب) اکيان شڪتي واري آهي، تنهنڪان
جڳت جي اُتپتي ۽ ڀنگ (ناس) ٿئي ٿو. اُتي
اُتپت ۽ ڀنگ سان گڏ استتي بہ سمجهڻ گهرجي.
مطلب آهي ته مايا وارو چيتن ايشور آهي،
جو جڳت جي اُتپت پالڻ ۽ ناس ڪرڻ وارو آهي.
اُنهن، هي شش، الهي سوال جو ته "جڳت جو ڪرتا،

جنم جو هيٺو ٻنڌڻو نه آهي، تنهن ڪري آتما اجنما آهي.

جنهن وستوءَ جو جنم ٿئي ٿو، تنهن سان پنج وڪار ٻيا به لاڳو ٿين ٿا: (١) آستِتا (يعني پرڳهٽ ٿيڻ) (٢) وِردي (وڌڻ) (٣) پرڻام (ڦيرو) (٤) اپڪيه (گهٽجڻ) ۽ (٥) ناس؛ پر آتما کي جو جنم ڪونهي ته اهي پنج وڪار به ڪونه اٿس، يعني ته جنم وغيره "ڇهن وڪارن کان آتما اڇو آهي."

### (٣٦٩) آتما اسنگ آهي.

سنگ ٽالو آهي سنبنڌ جو؛ سنبنڌ ٿئي ٿو ساجاتيءَ وجاتيءَ يا سوگت پدارٿن سان، جيئن گهٽ جو گهٽ سان ساجاتيه، گهٽ جو پٽ سان وجاتيه ۽ پٽ جو تندن سان سوگت سنبنڌ آهي، سوگت يعني اوين جو. "اوين" جو ارٿ آهي عضوا.

آتما جو ساجاتيه سنبنڌ تڏهين ٿئي جڏهين آتما ٻه يا گهڻا ڄڻا هجن؛ پر آتما آهي ئي هڪ، پوءِ ساجاتيه سنبنڌ ڪنهن سان ٿئي؟ آتما کان وجاتيه آهي اناتما؛ پر اناتم وستو آهن رڄ سمان آتما ۾ ئي ڪلپت؛ پوءِ ڪلپت سان آتما جو سنبنڌ ڪيئن ٿئي؟ اهڙ ائين ٿئي جيئن رڄ جي ڀاڱيءَ جو رڄ واري پرٿويءَ سان؛ سو ته ٿيڻو نه آهي، ڇو ته رڄ جي ڀاڱيءَ سان پرٿوي آلي نٿي ٿئي. وري آتما ۾ جڏهين اوين (عضوا يعني

(٣٦٨) ساکيءَ ريت ڪل پدارٿن ۾ پنج انش آهن، (١) نام، (٢) روپ (٣) استي (٤) ڀاتي (٥) پريه. (١) گهٽ، (گهه ۽ ٽ) ٻن اکرن جو "نام" آهي، (٢) گهٽ ڪول آهي، اهو ٿيو "روپ"، (٣) گهٽ آهي، اهو ٿيو "استي"، (٤) گهٽ پرتيت آهي يعني گهٽ جي جاڻ، سا ٿي "ڀاتي"، (٥) گهٽ پيارو آهي، اهو ٿيو "پريه" يا * آنند. انهن پنجن انشن مان پويان ٽي ته ڪل پدارٿن ۾ وياپڪ آهن، باقي نام ۽ روپ ويڀچاري يعني جيڪي ڪنهن هنڌ هجي ته ڪنهن هنڌ نه هجي. گهٽ جا "نام" ۽ ڪول "روپ"، پٽ (ڪپڙي) ۾ ڪين آهن، وري پٽ نام ۽ انجو روپ گهٽ ۾ نه آهن، انهيءَ ريت سڀني پدارٿن ۾ نام ۽ روپ ويڀچاري آهن. باقي استي ڀاتي ۽ پريه وياپڪ آهن. جيئن سرپ، اڪط وغيره ۾ وياپڪ "هي" انش سچ ۽ اڌشٽان آهي، تيئن ڪل پدارٿن ۾ وياپڪ استي ڀاتي پريه روپ سچ ۽ اڌشٽان روپ آهن، باقي نام ۽ روپ انهن ڪلپت آهن، جيئن سرپ، ڏنڊو وغيره. استي ڀاتي ۽ پريه ست چت آنند روپ آهن، جنهن ڪري آتم-روپ آهن، انهيءَ ريت ست چت آنند روپ آتما ۾ ئي ڪل "نام روپ" پرپنچ ڪلپت آهي. سو ڪوڙ ڪلپت پدارٿ آتما جي

* سرپ پڻ سرٽيءَ کي ۽ شينهن شينهڻ کي پيارو آهي.

جنم جو ڪيترو بندڪو نہ آهي، تنهن ڪري آتما
اجنما آهي.

جنهن وستوءَ جو جنم ٿئي ٿو، تنهن سان پنج
وڪار پيا بہ لاڳو ٿين ٿا:- (۱) آستتا (يعني پرگهٽ
ٿيڻ) (۲) ورڌي (وڌڻ) (۳) پريڻام (ڦيرو) (۴)
اپکيہ (گهٽجڻ) ۽ (۵) بناس ۽ پر آتما کي جو جنم
ڪونهي تہ اهي پنج وڪار بہ ڪونہ اٿس، يعني تہ
جم وغيره ”ڇهن وڪارن کان آتما آجو آهي.“

## (۳۶۹) آتما اسنگ آهي.

سنگ ڏالو آهي سمبنڌ جو؛ سمبنڌ ٿئي ٿو ساجاتيءَ
وجاتيءَ يا سوگت پدارٿن سان، جيئن گهٽ جو گهٽ
سان ساجاتيہ، گهٽ جو پٽ سان وجاتيہ ۽ پٽ جو
تندن سان سوگت سمبنڌ آهي، سوگت يعني اويون
جو. ”اويون“ جو ارٿ آهي عضوا.

آتما جو ساجاتيہ سمبنڌ تڏهين ٿئي جڏهين آتما
ٻہ يا گهڻا چيتن ۽ پر آتما آهي هڪ، پوءِ ساجاتيہ
سمبنڌ ڪنهن سان ٿئي؟ آتما کان وجاتيہ آهي
اناتما ۽ پر اناتم وستو آهن رڄ سمان آتما ۾ ڪلپت
پوءِ ڪلپت سان آتما جو سمبنڌ ڪيئن ٿئي؟ اهو اڻين
ٿئي جيئن رڄ جي پاڙيءَ جو رڄ واري پرٿويءَ سان
سو تہ ٿيڻو نہ آهي، ڇو تہ رڄ جي پاڙيءَ سان پرٿوي آلي
نٿي ٿئي. وري آتما ۾ جڏهين اويو (عضوا يعني

(۳٦٨) ساکيءَ ريت ڪل پدارٿن ۾ پنج انش
آهن، (۱) نان، (۲) روپ (۳) آستي (۴) ڀاتي (۵)
پريه. (۱) کهت، (کهه ۽ ت) ٻن اکرن جو "نام"
آهي؛ (۲) کهت کول آهي، اڌو ٿيو "روپ"؛ (۳)
کهت آهي، اڌو ٿيو "استي"؛ (۴) کهت پرتيت آهي.
يعني کهت جي جاءِ، سا ٿي "ڀاتي"؛ (۵) کهت پيارو
آهي، اڌو ٿيو "پريه" يا * آنند. انهن پنجن انشن مان
پويان ٽي ته ڪل پدارٿن ۾ وياپڪ آهن، باقي نام ۽
روپ آهن ويڇاري يعني جيڪي ڪنهن هنڌ ٺهي ٿو
ڪنهن هنڌ نه ٺهي. کهت جا کهت "نام" ۽ کول
"روپ"، ڀت (ڪپڙي) ۾ ڪين آهن؛ وري ڀت
نام ۽ اُنجو روپ کهت ۾ نه آهن؛ انهيءَ ريت سڀني
پدارٿن ۾ نام ۽ روپ ويڇاري آهن. باقي استي ڀاتي ۽
پريه وياپڪ آهن. جيئن سرپ، اکڙ وغيره ۾ وياپڪ
"هي" انش سچ ۽ اڌشٺان آهي، تيئن ڪل پدارٿن ۾
وياپڪ استي ڀاتي پريه روپ سچ ۽ اڌشٺان روپ
آهن؛ باقي نام ۽ روپ انهن ۾ ڪلپت آهن، جيئن
سرپ، ڏنڊو وغيره. استي ڀاتي ۽ پريه ست چت آنند
روپ آهن، جنهن کري آتم سروپ آهن؛ انهيءَ ريت
ست چت آنند روپ آتما ۾ ئي ڪل "نام روپ"
پرپنچ ڪلپت آهي. سو ڪوڙو ڪلپت پدارٿ آتما جو

* سرپ ٻڙ سرٺيءَ کي ۽ شينهن شينهڻ کي پيارو آهي

اِهم (هيءَ) انش، ۽ ٻيو آهي سرپ وغيره وشيش (خاص) انش. ساماني انش کل وشيش ۾ وياپڪ آهي؛ جيئن ته "هيءَ سرپ آهي"، "هيءَ اکڙ آهي"، "هي پرٿويءَ جي ڦوٽ آهي"، "هي جل جي ريکا آهي." اهڙي پرڪار سرپ وغيره سڀني وشيش انشن ۾ ساماني "هيءَ" انش وياپڪ آهي. سو وياپڪ ساماني انش "هيءَ" نوڙيءَ روپ آهي. ۽ ساماني اِهم انش جي گيان کي ئي، يعني ته نوڙيءَ جي ساماني گيان کي ئي پرانتيءَ جو هيٺو ڇانجي ٿو. اهو ساماني اِهم (هيءَ) انش سچو آهي، ڇو ته نوڙيءَ جي گيان تيڻ تي به اِهم انش پرتيت رهيو. جيئن پرانتيءَ سمي "هيءَ سرپ آهي،" ان نموني سرپ آهڪن سان ملي "هيءَ" انش جي پرتيتي ٿئي ٿي، تيئن پرانتي نبري وڃڻ کان پوءِ به "هيءَ نوڙي آهي،" ان ريت نوڙيءَ سان گڏ ملي "هي" انش جي پرتيتي ٿئي ٿي. جيڪڏهن اِهم انش به مٿيا ڄجي ته سرپ وغيره مثل پرانتيءَ جي نورت ٿيڻ کان پوءِ "هيءَ" انش جي پرتيتي به جيڪر نه رهي. انهن معلوم ٿيو ته سرپ وغيره پرانتيءَ ۾، وياپڪ جيڪو اِهم انش آهي سو سچو آهي ۽ اڌشٺان نوڙيءَ روپ آهي. سرپ، اکڙ، وغيره، جي هڪ ٻئي کري ويچاري آهن، سي ڪلپت آهن.

(٣٦٦) برهم روپ آتما اڄنما آهي.

اهو برهم روپ آتما اڄنما آهي. جيڪڏهن آتما جو جنم قبولبو ته آتما انتيه ٿيندو. انهيءَ ڪري جيڪي پرلوڪ وادي آستڪ آهن سي هرگز ڪين قبوليندا. ڇو ته جيڪڏهن آتما کي اُتپت ٿيندڙ ۽ ناس ٿيندڙ مڃبو ته اڻ ڪيل ڪرم بنا سک دک ڀوڳڻ جي پراپتي ٿيندي ۽ ڪيل ڪرمن ڀوڳڻ کان سواءِ بنا ناس ٿي ويندا. سو جي آتما کي ڪرتا ڀوڪتا ڪري مڃبي ته پر اهو مڃڻو پوندو ته آتما ضرور جنم مرڻ رهت آهي.

وري جيڪڏهن آتما جو جنم انگيڪار (قبول) ڪجي ته اهو ياد رکڻ گهرجي ته ڪنهن به وستوءَ جو جنم هيتوءَ (سبب) بنا ٿيڻو نه آهي. انهيءَ هيتو اوس آتما کان ڀن ٿي مڃڻو پوندو. مگر آتما کان ڀن ڪل آتما ۾ ڪلپت آهي [يعني ڀن نه آهي]، تنهن ڪري آتما جو هيتو ٿيڻو نه آهي. جيئن لوڙيءَ ۾ ڪلپت سرپ لوڙيءَ جو هيتو نه آهي تيئن آتما ۾ ڪلپت ۽ سڀ آتما جو هيتو ٿيڻو نه آهي.

(٣٦٧) ڀرانتيءَ جو وچار.

وري هڪ ئي لوڙيءَ ۾ ڌار ڌار ماڻهن کي ڌار ڌار ڀرانتي ٿئي ٿي. ڪو لڪڻ ڪري ڏسي، ته ڪو سرپ ته ڪو پاڻيءَ جي ڌار، ته ڪو ڄار جي ريکا. هاڻي انهيءَ ڀرانتيءَ ۾ به انش آهن، هڪ آهي "سامانيه" (رواجي)

چيتو. انااتم جي گهٽ وغيره سي جڙ آهن؛ سو جي برهم آتما کان ڀِن چيتو ته جڙ مڃيو. تنهنڪري آتما کان ڀِن برهم ڀِط نه آهي. بلڪ برهم سروپ ئي آتما آهي.

ڪ ئي چيتن کل (*سمشٽي) پرپنچ ۽ مايا جو اڌشٽان آهي، تنهنڪري برهم چئجي ٿو؛ اوديا ۽ *ويشٽي ديهه وغيره جو اڌشٽان آهي تنهنڪري آتما چئجي ٿو. "تت" پد جو لکيه برهم چئجي ٿو؛ "تُوَم" پد جو لکيه آتما چئجي ٿو. ايشور ساکي "تت" پد جو لکيه آهي، جيو ساکي "توَم" پد جو لکيه چئجي ٿو. سمشٽي سنگهات (ديهن) اُپهت چيتن ايشور ساکي چئجي؛ ويشٽي سنگهات اُپهت چيتن جيو ساکي چئجي.

جيئن گهٽ جيو ۽ ايشور جي ايڪتا ٻڌي نٿي ته بر جيو ساکي ۽ ايشور ساکيءَ جو ڀيد اُپاڌيءَ جي ڀيد ڪري آهي ۽ نه سروپ ڪري. جيئن مٺ (گهر) ۾ رکيل جو گهٽ آڪاش آهي تنهن ۽ مٺ آڪاش جي نه رڳو اُپاڌيءَ ڪري ڀيد آهي ۽ نه سروپ ڪري، تيئن آتما ۽ برهم وچ ۾ اُپاڌي ڀيد سواءِ ڀيد ڪونهي ۽ ٻئي وستو آهن.

* هڪ ڌار ڌار کي چئجي ويشٽي، ۽ سڀني کي ملائي چئجي سمشٽي.

آهي. اها پريت "آنند" ۽ "دک جي اڀاو" ۾ ٺهڻ جي آهي ۽ نه ٻنهي کنهن ۾ ۽ ٻين پدارٿن ۾ جا پريت آهي سا آهي آنند نمت ڪرڻ ۽ دک جي اڀاو نمت (سادڪي). تنهنڪري ڇهون نه ٻنهي جي پريت جي وشيه جا آتما آهي سا آنند روپ آهي. دک جو اڀاءُ به آتما روپ آهي. جيئن سروپ جو اڀاءُ آهي توڙي روپ، تيئن دک جو ڪاپت آهي، تنهن جو اڀاءُ آهي آتما روپ. ائين به آتما آنند روپ ثابت ٿيو.

(٣٦٣) آنند، آتما جو گڻ نه آهي.

"نيايه مت" ۾ جو آنند کي آتما جو گڻ ڪري مڃين ٿا سو ٺيڪ نه آهي. جي آنند گڻ کي "نعير" ڪري قبولجي ته آگما پائي (اڇو وچڙو) نه ڇنبو ۽ ائين آتما جو سروپ پاط آنند ثابت ٿيندو، سو نيايه ۾ مڃيل نه آهي. پر جيڪڏهين آنند گڻ کي انتيه مڃجو ته پوءِ آنند جي اُتپتي مڃڻي پوندي آنڪول (موافق) وشيه ۽ اندرين جي سبنڌ مان، پوءِ ته سکوپت ۾ آنند جو ڀان نه ٿيڻ گهرجي، ڇو ته سکوپت ۾ وشين جو اندرين سان سبنڌ آهي ڪونه. تنهنڪري اوس مڃڻ گهرجي ته آنند آتما جو گڻ نه آهي پر روپ آهي. ائين آتما ست چت آنند ثابت ٿيو.

آهي ۽ رات وشيه جي سمبنڌ سان آتم سروپ آنند جو ڀان ٿئي ٿو. جيڪڏهين آتما آنند روپ نه هجي ته وشيه سمبنڌ سان آنند جو ڀان ٿئي ڪين. تنهن ڪري "آتما آنند روپ آهي."

### (٣٦٣) مکيه پريم آتما ۾ ئي آهي.

جا جا وست آتما جي سمبنڌي آهي تنهن ۾ پريم ٿئي ٿو. پر جيئن ويجهو تيئن وڌيڪ پريم رهي ٿو، جيئن ته پٽ جا متر پيارا آهن، تن کان وڌيڪ خود پٽ؛ پٽ کان وڌيڪ پنهنجي استول سوکيم شرير ۾ پريم آهي ۽ استول شرير کان به سوکيم ۾ وڌيڪ. آتما جو آڀاس نه، سوکيم شرير ۾ آهي ۽ نه ٻئي ڪنهن ۾، جنهن ڪري آتما جو سوکيم شرير سان سمبنڌ آڀاس دوارا آهي. سوکيم شرير جو وري استول شرير سان سمبنڌ آهي، يعني ته آتما جو استول شرير سان سمبنڌ سوکيم شرير دوارا ئي آهي. پٽ سان استول شرير دوارا، ۽ پٽ جي مترن سان پٽ دوارا.

جڏهن آتما جي سمبنڌ ڪري پدارٿن ۾ پريت ٿئي ٿي، "تنهن آتما ۾ ئي مکيه پريت آهي." ۽ نه پدارٿن ۾. جيئن پٽ جي مترن سان پريت پٽ جي سمبنڌ ڪري آهي، جنهن ڪري انهن پريت به پٽ سان ئي آهي؛ تيئن آتما کي جنهن کو پدارٿ ويجهو تيئن پريت به وڌ، انهيءَ ڪري آتما ۾ ئي سڀ جي پريت

اُنهيءَ ذريعي انتهڪرڻ اُپهت چيتن روپ آنند هٿ اچي ٿو.

سروپ آنند جو گرهڻ ۽ وشيه جو گيان اَوِيَوَهت (پردي رهت يعني گڏو گڏ) آهن، جنهن ڪري منکي اِها ڀرانتي رهي ٿي ته ”مون وشيه ۾ آنند جو انڀوُ ڪيو آهي.“

وشيه آنند جي باري ۾ ٻه پکيه يعني مت ٻڌايا ويا ٿا: (۱) وشيه آڪار ورتيءَ کان وشيه اُپهت چيتن روپ آنند جو ڀان ٿئي ٿو؛ (۲) ٻيءَ انتر مکي ورتيءَ ۾ انتهڪرڻ اُپهت چيتن جي آنند جو ڀان ٿئي ٿو. انهن ۾ ٻيو پکيه اُتم آهي. سبب ته وشيه جي گيان روپ ورتيءَ دوارا انتهڪرڻ اپهت آنند جو ڀان ته بطوئي نه آهي.

وري جي وشيه اُپهت آنند جو ڀان مڃجي ته رستي جي وڻن جي گيان روپي ورتي به ته ساتوڪ آهي، پوءِ ان سان به وڻ اُپهت چيتن سروپ آنند جو ڀان ڇو نه ٿو ٿئي، ۽ تيئن ڪل گيان سان ڪيهه اُپهت چيتن روپ آنند جو ڀان به هئڻ گهرجي جو نٿو ٿئي. تنهن ڪري اَناتم وستن جي گيان روپ جيڪا ٻاهر مکي ورتي آهي تنهن سان ڪيهه اُپهت چيتن سروپ آنند جو گرهڻ (هٿ اچڻ) ٿي سگهڻ جو نه آهي. تنهن ڪري ٻيو پکيه ٺيڪ آهي.]

اهو وشيہ اُپهت چيتن، آتما کان ڀن نہ آهي، تنهن ڪري اُنهيءَ آنند کي آتما آنند چئجي ٿو. اُن گيان روپي ورتيءَ جي اُتپتيءَ ۾ نمت آهي وشيہ سان اکــ وغيره جو سنبنڌ.

### ب- اُتڪرش اُپهت چيتن جي آنند جو وشيہ دواران ڀان.

ياد جيءَ ويچار ڪر:- گيان روپي جا ٻاهر مکي ورتي آهي، تنهن کان نرالي ٻي *انتر مکي ورتي آهي، انهيءَ ۾ اُتڪرش اُپهت چيتن روپ آنند جوئي ڀان ٿئي ٿو، اهو اُتم سڌانت آهي. اُنهيءَ ورتيءَ جي اُتپت جو نمت (سبب) آهي اڇا وغيره جو اڀاءُ (نہ هئڻ). جيئن اڇا وغيره رهت ايڪانت ۾ جيڪو اداسين مُنکہ ٿي وهي ٿو، تنهن کي ٻاهر مکي گيان روپي ورتي ڪانہ آهي، تہ بہ آنند جو ڀان اٿس. تہ ڄاڻجو تہ اڇا وغيره جي اڀــاو روپ نمت کان انتر مکــ ورتي ڪا ٿيوئي آهي جا آنند جهلي ٿي. تنهنڪري ثابت آهي تہ اڇا ڪيل پدارٿ جي لاڀ سان جو اڇا وغيره جو اڀاؤ رهي ٿو تہ گيان ٿيڻ بعد ورتي انتر مکي ٿئي ٿي؛

* ايڪاگرتا واري سالوڪ ورتيءَ، اُن کي "پرمودہ" ۽ "پرمود" بہ چئون.

## (٣٦١) الف- وشيہ اُپهت چيتن جي آنند جو وشيہ دواران ڀان.

لائيءَ چوڻ ۾ هيءَ شنڪا اُٿي ٿي تہ ”جيڪا اڄا روپ اتڪرش جي ورتي آهي سا تہ وشيہ پراپت ٿيڻ تي ناس ٿئي ٿي ۽ ٻيءَ ورتيءَ لاءِ سبب ڪونہ ٿيو آهي جو پيدا ٿئي؛ ۽ ورتيءَ کانسواءِ تہ سروپ آنند جو ڀان ٿيڻو ئي نہ آهي تہ ڇهون تہ وشيہ ۾ ئي آنند آهي.“ اُنجو سماڌان هي آهي:- اڄا روپ اتڪرش جي ورتيءَ جو تہ وشيہ پراپت ٿيڻ تي اڀاو ٿئي ٿو ۽ جي اُنجو اڀاو نہ ٿئي تہ ٻہ اُنهيءَ ۾ آنند جو پرڪاش نٿو ٿئي. ڇو تہ اڄا روپ ورتي آهي راجسي؛ آنند جو پرڪاش ستو ستي ڪرڻ واريءَ ورتيءَ ۾ ئي ٿيڻو آهي. جاڻ ڏسجو تہ اڄا کيل پدارٿ جو ملي ٿو تہ اُن جي سروپ کي وشيہ ڪرڻ لاءِ جيڪا گيان روپ اتڪرش جي ورتي آهي سا آهي ساتوڪي، ڇو تہ اهو نيم آهي تہ ”گيان سلبهي ستي ڪرڻ دواران ٿو“؛ تنهن ورتيءَ ۾ ئي آنند جو ڀان ٿئي ٿو. پر اتي اهو ياد رکڻ گهرجي تہ اها گيان روپ ورتي آهي ٻاهر مکي، تنهن ڪري ان جي پرشٽ (پٺيون) ڀاڱي ۾ استٿ، جو اتڪرش اُپهت چيتن سروپ آنند آهي، تنهن کي آها ورتي نٿي جهٽي سگهي. اهوئي سبب آهي جو ان ۾ جو ڀان ٿئي ٿو، سو آهي وشيہ اُپهت چيتن جو آنند.

آهي ۽ تنهن ڪري ورتي اوڇن ڇيتن کي گيان به ڇتجي تو ۽ ساکي به ڇتجي ٿو، ۽ گهٽ وغيره وشين کي جو آڀاس ڇيتن جي شڪتي نه آهي تہ وشيہ اوڇن ڇيتن کي نہ گيان تو ڇتجي نہ ساکي.

اهڙيءَ طرح جاگرت جا پدارٿ ۽ تن جو گيان ٻئي گڏ اُتپن ٿين ٿا ۽ گڏ ئي ناس ٿين ٿا، اهو آهي ويدن جو "گود سڌانت". ۽ انهيءَ ڪري اهو چوڻ تہ جاگرت پدارٿ *ٻئي جاگرت ۾ رهن ٿا سو ٺيڪ نہ آهي.

(٣٢٥) جاگرت ۾ ڪارڻ ڪاريہ ڀاونا جو اپاءُ.

اهو سچ آهي تہ سڀني ماڻهن جاڳڻ تي منهن کي اها جاڻ ٿئي تہ "جيڪي پدارٿ اڳ هئا سي ئي هي پدارٿ آهن، جنهن ڪري سمجهجي ٿو تہ جاگرت جي پدارٿن جو اُتپن يا ناس گيان جي اُتپن يا ناس وقت نٿو ٿئي، پر گيان ناس ٿيڻ بعد بہ پدارٿ رهن ٿا." مگر ويچار ڪري ڏسبو تہ معلوم ٿيندو تہ سڀني جا پدارٿ جي گڏ ۾ اُتپن ٿين ٿا، تن جي بہ پرتيت انهن تي رهي تہ "هي پربت، سمنڊ، وغيره منهنجي جنم کان ئي اڳ جا پيدا ٿيل آهن." يعني تہ تتڪال اُپجيل پدارٿن ۾ بہ ڪهڙي ڪال

* ٻئي ۾ لہ ٻري ڏهيو، پر ساڳئي جاگرت ۾ بہ اهي جا اهي پدارٿ نہ آهن؛ ڏسو فقره (٣٢٨)

ڪري ستيءَ گڻ جي پرڻام کي گيان چوڻ ٺيڪ نه آهي"
نه به جيڪو وياپڪ چيتن آهي تنهن کي [پدارٿن جو]
"گيان" نالو ڏجي، مگر آڀاس سهت ورتيءَ ۾ سوار
جو چيتن، تنهن کي "گيان" چئجي ٿو. تنهن ڪري
چيتن ۾ گيان وهنوار جي سمڀاوڪ آهي ورتي.

اهيءَ ريت چيتن ۾ گيان پڻي جي آپاڌي ورتي
آهي، جنهن کي پڻ "گيان" نالي سان ڪوٺيو وڃي
ٿو. جيئن لوڪ چون ته گهٽ (دلي) جو گيان اٿيو
ٿيو ۽ پٽ (ڪپڙي) جو گيان ناس ٿيو. اتي جيڪو
چيتن ورتيءَ ۾ سوار آهي تنهن جو ناس ته ڪوڻ جو
نه آهي. باقي ورتيءَ جوئي اٿين ۽ ناس ٿئي ٿو،
تنهن ڪري ورتيءَ ۾ئي گيان شبد لاڳو ڪجي ٿو.
اهو ورتي روپ گيان ستيءَ گڻ جو پرڻام آهي، ائين
چوڻ پڻي سگهجي ٿو. اتي ورتي روپ پرڻام ۾ چيتن
جو آڀاس ٿئي ٿو، مگر گهٽ وغيره وشيه ۾ چيتن
جو آڀاس نٿو ٿئي، ڇوته وشيه ۽ ورتي، جيتوڻيڪ
ٻئي اوديا جا پرڻام آهن ته به گهٽ وغيره اوديا جي
تمي گڻ جا پرڻام آهن، جنهن ڪري ملين آهن
انهن ۾ آڀاس ٿيڻ جو نه آهي؛ مگر ورتي اوديا جي
ستي گڻ جو پرڻام آهي ۽ صفا آهي، تنهن ۾ آڀاس
ٿئي ٿو.

اهيءَ ريت ورتي، چيتن جو آڀاس جهٽڻ جو

ته اهو ڇوڻ ٻه ٻڌي نٿو ۽ سدانت جو اگيان ڏيکاريٿو.
انهن موڙڪن جي سمجهه هيٺين آهي ته سنسار جو پرواهه
اناڌي آهي تنهن ۾ جيون کي جاڳرت سپنو سکوپت
ٽيئن ٿيون. جاڳرت حالت وقت سپني ۽ سکوپت
حالتن جو ناس آهي، سپني ۾ جاڳرت ۽ سکوپت ناس
آهن ۽ سکوپت ۾ جاڳرت سپنو ناس آهن ۽ مگر "سپني
سکوپت وقت پڻ جاڳرت وارا استري پٽ مال ڌن
ڪم ٽين ئي ڪين ٿا بلڪ بنيل ئي رهن ٿا، ڇو انهن
جو گيان گم ٿئي ٿو ۽ وري جاڳرت ٿيڻ تي اوائلي
جاڳرت ۾ جيڪي پدارٿ هئا تن جو گيان وري ٿئي
ٿو" اها آهي اگياني منشن جي درشٽي.

(٣٢٤) سدانت هي آهي:- ڪل پدارٿ آهن
چيتن جو وورت ۽ اوديا جو پرڻام، تنهن ڪري
سپني واري چاڏي وانگر جنهن سمي جنهن پدارٿ
جي پرتيت ٿئي ٿي، تنهن سمي اڌشٽان چيتن جي
آسري رهندڙ اوديا جو ان طرح پرڻام ٿئي ٿو.
(١) اوديا جي تمي گڻ انش جو کهت وغيره وشين
روپي پرڻام. (٢) اوديا جو ستي گڻ انش جو گيان
روپي پرڻام.
جيتوڻيڪ* "چيتن کي ئي گيان چيل آهي ۽ جنهن

* ڏيکيو فقرو (٢٠٠).

جا سرير انروچنيه آهن ۽ پٽ سرير ۾ پوٿن جي ڪارڻتا انروچنيه آهي. پرمارٿ ڪري پٽ جي سرير جو پوٿن جي سريرن سان "ڪارڻ ڪاريتا" ڀاو آهيئي ڪونه. ساڳيءَ طرح ديس ڪال ۾ انروچنيه ڪارڻ پرتيت ٿيا آهن، پرمارٿ ۾ ته ديش ڪال ۽ آڪاش وغيره پرپنچ جو ڀاڻ ۾ "ڪارڻ ڪاريتا" ڀاو آهيئي ڪونه.

ائين ثابت ٿيو ته ديش ڪال سامگريءَ بنا جاڳرت پرپنچ جي اُتپتي ٿي آهي، تنهنڪري سپني وانگر جاڳرت ڀرمتيا آهي. جيئن سپني جا استري پٽ وغيره سپني ۾ ڏي سکه دک جا ڏيندڙ آهن ۽ جاڳرت اوستا ۾ اُنهن جو اڀاءُ آهي، تئين وري جاڳرت جي پدارٿن جو سپني ۾ اڀاءُ آهي، جنهن ڪري ٻئي ڪوڙا آهن.

### (٣٢٣) جاڳرت ۾ ڀڃ پدارٿ ۽ گيان جي هڪ ئي وقت اُتپتي ٿئي ٿي.

جيڪڏهن وري ائين چوڻ ۾ اچي ته "جاڳرت مان سپنو ٿي وري جاڳرت ٿئي ٿو ته پوئين جاڳرت جا جيڪي پدارٿ آهن سي ئي سپني ڪانپوءِ ٻئي جاڳرت ۾ رهن ٿا، مگر پوئين سپني جا پدارٿ ٻئي سپني ۾ نٿا رهن، تنهنڪري سپني جي پدارٿن کي جاڳرت جي پدارٿن کان ٻئي نموني سمجهڻ کپي."

کهڙ جي ۽“ سا به نٿي بڻي. ڇو ته، مثلاً سڀني ۾ ٻـ سرير پرتيت ٿين ٿا، هڪ پتا جو ٻيو پٽ جو ۽ ٽئي ڀئيءَ سريرن جو سڀني جي اڌشٺان چيتن سان سنبنڌ آهي، ته به پتا سرير ۾ اڌشٺان چيتن جي ڪارڻتا پرتيت آهي ۽ نه پٽ سرير ۾؛ بلڪ پٽ پتا مان ڄاول آهي، انهيءَ ريت پٽ سرير ۾، اُنلو ڪاريتا پرتيت آهي. انهيءَ ريت جيتوڻيڪ اڌشٺان چيتن سان سنبنڌ نه سڀني جو آهي، ته به چيتن جي ڌرم ڪارڻتا جي ديش ڪال ۾ئي پرتيت ٿئي ٿي ۽ ٻين ۾ ڪاريتا.

يا وري هيئن سمجهجي:- اڌشٺان چيتن ته اسنگ آهي، سو ڪنهن جو به پرمارٿ ڪري ڪارڻ نه آهي. مايا ۾ آڀاس جيتوڻيڪ ڪارڻ [ڇل] آهي مگر آڀاس جو سروپ ته مٿيائي آهي؛ جيڪو پاڻئي مٿيا هجي، سو ٻين جو ڪارڻ بڻي نه سگهندو. تنهن ڪري پرماتما ۾ پرپنچ جي ڪارڻتا سڌ ئي نٿي ٿئي نه پوءِ ڪيئن چئي سگهبو ته پرماتما جي ڪارڻتا ديش ڪال ۾ پرم طور ٿي پرتيت ٿئي! تڏهين چوڻو پوندو ته جا مايا انروچنيه ديش ڪال پرتيت ڪرائي ٿي اهائي اُنهن ۾ انروچنيه ڪارڻتا ڏيکاري ٿي. پرمارٿ ڪري ديش ڪال، ڪارڻ آهن ئي ڪين.

ڏسو ته جنهن منش کي اولاد ڪونه آهي، سو به سپني ۾ پٽ ۽ پوٽا ڏو ڏسي ۽ اٿي جاڳي کهڙ جي ته پٽ پوٽن

چيتن جو وورت الرو چهيئر چاندي ۽ چانديءَ جو گيان پڻ آهن تين ٽا.

جو ڏالهن سفٽڪ ۾ جا ڳاڙهاڻ پرتيت ٿئي ٿي، اُتي ورتيءَ جو سنبنڌ سفٽڪ ۽ ڳاڙهاڻ ٻنهي سان ٿئي ٿو، تنهن ڪري ورتيءَ جي وشيہ ٿيو گل جي ڌرم ڳاڙهاڻ سميت سفٽڪ. اهڙيءَ ريت جتي ٻن پدارٿن جو سنبنڌ آهي، اتي هڪ جي ڌرم جي ٻئي ۾ پرتيت ممڪن آهي ۽ اتي انيٿاکياتي ممڪن آهي. جتي ٻن پدارٿن جو سنبنڌ نہ آهي، اتي انيٿاکياتي لاڳو نہ آهي، پر الرو چهيئر کياتي لاڳو آهي.

جيئن گل سنبنڌي سفٽڪ ۾ گل جي ڳاڙهاڻ پرتيت آهي، تيئن سنبنڌي جي پدارٿن جو بہ آڪاش چيتن سان سنبنڌ آهي، تنهنڪري چيتن جو ڌرم "ستيتا" بہ چيتن سنبنڌي سنبنڌي جي مائي پربت وغيره ۾ پرتيت ٿئي ٿو. اتي انيٿاکياتي قبول ڪجي ٿي. اهڙيءَ ريت آڪاش برهم جو ڌرم ڪارڻتا، چيتن سنبنڌي ديس ڪال ۾ بہ پرتيت ٿئي ٿو.

## (٣٢٢) جاڳرت پرپنچ جو مٿياپڻو.

وري جو اها شنڪا ڪجي ويئي تہ "آڪاش چيتن جو سنبنڌ تہ ساري پرپنچ سان آهي ۽ سنبنڌيءَ جو ڌرم، انيٿاکياتيءَ دواران جيڪڏهن ٻئي ۾ پرتيت ٿئي، تہ چيتن جي ڪارڻتا ڪل پرپنچ ۾ پرتيت ٿيڻ

ائين هت ۽ ستيتا جي گيان ۽ ابيتا کياتي قبول آهي.
ساڳيءَ طرح اڌشٺان برهم جي ڪارڻتا، ديس ڪال ۽ انيتا کياتيءَ طور پرتيت آهي.

(٣٢١) جيڪڏهين هي شڪ، ائي ائين چوڻ ته ايتري ڏنگڻ تي جيڪڏهن ابيتا کياتي قبولجي ته سيڌي پرمن بنسبت ابيتا کياتي ڇو نه مڃجي؟ ته اُن جو جواب هيءُ آهي ته سپيءَ جي چانديءَ وغيره ۽ ابيتا کياتي مڃجي ته هيءَ جو سڌالت آهي ته "وشيءَ کان ولکڻ يعني نرالو گيان ٿئي ٿو،" تنهن سان مخالفت ٿي.

جتي سفتڪ ۽ ڳاڙهاڻ جو گيان آهي، تتي ڳاڙهي گل جو سفتڪ سان سبنڌ آهي، جنهن ڪري سفتڪ سبنڌي گل جي ڳاڙهاڻ پرتيت آهي. هت انتهڪرڻ جي ورتي ڳاڙهي گل جي آڪار جي ٿئي ٿي، تنهن ڪري اُنهيءَ ورتيءَ جي وشيءَ، ڳاڙهي گل سبنڌي سفتڪ ٿئي ٿي؟ گل جي ڳاڙهاڻ سفتڪ ۾ پرتيت ٿئي ٿي، مگر سپيءَ جو گيان ته رُپي جي روپ مان ڪيئن جو نه آهي، ڇو ته سپيءَ واري ديس ۾ انرو چنيه يا وندوارڪ چانديءَ جو سڄڻ، پڻ ڪنهن ۽ مت ۾ مڃيل نه آهي؛ تنهنڪري اُتي سپي ئي آهي. تنهن سپيءَ جي سبنڌ کان انتهڪرڻ جي ورتي سپيءَ وارو آڪارئي وٺندي؛ نه رپي جو؛ [مگر ائين جو ٿي پوي ٿو ته ڇٽو ته] اوديا جو پرڻام؛

پرتيت آهي، تنهنڪري بنا شرط جي يا برهم ۾ اسٿتيءَ جي
پڻ ممڪن نه آهي؛ پر نه ديس ڪال ۾ ڪي ڪارڻتا
آهي؛ تنهنڪري پڻ آهي، ۽ اهو جو چيو ويو ته ”آڪاش،
وغيره پرپنچ جو ڪارڻ ديس ڪال نه آهي“ سو ٺيڪ
نه ٿيو.

(٣٣٠) تنهن تي سڪائيءَ جو جواب آهي ته: برهم
۾ ڪارڻتائي ديس ڪال ۾ پرتيت آهي: ڳاڙهي گل
جي سهڪ سان سفيد سفٽڪ (بلور) ڳاڙهو پرتيت ٿو
ٿئي؛ سپني ۾ اڪشان جي سبب (الهات يا سچو
شرط) مٿيا هاٿي، پربت وغيره ۾ پرتيت ٿئي ٿي. اهي
سفٽڪ ۾ اروچينهه ڳاڙهاڻ جي اُتپتي نه قبوليل آهي؛
بلڪ مڃيل آهي ته لعل گل جي لعلائي جي پرتيتي
سفٽڪ ۾ ٿئي ٿي. ست ڳاڙهاڻ جي ڪماڻ ۾ اليتا ڪماڻ
قبوليل آهي.

اهڙيءَ ريت سپني جي مٿيا پدارٿن ۾ سچيا پرتيت
آهي، اهي اروچينهه سچيا انهن پدارٿن ۾ اُنهن تي آهي،
اهو چوڻ اهڙو ئي *وياگهات دوش وارو آهي، جهڙو
چئجي ته ”سچ مٿيا آهي.“ وري جو بنا شرط جي
پرتيتي گهٽي نه آهي، تنهنڪري سپني جي اڪشان
ڇهين جي سچيا جي پرتيتي مٿيا پدارٿن ۾ ٿئي ٿي؛

* وياگهات دوش يعني چوڻ ۾ دوش؛ جيئن ڪو چوي
”منهنجي وات ۾ زبان ڪانهي.“

پرتيت آهي، تنهنڪري بنا شرط جي يا برهم ۾ استثنيٰ جي پڻ ممڪن نه آهي؛ پر ته ديش ڪال ۾ ئي ڪارڻتا آهي؛ تنهنڪري پڻ آهي؛ ۽ اهو جو چيو ويو ته "آڪاش، وغيره پرپنچ جو ڪارڻ ديش ڪال نه آهي" سو ٺيڪ نه ٿيو.

(٣٢٠) تنهن تي سڌانتي جو جواب آهي ته: برهم جي ڪارڻتائي ديش ڪال ۾ پرتيت آهي: ڳاڙهي گل جي سنڌ سان سفيد سفٽڪ (بلور) ڳاڙهو پرتيت ٿو ٿئي؛ سپني ۾ اڻشان جي سچيتا (الباٽ يا سچو شرط) مثيا هاٿي، پربت وغيره ۾ پرتيت ٿئي ٿي. اتي سفٽڪ ۾ اڻروچيندڙ ڳاڙهاڻ جي اُنهيءَ نه قبوليل آهي؛ بلڪ مڃيل آهي ته لعل گل جي لعلائي، جسي پرتيتي سفٽڪ ۾ ٿئي ٿي. مت ڳاڙهاڻ جي گمان ۾ اليتا ڪياتي قبوليل آهي.

اهڙي ريت سپني جي مثيا پدارٿن ۾ سچيتا پرتيت آهي اتي انروچيندڙ سچيتا انهن پدارٿن ۾ آنهن ٿي آهي. اهو چرط اهڙوني *وياڪهات دوش وارو آهي، جهڙوڪ چئجي ته "سچ مثيا آهي." وري جو بنان شرط جي پرتيتي ٿيڻي نه آهي، تنهنڪري سپني جي اڻشان چمڻ جي سچيتا جي پرتيتي مثيا پدارٿن ۾ ٿئي ٿي؛

* وياڪهات دوش يعني چرط ۾ دوش، جيئن ڪو چوي "منهنجي وات ۾ زبان ڪانه آهي."

"آنيٿاڪياتي" قبول ڪرڻي ٿي. ڇو ته هڪ وستوءَ جي ٻئي روپ ۾ پرتيتيءَ کي انيٿا کياتي چئجي ٿو ديس ڪال ڪنهن جو ڪارڻ نه آهن. تنڪري ٻئي روپ ۾ يعني ڪارڻ روپ ڪري مڃڻ ۾ انيٿاڪياتي قبول ڪرڻي پوندي ۽ سدانت ۾ اعا کياتي قبول نه آهي. جي مت انيٿاڪياتي قبوليو ته سپيءَ ۾ اڇو چمڪندڙ چانديءَ جي اُتپتي جا سدانت قبول آهي، سا بي سُود ٿيندي. انيٿاڪياتيءَ ۾ ٻه ٻه معنا ٻڌايا ويا آهن:- (۱) هڪ ديس ۾ استت پدارٿ جي ٻئي ديس ۾ پرتيتي آهي انيٿاڪياتي جئين استريءَ جي ٻانهن ۾ استت چانديءَ جي، سپيءَ واري ديس ۾ پرتيتي انيٿاڪياتي چئجي ٿي يا (۲) هڪ پدارٿ جي ٻئي روپ ۾ پرتيتي انيٿاڪياتي آهي، جئين سپيءَ جي ئي چاندي روپ ۾ پرتيتي. انهيءَ ريت ڪل ڀرم جي هنڌ انيٿاڪياتي لاڳو ٿي رهندي ۽ اڇو چمڪندڙ چانديءَ وغيره جي اُتپتي ڪٿن غلط ٿي پوندو.

پر جي ادويت سدانت مڃجي ته وشيه جي برابر ... گيان ٿئي ٿو، ۽ هڪ وستوءَ جو ٻئي روپ ۾ گيان ...ڻوئي نه آهي، تنهنڪري چانديءَ جي گيان جي وشيه (چ)اندي) ۾ اڇو چمڪندڙ اُتپتي ٿيل آهي، ته ان موجب (سد)انت کي ائين مڃڻ گهرجي ته ڪارڻ کان ٻاهر، جو (دي)س ڪال آهي تنهن ۾ ڀرم جي ڪارڻتا جو گيان، ...ڪن ڪين ٿيندو. وري ديس ڪال ۾ ڪارڻتا جا

بدا هئي جي پرتيت مڃڻجي تہ "ست ڪياتي" قبول
ڪرڻي پوندي، ۽ اُهو پرتيت ڦيرُ اٿيئن ڦهڙو و جهڙن
والاجهي پٽ يا سهي جي سگهن جو. تنهنڪري جيڪڏهن
ديس ڪال ۾ ڪارڻتا نہ مڃجي، تہ ڪل پدارٿن جي
ڪارڻتا مايا جي پاڻ دوارا نہ ديس ڪال ۾ پرتيت ٿيڻ
نہ گهرجي؛ پر ڪارڻتا ديس ڪال ۾ پرتيت ٿيل آهي
تنهنڪري ديس ڪال، ڪل پرپنچ جو ڪارڻ آهي. پر
جيڪڏهن ائين، جي جواب ۾ سڌانتي جي جواب ڏئي
تہ "ڪال پرپنچ جو ڪارڻ برهم آهي ۽ برهم ۾ ئي
ڪارڻتا ديس ڪال ۾ پرتيت ٿيل آهي، ۽ خود ديس
ڪال ۾ ڪارڻتا ڪانهي" تہ اُهو جواب بہ ٺهڻ وڪين،
ڇو تہ جيئن ديش ڪال جو اڌشٽان برهم آهي، تيئن
سڄي پرپنچ جو اڌشٽان بہ برهم ئي آهي؛ ديس ڪال ۾
ئي برهم جي ڪارڻتا پرتيت آهي ۽ نہ ٻئي ڪنهن ۾؛
سو ڇو؟ تنهنڪري جي اڌشٽان برهم جي ڪارڻتا ديس.
ڪال ۾ پرتيت ٿئي، تہ برهم، جو ڪل پرپنچ جو
اڌشٽان آهي، تنهنجي ڪارڻتا ڪل پرپنچ ۾ پرتيت
ٿيڻ گهرجي. ڪنهن ۾ ڪارڻتا ۽ ڪنهن ۾ نہ، اهو ڀيد
ٿيڻ ئي نہ گهرجي.

"ديس ڪال ۾ ڪارڻتا نہ آهي؛ برهم ۾ ڪارڻتا
آهي. سو برهم جي ڪارڻتا ديس ڪال ۾ پرتيت ٿئي
ٿي" ائين چوڻ ۾ ٻيو بہ دوش آهي؛ جيڪو ورڪ

سمجهجي :- ”ڪارڻ اڳ رهي ٿو ۽ ڪاريه پوءِ ٿئي ٿو.“ مگر آڪاش وغيره پنڄن کان ديش ڪال اڳ آهن سو ڇو ته ٻڌي نٿو، اها ڳالهه تازو نزديڪ سمجهائي وڃي آهي. تنهن ڪري ديش ڪال ۾ آڪاش وغيره پنڄن جي ڪارڻتا ٻڌي نٿي، بلڪ انهن ئي ڇو ته گهرجي ته سڀني جي پٺيان پٽ وانگر ديش ڪال سان گڏ آڪاش وغيره پنڄن مايا وششٽ پرماتما مان اتپن ٿيو آهي.

انهن آهي ته ڪو پدارٿ ڪنهن [خاص] ديس ۾ ڪنهن [خاص] سمي پيدا ٿئي ٿو، ۽ غير (ٻئي) ديس ۾ ۽ غير ڪال ۾ نٿو اپجي؛ پرلي سمي ۾ پدارٿ اپجيل نه آهن مگر سرشٽي ڪال ۾ ئي اپجيل آهن، تنهن ڪري ديش ڪال ۾ ڪارڻتا پرتيت ٿئي ٿي؛ پر ڳالهه هيءَ آهي جو جڏهن مايا کان ديش ڪال سهت پنڄن جي اتپتي ٿي آهي، تڏهن مايا کان ئي ديش ڪال ۾ ڪارڻتا ۽ [آڪاش آدڪ] پنڄن ۾ ڪاريتا پرتيت ٿي آهي. [جهڙي سڀني جي مثال ۾ سمجهايو ويو.] درحقيقت آڪاش وغيره پنڄن جا ديش ڪال ڪارڻ نه آهن.

(٣١٩) آڏيتا ڪياتيءَ جو انگيڪار. برهم جي ڪارڻتا جي ديس ڪال پرپرتيتي.

اهيءَ ۾ هيءَ شنڪا آڻي ٿي :- ٻيا مت جي پدارٿ پرتيت نٿا ٿين؛ سڌانت ۾ انهن ئي ٿو ڇو ڪي. جيڪڏهن

ڇوٿو پيدو ته آڪاس وغيره جي اُتپت واري وقت
کان *پورو ڪال †اُتپت پرماتما ديش ڪال جو
اڌشٺان آهي. يعني خود ديش ڪال جي اُتپت کان
اڳ ٻيو ڪال جي ضرورت رهندي ‡ جا ته ٿيڻي نه آهي
ڇو ته ڪال خود جي اُتپت بنا "اڳ جو ڪال"
سڌ ٿيڻو ئي نه آهي. تنهن ڪري حقيقت §
مڌسودن سواميءَ جي مراد هيءَ آهي ته جيئن ║پرت
پوڙڪ پرپنچ پرتيت آهي، تيئن ديش ڪال به
پرتيت آهي، مگر انهن کان ٻيو ته ڪجهه به نه آهي
تنهن ڪري ديش ڪال نت نه آهي ۽ بنا شرط
جي پرتيت نه ٿيڻا آهن تنهن ڪري آڪاس وغيره
وانگر ديش ڪال به اُتپت ٿيا آهن، سو
ديش ڪال آهي مايا جو پرڻام ۽ جنهن جو ضرورت¶
پر ڪڏهن ضرورت آهي سو ته ڪنهن جو ڪارڻ ٿيڻ جو
نه آهي، تنهن ڪري آڪاس وغيره پرپنچ جي اُتپت §
ديش ڪال جي ڪارڻتا بڻي ٿئي. ۽ ورب جيئن

* ڳڙيون يا اڳيون سڀ گذريل. † اُپاڌيءَ وارو. ‡ هيءَ
ٺڪاري ٿو نه ڪال ٿي خود ٿيو ڪارڻ ۽ ڪال ٿي خود
ٿيو ڪاريه، جو آهي "آتم آشريه دوش." § آڪاس آدڪ
پولن مان پيدا ٿيل. ║ مڌسودن سواميءَ ليکي جن جي چاڻانڻ
لاءِ ديش ڪال جي اُتپتي آڪاش وغيره کان اول جي
ڪٿي ڪئي آهي.

سمجهجي :- ”ڪارڻ اڳ رهي ٿو ۽ ڪاريہ پوءِ ٿئي ٿو.“ مگر آڪاش وغيره پرپنچ کان ديش ڪال اڳ آهن سو ڇو ته بڻجي نٿو، اها ڳالهہ تازو نزديڪ سمجهائي ويئي آهي. تنهن ڪري ديش ڪال ۾ آڪاش وغيره پرپنچ جي ڪارڻتا بڻجي نٿي، بلڪ ائين ئي ڇو ته ڪهڙي تہ سپني جي پتا پت واڱر ديش ڪال سان گڏ آڪاش وغيره پرپنچ مايا وششٽ پرماتما مان اپڻ ٿيو آهي.

ائين آهي تہ ڪو پدارٿ ڪنهن [خاص] ديس ۾ ڪنهن [خاص] سمي پيدا ٿئي ٿو، ۽ غير (ٻئي) ديس ۾ ۽ غير ڪال ۾ نٿو اپجي ۽ پرليہ سمي بہ پدارٿ اپجيل نہ آهن مگر سرشٽي ڪال ۾ ئي اپجيل آهن، تنهن ڪري ديش ڪال ۾ ڪارڻتا پرتيت ٿئي ٿي ۽ پر ڳالهہ ڏسڻ آهي جو جڏهن مايا کان ديش ڪال سميت پرپنچ جي اُتپتي ٿي آهي، تڏهن مايا کان ئي ديش ڪال ۾ ڪارڻتا ۽ [آڪاش آدڪ] ٻئي پرپنچ ۾ ڪاريتا پرتيت ٿي آهي. [جئين سپني جي مثال ۾ سمجهايو ويو.] در حقيقت آڪاش وغيره پرپنچ جا ديش ڪال ڪارڻ نہ آهن.

## (۳۱۹) آنيٿا ڪياتيءَ جو انگيڪار، برهم جي ڪارڻتا جي ديس ڪال پرٻڌ ٿيڻي.

اهيءَ ۾ هيءَ شنڪا اٿي ٿي :- بنا هيتو جي پدارٿ پرتيت نٿا ٿين ۽ سدانت بہ ائين ئي ٿو چوي. جيڪڏهن

ڇوٿو پوندو تہ آڪاس وغيره جي اُتپت واري وقت کان *پورو ڪال †اُپهت پرماتما ديش ڪال جو اڌشٺان آهي. يعني خود ديش ڪال جي اُتپت کان اڳ بہ ڪال جي ضرورت رهندي، جا تہ ڪٿي نہ آهي. ڇو تہ ڪال خود جي اُتپت بنا "اڳ جو ڪال" سڌ ٿيڻوئي نہ آهي. تنهن ڪري حقيقت ۾ مک سودن سوامي جي مراد هيءَ آهي تہ جيئن ‡پوت ڀوتڪ پرپنچ پرتيت آهي، تيئن ديش ڪال بہ پرتيت آهي، مگر آنها کان پوءِ تہ ڪجهہ بہ نہ آهي تنهن ڪري ديش ڪال نت نہ آهي؛ ۽ بنا مشرط جي پرتيت نہ ٿيڻا آهن تنهن ڪري آڪاس وغيره وانگر ديش ڪال بہ اُتپت ٿيا آهن؛ سو ديش ڪال آهي مايا جو پرڻام ۽ ڀيڻن جو ووَرت؛ پر جيڪي وورت آهي سو تہ ڪنهنجو ڪارڻ ٿيڻ جو نہ آهي، تنهنڪري آڪاش وغيره پرپنچ جي اُتپت ۾ ديش ڪال جي ڪارڻتا بڻي نٿي. يا وري ميئن

* پوربون يا اڳوڻو سا ڳڻيل. † اُپادي وارو. ‡ هي ڏيکاري ٿو تہ ڪال ني خود ٿيو ڪارڻ ۽ ڪال ني خود ٿيو ڪارڻ، جو آهي "آتم آشريہ دوش." آڪاس آدڪ پولن مان پيدا ٿيل. مڌسودن سوامي لہ چيتن جي جاناتي لاءِ ديش ڪال جي اُتپتي آڪاش وغيره کان اول جي ڪٿي ڪئي آهي.

نہ رهي ٿو، ڪري اهو (پدارٿن لاءِ) ڪافي نہ آهي. مگر وهنوارڪ آڪاش وغيره جي اتپتي نہ اصل ديش ڪال رهت پرماتما مان ٿيل آهي. "تتريہ اُپنشد" ۾ آڪاش وغيره جي سرشٽي يعني اتپتي سلسيوار ٿيل آهي، مگر ديش ڪال جي سرشٽي يعني اتپتي ڪين ٿيل آهي. *سوترڪار، ‡ڀاشيہ ڪار بہ ديش ڪال جي سرشٽي يعني اُتپتي ڪين چئي آهي. اِتي تتريہ اُپنشد، خواه سوترڪار ۽ ڀاشيہ ڪار جي مراد شيءِ آهي، تہ آڪاش وغيره پرپنچ جي اتپتي ديش ڪال سامگريءَ بنا ٿي آهي، جنهن ڪري آڪاش وغيره بہ سپني وانگر مٿيا آهن.

(٣١٨) جيتوڻيڪ مڌسودن سواميءَ "ديش ڪال کي ساڪيات (سڌو) اوديا جو ڪاريہ چيو آهي"، جنهن ڪري پهرين مايا وششٽ پرماتما کان مايا جو پرڻام ديش ڪال ٿيل ڄاڻجن ۽ تنهن کان پوءِ آڪاش وغيره اتپن ٿيل ڄاڻجن ۽ اهڙيءَ طرح جوڳ ديش ڪال کان آڪاس وغيره پرپنچ جي اُتپت ممڪن آهي، اهڙو سوال اُٿي سگهي ٿو، مگر مڌسودن سواميءَ جي مراد اها نہ آهي تہ ديش ڪال اڳ ٿيل آهن ۽ آڪاش وغيره پرپنچ پوءِ ٿيل آهن، ڇو تہ ائين مڃڻ ڪري

---

* وياس جنهن برهمسوتر رچيا آهن. ‡ شنڪراچاريہ جنهن ڀاشيہ (ٽيڪا) انهن سوترن لاءِ لکي آهي.

(٣١٧) - انهيءَ هوندي به سمجهڻ گهرجي ته سپناڻون
به آهن ڏکي جيتن جي "پرمارٿڪ ستا" نه جيتن
کان بنا ڪل اناتم پدارٿن جي، جا جنهنجي "پراتيڀاسڪ
ستا. جو ته جاگرت ۽ سپني جي پدارٿن جي وچ ۾
درحقيقت ذرو به تفاوت ڪونهي. اهو آهي
"اتم ستا" بيهاريل.

चौपाई

विन सामग्री उपजत यातैं, स्वप्नसृष्टि सब मिथ्या तातैं।
देस कालको लेश न जामैं, सर्व जगत उपजत है तामैं॥८॥
स्वप्न समान झूठजग जानहु, लेस सत्य ताकूं मति मानहु।
जाग्रतमांहि स्वजप्न नहि जैसैं, स्वप्नमांहि जाग्रत नहिं तैसैं॥९॥

چوپائي

٨- نه سامان ٻئي شيءِ جائي، ڪوڙي سپني سرشٽي سڀائي،
ديس ڪال جنهن ۾ ڪجهه ناهي، اوهر تنهن مان ٿيو جڳ آهي.
٩- خواب جيان جڳ ڪوڙ نه پائي، جاڳ سچي نا شيءِ لون ڪائي،
جاڳڻ ۾ سپنو جيئن ناهي، خواب اندر نا جاڳڻ آهي.

ٽيڪا.- ديش ڪال وغيره سامگريءَ بنا سپني جا
هاٿي گهوڙا وغيره اپجن ٿا، تنهن ڪري مٿيا جڻجن
ٿا، جيئن آڪاش آهي پوري جي سرشٽي برهم مان ٿي
آهي، تنهن برهم ۾ ديش ڪال ته ذرو به ڪونهي. اها
سپني ۾ ته گوروڻي ديش ۽ آڪاش [ڄڻا تالي ٿاڙيءَ وارو]

دک سمجهي ٿو ۽ مئل پٽ جي پتا کي وڏي
خوشي ٿي ٿئي. انهيءَ کان ڄاتو ويو ته ايشور رچيل
پٽ جي قائم هوندي به ان جو پتا منومي پٽ جي
موت مڃي دک ڪري ٿو ۽ ان کي ايشور رچيل پٽ
مان ڪو سک ڪونه ٿو ٿئي، وري مئل پٽ جي
پتا کي ايشور رچيل پٽ جي موت مان دک ٿيوئي
ڪونه ۽ منومي پٽ جي جيئڻ مڃي سکي ٿو ٿئي.
تنهڪري جيو سرشٽي دک سک جو ڪارڻ آهي ۽ نه
ايشور سرشٽي. انهيءَ ريت وديارڻ سواميءَ پيد
ڪيو آهي.

اُئي جيو سرشٽي آهي پراتيڀاسڪ ۽ ايشور سرشٽي
آهي وهنوارڪ. انهيءَ ريت ٽين ڳرنٿن ۾ به ٣ ستائون
مڃيل آهن. چيتن جي آهي پرمارٿ ستا. چيتن ٻن
جڙ پدارٿن جي ستا ٻن قسمن جي آهي، هڪ وهنوارڪ
ٻي پراتيڀاسڪ. سرشٽيءَ جي اوائلي وقت ۾ ايشور جي
سنڪلپ مان رچيل، جيڪي ڪيول اوديا جا
ڪاريه پنج ڀوت ۽ تن جا ڪاريه آهن، تن ۾ آهي
وهنوارڪ ستا ۽ دوش سهت جي اوديا جا ڪاريه
آهن جهڙوڪ سپني جا پدارٿ، سپيءَ جي چاندي
وغيره تن ۾ آهي پراتيڀاسڪ ستا. انهيءَ ريت جاڳرت
پدارٿن ۾ آهي وهنوارڪ ستا ۽ سپني جي پدارٿن ۾
آهي پراتيڀاسڪ ستا.

پراتڀاسڪ پدارٿن ۾ پيد ڏيکاري ٣ ستائون ورڻن ڪيون آهن.

وديارڻيه سوامي به ٽي ستائون مڃيون آهن ۽ هن طرح ذڪر ڪيو اٿس: ديهه وغيره پدارٿ ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا آهن "ايشور رچيل"، جي آهن ٻاهر ۽ ٻيا آهن "جيو جي سنڪلپ جا رچيل" جي منوميه ڇٽيون ۽ آهن ٻر اندر. ايشور رچيل آهن ڄڻ ماڻا ۽ پرماڻ جي وشيه، ۽ جيو جي سنڪلپ رچيل آهن "ساکي ڀاسيه." ايشور رچيل پدارٿ سک دک جا ڪارڻ نه آهن، پر جيو رچيل ئي سک دک جا هيتو آهن. تنهن ڪري ايشور رچيل پدارٿن جي نورتي موکيه لاءِ ضروري نه آهي، پر جيو رچيل پدارٿن جي نورتي موکيه لاءِ ضروري آهي. مثال، ٻن ڄڻن جا پٽ ڏيساور ويا ته انهن مان هڪ مري ويو ته، ٻيو جيئرو آهي ۽ ڌن مٽ ڪري رهيو آهي، جيڪو جيئرو آهي سو ڪنهن ماڻهوءَ مثال ڪوڙ ماڻهن کي پهچائي ڌن مٽ ڪرڻ جو ۽ ٻئي سڱڪتي، جي موت جو سماچار ته موڪلي، پر ماڻهو دشت ٿي جيئري پٽ جي پيءُ کي ته چوي ته تنهنجو پٽ مري ويو ۽ مئل پٽ جي پيءُ کي چوي ته تنهنجو پٽ خوب ڌن ڪمائي رهيو آهي ۽ جلدئي هاڻي ئي سوار ٿي وڃي ڏهاڙي سان ديڏانهن اچڻ وارو آهي. اهو ٻڌي جيئري جو پيءُ رڙ ۾ پئي ٿو ۽ وڏو

ٿو ۽ تنهن سمجهڻ جو ڪارڻ جو نعض جو دوش آهي، تنهن ڪري سنڌس وروڌي جاگرت جي اتپت ڪرڻ سان ناس ڪري اوديا ۾ لي ڪري سگهجي ٿو. اهڙي روپ نورتي سمجهڻ جي برهم گيان بنا ممڪن آهي.

(٣١٥) وري ٻي جا شنڪا اٿاري وئي ته ”جاگرت ۽ سپنو ٻئي سمان جاڻڻ گهرجن،“ سا به نٿي بڻجي؛ ڇو ته جاگرت جي ديهه وغيره پدارٿن جي اُتپت ۾ ته ٻين دوشن رهت ڪيول انادي اوديائي اپادان ڪارڻ آهي ۽ سپني جي پدارٿن ۾ انهي اوديا سان ننډ جو دوش به سهائڪ آهي. انهي ڪري ٻين دوشن رهت ڪيول اوديا جنيه پدارٿن کي وهنوارڪ ٿو چئجي ۽ دوش سهت اوديا جنيه پدارٿن کي پراتيڀاسڪ ٿو چئجي. پهرين جو مثال آهي جاگرت پدارٿ، ٻئي جو مثال آهي سپني جا پدارٿ جتي ننډ جو دوش اوديا سان سهائڪ آهي. انهن جاگرت پدارٿن ۽ سپني جي پدارٿن ۾ تفاوت ثابت ٿيو. مٿئين ريکو ”ستول ريت“ ثابت ڪيو ويو آهي، تي ستائون خيال ۾ رکي (پرمارٿڪ، وهنوارڪ ۽ پراتيڀاسڪ) وچار درشٽي سان ته ٽي قسم ستائن جا آهن ٿي ڪين، تنهن ڪري جاگرت ۽ سپني جي پاڻ نياراني به بڻجي ڪين ٿي.

(٣١٦) ويدانت پريڀاشا وغيره گرنٿن ۾ وهنوارڪ ۽

ڪال، روپ سامگريءَ بنا اُپجيل آهي يعني ڇتيو ته
سڀني جا پدارٿ مٿيا آهن.

وري وچار جي ته سڀني ۾ اُهن ماٽيءَ وغيره
جي چٽهندڙ وغيره سامگري ٻڻ آهيني ڪانه، جيئو ڏيڪ
ائين آهي ته سڀني جي سام وارن پدارٿن جا ماتا
پتا به پرتيت ٿين ٿا، ته ٻي سڀني جا ماتا پتا ڪو
اولاد کي ڄڻين ڪونه ٿا، جو ته ماتا پتا ۽ پٽ دڪ
ئي ڪرڻ ۾ آڻين ٿين ٿا، تنهنڪري انهن جو پاڻ ۾ ڪارڻ
ڪاريه ڀاءُ ڪين ڇتيو، ۽ جيڪا نند واري اوديا
سڀني جا پدارٿ پيدا ٿي ڪري سائي اوديا پدارٿن
۾ ماتا پٽو، پتا پٽو ۽ پٽ پٽو اپائي ٿي. انهيءَ ريت
سڀني جي پدارٿن جي اُتپت ۾ ٻي ڪا سامگري
ڪانهي، بلڪ اوديا ئي نند واري دوش سان ڪارڻ
آهي. جيڪي دوش سهت اوديا جنيه (مان ٿيل) آهن
سي سپنيءَ جي چانديءَ وانگر مٿيا آهن، تنهنڪري
سڀني جا پدارٿ سچ نه آهن پر مٿيا آهن.

سڀني جي پدارٿن جو اپادان ڪارڻ ڪي ڇون
ٿا ته انهڪرڻ آهي، ڪي ڇون ٿا ته ساڪيات
اوديائي اپادان ڪارڻ آهي. پهرئين پکيه ۾ ساکي چيتن
سڀني جو اڌشٿان آهي، ۽ ٻئي پکيه ۾ برهم چيتن
سڀني جو اڌشٿان آهي. انهيءَ ريت سپنو آهي
انهڪرڻ يا اوديا جو پرڻام ۽ چيتن جو وورت.

واري ٿوري ديس ۾ آهن ٿين ٿا، تنهنڪري
مثيا آهن.

انهن آهي تہ سڀني اوستا ۾ ڪال ديس بہ وڏوئي پرڳٽ ٿئي ٿو، مگر سو هن رڳت، جو سڀني جي بهن پدارٿن وانگر اهو وڏو ڪال ۽ وڏو ديس بہ انروڇنيہ پرانيياسڪ انهن ٿئي ٿو، "وشيہ بنا پرتڪہ گيان ٿيڻ جو نہ آهي" ۽ سڀني ۾ وڏي ديس ڪال جو پرتڪہ ڪنهن رهي ٿو وري *وهنوارڪ ديس ڪال تہ آهي نديو، تنهن ڪري سڀني جو ديس ڪال پرانيياسڪ رڳت انهن ٿيو آهي. وري سڀني اوستا ۾ اپڇيل جو پرانيياسڪ ديس ڪال آهي، سو سڀني جي هاڻي، وغيره جو ڪارڻ نہ آهي، جو تہ "جو ڪارڻ آهي، سو اڳ ٿيو اُپجي ۽ ڪاريہ پوءِ ٿو ٿئي،" پر سڀني جا ديس ڪال ۽ سڀني جا هاڻي وغيره ڪل هڪئي وقت ٿين ٿا، تنهنڪري انهن ۾ ڪارڻ ڪاريہ ڀاءُ چٽي ڪين سگهجو ۽ وهنوارڪ ديس ڪال بہ ٿورو آهي، هاڻي وغيره لاءِ موافق نہ آهي. انهيءَ ڪري چئبو تہ اها سڀ، ديس.

* يعني نہ وهنوارڪ سڀا وارو ديس آهي ڪنهن جي "سڀا" ٿالي واري ناڙي، ۽ ڪال آهي ڪي ٿورا منٽ.

اُتپتي مڃجي ٿو، ۽ سپني جو درشٽانت ونهي جاڳرت
جا پدارٿ، مٿيا ثابت ڪري ٿو، ته ڇو نه جاڳرت
جي پدارٿن واڱر، خود سپني جا پدارٿ اُتپن ٿيڻ
سبب سچا مڃجن؟ يا ته. جيڻ ڪهي ته سپني ۾
پدارٿ اتپن نٿا ٿين ۽ آڻ هوندا پرتيت ٿين ٿا،
جنهن ڪري سپني جي پدارٿن جو گيان ڀرم آهي
مگر جاڳرت جا پدارٿ اتپن ٿيڻ ڪري پرتيت
آهن، [جنهن ڪري اهي سچا آهن ۽] سپني جي
پدارٿن جي اتپتي مڃڻ لائق نه آهي.

(٣١١) انهيءَ شنڪا جو جواب:-

दोहा- साधन सामग्री विना, उपजैं झूठ सु होय।
विन सामग्री ऊपजैं, यूं तिहि मिथ्या जोय ॥७॥

دوها ٧- ٻنا وسيلي جي ٻڻي، بلڪل سچ سو ناهي،
پيدا ٿئي سامان جي، ڪوڙ پسارو آهي.

ٽيڪا- جنهن وستو جي اتپتيءَ لاءِ جيترو
ديس ڪال وغيره سامگري ساڌن يعني ڪارڻ
گهربل آهن، تيتري سامگريءَ کانسواءِ جيڪڏهن اها
وستو اُپجي ته ان کي "مٿيا" ڄاڻڻ گهرجي. سپني
۾ هاٿي وغيره جي اتپتيءَ جوڳا ديش ڪال آهيئي
ڪونه ۽ اهي جي هولڻ وڏي ڪال ۽ وڏي ديس
۾ اپجڻ جا آهن، سي جو گهڙي ماتر ڪال ۽ ڪنٺ

سڀني ۾ مت ۾ ڏنل ڪٿي ڪاريندو ٿيو وڃي؛ تنهن
ڪري پڻ سمجهڻ گهرجي تہ سڀني جون اندريون
بہ ضرور هيون پيدا ٿيون ٿيون. * تيئن وري سکہ
ڏکہ ۽ ٽن جو گيان، بلڪ سکہ ڏکہ جي گيان جو
آسرو پرماڻا وغيره، جي سڀني ۾ پرتيت ٿين ٿا،
سي بنا ٿيڻ جي پرتيت ٿي نٿا سگهن. تنهنڪري
سڀني جي ساري ترپتي سماج سڀني ۾ اتپن ٿئي ٿي.
ادا الرو چڊييم ڪيالنيءَ جي ريت آهي تہ جيڪي
بہ پرم گيان آهن تن جون وشيون ڪل الروچڊمم،
ريت اتپن ٿيون آهن؛ "وشيہ بنا ڪوبہ گيان نٿو
ٿئي،" اهو آهي سڌانت. پڻ شاسترن جي مت
۾ آهي تہ "ڏک پدارٿ ٿيو ٿي ڀاسي" اهو آهي پرم
"سڌانت" موجب تہ ڪوبہ پدارٿ آهي نٿو ڪيان ٿيڻ
جو آهي؛ تنهنڪري ڄاڻڻ گهرجي تہ "پرم" جي حالت
۾ [پرم گيان جي] وشيہ اوس [الروچڊمم] اتپت ٿي
پوي ٿي. اهڙيءَ ريت سڀني ۾ ترپتيءَ جي پرتيت
ٿيڻ تي ساري سماج اتپن ٿئي ٿي.

(۳۱۰) وري جيءَ شنڪا ٿي اٿي تہ سڀني جا
جيڪي پدارٿ پرتيت ٿين ٿا، تن جي سڌانت

* جاگرت واري سرير جي ٽنگ ۾ ڦٽ اٿس جو وڪ ۾
لڳو هلي سگهي، مگر سپني ۾ ڏسي ٿو، ته سو ٻاڙ جا ڪٽي
ڄوهو هلندو پيو وڃان.

ڏن جي آپڻي سپڻي ۾ مڃيل کهرجي ۽ تہ کياڏا يا گيان
يا اندرين جي، تہ بہ جو سپڻي ۾ جيئن پربت وغيره
پرتيت ٿين ٿا، تيئن اندريون ۽ انتهڪرڻ بہ پرتيت
ٿئي ٿو؛ ان ڪري اندرين ۽ انتهڪرڻ جي اتپت بہ
مڃڻي پوي ٿي.

وري هي ويچار ڪجي تہ سپڻي جي پدارٿن ۾
جو اک وغيره جي وشيہ جو ڄاڻ ٿئي ٿو [يعني تہ
اها ڄاڻ ٿي رهي تہ اهي پدارٿ اک وغيره دوارا
ڄاڻا وڃن ٿا،] سا وشيہ وهنوارڪ اک وغيره جي تہ
مور نہ آهي؛ ڇو تہ سپڻي جا پدارٿ آهن *پراتيڀاسڪ،
جنهن ڪري انهن ۾ وهنواري اک وغيره جي وچہ
سمر ستا نہ آهي بلڪ وکم ستا آهي. سم ستا وارا
پدارٿ ئي هڪ ٻئي جا †ساڌڪ ٻاڌڪ ٿيڻ جا آهن.
اهڙيءَ طرح سپڻي جا پدارٿ وهنواري اک وغيره جي
گيان جون وشيون ٿيڻ جوڳا نہ آهن.

وري هيءُ بہ ويچار ڪجي تہ وهنوارڪ اندريون
پنهنجو پنهنجو ڪوارڪ ڇڏي، ڪوڪم ڪرڻ لاءِ سمرٿ
نہ آهن ۽ سپڻي ڏسندڙ جا هٿ پير ۽ واڪ جا ڪوارڪ
تہ پڻ ڪي اچل (نہ چرندڙ) ڏسجن ٿا، تہ بہ ا...

* پراتيڀاسڪ، وهنوارڪ ۽ پرمارٿڪ ستائن جو بيان پهرين ... آهي.
ترنگ ۾ ڪري آيا آهيون. ‡ ساڳي ستا. † جيئن مٽي
گهڙي جي ساڌڪ ۽ ڏنڊو آهي گهڙي جو ٻاڌڪ.

(٣٠٩) سپني ترپٽي سماج سپني ۾ اپجي ٿو

दोहा- यातैं अन्तर उपजै, त्रिपुटी सकल समाज।
वेद कहत या अर्थकूं, सब प्रमान सिरताज ॥६॥

دوها ٦- اُن ليءِ اندر ٿي ٿئي، ترپٽي سڪل سماج؛
ويد ٻڌائن ارٿ سو، ڪولتن جا سرتاج.

ٽيڪا:- هي شِشيہ، سپني ۾ جيڪي ترپٽيون، جيئن گياتا، گيان، گيہ (جاڳندڙ، جاڳ، ۽ جاڳرت يوڳيہ وستو) وغيره پرتيت ٿين ٿيون سي ڪل ڪرت جي ڪاريہ جي اندرئي پيدا ٿين ٿيون، ڪل پرمائن جو سرتاج ويد ائين چوي ٿو. اپنشد ۾ چيل آهي تہ ”جاڳرت جا پدارٿ سپني ۾ ڪين ٿا پرتيت ٿين، بلڪ رٿ، گهوڙا، رٿ ۾ وهڻ وارا ۽ رٿ جي هلڻ جا رستا وغيره نوَ پيدا ٿا ٿين.“ جيڪڏهن ائين ٿو مڃين تہ سپني ۾ انهن پدارٿن يا جيل سمجهہ وغيره جو پرتڪ گيان ڪين ٿئي، ڇو تہ ”اندرين ۽ انهڪرڻ جو جڏهن وشين سان سمبنڌ ٿئي ٿو تڏهن پرتڪيہ گيان ٿئي ٿو.“ تنهن ڪري سمجهڻ گهرجي تہ پرپنچ وغيره وشيون ۽ سندن گيان جا ساڌن اندريون سڀ اندرئي اُٿن ٿين ٿا.

جيتوڻيڪ سپني جا پدارٿ سپني واري رهڻي وانگر ”ساکي ڀاسيہ“ آهن ۽ انهن جي گيان لاءِ انهڪرڻ خواهہ اندرين جي ضرورت ڪانهي، جنهن ڪري گيہ (جاڳرت يوڳيہ)، جي پرپنچ وغيره آهن فقط

سرير سڀ ڪئي ڏسجن ٿا. انتهڪرڻ ۽ اندريون هي پراڻ ۽ اسٿول سرير کان جدائي نظر نٿي اچي. پوءِ ڪيئن چئجي تہ سپني ۾ انتهڪرڻ ۽ اندريون اسٿول سرير کي ڇڏي ٻاهر نڪري پدارٿن جو گيان ڪن ٿا!

ج- ٻي ري جي سپن ۾ رشتا پنهنجي ڪئين سهنديءَ سان سپني ۾ ڪا ڏيتي ليتي ڪري، تہ جاڳرت ۾ جڏهن اُن سان ملي ٿو، تڏهن تہ اهو سهندي ظاهر ڪري ٿو تہ رات تون مون سان ملئين ۽ تہ اُها ڏيتي ليتي ڦاڻ ڪئي ٿي وڃي.*

د- جيڪڏهن سپن پدارٿن کي سپني ۾ ڏسجي تہ رات جو ستل منکر کي جيڪر منجهند جي سج جي تپت پرتيت نہ ٿئي، ۽ هردوار ۾ مندر گنگا جي اوير طرف ۽ نيل پربت گنگا جي اولهہ ڏسڻ ۾ نہ اچن ۽ ڇو تہ رات جي وقت منجهند جو سج حاضر نہ آهي ۽ هردوار جو شهر گنگا جي اوير نہ، بلڪ اولهہ آهي، ۽ گنگا جي اولهہ ۾ نيل پربت بہ ڪين آهي [بلڪ اوير آهي.] تنهنڪري بہ سپني ۾ سپن پدارٿن جو ڏسجڻ ناممڪن آهي.

اٿين انهن ٻنهي پکشن يعني ڌرن جو کنڊن ڪيو ويو آهي تہ (١) جاڳرت جي سمرتيءَ وارو گيان سپني ۾ رهي ٿو، (٢) سپني وقت ٻاهر نڪري ايشور ڪرت پربت وغيره ڏسجن ٿا.

---

*سپني ڏسندڙ مري ويل عزيز ڏسي ٿو جنهن جا جسم مسڻ ۾ جلايا ويا آهن.

شڪتي ڪاڻهي ۽ اڌا آهي. انتهڪرڻ ۽ گيان اندرين ۾
ڪرم اندرين ۾ ٻہ گيان شڪتي ڪاڻ آهي، انهن ۾ پڻ
پراڻ واهڪر رکو ڪريا شڪتي آهي. انهيءَ ڪري سڀني
وقت جو پراڻ ۽ ڪرم اندريون شرير ۾ رهن ٿيون تہ
موت برابر حالت ٿئي ٿي. انتهڪرڻ ۽ گيان اندريون
ٻاهر وڃي جبل وغيره ڏسي موٽي پراڻ ۽ ڪرم اندرين
وٽ اچن ٿيون، سو چوڻ بہ ٺيڪ نہ آهي، ڇو تہ:-

الف- استول سوڪيم سماج يعني مجموعي ۾ سڀ
جا سوامي پراڻ آهن. جيئن استول شرير جو سار آهن
پراڻ، تيئن سوڪيم شرير ۾ ٻئي پراڻ مکيہ آهن. ٻئي
ٻيري پراڻ ۽ اندرين جي پاڻ ۾ وواد يعني جهيڙو لڳو تہ
ڪير اتم آهي فيصلي لاءِ ويا پرجاپتيءَ يعني برهما وٽ.
پرجاپتيءَ چيو " اوهين سڀ استول شرير ۾ گهڙي، پوءِ
هڪ هڪ ٿي ٻاهر نڪرو جنهن جي نڪرڻ ڪري شرير
اسنگن ٿي ڪري پوي، سو سريشٽ سمجهو." پرجاپتيءَ
جي چوڻ موجب اکيون وغيره اندريون هڪ هڪ ٿي
ٻاهر نڪتيون، تہ شرير انڌو گونگو وغيره ٿيو پر بيٺو رهيو.
جڏهين پراڻ نڪرڻ جو سنبو ڪيو، تڏهين شرير ڪرڻ
لڳو. تڏهين سڀني نشچيہ ڪيو تہ " اسان سڀني
انتهڪرڻ وغيره جو سوامي پراڻ آهي."

انهيءَ سبب شرير ۾ جيسين پراڻ رهن ٿا تيسين
سوڪم شرير جا ڪل عضوا رهندا اچن ٿا، جڏهن شرير م

ڏاڙهي وغيره سنهڪر پرتيت ٿين ٿا، تہ اهي سوکم جي روپ نہ هُئا.

(۳۰۸) جيڪو ويو تہ "سپني ۾ لنگ شرير ٻاهر نڪري ونداوڪ پدارٿ ڏسي ٿو جي سچا آهن." تنهن ڏاري ۾ جواب آهي:-

दोहा- वाहरि लिंग जु नीकसै, देह अमंगल होय।
प्रानसहित्त सुंदर लसै, यातैं लिंगहि जोय ॥५॥

دوها ۵- سوکم جي نڪرڻ ڪري، مرلو ٿئي ان وار،
پراڻ سان سوٺو ڏسڻ، سوکم اهاهي ڏار.

ٽيڪا:- جيڪڏهين سوکم شرير ستول ديهہ کان ٻاهر نڪري سچا پدارٿ ڏسڻ ويندو، تہ سوکم شرير جي نڪرڻ تي جيئن موت وقت ستول ديهہ پيلاڪ پرتيت ٿئي ٿي، تيئن سپني ۾ بہ سوکم شرير جي نڪرڻ سبب ستول ديهہ جيڪر مردي وانگر پيلاڪ ٿي پوي. پر سپني اوسٿا ۾ ائين نٿو ٿئي، بلڪ ستول شرير ۾ پراڻ رهن ٿا ۽ جاڳرت وانگر سندر رهي ٿو. تنهنڪري سمجهڻ گهرجي تہ سپني ۾ لنگ ديهہ ٻاهر نٿي وڃي.

وري ڪو چوي تہ:- "سپني ۾ پراڻ جي رهڻ ٿا تہ بہ انتهڪرڻ ۽ اندريون ٻاهر وڃن ٿيون ۽ وڃي جهل وغيره ڏسن ٿيون، ۽ پراڻ نڪي وڃن ٿا نڪو انهن جي وڃڻ جو ضرورتي آهي، ڇاڪاڻ تہ پراڻن ۾ ڪا گيان

سنسڪارن سبب ٻه سمرتي ٿئي ٿي. اُن لاءِ دليل آهي ته ٻالڪ جي ٿڃ ڌائڻ لاءِ جا اوائلي پرورتي يعني رجوعات ٿئي ٿي، تنهنجو سبب اڀڪول يعني موافق گيان ماڻهو پوندو. ڇو ته ”اڀڪول گيان کان سواءِ پرورتي ٿيڻ جي نه آهي.“ سو اڀڪول گيان ٻالڪ کي هن جنم جو ناثابت آهي؛ مگر اڳين جنم جي اڀڪول گيان جو سنسڪار آهي جوئي ٻالڪ جي ٿڃ ڌائڻ ۽ پرورتي ڪرائي ٿو. تنهنڪري ڇٽبو ته اڳين جنم جي گيان جي سنسڪارن مان ٻه سمرتي ٿئي ٿي. ساڳيءَ طرح اڳين جنم جي گيان جي سنسڪارن دواران سڀني ۽ سمرتي ماڻهو جڳائي. ان جو جواب هيءُ آهي ته ڪي پدارٿ سڀني ۽ اڻا پرتيت ٿين ٿا جن جو گيان ڪنهن ٻه جنم ۾ ممڪن نه آهي. مثلاً سڀني ۽ جاڳرت حالت ۽ جاڳرت ۽ ڪنهن به ريت ڪڏهن به پنهنجون اکيون سان پنهنجي سسيءَ جي ڪپائڻ ڏسبو آهي؛ جو ته جاڳرت ۾ ٿيڻ جوئي نه آهي [جو ڏسڻ واريون اکيون وڍيل آهن] تنهنڪري سپني کي جاڳرت پدارٿن جي گيان جي سنسڪارن ڪري سمرتي ڪين چئي سگهبو. اهڙيءَ طرح گرنٿ ڪارن انهو ثابت ڪرڻ لاءِ ڏنا آهن، سپنو سمرتي روپ نه آهي، انيڪ دليل اهوئي آهي ته سمرتي گيان انهن سپني ۽ زوردار دليل آهي، ۽ سپني جي وشيه سمگر پرتيت ٿيڻ جي نه آهي؛

آهن، جن داوارن پدارٿن جو گيان ٿئي ٿو. جيئوڪ سڀني جا پدارٿ آهن ساکي ڀاسيہ (ساکيءَ جا پرڪاش ڪيل)، ۽ اهي اندري جنيہ گيان جي وشيہ نہ آهن، تنهن اوريڪيءَ جي درشٽيءَ واسطي ئي سڀ گيان اندري جنيہ ڪري ڄاڻيل آهي. انهن ثابت ٿيو تہ سڀني جو گيان جاگرت جي پدارٿن جي سمرتي نہ آهي.

وري تنهن مان جاڳڻ تي ماڻهو جو چوي ٿو تہ "مون سپني ۾ هاٿي وغيره ٿي ڏٺا،" سو جي اُت هاٿيءَ وغيره جي فقط سمرتي هجي ها تہ جيڪر منشين چوڻ بدران چوي ها تہ "مون سپني ۾ هاٿي وغيره ياد ٿي ڪيا." انهن تہ ڪوبہ ڪونہ چوندو آهي. تنهن ڪري بہ ثابت آهي تہ سپني ۾ جاگرت وارن پدارٿن جي سمرتي ڪانهي.

وري اهو بہ تہ نيم نہ آهي تہ "جاگرت ۾ جي ڪي ڏٺل پدارٿ آهن تن جو ئي سپني ۾ گيان ٿئي ٿو." سپني ۾ تہ اُهي پدارٿ بہ ڏسجن ٿا، جن جي جاگرت ۾ ڄاڻ عمر ڀر نہ ٿي آهي. تنهن ڪري انهن جي گيان کي سمرتي نہ چئبو.

ان ۾ سوال ٿي سگهي ٿو تہ اهو بہ نيم نہ آهي تہ "هن جنم جي پدارٿن جي گيان جا سنسڪارئي سمرتيءَ جو ڪارڻ آهن؛" بلڪ ٻين جنمن جي گيان جي

پر جي سوال اٿاريو وڃي ته "جاڳرت ۾ جاتل پدارٿن جوئي سپني ۾ گيان ٿئي ٿو؟ ڇين جو نٿو ٿئي تنهنڪري جاڳرت جي پدارٿن جي سنسڪارن دواران ئي، سپني واري گيان جي اتپت ٿئي ٿي؟ ۽ جو گيان سنسڪارن مان پيدا ٿئي ٿو، سو "سمرتي" ئي آهي، تنهنڪري سپني جو گيان سمرتي روپ آهي." ته اُن جو **جواب** هيءُ آهي، ته پرتکيہ گيان ٻن قسمن جو آهي، هڪ آهي "اَڀگيا" روپ ٻيو آهي "پرتيڀگيا" روپ. رڳو اندرين سٻنڌ سان جو گيان ٿئي سو آهي "اڀگيا پرتکيہ" جنهن جا لڇڻ ته "هيءُ هاٿي آهي." اندرين جي سٻنڌ ڪري، ۽ ان سان گڏ اڳ گيان جي سنسڪار ڪان جيڪو گيان ٿئي ٿو سو آهي "پرتيڀگيا پرتکيہ" جنهن جا لڇڻ ته "هيءُ اهو هاٿي آهي جو مون اڳ ڏٺو هو." ائين ثابت ٿيو ته اهو ڪو نيم ڪونهي ته "رڳو سمرتي گيان ئي سنسڪار مان اتپن ٿئي ٿو"، مگر ڏٺو سون ته پرتيڀگيا پرتکيہ ٻہ سنسڪار جنيہ ٿئي ٿو. باقي اندرين سٻنڌ بنا رڳو سنسڪار جنيہ جو گيان آهي سو "سمرتي گيان آهي." [ان حالت ۾ پدارٿ سامهون ڏسڻ ۾ ڪين ايندا.]

سپني ۾ هاٿي وغيره جو گيان رڳو سنسڪار جنيہ نہ آهي پر ننڊ جي دوش ڪري پيدا ٿيل پڻ آهي هاٿي وغيره پدارٿن وانگر ڪلپت اندرين پڻ سپني ۾

دوها ٣- يا لڪري شتول ڪان، لنگ ڪري تو سير،
جهل مرون جهنگل ڏسي، ڪوڙا جولدو ڪير.

ٽيڪا:- يا تہ ڇوڙ کهڙي تہ سپني اوستا ۾ لنگ[1] شرير، ستول شرير کي ڇڏي، ٻاهر نڪري، ساڳيا پدارٿ جهل سمنڊ وغيره ڏسي موٽي ٿو، پوءِ اهڙي سپني جي گيان ۾ ان جي وشين کي مٿيا ڇو چئجي، ڇولہ سچ چئجي؟

(٣٠٧) اتر: سپني سمرتي نہ آهي.

दोहा- यह हस्ती आगे खरो, ऐसो होवै ज्ञान।
स्वप्नमांहि स्मृतिरूप सो, कैसे होय सुजान ॥४॥

دوها ٤- سپني ۾ سامهون ڏسون، پيش هاٿي ساڳ،
ڪيئن سمرتي تو چوين، هي شش اون نہ ساڳ.

ٽيڪا:- جن پدارٿن جو اڳ سهڻڪ ٿي ويو هجي، تن جي چاڙ کي سمرتي يا يادگيري ٿو چئجي. جيئن ڪي اڳهر ڏٺل هاٿيءَ جي يادگيري ايندي آهي، "اهو هاٿي." مگر جو ڏسجي ٿو تہ "هيءُ هاٿي سامهون بيٺو آهي"، تنهنڪي سمرتي گيان يا يادگيري ڪيئن چوندين! اهو تہ پرتڪر گيان ئي چئبو. سپني ۾ ڏسجي ٿو تہ هيءُ هاٿي سامهون بيٺو آهي، هيءُ ندي سامهون وهي پيئي، هيءُ جهل سامهون اسٿت آهي؛ اهڙيءَ چاڙ کي سمرتي ڪيئن چئبو مگر پرتڪر گيان چئبو.

١- سوکم شرير.

۽ جڳت جي اتپتيءَ سمجهائڻ کان اڳ ڇيو ويو تہ "جو چيتن کان ڀن اگيان آهي، تنهن ۽ تنهن جي ڪاريہ ڪي آناتم چئجي، سي اناتم پدارٿ ڪل سپني وانگر مٿيا آهن." اهڙا وارتا ٻڌيءَ ۽ پنهنجن ٻن پائرن ڪي اُنتي ترپت ڏسيءَ تيون ٻاڻ ڏرڪ درشت تو سوال ڪري-

(٣٠٥) شنڪا: سپني کی مٿيا ڇو چئجي؟

दोहा- पहिली जानै वस्तुकी, स्मृति स्वप्नमैं होय।
जाग्रतमैं अज्ञात अति, ताहि लखै नहीं कोय ॥२॥

دوها ٢- پهرين ڄاڻل وست جا، سپن سمرتي ساءِ،
جاڳڻ ۾ جا نہ ڏٺي، خواب ڏسون نا ڪاءِ.

ٽيڪا :- جنهن وستوءَ جو اڳ اصل اگيان آهي تنهنجو سپني ۾ گيان ٿيڻو نہ آهي. مگر جاڳرت ۾ جي پدارٿ ڏٺل آهن، تنهنجي ئي سپني ۾ سمرتي يعني يادگيري ٿئي ٿي. سا سمرتي جاڳرت جي "سچن پدارٿن" جي ئي اچڻيءَ تنهن ڪري اُهو سمرتي روپ گيان پڻ سچو آهي. انهيءَ ڪري سپني جي درشتانت ئي جاڳرت جي پدارٿن کي مٿيا چوڻ ٺيڪ نہ آهي. [ڇو تہ سپنو ئي ست سمرتي روپ هئڻ سبب مٿيا نہ آهي.]

(٣٠٦) وري سپني جي گيان جي وشيہ جي پدارٿن جي سچي هئڻ جو بيان شش ٻيءَ ريت ڪري ٿو.

दोहा- अथवा स्थूलहि लिंग तजि, वाहरि देखत जाय।
गिरिसमुद्रवनवाजिगज, सो मिथ्या किहिं भाय ॥३॥

# ڇهون ترنگ

दोहा- चेतन भिन्न अनात्म सब, मिथ्या स्वप्नसमान।
यूं सुनि बोल्यो तीसरो, तर्कदृष्टि मतिमान ॥१॥

(३०४) دوھا ا- ساکي چيتن ھي سواءِ، جڳ سو سڀ سمان،
لڳو چوٿا اٿين ٻڌون ٻڌي، ترڪ دشٽ ٻڌوان.

ٽيڪا:- چوٿين ترنگ ۾ اپديش جو اتر آڌڪاريءَ کي، ۽ پنجين ترنگ ۾ مڌيم اڌڪاريءَ کي اپديش ڏيئي ھن ترنگ ۾ ڪنشٽ اڌڪاريءَ کي اپديش ڏيندو. جنھن کي شنڪائون گھڻيون ٿين، سو جيتوڻيڪ نڪي ٻڌيءَ وارو ھوندو، تہ بہ ان کي ڪنشٽ اڌڪاري ٿو ڄاڻجي.

ھيءُ ترنگ ”ڏکين يعني دليلن سان ڀريل آھي“، جنھن ڪري جنھن کي ٻڌل آرت ۾ ڪترڪ پيدا ٿين ٿا، تنھن لاءِ ھيءُ ترنگ اپيوگي يعني لائق آھي. *ڪترڪ جي دوش سان ڀريل ٻڌيءَ وارو آھي ”ڪنشٽ اڌڪاري.“ تنھن جي لائق اپديش جو پرڪار ھن ترنگ ۾ آھي. اڳين ترنگ ۾ پرڏو اپاسنا

* ترڪ معنيٰ بحث، ڪترڪ معنيٰ اُبتو بحث. ويدانت جي سمجھاڻي لاءِ ترڪ سھائڪ آھي، پر ڪترڪ جگياسوءَ جو دشمن آھي.

जो निष्कामकर्महू नहिं है, तौ करिये शुभकर्म सकाम ।
जोसकामकर्मह् नहिहोवैं, तौसठ वारवारमरि जाम ॥१६६॥

چوپائي ١٦٩

نرگن ڌيان نہ سگهين جي ڌاري، سگڻ ڀڳو جپ وارم واري،
جي ٿون سرگڻ ايش نہ ڌيائين، ڪر نشڪام ڪرم سک پائين؛
ڪر نشڪامي ڪري نہ جاڻي، ڪر شڀ ڪرم ڪامنا ساڻي،
ڪرم سڪامن ڪان جي ويندين، جنم مرڻ ۾ ڀيڙو ٿيندين.

दोहा- ओंकारको अर्थ लखि, भयो कृतार्थ अदृष्टि ।
पढै जु याहि तरंग तिहि, दादू करहु सुदृष्टि ॥१७०॥

دوها ١٧٠- سمجهي اوم ارٿ کي، ادرشٽ ٿيڙو نهال،
هي ترنگ جيڪو پڙهي، دادو ٿئي ڏيال.

ترنگ ڇهون پورو ٿيو.

جو نہ آهي، تہ بہ "اونڪار جو وڏي کوہ مهاواڪيہ جو وديڪ آهي." ستول اپاڌيءِ وارو چيتن اڪار جو واچيہ آهي ۽ ستول اپاڌيءِ کان سواءِ چيتن ماتر اڪار جو لکيہ آهي. تيئن سوکم اپاڌيءِ وارو چيتن اُڪار جو واچيہ آهي ۽ سوکم اپاڌيءِ رهت چيتن اُڪار جو لکيہ آهي. ڪارڻ اپاڌيءِ سهت چيتن مڪار جو واچيہ آهي ۽ ڪارڻ اپاڌيءِ رهت چيتن مڪار جو لکيہ آهي. انهيءَ ريت اپاڌيءِ وارا وشو وغيره، اڪار آدڪ ماترائن جا واچيہ آهن ۽ اپاڌيءِ کانسواءِ چيتن سڀئي ماترائن جو لکيہ آهي، تيئن وري ڪل نامروپ اپاڌين وارو چيتن اونڪار جو واچيہ آهي ۽ نامروپ اپاڌين رهت چيتن اونڪار جو لکيہ آهي. انهن اونڪار ۽ مهاواڪين جو ارٿ هڪڙي آهي. تنهن ڪري اونڪار جي وديڪ ڪرڻ سان اهوديت گيان ٿيڻ جو آهي.

انهيءَ ريت آچاريہ جي مکہ دوارا پڙهي ادرشٽ نالي وارو مڌيم (وچولو) شش، اپاسنا ۾ رجوع ٿيو ۽ موکہ کي پراپت ٿيو.

(٣٠٣) نرگڻ اپاسنا ۾ جنهن جو اڌڪار نہ آهي، يعني جو نہ رجوع ٿئي، تنهن جو ڪرتويہ (فرض) ٿو ڏاهڻ چوڻ ۾ اچي:-

सवैया– जो यह निर्गुन ध्यान न ह्वै तो, सगुन ईश करि मनको धाम।

सगुन उपासनहू नहि ह्वै तो, करि निष्कामकर्म भजि राम॥

اهي مٿيا آهن. هڪ چيتن ماتر ئي ستيه آهي.

اهو چيتن ٽن طرح ڀيد رهت آهي. وراٽ ۽ وشو جي سمشٽي ۽ وِيشٽي اپاڌي نرالي آهي، تنهن نرالائي ڪان ئي انهن جو ڀيد ڀاسجي رهيو آهي سروپ ڪري ڪو ڀيد ڪونهي. انهيءَ ريت تيجس ۽ هرڻيه گرڀ جو ڀيد به وِيشٽي سمشٽي اپاڌين جي ڀيد ڪري آهي ۽ نه سروپ ڪري. ساڳيءَ ريت ايشور ۽ پراڳيه ڀيد به سمشٽي وِيشٽي اپاڌين جي ڀيد ڪري آهي ۽ نه سروپ ڪري، "ڀيد اپاڌين ۾ آهن، ۽ نه اپاڌين واري ۾." اپاڌين جو خيال ڇڏي ڏجي ته چيتن سروپ ۾ ڪو به ڀيد پرتيت نه ٿئي.

اناتم وستن سان به چيتن جو ڀيد ڪونهي. ڇو ته اناتم ديه، وغيره، رڳو اڌياس ڪال، ۾ پرتيت ٿين ٿا، مگر پرمارٿ ڪري ته آهن ئي ڪين، تنهنڪري انهن جو به چيتن سان ڀيد نٿو بڻجي.

ادوتي سرو ڀيد رهت، اسنگ، نروڪار، نت مڪت، برهم روپ آتما، اپاسڪ کي اونڪار جي لکيه ۽ سيم پرڪاش روپ ٿي جاڳرت ۾ اچي ٿي. تنهن ڪري هرڻيه گرڀ جي لوڪ نواسي کي سنسار ٿيڻو نه آهي.

## (٣٠٢) اوم ۽ مهاواڪيه جي ارٿ جي ايڪتا.

جيتوڻيڪ مهاواڪيه جي وويڪ بنان گيان ٿيڻ

درشٽيءَ کان ورات ۽ ويشٽي ستول درشٽيءَ کان وشو
پرتيت ٿين ٿا، ته هڪ چيتن ئي موجود آهي ۽ انهيءَ
ئي پرتيتي ٿيڻ گهرجي. تنهن وري اڪار جو واچڪ
آهي، سوکم اپاڌيءَ وارو هرڻيه ڪرڀ، تيجس ۽ چيتن.
هرڻيه ڪرڀ جي پرتيتي آهي سمشٽي سوکم درشٽيءَ کان
۽ تيجس جي آهي ويشٽي سوکم درشٽيءَ کان. جيئن
سوکم اپاڌيءَ جي درشٽي نه ڪجي ته هرڻيه ڪرڀ يا
تيجس پرتيت ئي نه ٿين. ساڳيءَ ريت مڪار جو واچڪ
ايشور، پراڳيه ۽ چيتن آهي. سمشٽي اگيان اپاڌيءَ جي
درشٽيءَ کان چيتن ۾ ايشورتا پرتيت ٿي ٿئي ۽ ويشٽي
اگيان اپاڌيءَ جي درشٽيءَ کان چيتن ۾ پراڳيتا پرتيت
ٿئي ٿي، نه ته چيتن ۾ ايشورتا ۽ پراڳيتا پرتيت ئي نه ٿئي.

وري اهو به وچار مت ٿو اچي ته جيڪا وستو
ڪنهن ٻئي جي درشٽيءَ کان پرتيت ٿئي، سا وستو
پرمارٿ (حقيقت) ڪري اهڙي ڪانه. پرمارٿ
وستو اها آهي، جنهن جو شرط ٻئي جي درشٽيءَ
بنا ئي پرتيت ٿئي. مثلاً ڪوئي پرش پتا جي
درشٽيءَ ڪري پٽ آهي، ته ڏاڏي ڪري پوٽو آهي،
ڏاڏو اهو پٽ يا پوٽي جو روپ پرمارٿ وستو آهي
ڪانه، مگر اهو پرش ئي پرمارٿ وستو آهي. تنهن
ستول سوکم ڪارڻ اپاڌين جي درشٽين ڪري جو
ورات، وشو وغيره ڀاسيت ٿي رهيا آهن، تنهن ڪري

سنسار وري نٿو ٿئي، بلڪ گيان ٿي ان کي وديه
مڪتي ٿئي ٿي. انهيءَ گيان مٿ ڪرڻ لاءِ گرُ اپديش
وغيره سادن جي به ضرورت ڪانهي، بلڪ برهم لوڪ
۾ گرو اپديش وغيره "سادن بنان ئي گيان ٿئي ٿو."
ڇو ته برهم لوڪ ۾ ته ڪهي يا رجي گڻ جو ذرو به نه ٿو
رهي، اُتي خاص ستي گڻ وارو لوڪ آهي. تمو گڻ نه
آهي ته جڙتا يا آلس ڪونهي. رجو گڻ نه آهي ته ڪام
ڪروڌ وغيره جو وکيپ نه آهي، ڪيول ستو گڻ آهي ۽
تنهڪري ستي گڻ جو ڪاريه گيان روپ پرڪاش ئي
اُن لوڪ ۾ خاص ظاهر آهي.

**(۳۰۱) هرڻيہ گرڀ واسيءَ کي آتما جي جاڻ.**

اونڪار جي برهم روپ ڪري جو اُپاسنا اڳي چيل
آهي، تنهن ۾ اونڪار جي ماترائن جو ارٿ مترات
چنتن ڪيل آهي: آڪار جو واچيه آهي اسٿول اپاڌيءَ
سهت چيتن، وراٽ ۽ وشو. اُڪار جو واچيه آهي،
سوکم اپاڌيءَ سهت چيتن، هرڻيه گرڀ ۽ تيجس. مڪار
جو واچيه آهي، ڪارڻ اپاڌيءَ وارو چيتن، ايشور ۽
پراڳيه. تنهن اپياس جي، برهم لوڪ ۾ سمرتي رهيتي.
وري ستو گڻ جي پرڀاو ڪري اها بوڌ پڻ رهيتي ته،
چيتن ۾ جو وراٽ ۽ وشو جي پرتيتي ٿئي ٿي، سا
اسٿول اپاڌيءَ جي ڪري آهي ۽ *سمشٽي اسٿول

* سمشٽي معنيٰ ڪل ۽ ويشٽي معنيٰ هڪڙو هڪڙو جدا.

پرلءِ ڪال ۾ جڏهين مُوٽيو ڪرپ جو لوڪ ناس ٿئي ٿو، تڏهين گيان پائي وديه مڪت ٿئي ٿو.

**(٢٩٩) اهنگره ڌيان سان ئي برهملوڪ جي پراپتي.**

اونڪار روپ ڪري برهم جي اپاسنا ڪرڻ وارو برهم لوڪ پائي، پوءِ موڪش پائي ٿو. ڇهن اپنيشدن ۾ وري برهم جي اپاسنا لاءِ جدا جدا نمونا چيل آهن ۽ انهن جو ڦل ۾ ساڳيو چيل آهي، پر اهنگره اپاسنا بنا ٻين اپاسنائن سان برهملوڪ جي پراپتي نٿي ٿئي. اها ڳالهه سوترڪار ۽ ڀاشيڪار شاريرڪ جي چوٿين آڌياءِ ۾ کولي آهي.

نرمديشور کي شِو ڪري ڌيان ۾ ڌارڻ ۽ سالگرام کي وشڻو ڪري ڌيان ۾ ڌارڻ، اهي پرتيڪ ڌيان جا قسم آهن، ۽ نه اهنگره ڌيان جا. من کي برهم روپ ڪري ڌيان ۾ رکڻ يا سورج کي برهم روپ ڪري ڌيان ڪرڻ، اهي به پرتيڪ ڌيان جا قسم آهن؛ انهن دوارا برهم لوڪ ملڻ جو نه آهي. سگڻ توڙي نرگڻ برهم کي پاڻ کان اڀيد ڪري چنتن ڪرڻ آهي اهنگره ڌيان؛ ۽ اُن دوارا برهم لوڪ پراپت ٿئي ٿو.

**(٣٠٠) اترائڻ مارگ واري کي موڪش جي حاصلات.**

مٿي جنهن مارگ جو ذڪر ڪيو ويو، تنهن کي ”اترائڻ مارگ“ به چون ٿا ”ديو مارگ“ به چون؛ انهيءَ مارگ سان جيڪو اپاسڪ وڃي ٿو، تنهن کي

اپماڻي جيئن چون ”هرڻيه گرڀ“. انکي ”ڪارڻ“ برهم به
چون ۽ انهيءَ جي نواس کي ئي ”برهم لوڪ“ چون.

## (۲۹۸) ”سائج“ موڪ جو ورڻن.

مشين ريت سان اونڪار جي اپاسنا شڌ برهم
روپ جي ڪري ڇٽي ويٺي آهي ۽ شڌ برهم جي
اپاسڪ کي شڌ برهم جي پراپتي تيرٿ ڪهي، مگر شڌ
برهم جي پراپتي رڳو گيان مواران لڀي ٿي. تنهڪري
جنهڪي پوڳن جي ڪامنا گيان ۾ اٽڪ ٿي رهيل آهي،
تنهن کي ڪارڻ برهم جي پراپتي ٿي ٿئي، ۽ انکي
”سائج“ روپ موڪ چئجي ٿو.

جنهن اپاسڪ کي برهملوڪ پراپت ٿئي ٿو، تنهن
کي هرڻيه گرڀ سمان وڀوتيون ملن ٿيون ۽ ست
سنڪلپ مت اچيتو! جنهن به سرير جي او اڇا ڪري
تو ته اهو سرير انکي ملي سگهيتو! جنهن به پوڳ جي
اڇا ڪري سو پوڳ انکي سنڪلپ مواران ئي مليتو!
جي چاهي ته موڏکي هزار سرير ۽ هزار سريرن لاءِ پوڳ
ملن ته اهي هزار سرير ۽ پوڳ به انکي ترت پراپت ٿين
ٿا. وڌيڪ ڇا چئجي، مطلب ته جيڪو به سنڪلپ
ڪري سو سڌ ٿيو پوي. سواءِ جگت جي اتپتي، پالن ۽
لئه ڪرڻ جي، ٻيون سڀ شڪتيون انکي ايشور جان
ملن ٿيون. انهيءَ کي سائج موڪ چئجي ٿو.
انهيءَ ريت اهو اپاسڪ هرڻيه گرڀ والکر پوڳ پوڳي،

تو ٿئي، بلڪ ڏيان ڪندي سريرَ تياڳي ٿو ته اُن کي
سريرَ مليو سرير ملي ٿو.
واسنا پٽاندڙ وري ٻيو سرير ملي ٿو.
جي مَن لوڪ جي ٻي ٻُڌڻ لاءِ واشنا اٿس، جا
روڪي ڏٽ سان ڏيان ۾ لڳي رهيو آهي، ته سرير ڇڏڻ
بعد، ڪهڙي، ويڙهي وارو، پوتر سٽ سنگي وارو ڪل
۾ جنم ملندس. اُتي اُن کي اڳئين جنم جي ڪامنا
آڌوسار ٻوڳ ملن ٿا، ۽ اڳئين ڏيان جي سنسڪار ڪان
وري ويچار ۾ يا ڏيان ۾ پرورتي ٿئيس ٿي، ۽ پوءِ گيان
پرائي مڪت ٿئي ٿو.
(٢٩٦) جنهن منکه جي وري برهم لوڪ جي ٻوڳن
۾ ڪامنا هجي، جا روڪي ڏيان ۾ لڳو هجي، ته اهو
منکه هن سرير ڇڏڻ تي برهم لوڪ ۾ وڃي ٿو. اُتي
ستنترتا يعني آزادگيءَ جو آنند ڀوڳي ٿو، جو منکن، پترن
۽ ديون کي به نه ملي، جيڪا به هرڪنهن ڪري جي سگهه،
سنڪلپ وغيره ويٺي آهي، سا ساري ويٺي اُنکي
اُتي ملي ٿي.

## (٢٩٧) برهم لوڪ جو مارگ.

هاڻ جنهن مارگ کان منکه برهم لوڪ وڃي ٿو، سو ٻڌ:
جيڪو منکه برهم جي اُپاسنا ۾ تتپر آهي (هوشياريءَ سان
لڳل آهي) تنهنجون مرڻ سمي جيٽو ٽيڪ الڪ ريون ۽ اٿهڪرو
مورچت ٿين ٿا ۽ اُو ڪيڏانهن وڃڻ لاءِ سمرٿ نه آهي

* ڏسو ايش اُپنشد جي ٽيڪا، ۽ ٻيا چاند وڳيه اُپنشد

جو چيتن مٿن روپ آهي.

اونڪار جو چيتن مخصص ريت، مانڊوڪيہ اُپنيشد جي ريتيءَ پڌالدر پڌايو ويو. "ترسکهہ تاپني" وغيرہ اُپنشدن ۾ بہ انهيءَ جو ذڪر آهي. هيءَ اونڪار جو چيتن پرمهنس لاءِ ڪوپيہ (پيارو) ڏن آهي. هن ۾ ٻاهر مکي پرشن جو اڌڪار نہ آهي، مگر انترمکہ وارن جو اڌڪار آهي. *گرهستن جو هن ۾ اڌڪار نہ آهي، مگر اُنهن جو اڌڪار آهي، جيڪي ڏن، پت ۽ استريءَ جي سکہ وغيرہ کان آجا پرمهنس آهن.

### (٢٩٥) اونڪار جي ڌيان جو ڦل.

مٿينءَ ريت اونڪار جو برهم روپ ۾ ڌيان ڪرڻ سان گيان ملي ٿو ۽ گيان دواران موکہ ملي ٿو. پر جنهن منکہ جي هن لوڪ جي ڀوڳن ۾ يا برهم لوڪ جي ڀوڳن ۾ واشنا آهي ۽ جنهن کي وئراڳ تکو نہ آهي، سو ڪري مٿ سان ڪامنا روڪي، ڏن پت وغيرہ کي تياڳي، پرمهنس گروءَ جي اُپديش موجب اونڪار روپ جو ڌيان ڪري ٿو، تہ بہ ڀوڳہ واشنا اُن کي گيان پراپتيءَ ۾ اڙڪ وجهي نہ ڇڏي، جنهن ڪري اُن کي گيان

*گرهستيءَ جو اوتڪ هيئہ سمجهڻ کهڻ جي پداراٿن ۾ واڳہ ڪري ڦالل ۽ پرمهنس اهو آهي، جنهن جي پداراٿن ۾ واڳہ پڌي يعني پرتتي نہ آهي. هن ڳالهہ جي کول ساڌو نشچلداس وراي پرڀاڪر جي ٨ پرڪاش ۾ ڪئي آهي.

جنهن پراڪيه روپ مڪار ۾ اڪار ليه ڪيو وڃي ٿو
تنهن مڪار کي وري ٽريه روپ جيڪو اونڪار جو
پرمارٿ روپ "آماتر" آهي، تنهن ۾ لين ڪجي؛ ڇوته
اونڪار جي پرمارٿ روپ جو ٽريه سان ڪو ڀيد ڪونه
آهي. اهو ٽريه پد ئي برهم روپ ۽ شڪ آهي، تنهن شڪ ۾
ايشور ۽ پراڪيه پڻي ڪلپنائون آهن. هاڻ اهو ياد ڪجي ته:-
جيڪي جڳ ۾ ڪلپيل آهي سو سڀ ته تدهنڪوئي
سروپ آهي، ۽ اهي ڪري ئي ايشور سهت پراڪيه
روپ مڪار جو ليه ڪرڻ بڻي ٿو.
اهو جيڪو اونڪار جو پرمارٿ سروپ آماتر آهي،
جنهن ۾ سڀ ليه ڪيو ويو، تنهن جو وري ايڪاگرچت
ٿي، چنتن ڪجي ته "سو مان آهيان." استاور جنگم
روپ، خواه آسڪر، آدوي آسساري، نت مڪت،
ٽريه برهم روپ، جيڪو اونڪار جو پرمارٿ سروپ
آهي، "سو مان آهيان." ائين چنتن ڪرڻ سان ڪيان
اپري ٿو، تنهن ڪري تون هاڻ ته "اونڪار جي ڏرڪرڻ
اپاسنا،" بيشڪ سپني ڪان اتم آهي؛ ڇوته اها ڪيان
واران مڪتي روپ ڦل ڏيڻ واري آهي.

**(۲۹۴) اونڪار چنتن ۾ پرهنس جوئي اڌڪار آهي**

جيڪو اهي ريت سان اونڪار جو سروپ ڄاڻي
ٿو، سو مکي آهي؛ جو نٿو ڄاڻي، سو مکي نه آهي؛ ڇو
"مکي" نالو آهي مڪت ڪرڻ واري جو. هي اونڪ

پراڳيه تنهي ۽ وياپڪ، جو پرمارٿ روپ ”تُريه“ آهي، تنهن کي اونڪار ورڻ (اکر) جي تنهي ماترائن ۽ وياپڪ، جو اونڪار جو پرمارٿ روپ ”اماترُ“ آهي، تنهن سان ايڪ ڄاڻجي.

ائين آتما جي پادن کي ۽ اونڪار جي ماترائن کي هڪ ڄاڻي لَيه چنتن ڪرڻ گهرجي.

## (۲۹۳) لَيه چنتن جو دور.

ڄاڻي ڪجي: لَيه چنتن ۾ وشو روپ جو آڪار آهي سو تيجس روپ آڪار کان نيارو نه آهي، بلڪ آڪار روپ ئي آهي؛ ائين چنتن ڪرڻ کي ”لَيه“ تو چئجي. اهي ريت ٻين ماترائن لاءِ به ڄاڻجي، ته جيئن آڪار ۾ آڪار جو ايڪيو ڪيو ويو، تئين تيجس روپ آڪار جو پراڳيه روپ مڪار ۾ ليه ڪجي. وري پراڳيه روپ مڪار جو، تريه روپ جو اونڪار جو پرمارٿ روپ اماتر آهي، تنهن ۾ ليين ڪجي. استول جي اُتپتي سوکشم مان ٿئي ٿي، ۽ ليه به سوکشم ۾ ٿئي ٿي، تنهن ڪري وشو روپ جو آڪار آهي، تنهن جي ليه تيجس روپ آڪار ۾ ڪجي ٿي. سوکشم جي اُتپتي ۽ ليه ڪارڻ ۾ ڪجي ٿي، تنهن ڪري تيجس روپ جو آڪار آهي، تنهن کي ڪارڻ پراڳيه روپ جو مڪار آهي، تنهن ۾ ليه ڪرڻ ڪجي ٿو. سمشٽي روپ وراٽ وغيره جي آهن ۽ تن جون ترپٽيون به جي آهن، تن سان به ساڳي ريت ڄاڻڻ گهرجي.

ٽي پاد آهن اپرمارٿ روپ، ۽ هڪ پاد تُريه آهي پرمارٿ روپ.

جيئن آتما جا ٻه سروپ آهن، تيئن اونڪار جا به ٻه سروپ آهن. آڪار، اُڪار، مڪار انهن ٽنهي ماترائن جو ورڻ يعني اکر "اپرمارٿ" روپ آهي؛ باقي ٽنهي ماترائن ۾ وياپڪ جو آسري يعني ٻيو روپ اڌشٺان چيتن آهي، سو "پرمارٿ" روپ آهي. جيڪو اونڪار جو پرمارٿ روپ آهي تنهنکي شرتي "اماتر" شبد سان ڪوٺي ٿي. جو ته پرمارٿ سروپ ۾ ماترائن جا ڀاڱا (جزا) آهن ئي ڪونه. انهيءَ ريت ٻن سروپن وارو جو اونڪار آهي، تنهن سان ٻن سروپن واري آتما جو اڀيد ڄاڻڻ کپرجي.

وِشٽي ۽ سمشٽي استول پرپنچ سميت، وشو ۽ وراٽ جي "آڪار" ۾ اڀيدتا ڄاڻڻ کپرجي. آتما جا جيڪي پاد آهن، تن ۾ "وشو" پهريون آهي، ۽ اونڪار ۾ پهرين ماترا "آڪار" آهي، تن ٻنهي کي هڪ ڪري ڄاڻجي. وري سوکم پرپنچ سميت جو هرڻيه گرڀ ۽ تيجس آهن تنکي "اُڪار" روپ ڄاڻڻ کپرجي، جو تن ۾ "تيجس" ۽ "اُڪار" ٻيو پاد ۽ ٻي ماترا آهن. وري ڪارڻ اُپاڌيءَ سميت جو ايشور روپ "پراڳ" آهي، تنهنکي "مڪار" روپ ڄاڻجي. جيئن ايشور روپ پراڳ ٽيون آهي، تيئن مڪار ماترا به ٽيون آهي، تنهنڪري ايشور روپ پراڳ ۽ مڪار کي هڪ ڪري ڄاڻجي. وشو، تيجس ۽

سو آهي اڏپوت؛ ۽ ايشور آهي اڏ ڏيو. وشو آهي ٻهي پرکيه، تيجس آهي انتهہ پرکيه، ۽ پراڪيه آهي پرکيان گھن.

### (٢٩١) وشو وغيره ٽنهي جي هيڪڙائي.

اهو هيڪو ٽنهي جو ڀيد آهي، سو اُپاڌيءَ ڪري ئي آهي. وشو جون ٽي اُپاڌيون آهن، استول، سوکم ۽ اکيان (ڪارڻ)؛ تيجس جون ٻه سوکم ۽ اکيان؛ ۽ پراڳيه جي هڪ، اکيان.

اِيئن ٽنهي ۾ جو ڀيد آهي، سو اُپاڌين جي گھٽائيءَ ۽ ٿورائيءَ ڪري. مگر پرمارٿ سروپ ڪري ڀيد ڪونہ آهي. ٽنهي ۾ جو وياپڪ چيتن آهي، سو پرمارٿ ڪري ٽنهي اُپاڌين جي سمجھ کان آجو آهي؛ ٽنهي اُپاڌين جو اڏشٽان "ترِيہ" آهي. اُهو نہ نہ آهي ٻهي پرکيہ، نہ آهي انتهہ پرکيہ ۽ نہ آهي پرکيان گھن؛ نہ آهي ڏسن اندرين جي وشيہ، نہ آهي ٻڌيءَ جي وشيہ ۽ نہ آهي وشيہ ڪنهن شبد جي. اهو جو "تريہ" آهي، تنهن کي جيو جو چوٿون پاد، ايشور ساکي، بلڪ شڌ برهم روپ جاڻڻ کھرجي.

### (٢٩٢) اوئنڪار جو ايڪ چنتن.

الهيءَ ريت آتما جو سروپ ٽن قسمن جو ڪري ڏيکاريو ويو؛ هڪ پرمارٿ روپ، ٻيو اپرمارٿ روپ.

يعني مِن جا وڇيل آهن. تيجس جا ڀوڳ سوکم آهن ۽ نه ستول. جيتوڻيڪ ڀوڳ آهي ڏالو سکه يا ڏکه جي گيان جو، جنهن سان استول يا سوکم شبد لڳاڻ ۾ٺي نٿو، مگر ٻاهرين جي شبد وغيره وشين آهن ان کي ستول ٿو چئجي ۽ تنهنجي سمنڌ ڪان جو سکه يا ڏکه جو ساکياتڪار ٿيڻ، سو "استول ڀوڳ" ٿو چئجي. مگر مانس شبد وغيره کي سوکم ٿو چئجي ۽ ان جي سمنڌي ڀوڳن کي پڻ "سوکم" ٿو چئجي. انهيءَ ڪري شرنيءَ ۾ وشو کي "استول" جو ڀوڳتا ۽ تيجس کي "سوکم" جو ڀوڳتا ڪري چيل آهي.

وشو کي ٻهي پرگيه (ٻاهر جاڳندڙ) چئجي ٿو، ۽ تيجس کي انتهه پرگيه (اندر جاڳندڙ) چئجي ٿو، جو نه وشو جي انتهڪرڻ جي ورتي روپ "پرگيه" ٻاهر ٿي وهي ۽ تيجس جي ٻاهر نٿي وهي.

**(٢٨٩) تيجس هرڻيه گرڀ ۽ اونڪار جو ايڪتا چنتن.**

وري ڄاڻ ڏيڻ جاڳ ۾ جيئن وشو جي وراٽ سان ايڪتا آهي تيئن تيجس جي هرڻيه گرڀ سان ايڪتا آهي. ڇو نه ٻنهي جي آپاڌي سوکم آهي، جنهن ڪري ٻئي هڪ ڪري ڄاڻڻ گهرجن.

تيجس ۽ هرڻيه گرڀ جي ايڪتا ڄاڻي، وري انهن جو اونڪار جي ٻي ماترا سان هيڪڙائيءَ جو چنتن ڪجي؛ جو آتما جي ٽن پادن مان ٻيو تيجس آهي،

ترجاپتي اڌ ديو آهي. (١١) من اڌ ياتم، منن اڌ پوت، هندرما اڌ ديو آهي. (١٢) بڌي اڌ ياتم، نشچو اڌ پوت، وسپت اڌ ديو آهي. (١٣) اهنڪار اڌ ياتم، اهنڪار جي جا وشيہ هجي سا اڌ پوت ۽ رڌر اڌ ديو آهي. (١٤) چت اڌ ياتم، چنتن جي وشيہ اڌ پوت ۽ کيتر گيہ جو ساکي آهي، سو اڌ ديو آهي.

## (٢٨٧) وشو وراٽ ۽ اونڪار جو ايڪ چنتن.

جيئن وراٽ ۽ وشو ۾ ڪو ڀيد ڪونهي، تيئن اونڪار جي جا پهرين ماترا اڪار آهي، تنهن جي ۽ وراٽ روپ وشو سان ايڪتا آهي؛ جو ته برهم جي چئن پادن مان پهرين پاد وراٽ آهي ۽ آتما جي چئن پادن مان پهرين پاد وشو آهي، تيئن وري اونڪار جي چئن ماترائن روپي پادن مان پهرين اڪار آهي. ايئن جو تنهي پهرين پادن ۽ [پهرئين شرط جو] ساڳيوئي ڌرم آهي ته ڪهڙي ته وراٽ، وشو ۽ اڪار جو ايڪ چنتن ڪجي.

## (٢٨٨) وشو ۽ تيجس جو تفاوت.

جيئن وشو جا ست انگ ۽ اوڻيهہ مک چيل آهن تيئن ست انگ ۽ اوڻيهہ مک تيجس جا به جاڻڻ گهرجن. مگر ايترو ڀيد آهي جو وشو جا انگ ۽ مک ايشور جا رچيل آهن، پر تيجس جا جي اندريون، ديوتا، وشيہ روپ ترپٽيون ۽ مٿو وغيره انگ يعني عضوا آهن سي مانس

ڪالسواءِ ٻيو ڪي نه ٿين. تنهن ڪري پنج ڀرا ۽ ”چوڏهن ترپٽيون“، وراٽ روپ وشو جا مک ڪري چيل آهن. اهي ترپٽيون هيٺيت آهن:- (١) شروتر (ڪن) اندري اڌياتم آهي، تنهنجي وشيہ يعني شبد اڌيوت آهي، ۽ دشا جو ايشاني ديوتا اڌديو آهي. مطلب تہ ڪريا شڪتي واريون خواهہ گيان شڪتي واريون اندريون ۽ انتهڪرڻ ”اڌياتم“ آهن، تنهنجي وشيہ ”اڌيوت“ آهي ۽ تنهنجا سهائڪ ديوتا ”اڌ ديو“ آهن. (٢) چمڙي جي اندري اڌياتم آهي، انهيءَ وشيہ ڇهڻ اڌيوت آهي، ۽ واءُ تتو جو ايشاني ديوتا اڌديو آهي. (٣) اک اندري اڌياتم آهي، انهيءَ جي وشيہ روپ، اڌيوت آهي ۽ سج اڌديو آهي. (٤) رسنا اندري اڌياتم، رس اڌيوت ۽ ورڻ اڌ ديو آهي. (٥) نڪ جي اندري اڌياتم آهي، بوءِ اڌيوت ۽ اشونيڪمار اڌ ديو آهن. اهي وارنڪ ڪار سريشور آچاريہ اڌديو ڪري پرٿويءَ جي ايشاني ديوتا کي، سو بہ ٺيڪ آهي ڇو تہ نڪ جي اُتپتي آهي پرٿوي تتو مان. (٦) واڪ اندري اڌياتم، ڳالهائڻ اڌيوت، اگني ديوتا اڌ ديو آهي. (٧) هٿ اندري اڌياتم، پدارٿ جو هٿ ڪرڻ اڌيوت ۽ اندر اڌديو آهي. (٨) پير اڌياتم، هلڻ اڌيوت، وشنو اڌ ديو آهي (٩) گدا اڌياتم، مل تياڳڻ اڌيوت، يم اڌ ديو آهي. (١٠) اُپسٿ اندري اڌياتم، مشٿن ڪريا اڌيوت،

وراٽ روپ وِشُوَ جا "ست انگ" يعني عضوا
آهن:- (۱) سرڳ لوڪ مٿو، (۲) سج نيٽر، (۳) واءُ
پراڻ، (۴) آڪاش ڌڙ، (۵) سمنڊ وغيره جل، موتر
اندري، (۶) پرٿوي پير، ۽ (۷) جنهن آگِن ۾ هوم ڪجي
ٿو، اُها اگن آهي مکر (وات). مانڊوڪيه اُپنيشد ۾
جيتوڻيڪ سرڳ لوڪ وغيره وشو جا انگ نٿو قبولي
تہ بہ انهنکي وراٽ جا انگ ڪري قبولي ٿو، مگر وراٽ
۽ وشو ايڪ آهن، تنهن ڪري اهي انگ وشو جا
بہ چئبا.

وري وراٽ وشو جا ۱۹ مکر آهن:- پنج پراڻ
پنج ڪرم اندريون، پنج گيان اندريون ۽ چار
انتهڪرڻ. اهي مکر وانگر ڀوڳ جا ساڌن آهن، جنهن
ڪري "مکر" ٿا چئجن. اُنهن اُوڻيهن دوارن ٻاهر ورتي
ڪري، استول شبد وغيره کي جاڳرت اوستا ۾
ڀوڳجي ٿو. انهيءَ ڪري وراٽ روپ وشو، استول
جنو ڀوڳتا، ٻاهر ورتيءَ وارو ۽ جاڳرت اوستا وارو
چئجي ٿو.

## (۲۸۶) چوڏهن ترپٽيون.

پراڻ وغيره اوڻيهه، جنڪي ڀوڳ جا ساڌن آهن
تن مان چوڏهن يعني ڏهہ اندريون ۽ چار انتهڪرڻ
پنهنجي پنهنجي وشيه ڀوڳين ٿا ۽ پنهنجي پنهنجي
ديوتا جي مدد چاهين ٿا. ديوتائن ۽ وشين جي مد...

جو *واچڪ آهي ۽ برهم واچيه آهي. واچيه جو واچڪ
کان ڪو ڀيد ڪونهي. تنهن ڪري ٻه اونڪار
برهم روپ آهي. يا وري هيئن سمجهه، ته آڪاش برهم
۾ جيڪي ٻه [جڳت] اڌيست آهي، تنهنجو اڌشٽان
آهي برهم. اڌيست جو سروپ اڌشٽان کان نيارو نه
آهي. ايئن ٻه اونڪار برهم سروپ آهي.

**(۲۸۵) چئن پادن دوارن برهم ۽ آتما جي هيڪڙائي.**

برهم روپ اونڪار جو وري آتما ۾ اڀيد چئجن
ڪجي، جو آتما جو برهم سان †مکيه اڀيد آهي. [يا هن
طرح چئجي:-] برهم جا چار پاد آهن، تيئن آتما جا ٻه چار
پاد آهن. پاد جو ارٿ آهي ڀاڱو، يا انش [۽ نه پير].

برهم جا هي چار پاد آهن:- وراٽ، هرڻيه گرڀ،
ايشور ۽ "تت" پد جو لکيه ايشور ساکي. تيئن آتما جا
چار پاد آهن:- وشو، تيجس، پراڳيه، ۽ "توم" پد جو
لکيه جيو ساکي، جنهن کي "ترييه" چون.

"وراٽ" آهي، ‡سمشٽي استول برهمنڊ سمت
چيتن. "وشو" آهي، §وياشٽي استول اپاڌي. وراٽ
۽ وشو جي اپاڌي استول آهي، تنهن ڪري وراٽ ئي
وشو آهي، ۽ وشو وراٽ کان نيارو نه آهي.

* واچڪ ۽ واچيه لفظن جي سمجهاڻي ڇهين ترنگ ۾ ڏنل
آهي. † مکيه سمان اڌڪرڻ، ٻولين ترنگ ۾ سمجهايل آهي.
‡ ڪل. § جدا جدا.

ايڪ آهن، تن سڀني ۾ "گهٽ" اهو ٻن اکرن وارو
نام، هڪ ئي آهي. اهي روپ تہ هڪ ٻئي کري ويچاري
آهن، مگر سڀني گهٽن جي روپن ۾ هڪ نام وياپڪ آهي.
تنهن ڪري چئبو تہ [روپ مٿيا آهي ۽ نام سچ]
آهي. مٿيا وستو اڌشٽان کان ڀن نہ آهي، تنهنڪري]
مٿيا روپ [اڌشٽان] نام کان الڳ نہ آهي.
انهن سڀني پدارٿن جا آڪار پنهنجي پنهنجي نام کان
ڀن نہ آهن. بلڪ نام سروپي ئي روپ آهن.

هاڻ ڪل نام وري اونڪار کان ڀن نہ آهن،
بلڪ اونڪار سروپ ئي آهن. ڇو تہ واچڪ شبد کي
چئجي ٿو "نام" ۽ لوڪن خواه ويدن جا ڪل
شبد، اونڪار مان ئي اُتپن ٿيل آهن، سو شرتيءَ ۾
پڙهيو آهي. وري ڪل ڪاريہ آهن ڪارڻ سروپي،
تنهنڪري اونڪار جا ڪاريہ، جي واچڪ شبد روپ
نام آهن، سي ڪل اونڪار سروپي آهن. انهيءَ ريت
روپ ياڪ پدارٿن جو، نام سروپي ٿيو ۽ ڪل نام
اونڪار سروپي آهن. تنهن ڪري اونڪار سرو
سروپي آهي.

### (٢٨٤) اونڪار ۽ برهم جو ايڪ.

جيئن سرو سروپي اونڪار آهي، تيئن وري
برهم بہ سرو سروپي آهي، تنهن ڪري اونڪار، برهم
روپ آهي. يا [هن ريت چاڻ تہ] اونڪار برهم

اُپاسنا جي رِيت جو ذڪر ڪجي ٿو:-

جو ڪجهه ڪارڻ ڪاريه وستو آهي، سا اُپادان سروپ آهي تنهن ڪري سڀ ڪجهه اُپادان روپ آهي. [سو ڪيئن؟ :] سڀني پدارٿن ۾ ٻه ڀاڱا آهن، هڪ نام ٻيو روپ. روپ ڀاڱو ڀڄندڙ نام ڀاڱي کان نيارو نه آهي، بلڪ جنهن جي نام سروپ ئي، روپ ڀاڱو آهي. جو نه نام وارن پدارٿن جي روپ جو ذڪر ڪري، انهن جي ڏي وٺ ڪجي ٿي. نام جاگرت بنان فقط روپ جي آڌار تي وهنوار هلڻو نه آهي، تنهنڪري نام ئي سار آهي. ورهي روپ جي ناس ٿيڻ تي به، نام قائم رهندو وڃي ٿو. جيئن کهٽ جي ناس ٿيڻ تي مٽي باقي رهندي، ته کهٽ مٽيءَ کان الڳ وستو نه آهي، بلڪ مٽيءَ روپ ئي آهي. تيئن روپ جي ناس ٿيڻ تي مٽيءَ وانگر نام جيڪو باقي رهندو، تنهن کان روپ الڳ نه آهي. انهيءَ سبب ڪري ته نام سروپ ئي روپ آهي

يا ورهي هيئن سمجهجي: کهٽ، سرائي (ڪهڪهي) وغيره ۾ مٽي وياپڪ آهي، ۽ کهٽ، سرائي وغيره هڪ ٻئي کان * وڇاري آهن تنهن ڪري کهٽ، سرائي وغيره مٿيا آهن، مگر انهن ۾ وياپڪ جا مٽي آهي، سا ئي سچ آهي. تيئن ورهي کهٽ جا روپ ٻه

* سرائي کهٽ ۾ نه آهي ۽ کهٽ سرائيءَ ۾ نه آهي، انڪري چئجي ”وڇاري“، يعني وياپڪ جو ضد.

### (٢٨٢) نرگڻ ۽ سگڻ برهم جي اپاسنا جو ڦل سميت ڪٿن.

جيتوڻيڪ برهم اپاسنا ڪيترن ئي اپنشدن ۾ چيل آهي تہ بہ مانڊوڪيہ اپنشد ۾ ڪهڙي قدر ڏنل آهي. واشيہ ڪار ۽ آنندگريءَ تنهن جي ريت ڪولي لکي آهي ۽ آمائي ريت وارتڪ ڪار پنچيڪرڻ ۾ لکي آهي. تہ بہ جناجي پڌي انهن گرنٿن جي وچارڻ لاءِ ٻلي نہ آهي، تنهن سولائيءَ لاءِ مان ٿوري ۾ پڌايانٿو:- برهم جو چنتن ٻن نمونن جو چيل آهي:- هڪ آهي پربرهم روپ ڌيان ۽ ٻيو آهي اپر برهم روپ ڌيان. نرگڻ برهم کي چون "پربرهم" ۽ سگڻ برهم کي چون "اپر برهم." پربرهم روپ برهم جي چنتن ڪان موکش ملي ٿو ۽ اپر برهم جي چنتن ڪان برهم لوڪ.

### (٢٨٣) نرگڻ روپ برهم اپاسنا جو طريقو.

هتي نرگڻ اپاسنا جي ريت لکجي ٿي ۽ نہ سگڻ جي. جنهن کي برهم لوڪ جي ڪامنا هوندي، تنهنکي نرگڻ اپاسنا سان بہ برهم لوڪ ملي ٿو، ۽ نہ موکش چي[...] تہ انهي ڪامنا موکش ۾ اٽڪ آهي. برهم لوڪ ۾ هرڻيہ[...] گرڀ واٽکر ٻوڌ پيو ڪرڻ بعد، گيان ٿيندو ۽ پو[...] موکش ملندو. جنهن کي برهم لوڪ جي ڪامنا نہ آهي تنهن کي هن لوڪ ۾ ئي گيان ٿيڻ تي، موکش ملڻ[...] آهي. انهيءَ ڪري چئبو تہ سگڻ اپاسنا جو ڦل بہ نرگ[...] اپاسنا جي ڦل اندر اچي وڃي ٿو تنهن ڪريئي نر[...]

"اهنگره" ڌيان ڪري، ته انکي به "گيان پراپت
ٿئي ٿو؛ اگر موکر پائي ٿو."

(٢٨١) - پرڻو جو اهنگره ڌيان.

सवैया– ध्यान अहंग्रह प्रनवरूपको, कह्यो सुरेश्वर श्रुति अनुसार ।
अच्छर प्रनव ब्रह्म मम रूप सु, यूं अनुलव निज मति गतिधार।
ध्यानसमान आन नहिं याके, पञ्चीकरन प्रकार विचार ।
जोयह करतउपासन सो मुनि,तुरित नसे संसारअपार ॥१६८॥

ڪنڊليو ١٦٨ - ڌيان اهنگره پرڻو، شرتي جي السار،
ڇهو سريشور چاهه سان، ٻڌجي ڪرڻ وچار،
ٻڌجي ڪرڻ وچار، پرڻو سو برهم پڇاڻجي،
برهم آتم سروپ، پاڻ لڏجي سان جاڻجي؛-
انهيءَ برابر ڌيان ٻيو، ٻاهر مڌجهه سمسار،
جيڪو ڌاري ڌيان سو، پو ساگر مان پار.

ٽيڪا:- هي شش پرڻو يعني اونڪار سروپ جو اهنگره
ڌيان، جو "مانڊوڪيه" ۽ "پرشن" وغيره شرتين ۾
ذڪر ڪيل آهي، سو سريشور آچاريه کولي ٻڌايو آهي
اهو ڌيان توهان ڪرو. انهيءَ جو مختصر بيان هيءُ آهي:-
پرڻو، اکير برهم سروپ آهي، "سو پرڻو سروپ برهم،
مان آهيان" انهيءَ ريت سان ڪرڻ ماتر جي به وچوتيءَ
رهت، ٻڪيءَ طرح پدهجي مت (ٻڌي) جي ورتيءَ ۾
ڌار، انهيءَ جهڙو ٻيو ڪو به ڌيان ڪونهي انهيءَ. ڌيان
جي ريت سريشور جي ڄاڻيل "پنچيڪرڻ" گرنٿ ۾
ويچار.

ٿي اهو پاٺ رهيو ته ”مونکي اڄ چنڊ جو درشن ٿي
ٿئي“ ته به جي ڪنهن ريت اک پرماڻ جو چنڊ پرميئر
سان سنبنڌ ٿي وڃي ته چنڊ اوس پرتڪ ٿئي ٿو.
ٻي ڌيان جي ريت هيءَ آهي: پڪل آهي ته ”سالگرام
وشڻو روپ آهي، اهو ڌيان جيڪو ڪري تنهن کي
آتم ڦل هٿ ٿو اچي“. داڻي شاستر دوارا خبر آهي ته وشڻو
چتر ڀڄ يعني چئن ٻانهن وارو آهي ۽ هٿن ۾ سنک، چڪر،
گدا، پدم ڌارڻ ڪيل اٿس. مگر اک پرماڻ ڪري
سالگرام کي ته پٿر ئي ڪري ٿو ڏسجي. ته به وڏي،
وشواس ۽ اچا موجب ”سالگرام وشڻو آهي“ اهو ڌيان
ڪرڻ جو آهي.

ڌيان جو ڀيد.

هر ڌيان ٻن قسمن جو آهي: وستو مجي هڪ
قسم جي ۽ ڌيان ڪجي ٿي ريت، جيئن سالگرام پٿر ۾
وشڻو جو، تنهن کي چئجي ٿو پرتيڪ ڌيان. ٻيو
ويڪنٺ واسي وشڻو جو، سنک، چڪر وغيره سميت
چٽڀجي [خيالي] روپ دوارا جڏهن ڌيان ٿئي ٿو،
تڏهن اهو پرتيڪ نه پر ڏٺي روپ انوساري ڌيان آهي.
ويڪنٺ واسي وشڻو جو سروپ پرتڪ نه آهيئي
ڪنهن رکيو شاسترن دوارا ئي معلوم ٿيل آهي ته وشڻو
سنک، چڪر، گدا وغيره سميت آهي. تنهڪري اهي
ڌيان کي ”ڏٺي سروپ انوسار“ ڌيان چئجي ٿو.

برهم چيتن جي شڪتي. سو جيئن پرش جي ٻل شڪتي، پرش کان ڀن نہ آهي، تيئن چيتن جي پرڌان شڪتي، برهم چيتن کان ڀن نہ آهي.

اهي، ريت ڪل اناتم پدارٿن جو، برهم جي اڌ چيتن ڪري، وري چيتن ڪري ته "سو ادويہ برهم مان آهيان."

## (٣٨٠) ڌيان ۽ گيان جو ڀيد.

هي لڳ چيتن آهي ڌيان، سو آهي انهن لاءِ، جن کي من ۾ ڏي هيٺين شرط سبب، يا *پرتبنڌ يعني رڪاوٽ سبب مهاواڪين جي ويچار دوارا، اپروکہ گيان نٿو ٿئي.

"ڌيان ۽ گيان جو ڀيد" هي آهي:- گيان آهي پرماڻ ۽ پرميہ جي آڌين، مگر وڌيڪ خواهہ پرش جي اڇا جي آڌين نہ آهي. پر ڌيان آڌين آهي وڌيڪ جي، پرش جي اڇا جي ۽ وشواس ۽ †دڙ جي. پرتڪ گيان ۾ اکہ پرماڻ آهي ۽ گهٽ وغيره پرميہ آهي. اني اکہ جو ۽ گهٽ جو سبنڌ شرط سان، منکہ جي اڇا بنان بہ گهٽ جو پرتڪ گيان ٿئي ٿو. ٻيءَ جي سڌي چوٽ جي چندرما جي ڏسڻ جو نشيڌ (منع) ڪيل آهي، يعني وڌي نہ آهي ۽ منکہ

* (١) ڀيد واداين جي وچنن ۾ وشواس، (٢) وشين ۾ آسڪتي (٣) ٻڌي مند نا، اَنيڪ جنمن جي ٻرارٻڌ. † هٺ ڪري خيال ڄمائڻ.

جو ڪارج آهي. اُت پرٿويءَ جا ڪارج ڪل پرٿوي سروپ آهن، جل جا جل سروپ. ائين ٻين ڀوتن جا ڪارج به تن ڀوتن سروپ آهن. (٢) تئين وري پنچيڪرت ڀوت به اپنچيڪرت ڀوتن جا ڪارج آهن، تنهڪري پنچيڪرت ڀوت اپنچيڪرت سروپ ئي آهن ۽ نه ٻين. (٣) انتهڪرڻ وغيره سوکم سرشٽي به اپنچيڪرت ڀوتن جا ڪارج آهن ۽ اپنچيڪرت سروپ ئي آهن.

ساط انتهڪرڻ سميت ڀوتن جي ستي گڻ جو ڪارج آهي، جنهڪري ستي گڻ روپي آهي. پراڻ ڀوتن جي رجي گڻ انش جو ڪارج آهن تہ رجو گڻ سروپي آهن. ڪديا اندري، پرٿويءَ جي رجي گڻ انش جو ڪاريه آهي سا پرٿويءَ جي رجي گڻ سروپي آهي. نڪ اندري پرٿويءَ جي ستي گڻ جو ڪارج آهي ۽ ستي گڻ سروپي آهي. ائين رسنا ۽ اُپست، جل جي ستي ۽ رجي گڻ سروپي آهن. اکيون ۽ پير، تيج جي ستي ۽ رجي گڻ سروپي آهن. کل ۽ هٿ واءُ جي ستي ۽ رجي گڻ سروپي آهن. ڪن ۽ واڪ، آڪاس جي ستي ۽ رجي گڻ سروپي آهن. ائين ساري سوکم سرشٽي اپنچيڪرت ڀوتن سروپي آهي.

**(٢٧٩) سڀني اناتم پدارٿن جو نهروار برهم ۾ لئہ چنتن.**

اهو چنتن ڪري، وري اپنچيڪرت ڀوتن جو جو لئہ چنتن ڪجي:-

सवैया– माटीको कारज घट जैसे, माटी ताके बाहिर मांहि ।
जलतैं फैन तरंग बुदबुदा, उपजत जलतैं जुदे जु नाहि ॥
ऐसै जो जाको है कारज, कारनरूप पिछानहु ताहि ।
कारनईशसकलको सोमैं, लयचिंतनजानहुविधयाहि ॥१६७॥

ڪنڊليو ١٦٧- ڪارج ڪارڻ کان جدا، ڪڏهين نه ٿيڻو ناهه.
اندر ٻاهر گهڙي جي، مٽي نه ظاهر آهه؛
مٽي نه ظاهر آهه، ورق لهرين ۽ پاڻي،
جدا نه آهن مور، سگهو تا سيئي سياڻي؛
ائين ءِ جيئن ڪارج پڙهيو، سوئي ڪارڻ ڄاڻ،
سڀ جو ڪارڻ ايش مان؛ لَيءِ چنتن سو ڄاڻ.

ٽيڪا: جيئن مٽيءَ جي ڪارج دلي وغيره جي اندر ٻاهر مٽي آهي، جنهنڪري مٽيءَ جا ڪارج سڀ مٽيءَ (ڪارڻ) روپ آهن. ڦيڻي لهرين وغيره جل جا ڪارج به جل روپ آهن؛ ائين جنهنجو به ڪو ڪارج آهي، سو ڪارج پنهنجي ڪارڻ سروپ کان ڌار نه آهي؛ بلڪ ڪارڻ سروپ ئي آهي. اهڙيءَ ريت سڀني برهمانڊ جو مول ڪارڻ ايشور آهي، تنهنڪري ڪل برهمانڊ ايشور سروپ کان ڀن نه آهي بلڪ سڀني برهمانڊ جو سروپ ايشور ئي آهي، "سو ايشور مان آهيان"، اهڙيءَ ريت لَيه چنتن جو ابياس ممڪش تون ڪر.

(٢٧٨) برهمانڊ پوتن جو بيان.

انهيءَ چنتن جو مخصوص ريت ميءَ ڪرم (سلسلو) آهي ته (١) سڀوئي اسٿول برهمانڊ پنچيڪرت پوتن

وني لسا وني، مَسل، ڇڏي نا ڇڏي ٿو،
هلي اسا هلي، نسار، پوڳي سمياسي؛
عجب روپ آهي، اها ڳالهه پيارا،
اهو ڳجهه پڌايان، ڪري دل خلاصي.

सवैया- निजविषयनमें इंद्रिय वर्तें, तिनतें मेरो नाहि संग।
मैं इंद्रिय नहिं मम इंद्रिय नहिं, मैं साछी कूटस्थ असंग॥
त्यागहु विषय कि भोगहु इंद्रिय, मोकूं लगै न रंचक रंग।
यह निश्चय ज्ञानीको जातें, कर्ता दीखै करै न अंग॥१६६॥

ڪنڊليو ١٦٦- پنهنجي پنهنجي وشيه ڪي، ڀوڳين اندريون ٻاڻ،
آءُ نہ اندريون آهيان، منهنجون سي نا جاڻ؛
منهنجون سي نا جاڻ، اسنگ اچل مان ساکي،
اندريون ڀوڳين ڀوڳ، رکن يا نا آيلاکي؛
گياني جو نشچو اهو، پرڪ سمجهہ سڃاڻ،
ڏوي ڏنڌن پر ڏسين، نہ ہ سو چٽل سڃاڻ.

## ليہ چهڌن (۲۷۷ - ۲۸۰)

### (۲۷۷) سَروَ ڀرپنچ جي ايشور روُپتا.

اهوي ريت آچاريہ، شش کي ڳجهو تتو جو اُپديش
ڪيو، پر شش جو منهن پرسن نہ ڏسي، آچاريہ ٻہ ڄاڻو تہ
شش ڪرتارت (ترپت) نہ ٿيو آهي. ڇو تہ هوئن نہ تہ
اُنجو مکہ پرسنتا ظاهر ڪري ها؛ تڏهين آچاريہ وري
استول ريت (موٽي طرح) يعني ڳجهي ڳوڙهي گيان
بدران، لئہ چهڌن جو اُپديش ڪيو.

ईश न सूत्र विराट न प्राज्ञ न, तैजस विस्व स्वरूप न जामैं ॥
भोग न जोग न बंध न मोछ, नहि कछु वामैं रु है सब वामैं ॥१६२॥

اندو چند

١٦٢- برهم اکنڊ اسنگ سدا، ان ۾ جڳتو مرٽو پڻ ناهي؛
ڪين اکئين ڏسجي ڪڏهين، جنهن رنگ نه روپ نه ناءُ نه آهي؛
نا اوديا جڳ پاڙ جتي، اُت سوُکيم ٿوُل ڏسيو نا ڏاهي؛
نا هڪڙو نه گهڻا پڻ سوُل، ايش ورات به ناءُ نه جاهي.
ڪنڊليو- ليجس ۽ پراگيه پڻ، وشو اناوُ جنهن ناهه،
ڀوڳ ڀوڳ بند موکيه سڀ، ناهه ۽ جنهن ۾ آهه؛
ناهه ۽ جنهن ۾ آهه، لڌهنجي ڳالهه پڌايان،
اگيان ڪري بند موکيه، پرَرَمَ پوَلي ڪان پايان؛
گيان نظر سان جي ڏسون، جڳ ڪت پورڻ پاڻ،
آد انت جنهن ناهه ڪا، آهه سڪن جي ڪاڻ.

जाग्रत में जु प्रपंच प्रभासत, सो सब बुद्धि विलास बन्यो है ।
ज्यूं सुपनेमहिं भोग्य न भोग, तऊ इक चित्र विचित्र जन्यो है ॥
लीन सुषूपति में मति होतहि, भेद भगै इकरूप सुन्यो है ।
बुद्धि रच्यो जु मनोरथमात्र सु, निश्चल बुद्धि प्रकाश भन्यो है ॥१६३॥

اندو چند

١٦٣- جاڳڻ ۾ سنسار ڏسون، من جو سڀ جاڻج سو نه پسارو؛
جيئن ڏسين ننڊ ۾ سپني سکه، تو اُت ڀي خوش ڀوڳڻ وارو؛
جاڳڻ ۾ رنگ روپ تئين، قدرت سنڌو سڀ جاڻ نظارو؛
لين سُشُپت ٿيو جڏهين من، آنند روپ ڏسون نه نهارو.

۽ اُهين کان ڪلهه ملي ٿو. جنهن کي آتم آچاريہ مليو آهي ۽ ويدانت واڪين جو اپديش ڪريتو، تنهن اُهين جي شروط سان اهو گيان لڌو آهي:- مان ڪرتا ڀوڪتا نہ آهيان، بلڪ برهم سروپ آهيان، ۽ تنهن ڪري مون لاءِ ڪو بہ ڪرتويہ ڪونهي. انهن چارئي ئي آهي شروط وغيرہ جو ڦل. برهم پراپتي ويدانت شروط جو ڦل نہ آهي ڇو تہ برهم تہ هميشہ کان ئي سروپ آهي، ۽ اهو سڀني تہ نت پراپت آهي.

(٢٧٥) هاڻي گياني ۽ اگياني جون علامتون
يا چهڻ چئجن ٿا:-

दोहा- यही चिह्न अज्ञानको, जो मानै कर्त्तव्य ।
सोई ज्ञानी सुघरनर, नहिं जाकूं भवितव्य ॥१६१॥

دوها ١٦١- ڪرتوي مڃڻ پاڻ ۾، اوديا نشاني آهہ،
سوئي گياني سُگهڙ آ، ڪاڄ رکي ڪا چاهہ.

ٽيڪا:- ڪرتويہ مڃڻ آهي اگيان جي نشاني، ۽ جنهن کي ڪجهہ پراپت ڪرڻ جي خواهش ڪانہ آهي، سوئي گياني آهي.

(٢٧٦) گجهي تتو جو اپديش.

इंदव छंद

एक असंडित ब्रह्म असंग, अजन्म अदृश्य अरूप अनामैं ।
मूलअज्ञान न सूछमथूल, समष्टि न व्यष्टिपनो नहिं तामैं ॥

ياد جڳائي ڏسا کي يا درک، ڪوتست چيتن کي چيو ٿو وڃي. جنهنڪري اُنجو نشيڪ ٻڌي ٿيو، تہ ٻہ ساکيہ جي ڪرڻي ساکي، ۽ درشيہ جي ڪرڻي درک ڏالا چيا وڃن ٿا. تنهن ڪري ساکيہ ۽ درک ڏالن جو نشيڪ ڪيل آهي؛ نہ اُنهنجي سروپ جو.

ٻڌڪ هجي تہ ٻڌڪ جي نورتي روپ موکيہ بہ هجي؛ سو ٻڌڪ نہ آهي تہ موکہ بہ نہ آهي. اگيان هجي تہ اُن کي گيان ناس ڪري، اگيان آهيئي ڪونہ تہ ناس ڪرڻ وارو گيان بہ ڪونهي.

اهو جاڻي، انهيءَ ٻڌيءَ کي ڏي ٿيا کي چوڻ کهرجي تہ "مون لاءِ ڪي ڪي* ڪرتويہ آهي". چيو تہ هي لوڪ ڏوڙي پرلوڪ پڻي تيج آهن، ڏن سانکي ڪجھ بہ ڪرڻ جوڳو نہ آهي. وري آتما ۽ ٻڌڪ آهيئي ڪونہ ڏنهنڪري موکہ سانکي بہ ڪجھ ڪرتويہ ڪين آهي. انهيءَ ريت آتما کي نت مڪت برهم سروپ جاڻي، جڏهين نهچل ٿيو، تڏهن سڀ ڪرتويہ تيا ڳي، نهچل يعني اکريہ برهم سروپ ٿي، وديہ مڪتي پائي.

انهيءَ جو مطلب هيءُ آهي:- جيسيتائين آتما، گيان کان اڳ بہ نت مڪت برهم سروپ آهي، تہ بہ گيان کان اڳ آتما کي مٿيا طور ڪرتا ڀوڪتا مڃي، سڪہ جي پراپتيءَ لاءِ ۽ ڏکہ جي نورتيءَ لاءِ اليڪ ساڌن ڪجن ٿا

* ڪرڻ جوڳو.

इ:छन्द- नाहिं खपुष्प समान प्रपंच तु, ईश कहा करता जु कहावै।
साछय नहीं इम साक्षिस्वरूप न, दृश्य नहीं दृक काहि जनावै॥
बंधहु होई तु मोछ बनै अरु, होय अज्ञान तु ज्ञान नसावै॥
जानि यही करतव्य तजै सब, निश्चल होतहि निश्चल पावै॥१६०॥

اِندو ڇند ١٦٠

ڪين ٿيا ڪڏهين، اپ ۾ گل ريت اهي سنسار نہ آهي،
تانهيو سنسار نہ، ايشور ڪرتا مورانهہ ناهي؛
ڇيز هجي نہ تہ ڇا نہ سجهي آئي ساکي سڏائڻ جو ڪٿ ڇاهي،
بَندَ هجي، اُسِ موکہ ڪري اگيان هجي تنهين گيان نہ داهي.
دوهرو- ڪرتا پڻ جي پوم کي، ڇڏي ڏنو جنهن مور،
اِستئين آتم اچل ٿيو، انجا سڀ دوکہ دور.

ٽيڪا:- جيون مڪت جي درشٽيءَ ۾ اگيان ۽ اگيان جا ڪاريہ ٽي آهن. اهو جيون مڪت جو نشچو ڪري ٿو سمجهائي ٿو:- هي شش، هيءُ پرپنچ آهي ئي ڪونہ جيئن آڪاش جا ڦول ڇٽا آهن، تہ آهن ڪين؛ اهيءُ پرپنچ جو ڪرتا پڻو ڇا لاءِ؟ يعني ايشور بہ ڪونہي. اهيءَ ريت "ساکيہ"* يعني †ساکيءَ لاءِ وشيہ آهيئي ڪين، تہ ساکي بہ ڪونہي. جو ديہہ وغيرہ درشيہ آهيئي ڪونہ، تہ §درشيہ جو پرڪاشڪ "‡درڪ" بہ آهيئي ڪونہ.

* وستو، جنهن جو پرڪاش ٿئي. † ستا شڦرلي ڏيندڙ يعني پرڪاش ڪندڙ. § جيڪي ڏسجي. ‡ درشٽا.

پاڙي ڏرتيءَ کي کو آلو ڪين تو ڪري، يا جيئن متيا سرپ سبب، نوڙي وکه واري ڪانه تي ٿئي.

تيئن ڪري آتما، ڪل متيا شئي اشپ ڪريا جو ڪرتا ڏولدي به حقيقت ۾ ڪرتا نه آهي، اهڙو تنهنجو اڌيت يعني اجرج جهڙو ۽ النوپ يعني اپما (ڀيٽ) رهت روپ آهي.

مطلب آهي ته برهم کان نه نياري تنهن جي سروپ ۾، اسٿول سوکم سرير ۽ تنجون شئي اشپ ڪرياڏوان ۽ انهن جا جنم مرڻ، سرڳ نرڳ، سک ڏک ڪل ٿل اوديا کان ڪلپيل (بڻيل) آهن، ۽ ڪلپيل سامگريءَ کان تنهنجو برهم پڻ (هستي) بگڙڻو نه آهي. تنهنڪري گيان ٿيڻ کان اڳ ۾ آتما، برهم سروپ ئي آهي. تنهن آتما ۾ ٽنهي ڪالن ۾ سريرن ۽ انهن جي ڌرمن جو سمبنڌ ڪونه آهي، بلڪ آتما سدائين نت مڪت آهي، تنهن آتما جو برهم کان ڪڏهن به ڀيد نه آهي.

(٢٧٤) جيون مڪت جو نشچو، ويدانت شروڻ جو ڦل.

اتي جيڪڏهن ڪو چوي ته، آتما جيڪڏهن سدامڪت ۽ برهم سروپ آهي ته پوءِ وري شروڻ وغيره گيان جا ساڌن ڇالاءِ؟ آهي ته نسڦل ئي ڇٽما. انجو جواب هيءَ آهي ته سچ آهي ته

ڪنڊليو ١٥٩:- پنجن ڪوشن کان پري، آتم ساکي ڄاڻ،
سو ساکيو برهم روپ آ، سَت چت آنند پاڻ؛
سَت چت آنند پاڻ، اهي کان جيڪي نيارو
ڏسين پڌين سنسار، سمجهه سو ڪوڙ پسارو؛
اڌشٽان آڌار کي، ڪين بگاڙي ڪوڙ،
راجا سمجهي ۾ پئي، تان به ڪنگال نه مور.

دوهو:- آتم ڪرتا ڪرم جو، ظاهر ڏسون جهان،
تان به اڪرتا پاڻ اون، اچرج روپ پڇاڻ.

ٽيڪا:- هي شش پنجن ڪوشن کان آتما کي نيارو ڄاڻي ماڻي ڄاڻ تہ اُهو آتما برهم سروپ آهي.

(٢٧٢) اِهي شنڪا ٿي اٿي تہ آتما تہ ڪري پنج پاپ، ڪنهن ڪري سرگ يا مرت لوڪ ۾ سکہ ڏکہ ٿو ڀوڳي، پوءِ اهي آتما ۽ برهم جي ايڪتا ڪيئن بڻجي؟

(٢٧٣) آتما جو برهم سان ايڪ ورڻن.

اهي شنڪا جو نوارڻ مٿين ڪنڊليءَ جي پوئين پڌ ۾ ڪري ڏيکاريو آهي. برهم سروپ کي آتما کان ڀن ڪري ڄاڻ، يا شاستر واران آتما لاءِ سرگ نرڪ، پنج پاپ لاءِ پڌڻ، اهو سڀ مٿيا ڀرم آهي.

وري هي پاڻ رکجي تہ جا وست مٿيا آهي، سا اڌشٽان جو بگاڙو نہ ڪندي؛ جيئن سپني ۾ جيڪڏهن راجا بيکہ ٿو منگي تہ اهي ڪري ڪو سچو ڏهري (سچو) ڪين ٿو ٿئي پري؛ يا جيئن رج جو

آنندمير ڪوش آهي ڪارڻ سرير ۽ سوڪشم سرير ۾ پراڻمير، منومير ۽ وگيانمير ڪوش داخل آهن.

جيئن جيو جو سروپ پنجن ڪوشن کان الڳ آهي تيئن ايشور جو سروپ به سمشٽي (ڪل جي) پنجن ڪوشن کان الڳ آهي. چوٿين ترنگ ۾ آڪاس جي سماجهاڻي ۾ جيو ايشور جي لکيہ سروپ جو وويڪ وستار سان سمجهايو ويو آهي. وري ايندڙ ترنگ ۾ آتما جو سروپ، استي، ڀاتي، پريہ سمجهائي، وڏيڪ کوليو ويندو ۽ پڻ مهاواڪين جي ارٿ سمجهاڻ سان به آتما جو پرمارٿ سروپ سمجهايو ويندو. هت مختصر طور آتم وويڪ ڪيل آهي.

(٣٧١)- مهاواڪيہ جي ارٿ جو اپديش.

آتما کي رکو اهڙي ريت پنجن ڪوشن کان الڳ جاڻڻ سان ڪرتڪرتيہ ٿيو ٿڄي، ڪرتڪرتيہ ٿڏهن ٿجي جڏهن ڪرتا ڀاو ناس ٿئي ۽ ان لاءِ ڪجهه جي آپيد نسچو. اپيد نسچي جي حاصل ڪرڻ لاءِ مهاواڪيہ جو ويچار هيٺ ڏجي ٿو.

सवैया— पंचकोसतैं आतम न्यारो, जानि सुजानहु ब्रह्मस्वरूप।
तातै भिन्न जु दीखै सुनिये, सो मानहु मिथ्या भ्रमकूप॥
मिथ्या अधिष्ठान न विगारै, स्वप्न भीख न दरिद्री भूप॥
सब कछुकतातिऊअकर्त्ता, तब अस अद्भुतरूपअनूप॥१५६॥

اوستا ۾ سوکم سرير جي جاڳ لئي رهي ٿو. سک سروپ آتما، جو خود پرڪاش سروپ آهي، تنهنجو ئي ڀان يعني پرتيتي رهندي. جيڪڏهن ڪوري، ته سک جي جاڳ نه هجي ته جاڳڻ تي جا ياد گيري رهندي ته "مان سک سان سمهيو پيو هوس"، اها ياد گيري جيڪر رهندي ڪين؟ پر جو اها ياد گيري رهندي ته سمجهڻ گهرجي ته سکوپت ۾ سک جو گيان رهندو، وري سکوپت ۾ نه ڪا وشيه آهي ڪا، تنهن ڪري اهو سک، وشيه سک هرگز نه هوندو، بلڪ آتم سروپ ئي هوندو. اهو آتما آهي پاڻ پرڪاش، ٻئي لاءِ، ڪرڻي سک سروپ آتما پاڻ پرڪاش وارو هئڻ ڪري سکوپت ۾ ڀاسي ٿو. وري لک ياسن هو ٿي جا نروڪلپ سمادي آهي، تنهن اوستا ۾ اگيان جي آورڻ (پردي) کان آهو، جو آتما آهي، سوئي ڀاسي ٿو، ٻ اگيان، جنهن کي ڪارڻ شرير ڪري چئجي، سو به ٿو ڀاسي.

انهن ٽنهي ديهون وڀچاري ڏاهت ٿيون، ڇو ته اوستا جي ڦيري سان انهن جي جاڳ لئي ٿئي، پر آتما نه سڀني اوستائن ۾ ڀاسي ٿو، تنهنڪري وياپڪ آهي. انهن وويڪ دواران آتما کي ٽنهي ديهن کان نيارو جاڻ. تيئن وويڪ ڪري آتما کي پنجن ڪوشن کان ڀن ڀو جاڻ: انمي ڪوش، آهي اسٿول سرير،

پر موکہ تہ برہم گیان بنان ٹيٹو نہ آهي، تدهن
ڪري جيڪڏهن موکہ جي اڇا هجي تہ وويڪ دواران
جيو ۽ ايشور جي سروپ کي پنهنجن ڪوشن کان الڳہ
ڪرڻ گهرجي. اهو ائين ڪجي، جيئن مڃ ۾ جهڪا
اشيڪا (تيلو) آهي سو مڃ کان الڳہ ڪبو آهي.

## (۲۷۰) پنجن ڪوشن جو وويڪ.

وويڪ هلائي، جيو ۽ ايشور جي سروپ کي پنهنجن
ڪوشن کان ڪيئن الڳہ ڪجي، تنهن لاءِ هيٺ
ذڪر آهي.

सवैया– स्थूलदेहको भान नहोवै, स्वप्नमांहि लखि आतम ज्ञान।
सूछमज्ञान सुषुप्ति समैं नहिं, सुख स्वरूप है आतम भान॥
भासै भये समाधि अवस्था, निरावरन आतम न अज्ञान।
ऐसे तीनिदेहव्यभिचारी, आतमअनुगतन्यारोजान॥१५८॥

ڪبڊليو ۱۵۸– هي بُتُ سپني نا ڏسون، ۽ سڪپت سپنو ناهہ.
سڪپت وري سماڌ ۾، نظر نہ ايندي آهہ؛
نظر نہ ايندي آهہ، الي پي آتم جاڳو،
جاڳرت سڪپت سپن، تنهي ۾ آتم ناڳو؛
ناهہ اگيان سماڌ ۾، آتم جو پرڪاش،
هر هنڌ آتم ساڳ سو، اسنگہ جيئن آڪاش.

ٽيڪا:- سپن اوستا ۾ استول ديهہ جي جاڻ نہ
رهي، پر آتما (آپي) جي جاڻ رهيٽي. وري سڪپ

آهي "†تت" پد جو "لکيہ"، اُنهيءَ کي چئڊي، ڪي چون تہ مايا روپ آنند ميہ ڪوش وششٽ (مليل) جيڪو انترياميءَ "تت" پد جو واچيہ آهي، سوئي "پرمتما" آهي. ڪي تہ هرڻيہ گرڀ، وئشوانر، وشنو، برهما، شو، گڻيش، ديوي ۽ سورج وغيره کانوڻي تلوار کوڏر. پپر. آڪ، ولس (بانس) قائمن پدارٿن کي پرماتما مڃي اتڪي پيا آهن.

جيتوڻيڪ حقيقت ۾ ڪل پدارٿن ۾، لکيہ پاڪر تہ پرماتما کان جدا آهيئي ڪين، تہ بہ اُنهيءَ اُپاڌيءَ سوڌو جو پرماتما ڪري مڃين ٿا تنهن ۾ آهي اُنهن جي ڀرالعي. انهيءَ ڪري ئي جيڪو جيو ۽ ايشور جو پرمارٿ سروپ پنهنجن ڪوشن سان ڍڪيل آهي، اُنکي تہ چالي ديہہ وغيره ۾ آتم ڀرانتي ڌاري پاپ پڇ ڪن ٿا ۽ بلڪ انترياميءَ کانوڻي پپر ٿائين پدارٿن کي ايشور روپ مڃي آراڌنا ڪري سگهن ٿا. سي جهڙي جهڙي اُپاڌيءَ جو آراڌن ڪن ٿا تنهن تنهن موافق ڦل پائين ٿا. ڇو تہ سارو پرپنچ ايشور جي ٽن شريرن اندر سمايل آهي، تنهن سبب اُپاسنا الوسار ڦل بہ سڀني پدارٿن کان ٿئي ٿو.

---

† "لتو ستي" مهاواڪيہ ۾ لس ۽ لوم پد (لفظ) آهن ۽ لس چاڻائي ٿو ايشور کي ۽ لوم چاڻائي ٿو جيو کي.

ڪوش ۾ ئي ”آتم“ پرانتي آهي. جيو ۾ آتم سروپ کي انهيءَ ڪيان نٿا سمجهن، بلڪ انهيءَ ڪيان ٿا سمجهن. اهو انهيءَ ڪيان سڌانت ۾ آهي انهڪرڻ جي ورتي يعني بدي. انهيءَ ريت معلوم ٿيو ته پرڀاڪر ۽ نيايڪ مت ۾ آنند مير ڪوش آهي آتما ۽ بدي آهي آنند جو گڻ. اهو مت به ٺيڪ نه آهي ڇو ته:

ڪيان ڪانسواءِ جي دلو وغيره جڙ وستو آهن، سي انهيءَ آهن. جيڪڏهن آتما به ڪيان سروپ (نوري ذات وارو) نه سمجهي ته دلي وانگر جڙ هئڻ سبب انهيءَ ٿيندو ۽ پوءِ ته موکہ واسطي ڪشالا سڀ نشفل ٿيندا. ان ريت ويدانت واڪين ۾ ويساه نه رکڻ وارا ڪيترائي پامر مکي پرش، پنهنجن ڪوشن مان ڪ نه ٻئي کي ئي آتم طور سمجهي رهيا آهن ۽ جيڪو مکيہ آتم سروپي ساکي آهي، تنهنکي نٿا ڄاڻن. اهڙيءَ طرح انميہ وغيره ڪوش آتما کي ڍڪين ٿا. ڪوش لفظ جي معنيٰ آهي ڍڪيندڙ.

## (٢٦٩) ايشور جا ڪوش.

جيئن جيو جا پنج ڪوش جيو جي *ساچي سروپ ”ساکيءَ“ کي ڍڪي رهيا آهن، تيئن ايشور جا سمشٽي (ڪل جا) پنجن ڪوش ايشور جي ساچي سروپ کي ڍڪي رهيا آهن. ايشور جو ساچو سروپ

* ذات حق.

آتما جي آه انت مڃڻ ڪري آتما کي به است روپ مڃڻو پوندو. اهيءَ ريت آتما ۽ اناتما ڪل وستو است روپ هئڻ سبب، شونيه يعني تڇ کي ئي پرم تتو چوڻ گهرجي. اهو آهي ”شونيه واديءَ مادهيمڪ ٻوڌن“ جو مت.

ائين ادي اگيان روپ ”آنند مير ڪوش“ جوئي ذڪر ڪن ٿا. ڇو ته اگيان ٽن روپن ۾ پرتيت ٿئي ٿو: (١) ادويت شاستر جي سنسڪارن رهت جيڪي مورک آهن، تن کي جڳت جي صورت ۾ آيل اگيان، ساڦ طور پرتيت آهي، (٢) ادويت شاسترن انوسار يڪتيءَ ۾ ماهر پنڊتن کي، ست است کان نرالو انروچنيه روپ اگيان. ۽ تنهنجو ڪاريه انروچنيه جڳت پرتيت ٿئي ٿو، (٣) گيان نشٺا کي پراپت ڪيل جي جيون مڪت ودوان آهن تن کي ڪاريه (جڳت) سميت اگيان، تڇ روپ پرتيت ٿئي ٿو. تڇ، است، ۽ شونيه شبدن جو ارٿ ساڳيو ئي آهي.

اهيءَ ريت جيون مڪت، جنهن اگيان کي تڇ روپ ڄاڻن ٿا، تنهن ۾ ئي ”شونيه واديءَ“ وهرت ٿي، پرم پرشارٿ کي نتا ڄاڻن ۽ تڇ روپ ”آنند مير ڪوش“ کي ئي آتما ٿا چون.

سڀ پرڪاش سروپ آهي ۽ ڄاڻ سڀ ڀان
پرڪاش سروپ آهي. اهو پرڪاش روپ ۽ اپرڪاش
روپ آهي ”آنند مير ڪوش“ جو تہ سکپت ۾ چيتن
جي آڀاس سمت جو اگيان آهي تنهن کي ئي آنند مير
ڪوش ٿو چئجي؛ ۽ اُتي آڀاس آهي پرڪاش روپ،
۽ اگيان آهي اپرڪاش روپ. انهن ٻنهي جي مت
۾ ”آنند مير ڪوش آهي آتما“.

(٣٦٧) مانڊيڪ پوڊين جو ٻڌ ساڳيو مٿو آهي.

”شونيہ واڌي ٻوڌي،“ ورڪ هيئن ٿا چون:- آتما
آهي انشن يعني ڀاڳن رهت، انهيءَ ڪري ڪ ئي آتما
کي پرڪاش روپ ۽ اپرڪاش روپ چوڻ بڻجي ئي
نٿو. ڪو ڪهڙي جو ڪ انش پرڪاش وارو آهي ۽ ٻيو
انش پرڪاش بنان آهي. انهيءَ سان آتما جي ڀيت
ڪرڻ ليڪ نہ آهي. جو نہ آتما ۾ پرڪاش ۽ اپرڪاش
ٻئي روپ مڃڻ لاءِ آتما کي انشن وارو مڃڻو پوندو
انشن وارا پدارٿ، دلو وغيره اُتپتيءَ ۽ ناس ٿيڻ وارا
آهن، تنهن آتما کي بہ انشن سهت مڃڻ سان
اُتپتي ۽ ناس ٿيڻ وارو مڃڻو پوندو. اُتپتي ۽ ناس
ٿيڻ وارن پدارٿن جي، اُتپتيءَ کان اڳ ۽ ناس کان
پوءِ مسعي ڪار آهي، جنهن ڪري آد ۽ انت ۾
است آهن. جي آد ۽ انت ۾ است آهن، سي
وچ ۾ پڻ ست نٿا ٿي سگهن. انهن پدارٿن وانگر

هي سريو آهي" وغيره. پرورتي وکيان ڊارا پيدائي ٿٿي ٿي آليہ وکيان ڊارا مان. من جو سروپ بہ پرورتي وکيان ڊارا ۾ آهي. انهيءَ ڪري آليہ وکيان ڊارا، جا ٻڌي روپ آهي تنهنجو من پڻ ڪاريہ آهي. تنهنڪري ڪٽڪ وکيان وادي چون ٿا ته ٻڌي آهي آتما. اُنهن جي مت ۾ آليہ وکيان ڊارا ۽ پرورتي وکيان ڊارا جي ٻاڌ چئن (ليہ) سان، نروشيش ڪٽڪ وکيان ڊارا جي استٿي ئي "موکيہ" آهي.

انهيءَ ريت وگيان وادي، ٻڌيءَ کي ڪٽڪ روپ ۽ ٻاڻ پرڪاش روپ ڪلپي آتما چون ٿا.

**(٢٦٦) آنند مير ڪوش آتما آهي.**

پُرِوَ ميمانسا جو وارتڪ ڪار "ڀٽ" وري هن ريت ٿو چوي:- آتما ڪِرِڻ وانگر ڪٽڪ روپ نہ آهي بلڪ اُسٿر روپ آهي. آتما "جڙ سروپ" ۽ "چيتن سروپ" آهي. انهيءَ ۾ انجو مطلب هيءُ آهي تہ، سکپت مان اُٿڻ تي منکہ جو چوي ٿو تہ "مان جڙ ٿي سمهيو پيو هوس" تنهن مان آتما جو "جڙ سروپ" معلوم ٿو ٿئي. وري جاڳڻ تي سمرتي رهيس ٿي؛ سمرتي ٿيندي آهي جاڻل ڳالهہ جي. سکپت ۾ آتما ڪاسواء ڪو بيو گيان جو ساڌن رهيئي ڪونہ ٿو. تنهنڪري گيان پڻ آتما جو سروپ آهي. اهڙي پرڪار ڪڙ کهيئي وانگر آتما جو پرڪاشي جڙ سروپ آهي. جاڻ وارو هئڻ

آڀاس آتما آهن. (٢) بند موکر جو من تي مدار آهي، جو وشيہ ۾ † آسڪت من آهي بند جو ڪارڻ ۽ وشيہ واسنا رهت من آهي موکر جو ڏيندڙ. (٣) من جي سنڪلپ ڪريتي اندريون گيان جو ساڌن آهن، من جو سنڪلپ نه رهي ته گيان به نه ٿئي. انهيءَ ڪري ڪل وهنوار جو مدار آهي من تي ۽ من ئي آتما آهي.

(٢٦٥) بُڌي آتما آهي.

وري وگيان وادي ٻڌن جو مت آهي ته من جو واپار آهيٺي "بُڌيءَ" جي آڌين، جو ته من آهيٺي بُڌيءَ جو آڪار (روپ). تنهنڪري آتما آهي "ڪِشڪِ وگيان" روپي بُڌي ۽ نه من. انهن جي چوڻ جي مراد آهي ته سڀ ڪل پدارٿ آهن ئي وگيان جو آڪار. اهو وگيان پرڪاش روپ آهي، ۽ ڪِڻ ڪِڻ ۾ اُپجي اُڏامي ۽ ناس ٿيندو رهي. هڪ وگيان وانگر ٻئي وگيان جي پيدا ٿيڻ تي پهريون وگيان ڪري ليو وڃي، تنهن وگيان جي پيدا ٿيڻ تي پهرئين جو ناس ٿيو پوي. انهيءَ ريت نديءَ جي وهڪ وانگر وگيان جي ڌارا بڻي رهندي. اها وگيان جي ڌارا وري ٻن قسمن جي آهي: هڪ کي چون "آليہ وگيان ڌارا" جنهن ۾ "اهم، اهم" (مان، مان) ٿيندي لڳي رهي، انهيءَ کي بُڌي به چون. ٻيءَ کي چون "پرورتي وگيان ڌارا"، جنهن جي صورت آهي، "هي دلو آهي،

† الڪبل.

## (۲۶۳) پراڻ آهن آتما.

هرڻيه گرڀ جا اُپاسڪ، وري "پراڻ" کي آتما مڃين ٿا. انهيءَ لاءِ هي دليل ڏين ٿا:- (۱) جڏهين مورڇا ٿئي ٿي، تڏهين پڻ منکہ جا سڀني انگن کي جيئرو چون ٿا، جو پراڻ اٿس. پراڻن جي سانت ٿيڻ تي انگي مئل چون ٿا [تنهن ڪري آڌار آهن پراڻ ۽ نه اندريون]. (۲) سرير ۾ جي اکيون نه آهن، ته انڌو آهي؛ جي ڪن نه آهن ته ٻوڙو آهي. جي زبان نه آهي ته گنگو آهي، يعني ته اندرين بنان به جيوت جو چرخو هلي ٿو، پر پراڻن بنان سرير مڙدو ۽ اشڪل (ڪنو) ٿيو پوي. (۳) "مان ڏسان ٿو" وغيره، انهيءَ مان پڻ اندرين کان نرالو آتما سڌ ٿئي ٿو، ڇو ته مطلب اهو نه آهي ته "اک سروپ جو مان آهيان سو ڏسان ٿو"، پر اهو آهي ته "مان اک وارو جو آهيان سو ڏسان ٿو". (۴) سکپت اوستا ۾ ته اندرين جو اڀاو آهي پر پراڻن جي هلڻ ڪري سڀيئي پرش کي جيئرو ڏسجي ٿو وڃي. تنهنڪري پر ثابت ٿيو ته جيئڻ مرڻ جو آڌار اندريون نه آهن، پر پراڻ آهن؛ ۽ اهوئي آتما آهي.

## (۲۶۴) من آتما آهي.

ڪي وري "من" کي آتما ٿا چون. اهي چون ٿا ته [۱] پراڻ آهن *جڙ تنهنڪري آهي جڙ ڍلي وانگر

* جو نه پاڻ کي ڄاڻي نه ٻئي کي ڄاڻي.

۱ ”اهم“ بُڌي رهي. اها اهم بُڌي ته آهي ستول ديهه ۾ ڄو ته هرڪنهن کي اها ڀرتيتي رهيتي ته ”مان منڪر آهيان،“ ”مان برهمڻ آهيان“ وغيره، ۽ اهو منکه پڻو يا برهمڻ پڻو، آهي ستول شرير ۾.

جنهن ۾ مکيه پريت ٿئي، سو آهي آتما. استري، پٽ ڌن، مال وغيره ستول شرير لاءِ اُپڪارڪ (ڪارائتا) آهن، جنهن ڪري انهن ۾ پريت رهيتي، پر جي ستول سرير لاءِ اُپڪارڪ نه هجن ته انهن ۾ پريت نه رهي. تنهن ڪري ڄڻبو ته مکيه پريت آهي استول سرير ۾، تنهن ڪري ستول سرير ئي آتما آهي؛ پر پرشارٿ آهي ته ستول سرير جو پالڻ پوشڻ، انهن مڃڻن ۽ پوڄڻ ڪرائڻ. اهو آهي وروچن جو سڌانت.

(٢٦٢) اندريون آتما آهن.

وري ڪي مڃين ٿا ته اندريون آتما آهن. انهن جو چوڻ آهي ته ستول سرير آتما نه آهي؛ ڇاڪاڻ جو خود ستول سرير جو آڌار آهي اندرين اُتي. اندرين جي رهڻ سان ستول سرير جيئرو چئبو ٿو وڃي. انهن جي نڪري وڃڻ ڪري ستول سرير مئل چيو ٿو وڃي.

وري، ”مان ڏسانٿو،“ ”مان ٻڌانٿو،“ ”مان ڳالهايانٿو،“ انهيءَ ريت ”اهم“ بُڌي اندرين ۾ ٿئي ٿي؛ تنهن ڪري اندريون آهن آتما.

---

۱ مان.

(٣) سُوَرَ لوڪ (٤) مَهَر لوڪ (٥) جَنَ لوڪ (٦) تَپَ لوڪ (٧) سَتيہ لوڪ؛ ۽ ست هيٺ:- (٨) اَتَل لوڪ (٩) سُتَل لوڪ (١٠) پاتال لوڪ (١١) وِتَل لوڪ (١٢) رَساتَل لوڪ (١٣) تَلاتل لوڪ (١٤) مهاتل لوڪ. انهن چوڏهن لوڪن ۾ جيوَن جي لاءِ ان وغيره ڀوڳ ۽ ڀوڳڻ جا آستان استول سرير، ڪڻڪ، ڌيو، مکڻ، پسون وغيره ٿين ٿا.

اهو آهي مختصر سرشٽي ٿيڻ جو ذڪر. مايا جي ڪارڻ جي ذڪر ڪرڻ جو مطلب ته ٿيڻ ۾ آهي، ڪري بيان ڪندڙ جي ڪروڙين برهمانڊ جيتري ڦهلجي، اهو والميڪ ڀڳت واسشٽ ۾ ڪولي ٻڌايو آهي.

(٢٦٠) پنج ڪوش.

مايا ۽ تنهنجي ڪارڻ ۾ ٽن قسمن جا سرير ۽ پنج ڪوش شمار ٿين ٿا. سرير آهن:- (١) ڪارڻ (٢) سوکم (٣) استول. ايشور جو ڪارڻ سرير آهي شڪ ستي ڪرڻ سهت مايا، جيو جو ڪارڻ سرير آهي ملن ستي ڪرڻ سهت اوديا. جيو جو سوکم سرير آهي:- پنج سوکم ڀوت- مَن بُڌ، چت ۽ اهنڪار- پنج پراڻ- پنج گيان اندريون ۽ پنج ڪرم اندريون. ايشور جو سوکم سرير آهي، ڪل جيون جي سوکم سريرن جو ميلو. ايشور جو استول سرير آهي، ڪل استول برهمانڊ. جيو جو استول سرير آهي *وِيشٽي استول سرير.

* ڌار ڌار وارو ڪُلَ کي چون سَمشٽي.

اڻاسر جي هڪ اڌ جا وري ڪجهن چار چار پاڱا باقي ٻيو
اڌ ڇيون جو ٽيون رهڻ ڏجي. هاڻ هڪ هڪ اڻاسر جي اڌ
جو چوٿو چوٿو ڪڍي، ٻين اڻاسرن جي اڌ اڌ پاڱي سان
ملائجي. انهيءَ ريت جو ميلو ٿيندو تنهن ۾ اڌ جهترو
ٿيندو هڪ اڻاسر پاڻ، ۽ باقي اڌ ٿيندو ٻين چئن اڻاسرن
جي اڌ اڌ جي چوٿين پاڱي جو [ ٻين چئن ڀوتن جي
اٺين اٺين پتي]. اها آهي هڪ ريت پنچيڪرڻ جي.
ٻي ريت آهي:- هڪ ڀوت جا ٻه ٻه پاڱا ڪجهن، پر ڪ
ڪ جيڏا اڌ، بلڪ هڪ هڪ ڀوت مان پنجون حصو
ڪڍجي ۽ ٻيو حصو ⅘ پتيءَ جو ڪجي. هرهڪ ڀوت جي
پنجين پتيءَ واري پاڱي کي وري پنجن پنجن حصن
۾ ورهائجي. اهو هرهڪ ڀوت جو پنجويهين پتيءَ وارو
پاڱو ملائجي هڪ هڪ ڀوت جي وڏي پاڱي ۾. اها آهي
پنچيڪرڻ جي ٻي ريت مڃيل. انهيءَ ۾ هڪ هڪ ڀوت
۾ پنجويهن حصن مان ۴ حصا ٿيندا ٻين چئن ڀوتن جا.
انهيءَ ريت ڀوتن جي مرڪب کي پنچيڪرڻ چئجي،
۽ پنچيڪرڻ ڪيل ڀوتن کي "پنچيڪرت" تو چئجي.

## (٢٥٩) استول برهمانڊ وغيره جي اُتپتي.

انهن پنچيڪرت ڀوتن مان ستول برهمانڊ بڻيو تو
جو آهي اندرين جي وشيہ. انهيءَ برهمانڊ ۾ ١٤ لوڪ
مڃيل آهن، ست مٿي:- (١) ڀُو لوڪ، (٢) ڀُوَر لوڪ،

ڪنڊليو ١٥٧- پوس اپنچيڪرس ۾ تن ڪارج بڻ جوء،
جملي سوڪم سرشٽي ٿئي، اُنهيءَ ڪراون سوءِ،
لشچيه ڪر لون سوء، پنچيڪرس پوتن اسارو،
ليو ستول انهن مان، جڳ جو سڀ وستارو؛
ڪارڻ سوڪير تؤل هي، شري ٽمڻي جاڻ،
پنچ ڪوش بڻ انهن ۾، سمجهي ونچ سڄاڻ.
دوهو:- ڪوش شرير کان جدا آهي آتم پاڻ،
ٻَلي ڌ ڪالي ٻنّ الدر لڌهن ۾ لبارو جاڻ.

ٽيڪا:- *اپنچيڪرت پوت ۾ انهن جا ڪاريہ انتهڪرڻ، پراڻ، گيان ۽ ڪرم اندريون، اما آهي سوڪم سرشٽي، جنهن جو گيان، اندرين دواران ٿيڻ جو نه آهي، اکيون، نڪ وغيره جي ¹گولڪ آهن، تن جي اندرين دواران جاڻ تي سگهي ٿي، پر اُنهن گولڪن ۾ ويٺل اندريون جيڪي آهن، تن جي جاڻ اندرين جي وسيلي ٿي نٿي سگهي؛ انهيءَ سوڪم سرشٽيءَ جي پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ ايشور جي اڇا سان استول سرشٽيءَ جي پيدا ٿيڻ سانگي [پوت ستول روپ وٺڻ لاءِ ۾ تڏهين] پوتن جو پنچيڪرڻ ٿئي ٿو يعني حصي وار مرڪب ٿئي ٿو.

(٢٥٨) پنچيڪرڻ جا طريقا.

پنچيڪرڻ جا ٻه نمونا مشهور آهن:- (١) هڪ هڪ پوت يعني الاسر جا ٻه ٻه اڌ ڪجن هڪ جيڏا. هڪ هڪ

* جنجو اجان پنچيڪرڻ يعني حصي وار ميلو ٿيل نه آهي.
¹ اندرين جي رهڻ جون جايون.

## (۲۵٦) گيان اندرين ۽ ڪرم اندرين جي اتپتي.

ھڪ ھڪ ڀوت جي ستي ڪرط جي انش، ھڪ ھڪ گيان اندري ڏاھي آھي. يعني تہ آڪاس جي ستي ڪرط جي انش مان ڪن، واءُ جي ستي ڪطي انش مان چمڙي، تيجہ جي ستي ڪطي انش مان اک، جل جي ستي ڪطي انش مان رسنا (جيڀ)، پرٿويءَ جي ستي ڪطي انش مان نڪ. اھي پنجئي اندريون آھن گيان جا ساڌن، تنھنڪري گيان اندريون ٿيون چئجن؛ ۽ ورِي گيان ستي ڪرط مان ٿئي ٿو، تنھنڪري ڀوتن جي ستي ڪرط مان اُنھن ٿيل چئجن ٿيون. ٻوڏائين ڪرم اندريون جي آھن، تن مان واڪ اندري (زبان) آڪاس جي رجي ڪطي انش مان ٿي آھي، ھوا جي رجي ڪطي انش مان ھٿ، تيجہ جي رجي ڪطي انش مان پير، جل جي رجي ڪطي انش مان ڀوڪر اندري ۽ پرٿويءَ جي رجي ڪطي انش مان گديا. ڪريا ڏئي ٿي رجي گڻ مان، تنھنڪري ڀوتن جي رجي ڪطي انش مان ڪرم اندرين جي اُتپتي چيل آھي.

## (۲۵۷) سوکم جي سمجھاڻي.

सवैया– भूत अपंचीकृत औ कारज, इतनी सूछमसृष्टि पिछान।
पंचीकृत भूतनतैं उपज्यो, स्थूलपसारो सारो मान॥
कारन सूक्षम थूलदेह अरु, पंचकोस इनहीमैं जान।
करिविवेकलखिआतमन्यारो, मुंजइपीकातैंज्यूं भान॥१५७॥

(٤) ديودت (٥) ڏِلچيپ هن جون ڪريائون چنچل آهن :- اوڪرائي، اُکر ڇنڊڻ، ڇڪ، اُباسي ۽ لاش ۽ سنجڻ. پرٿوي، جل، تيج، هوا ۽ آڪاس جي رجو ڪرڻ آنش يعني ڀاڱي مان ڊڪ ڊڪ جي سلسليوار اُتپتي چنچل آهي. ۽ اُپان، سمان پراڻ، اُدان ۽ ويان، انهن جي پڻ پرٿوي وغيره ڊڪ ڊڪ جي رجو ڪڻي آنش مان اُتپتي چنچل آهي ۽ سڀني جي ملايل رجو ڪرڻ جي انش مان.

پر ادويت سڌانت ۾ اها پرڪريا (ريت) محچيل نه آهي، ڇوته ودياراڻ سوامي، توڙي پنچيڪرڻ ۾ وارتڪار، سوکر سرير توڙي پنجن ڪوشن ۾ *ناگ، ڪورم وغيره نه قبوليا آهن، ۽ پراڻ، اُپان، وغيره پنجن پراڻن جي اُتپتي پوتن جي رجو ڪرڻ انش جي مرڪب يعني ميل کان ڄڻي آهي. يعني ڪه اهو ٺيڪ نه آهي ته ڪو ڊڪ رجو ڪرڻ جي انش مان اُپان وغيره اُتپت ٿيا آهن. پراڻن جو وکيپ (چنچل) روپ آهي ۽ وکيپ سڀاءُ آهي رجو ڪرڻ جو، تدهنڪري پوتن جي رجو ڪرڻ واري ڀاڱي مان پراڻن جي اُتپتي محچيل آهي. اهو ٿمو ارٿ ڪوت دي تيهن تڪ هو.

* سڌانت ۾ چنچل آهي نه مرليو وقسه سو ڪم سرير، پراڻن لي سوار تي استول سرير کي جڏي وجيتو پڻ ڏلچيپ پراڻاڪش کي سڃاڻڻ جو ڪارڻ ڪڏهن ڪري سگهندو!

جو ڪارڻ آهي تہ اُنکي "سَتوُ" ڪري بہ چئجي ٿو.
انتهڪرڻ جو پرڻام (ڦيرو) ٿئي ٿو، جنهنکي "ورتي" چئجي ٿو. انتهڪرڻ جون ورتيون چار آهن:- (١) پدارٿ جي پڇي بري روپ جي نشچي ڪرڻ واري ورتي آهي بڌي (٢) سنڪلپ وڪلپ (ڦرڻو) ڪرڻ واري ورتي آهي من (٣) چنتن ڪرڻ واري ورتي آهي چت (٤) "اهم" (مان)، اهڙي ايمان واري ورتي آهي اهنڪار.

(٢٥٥) پراڻ جي پنجن پيدن سميت اُتپٽي.

پنجن ڀوتن جي رجي گڻ وارن ڀاڱن مان پراڻ اُتپن ٿين ٿا. آهي پراڻ وري ڪريا ڀيد سبب ۽ استان ڀيد سبب آهن پنج:- (١) پراڻ، جنهن جو استان آهي هردو ۽ ڪريا آهي بکہ ۽ اُچ؛ (٢) اپان، جنهن جو استان آهي گديا (خرچي جي جاء) ۽ ڪريا آهي ڏو رو پيشاب هيٺ لاهي ڇڏڻ؛ (٣) سمان، جنهن جو استان آهي ڏن ۽ ڪريا آهي کاڌل پيتل آن جل پچائي رس ڪرڻ، (٤) اُدان، جنهن جو استان آهي ڪنٺ ۽ ڪريا آهي سواس ڪڍڻ؛ (٥) وِيان جنهن جو استان آهي سارو سرير ۽ ڪريا آهي رس، ميلڻ (رت پکيڙڻ). ڪي تہ وري پنجہ پراڻ ٻيا بہ چون ٿا:- (١) ناڳ (٢) ڪُورم (٣) ڪِرڪِل

تنکو رس آهي (٥) سکند ۽ درکند ڀئي گنڌ (بوءِ) آهن. انهيءَ ريت آڪاش ۾ هڪ، واءُ ۾ ٻه، تيج ۾ ٽي، جل ۾ چار ۽ پرٿويءَ ۾ پنج گڻ آهن؛ تن ۾ هڪ هڪ گڻ پنهنجو پنهنجو آهي، ۽ باقي پنهنجي ڪارڻن مان وٺن ٿا. سڀ جو مول ڪارڻ ته آهي ايشور، تنهنجا ٻه پاڳ (پاڱا) آهن: هڪ مايا ۽ ٻيو چيتن؛ ڀدارٿن جو مٽياپڻو مايا جي ڪري آهي ۽ سَتا سڦورتي (هئڻ پڻو ۽ چاڙڻ) چيتن پاڳ ڪري آهي. انهن ڪوٺ جي ٻن تڪن جو ارٿ اهي ڏيو.

## (٢٥٤) انتهڪرڻ جي چئن ڀيدن سميت اتپتي.

سَتو يعني انتهڪرڻ آهي اپاڌي پنجن ڀوتن جي ستي گڻ واري انش جي مرڪب يعني ميلي مان. انتهڪرڻ آهي گيان جو وسيلو ۽ اهو سڀ ڪيل آهي ته "گيان جي اُتپتي ٿئي ٿي ستي گڻ واران"، انتهڪري. انتهڪرڻ پنجن ڀوتن جي ستي گڻ جو ڪاريه آهي. وري پنج گيان انڊريون، جي پنجن ڀوتن جو ڪاريه آهن، تن جو انتهڪرڻ سهائڪ آهي؛ انهيءَ ڪري انتهڪرڻ جي اُتپتي پنجن ڀوتن جي ستي گڻ جي ميلي مان چيل آهي. انتهڪرڻ شبد جو ارٿ آهي، "انتهه" يعني اندريون يعني سرير جي اندر وارو، "ڪرڻ" يعني گيان جو ساڌن؛ ۽ وري جو ڀوتن جي ستي گڻ

جو ڪارڻ ۽ انهيءَ ڪري آڪاس جو شبد گڻ ۾ واءُ ۾ آهي ۽ واءُ جو پنهنجو گڻ "سپرش" پڻ آهي. (۳) واءُ مان تيج پيدا ٿئي ٿو، انهن تيج ۾ آڪاس وارو شبد گڻ ۽ واءُ جو سپرش گڻ ۽ ٽيون سندس گڻ "روپ" آهن. (۴) تيج مان جل پيدا ٿيو، انهن جل ۾ آڪاس جو شبد، واءُ جو سپرش، تيج جو روپ ۽ سندس گڻ "رس" آهن. (۵) جل مان پرٿوي ٿئي ٿي، انهن پرٿويءَ ۾ آڪاس جو شبد گڻ، واءُ جو سپرش، تيج جو روپ، جل جو رس ۽ سندس گڻ "گنڌ" رهن ٿا.

**آڪاس** ۾ پرتڪ ني روپ شبد گڻ آهي (پڙاڏو).

واءُ ۾ (۱) سي سي شبد آهي (۲) گرميءَ، سرديءَ، ڪنتا (سخت) ڪان ڌرالو سپرش آهي. **اگن** ۾ (۱) ڀڪ ڀڪ شبد آهي (۲) گرميءَ جو سپرش آهي (۳) پرڪاش روپ آهي. **جل** ۾ (۱) چل چل شبد آهي (۲) ٿڌاڻ جو سپرش آهي (۳) شڪل (سفيد) روپ آهي (۴) مڌر (مٺو) رس آهي جل ۾ جو کاراڻ يا ڪوڙاڻ معلوم ٿيندي آهي، سا زمين جي اثر سبب، نه ته جل جو رس مٺو آهي، جا چاڻ مرچ وغيره کائي جل پيڻ مان معلوم ٿيندي آهي. پرٿويءَ ۾ (۱) ڪَتِ ڪَتِ شبد آهي (۲) گرميءَ سرديءَ کان ڌرالو ڪنتا جو سپرش آهي (۳) سفيد، نيلو، پيلو، ساوو وغيره روپ آهن (۴) مٺو، ڪڙو، کارو، ڪوڙو، ڪسارو،

هر هڪ لڀ مڃهان، ۽ جوڳو هت ڪري،
ان مان پراڻ جوڙي، تنهن کي اهال ڪيو.
دوهرو– هر هڪ لڀ جو ڳڻ سَتو، تنهن جي ٿي پيدائش،
گيان اندرين جي امڃٽي، تنهن جڙي تنهن واس؛
وري تنهجي ڳڻ وڃي، ڪرم اندرين ٿيون ٺار،
شرير سوکم جو اهو، منٿي ڪيم وستار.

ٽيڪا:– پرلئه رهي ٿي تڏهين، جڏهين جيون جا ڪرم ڀوڳڻ ڏيڻ لاءِ اُداسين آهن يعني اڃا تيار نه آهن. اُهي پرلئه وقت سڀني پدارٿن جا سنسڪار مايا ۾ رهن ٿا، تنهن ڪري جيون جا باقي رهيل ڪرم ۾ سوکم روپ ۾ مايا ۾ رهن ٿا. وري جڏهين ڪرم ڀوڳڻ ڏيڻ لاءِ ظاهر ٿين ٿا، تڏهين ايشور کي اها اڇا ٿئي ٿي ته "جيون جي ڀوڳڻ سانگي جڳت اُپائجي وڃي."

**(٢٥٣) پنج ڀُوت ۽ تن جي گڻن جي اُتپتي.**

اُن وقت ايشور جي اڇا سبب، مايا تموگڻ پرڌان روپ لتي ٿي (اُن ۾ تموگڻ مکيه روپ وٺي ٿو) اُهي روپ واري مايا مان آڪاس، وايو، تيج، جل، پرٿوي، هي پنج ڀوت يعني آنآسر پيدا ٿين ٿا. هر هڪ ڀوت جا شبد، سپرش [ڇهڻ]، روپ، رس ۽ گنڌ [بوءِ]، هي ورجيوار پنج گڻ آهن. يعني ترتيب: (١) مايا مان "شبد" سميت آڪاس جي اُتپتي ٿئي ٿي. (٢) وري آڪاس مان وايو جي اُتپتي ٿئي ٿي، اُن وايو ۾ آڪاس

۽ ته ايشور اوچ نيچ سريرَ ۽ اوچ نيچ ڀوڳ رچيندو ۽ تنهن مان سندس وکرَ درشٽي يعني ڀرآکيائي ظاهر آهي. ته اهو آن جو چوڻ ٺيڪ نه ڪين ٿو. ڇو ته سنسار "انادي" ۽ ڪٿي ڀي سرشٽيءَ لاءِ اوس اڳ آڳ ڪرمَ ڪارڻ آهي. سي ڪان آڳ يا آوائلي سرشٽي ته ڪابه ڪانهي ۽ تنهن ڪري ايشور ۾ ڪو دوش ڪونه ڪهڙي.

**(٢٥٢) ايشور جي جڳت اُتپتيءَ لاءِ اِڇا.**

कवित्त— जीवनके पूर्व सृष्टि कर्म अनुसार ईश।
इच्छा होय जीव भोग जग उपजाईये ॥
नभ वायु तेज जल भूमि भूत रचै तहाँ।
शब्द स्पर्श रूप रस गंध गुन गाईये ॥
सत्त्वअंस पंचनको मेलि उपजत सत्त्व।
रजोगुनअंस मिलि प्रान त्यूं उपाईये ॥
एक एक भूत सत्त्वअंस ज्ञान इंद्रि रचै।
कर्मइंद्रि रजोगुनअंसतैं लखाईये ॥१५६॥

ڪوت – ١٥٦– اڳ جا ڪيل ڪرم، جيڪي جيون جا،
ٿـــــل ڀوڳائڻ لاءِ، ايشور خيال ڪيو؛
هوا ۽ اگن جل، آڪاس زمين رس،
آواز ڇهڻ روپ، بوءِ کي بحال ڪيو؛
پنجن تتن منجهان، ستو گڻ ڪٺي ڪري،
انتهڪرڻ آن، منجهان آن ڪال ڪيو؛

ٿا، تنهن سمي سرشٽي ٿئي ٿي؛ ۽ جڏهن وقت ڏيڻ جا ڪرم، ڦل ڏيڻ لاءِ سامهون نہ آهن تنهن وقت پرلي ٿئي ٿي. اهيءَ طرح سرشٽي آهي، جيون هي ڪرمن هي آڌين. ان ڪري ورلي ڪجهي ٿو

**(٢٥٠) جيو جو سروپ.**

दोहा— मलिनसत्व अज्ञानमें, जो चेतन आभास।
अधिष्ठान युत जीव सो, करत कर्मफल आस ॥१५५॥

دوها ١٥٥ – ملين ستي اگيان ۾، چيتن جو آڀاس؛
اڌشٽان گڏ جيو سو، ڪري ڪرم ڦل آس.

ٽيڪا:– ملين ستوگڻ آهو آهي، جو رجي ۽ تمي گڻن کان دٻيل آهي؛ تيڏن شڌ ستوگڻ آهو آهي، جو رجي ۽ تمي گڻ کي دٻائي رکي ٿو. جيو آهي ٽن حالتن جو مجموعو:– (١) ملين ستي گڻ واري اگيان هي انشن ۾، جيڪو چيتن جو آڀاس آهي، (٢) اگيان، ۽ (٣) تنهنجو اڌشٽان ڪوٽسٿ. اهو جيو ڪرم ڪري ٿو ۽ ڦل جي آس رکيتو.

**(٢٥١) ايشور وٽ وڪير درشٽي يا ناحق ڪونہ آهي.**

اهيءَ جيو جي ڪرمن انوسار، اوچ نيچ پوئن سانگي ايشور سرشٽي رچي ٿو. تنهنڪري ايشور وٽ ۾ اکيائي يا ڪُوڙَرتا نہ آهي. ان نسبي ڪو سوال پڇي ٿو آوانسلسي سرشٽيءَ لاءِ نہ اڳہ ڪيل ڪرم نہ هئا. ڪيڏن ۽ نڪي جولدو، ۽ آديءَ پورنءَ سرشٽيءَ

۽ مٽيءَ بنان دلو بيهڪ ئي نٿو وٺي سگهي. نمت ڪارڻ
اُهو آهي، جنهن جو ڪاريه ۾ پرويش ڪونهي، بلڪ
ڪاريه اُتپن ڪندي، اُن کان الڳ آهي ۽ اُتپتيءَ کان
پوءِ جيڪڏهين ڪارڻ ناس ٿي وڃي ته به ڪاريه
ثابت رهي ٿو، جيئن ڪنڀر، چڪ ۽ ڏنڊو وغيره آهن
دلي جا نمت ڪارڻ.

## (٢٤٩) جڳت جو اُپادان ۽ نمت ڪارڻ.

جيئن مڪڙي ڪوريئڙو يا مڪڙي جار ٺاهڻ لاءِ
اُپادان توڙي نمت، ٻئي ڪارڻ پاڻ ٿيندي آهي،
تيئن جڳت جو اُپادان خواه نمت ڪارڻ ايشور آهي.
انهيءَ تي جيڪڏهين ڪو اعتراض اُٿاري ته مڪڙيءَ
۾ به پاڪر آهن، هڪ آهي جڙ سرير، جو آهي جار جو اپادان
ڪارڻ، ۽ ٻيو آهي چيتن پاڪر، جو آهي نمت ڪارڻ،
تنهن ڪري مڪڙيءَ جو مثال لاڳو نه آهي، ته اُن جو
جواب آهي ته:- مڪڙيءَ وانگر ايشور جي سرير مثل جڙ
مايا آهي، جا جڳت جو اُپادان ڪارڻ آهي، ۽ اُن جو
چيتن پاڪر نمت ڪارڻ آهي. انهيءَ ريت هڪئي ايشور
جڳت جو اُپادان توڙي نمت ڪارڻ آهي، جنهن لاءِ
رواجي مثال مڪڙي آهي ۽ مکيه مثال *سپنو آهي.
جنهن سمي جيون جا ڪرم، ڦل ڏيڻ لاءِ کڙا ٿيون

* مکيه مثال سپنو انهيءَ ڪري آهي جو سپني جا پدارٿ
پاڻ خود مان ٿي بڻائجن ٿا، بنان ٻيءَ ٻاهرينءَ سامگريءَ جي.

نٿو ڏئي. ”اوديا“ اُپاڌي ڪري جيو جو وديا سان ناس ٿي ٿئي. ”اگيان“ اُپاڌي ڪري جيو، جو *سروپ کي لڪايو يا ڍڪيو ڇڏي.

جيڪا مايا چيتن جي آسري آهي، تنهنجو ساماني چيتن وروڌي نه آهي، بلڪ ساماني چيتن اُن مايا جو اُساڌڪ آهي، ۽ اُن کي سُلوڙ جي شڪتي ڏئي ٿو. اُن جو وروڌي آهي اُهو چيتن، جيڪو ورتيءَ ۾ سوار يا اِستت آهي، يعني ته چيتن سميت ورتي، وروڌي آهي. ايشن ڪوت جي ٽن ٽڪن جو ارٿ آهي ويو ۽ مايا جو سروپ ظاهر ڪيو.

## (٢٤٨) ايشور جو سروپ.

چوٿين ٽڪ ۾ چيل آهي ايشور جو سروپ، اُهو آهي هنن ٽن ڀاڱن جو ميلو:- (١) شڌ ستوگڻ سميت مايا (٢) مايا جو اڌشٺان چيتن (٣) مايا ۾ چيتن جو آڀاس. سو ايشور سروگيه (سڀ ڄاڻندڙ) آهي، سوئي جڳت جو ڪارڻ يا هيتو آهي.

ڪارڻ ٻن پرڪارن جا آهن:- (١) اُپادان ڪارڻ ۽ (٢) نمت ڪارڻ. اُپادان ڪارڻ اُهو آهي، جنهن جو ڪاريه جي سروپ ۾ پرويش (دخل) آهي ۽ جنهن بنان ڪاريه بيهي نه ولي سگهي، جيئن دلي لاءِ مٽي، ڇو ته دلي جي سروپ ۾ آهي مٽيءَ جو پرويش

* ڪَڇُ يعني جڳري شڪل. اُسهانڪ. ڀاڻتا.

"مان اڪياڻي آهيان،" اِن اڪيان جو ايماڻي روپ آسرو جيو ٿئي ٿو. اهڙي پرڪار اڪيان آهي، "سو آشريه سو وشيه."

**(٣٤٧) ايڪ اگيان پکش ۾ بنڌ موکيه جي سمجهاڻي.**

[ڏانا اگيان واديءَ جي شنڪا (فقره ٣٤٤) جي سمجهاڻي.]

اگيان جيئن ٽيڪ ڪاآهي ۽ اُنجي نورتي ڳيان ڪان ٿئي ٿي، مگر جنهن انتهڪرڻ ۾ اگيان رهي ٿو، اُهي ئي انتهڪرڻ واري اوچن (ڏار ٽيل) چيتن ۾ استت جيڪو اگيان جو آشر آهي، اُهيءَ جي ئي نورتي ڳيان ڪان ٿئي ٿي، ۽ اُهو ئي مکت ٿو ٿئي. جنهن انتهڪرڻ ۾ ڳيان نٿو ٿئي، تنهن انتهڪرڻ وارو اگيان جو آشر رهي ٿو ۽ بنڌ ۾ رهيٿو. انهيءَ ريت اگيان جي دک موندي ۾ بنڌ موکـ جو وهنوار هليٿو.

ٻر واهپتيءَ وارو ڏانا اگيان مت، جيڪڏهن سمجهه ۾ ويهي وڃي تہ ٻہ اهو ريت ڳيان ٿي سگهي ٿو، تنهن ڪري اُنجي کنڊن ڪرڻ جو اراده ڪونہ آهي. جو تہ مطلب آهي تہ ڪنهن بہ ريت ٻڌيءَ ۾ ادويت بوڌ ويهي وڃي.

شڌ برهم جي آسري جا مايا آهي، تنهنکي اوديا ۽ اگيان بہ چون. "مايا" انهيءَ ڪري چون، جو *اچنتنيه شڪتي آهي ۽ يُڪتي يعني دليل اُت ڪم

* جا خيال ۾ اچي نہ سگهي.

بلڪ چيتو ته شڌ برهم جي ئي آسري آهي؛ ڇو ته جيو خود آهي اگيان جو ڪارڻ؛ وري اگيان ڪڏهن به سُتنتر رهي نٿو سگهي؛ ۽ پرآشرت اگيان مان جيو ڀاوُ ثابت جو نه آهي. تنهنڪري جڏهن پهرين اگيان ڪنهنجي آسري ٽڪي، تڏهن ئي اگيان جو ڪارڻ جيو ڀاوُ ٿئي.

وري جيئن جيو ڀاوُ، تيئن ايشور ڀاوُ به اگيان جو ڪارڻ آهي، تنهنڪري اگيان ايشور جي آسري به نه آهي؛ بلڪ چوڻ گهرجي ته اگيان انادي آهي ۽ شڌ برهم جي آسري آهي. اگيان به انادي، چيتن به انادي، ته انهن جو سمبنڌ به انادي آهي؛ انهيءَ انادي سمبنڌ مان ئي جو جيو ڀاوُ ۽ ايشور ڀاوُ اُٿيا آهن، ته اهي به انادي آهن. مگر جيو ڀاوُ ۽ ايشور ڀاوُ، جو اگيان جي آڌين آهن، ته "اگيان جا ڪارڻ" نٿا چئجن.

جيتوڻيڪ "مان اگياني آهيان،" انهيءَ چوڻ مان انهن ڀيو پرتيت ٿئي ته اگيان آهي جيو جي آسري؛ مگر شڌ برهم جي آسري، جو اگيان آهي، تنهنڪري ئي جيو کي اهو ابهمان ٿو پيدا ٿئي ته "مان اگياني آهيان." نه ته جيو آهي اگيان جو ڪارڻ، سو ته اگيان جو اڌشٺان روپ آسرو ٿي نٿو سگهي؛ بلڪ شڌ برهم ئي اگيان جو اڌشٺان روپ آسرو آهي.

حاصل اهوئي اگيان، جو شڌ برهم جي آسري آهي، سو ئي انهيءَ برهم کي ڍڪي ٿو؛ ۽ انهيءَ کان پوءِ ئي

ايشور ۽ برهمانڊ جي نورتي ٿئي ٿي ۽ نه پهرين جي.
پر اهو واچسپتيءَ جو مت ٺيڪ نه آهي. انهيءَ لاءِ
سبب هي آهن:-

### (٢٤٥) واچسپتيءَ جي مت جي غلطي.

اهو جو چيو ويو ته ”ايشور، جيو جي اگيان
ڪان ڪلپيل آهي،“ سو شرتي سمرتي ۽ پراڻن جي
برخلاف آهي. اهو چوڻ بہ، انهن جي برخلاف آهي
ته ”ايشور اننت (انيڪ) آهن ۽ جيو جيو پر سرشٽيءَ
جو ڀيد آهي.“ ان سبب نانا (گهڻا) اگيان مڃڻ
ٺيڪ نہ آهي.

اگيان نانا مڃي، اهو چوڻ ته ”ايشور هڪ آهي ۽
سرشٽي هڪ آهي،“ سو غلط ٿي پوندو. ڇو ته جيو،
ايشور ۽ پرپنچ، اگيان ڪري ڪلپيل آهن، ۽ جيڪڏهن
اگيان اننت مڃبا ته هڪ هڪ اگيان ڪري ڪلپيل،
جيو وانگر ايشور ۽ پرپنچ بہ اننت مڃڻا پوندا؛ انهيءَ
ڪري ته واچسپتيءَ کي ايئن مڃڻو پيو. [سو ثابت
ڪيو ويو ته ايشور اننت آهن، سو مڃڻ غلط آهي؛ ته
واچسپتيءَ جو اهو چوڻ ته اگيان اننت آهن، سو بہ غلط
ٿيو ۽] انهيءَ ڪري ”اگيان هڪ آهي“، سوئي مڃڻ
ٺيڪ آهي.

### (٢٤٦) سوآشريہ سوويشيہ پکش جو انگيڪار.

اهو جو اگيان هڪ آهي، ته جيو جي آسري نہ ٿيو

جي آسري آهي [يعني برهم جي]، جيتوڻيڪ برهم کي
وشيه ڪري يعني ڍڪي رهيو آهي." اها جيڪا پرتيتي
آهي ته "مان اگياني، برهم کي نٿو ڄاڻان،" تنهن ۾
"مان" شبد جو ارٿ آهي جيو، "۽ اگياني" چوڻ
مان [اهو جيوئي] اگيان جو آسرو معلوم ٿئي ٿو. "برهم
کي نٿو ڄاڻان،" تنهن مان اگيان جي وشيه، جا
پرتيتي ٿئي ٿي سا آهي برهم. ايئن اگيان آهي جيو
جي آسري ۽ سو، برهم کي ڍڪي وشيه ٿو ڪري.

### ١١١ اگيان واد.

وري واچسپتيءَ جو چوڻ آهي ته "اهو اگيان هڪ
نه آهي، پر اڻيڪ آهن،" ڇو ته اگيان جيڪڏهن هڪ
مڃجو ته گيان دواران هڪ جڳي جو اگيان نورت ٿي
وڃي ته ٻين جو اگيان ۽ اُنجو ڪاريه، جو جڳت آهي،
سي پڻ رهڻ نه کپن. جيڪڏهن اهيءَ تي ڪو چوي
ته گيان اڄ تائين ڪنهن کي ٿيو ئي ڪونهي، ته آئينده
پڻ گيان ڪنهن کي ٿيڻو ئي ڪين آهي؛ پوءِ ته شروڻ
وغيره، جي ساڌن چيل آهن، سي ڪل نشڦل ٿي
پوندا. تنهنڪري اهو قبول ڪرڻو پوندو ته اڻيڪ جيون
جي آسري اگيان بہ اڻيڪ آهن؛ بلڪ اهو بہ قبول
ڪرڻو پوندو تہ اننت جيون جي اننت اگيانن
کان ڪلپيل (بڻايل)، ايشور ۽ برهمانڊ بہ اننت
آهن. جڏهن جيو کي گيان ٿئي ٿو، تنهنجي اگيان،

يا اڻ روچهيه چئجي ٿو. انهيءَ ڪري مايا ۽ مايا جي ڪارين کان دويت (بيائي) جي سڌي ٿيڻ جي نه آهي. ڇو ته جيئن چيتن ست روپ آهي، تيئن جيڪڏهين مايا ۽ مايا جا ڪاريه ست روپ ٿئجن ته دويت بڻجي. پر جو مايا ۽ مايا جا ڪاريه ست است کان ولکيڻ آهن يعني ته مٿيا آهن، ته مٿيا پدارٿن مان دائت يعني کهٽائي ٿيڻي نه آهي؛ جهڙيءَ طرح سهڻي جي مٿيا پدارٿن کان ڪا کهٽائي ڪانه ٿي بڻجي.

### (٢٤٣) اگيان جي سُوآشريتا ۽ سُووشيتا.

جيو ايشور وڍا کر (چيتني) رهت، جو شڌ برهم آهي، تنهن جي ئي آسري آهي مايا؛ ۽ا وري ڍڪي به خود شڌ برهم کي ٿي؛ جيئن گهر جي آسري جا اونده آهي، سا خود گهر کي ڍڪي ڇڏي ٿي. انهيءَ مت کي چون، ”سُوآشريه سُووشيه پکيه.“ اتي سُو يعني پاڻ، ڪر آندل آهي شڌ برهم لاءِ، جو پاڻ مايا جو آسرو آهي، ۽ پاڻ ئي وشيه يعني مايا کان ڍڪيل آهي. اگيان کي سوَآشريه ۽ سوَ وشيه ڪهڙن ئي ڪرتن ۾ قبول ڪيل آهي، جيئن ڪي سنڪيپ شاريرڪ، وِوَرڻ، ويدانت مڪتاولي، ادويت سڌي ۽ ادويت ديپڪا وغيره.

### (٢٤٤) واچسپتيءَ جو مت.

واچسپتيءَ جو مت وري هيءُ آهي ته ”اگيان، جو

ست آها وست آهي، جڏهن جو ٽنهي ڪالن ۾ ناس (فنائي) نہ ٿئي، سو تہ آهي ڇهن ۾ پر مايا جو تہ گيان سان ناس ٿئي ٿو، تڏهن ڪري ست کان نرالي آهي. جڏهن وستوءَ جي ٽنهي ڪالن ۾ پرتيتي نہ ٿئي سا آهي است، جيئن سهي جا سڱ، وانجهي پٽ، يا آڪاش جا گل ۽ پر گيان کان اڳ تہ *مايا ۽ مايا جي ڪارين جي پرتيتي رهي ٿي. جاگرت اوستا ۾ مايا پرتيت رهي ٿي، جو ڇانجي ٿو تہ ”مان اگياني آهيان، برهم کي نٿو ڄاڻان.“ سُشپتي اوستا ۾ اليڪ پدارٿ پرتيت ڪين ٿا، جن جو اُپادان ڪارڻ مايائي آهي. سُشپتي اوستا مان اُٿڻ بعد اهڙي سمرتي رهي ٿي تہ ”مان سک ۾ سُتل هوس ۽ ڪجهہ بہ نٿي ڄاتم.“ سمرتي اڻ ڄاتل وستوءَ جي نٿي رهي، تنهنڪري ڇئبو تہ سُشپتي ۾ اگيان جي ڄاڻ رهي ٿي ۽ اهو اگيان ۽ مايا هڪڙي ڳالهہ آهي. اهڙيءَ طرح ٽنهي اوستائن ۾ جو مايا پرتيت رهي ٿي تہ ڇئبو تہ مايا است کان ولکيڻ (نرالي) آهي. پڻ ساڳيءَ طرح سمجهجي تہ اهڙي ست است کان ولکيڻ مايا جا ڪارج بہ، ڪل ست است کان ولکيڻ ئي آهن.

ادويت مت ۾ ست است کان ولکيڻ کي ٿي مڃيا

* مايا جو ڪارج جڳت پڻ پرتڪ پرتيت آهي.

انهيءَ ريت برهم جو گيان ڪنهن بہ اندريءَ دواران ٿيڻ جو نہ آهي. اندرين جو گيان ئي پرتڪ گيان آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي اپروڪ گيان ٿو چئجي. تنهن ڪري برهم جو اپروڪ گيان ٿيڻو ئي ڪين آهي. بلڪ چئبو تہ برهم جو گيان شبد دواران ئي ٿئي ٿو، ۽ شبد دواران تہ فقط پروڪ گيان ئي ٿيڻ جو آهي، تنهن ڪري سڪ ٿيو تہ برهم جو گيان نہ پروڪ ٿئي ٿو ۽ نہ اپروڪ. تڏهين گرو ٿو جواب ڏئي :-

(١١١) برهم جو پرتڪ گيان ممڪن آهي.

दोहा- इंद्रिय विन प्रत्यच्छ नहिं, शिप यह नियम न जान।
विनइंद्रिय प्रत्यच्छ है, जैसे सुखदुख ज्ञान ॥११८॥

١١٨- دوهاءِ- اندرين بن پرتڪيہ نا، شش سو نيم نہ مان؛
بن اندرين جيئن ٿي ٿئي، دکہ سکہ جي ڄاڻ.

ٽيڪا:- هي شش، اها ڪا نيت (نيم) ڪانهي تہ اندرين جي سنبنڌ بنان، پرتڪ گيان ٿيڻو ئي نہ آهي. سکہ دکہ جو گيان اندرين دواران ڪونہ ٿو ٿئي، تہ بہ پرتڪ آهي. پرتڪ گيان ان کي چئجي جتي ورتي وشيہ سان سنبنڌ يعني ميلاپ ڪري وشيہ جو آڪار وٺي. اهو ورتيءَ جو ميلاپ وشيہ سان ڪٿي اندرين دواران ٿئي ٿو، ڪٿي شبد دواران ٿئي ٿو. شبد سان ٿيڻ جو مثال آهي "ڏهون تون آهين" ڏهون جو بڪ ڏنو تہ، تنهن سان انتهڪرڻ جي ورتي سنبنڌ ڪ

آهي، تيئن ايشور جي مايا ورتي روپ ”اهم برهم اسمي“ گيان جو آورڻ کي نورت ڪرڻ وغيره ڪو به پريوجن ڪونه آهي ۽ اُپديش بنان سڀاويڪ رهي ٿو.

اهيءَ ريت رام ڪرشن وغيره کي جيون کان نرالي ايشورتا آهي [سو ڪري مهان]، ته به تن جا سرير مايا رچيل آهن جنهن ڪري اهي برهم ڪين آهن بلڪ مٿيا ئي آهن. اُنهن کي مايا، هٿ پير وغيره عضون وارو ۽ روپ وارو ڪيو آهي، جنهن ڪري انهن جا سرير اکر وغيره جي وشيه آهن [۽ اهيءَ ڪري انهن جو پرتڪش گيان ٿئي ٿو]، پر برهم ته اکين جي وشيه نه آهي.

(٢٠٨) ساڳيءَ طرح چمڙيءَ جو حواس به سپرش (ڇهڻ) ۽ سپرش جي آشريه (رکندڙ) پدارٿ جو گيان ڪرائي ٿو، پر برهم ته ڇهڻ جو آشريه نه آهي، تنهنڪري چمڙيءَ اندريءَ جي به وشيه نه آهي.

(٢٠٩) رسنا اندري (زبان) رس جو گيان، نڪ بوءِ جو گيان، ڪن شبد جو گيان ڏين ٿا، پر برهم ته رس، بوءِ ۽ شبد کان نرالو آهي، جنهن ڪري انهن اندرين دوارا به برهم جو گيان نٿو ٿئي، يعني ته برهم جو گيان ڪنهن به گيان اندريءَ جي وسيلي نٿو ٿئي.

(٢١٠) ڪرم اندريون ته گيان جا ساڌن ڪين آهن، بلڪ ڳالهائڻ وغيره ڪريائن جا ساڌن آهن، تنهنڪري انهن دوارا ڪو گيان ٿيڻو نه آهي.

گيان لاءِ ضرورت آهي. پر رام ڪرشن وغيره ۾ اڌو
آورت ۽ پراپتي ڪانهي جنهن ڪري انهن کي گيان
لاءِ اپديش جي نه ضرورت ڪانهي، بلڪ انهيءَ
سپاوڪ ايشور جي مايا جي ورتي روپ، آتما جو
گيان تہ اپديش بنان ئي اهڙي پرڪار رهي ٿو، جهڙي
پرڪار جيون کي انترڪرڻ جي ورتي روپ گيان
سپاوڪ رهي ٿو. ان ۾ رهسيہ هي آهي جو
جڏهن جيو کي گهٽ وغيره جو گيان ٿئي ٿو، تڏهن
ڍڪو تہ آورڻ ڀنگ ٿو ٿئي ۽ ٻيو تہ گهٽ وغيره
جي وشيہ آهن، تن جو پرڪاش پڻ ٿئي ٿو ۽
جڏهن جيو کي برهم روپ آتما جو گيان ٿئي ٿو،
تڏهن گيان جي وشيہ جو آتما آهي، تنهنجو فقط
آورڻ ڀنگ گيان کان ٿئي ٿو، باقي آتما تہ پاڻ
پرڪاش روپ آهي. تيئن ايشور کي پڻ مايا جي
ورتي روپ جو "اهم برهم اسمي" گيان آهي، تنهن
جي وشيہ يعني ايشور جي آتما، سو تہ اڳيئي آورڻ رهت
آهي ۽ پاڻ پرڪاش روپ بہ آهي، تنهنڪري اوتارن
جي حالت ۾ ايشور جي گيان جو نڪو آورڻ ڀنگ
جو پريوجن آهي، ۽ نڪو سروپ جي پرڪاش جوئي آهي.

جيئن جيون مڪت جي حالت ۾ نرآورڻ آتما جي
وشيہ ڪرڻ واري انترڪرڻ جي "اهم برهم اسمي" ورتيءَ
جو آورڻ کي ناس ڪرڻ وغيره ڪو بہ پريوجن ڪونہ

ڏري وڃي ٿي. مگر رام ڪرشن وغيره جي سريرن ۽ ڪنڌن جو اپاءِ پرشارٿ ڪري ڪين ٿي ٿو سگهي. [تنهن ڪري رام ڪرشن جي سريرن کي پوتن مان لهيل چئي ڪين سگهبو.]

مالڊوڪيه اپنشد جي ٽيڪا ۾ آنندگري، رام وغيره سريرن کي پوتن مان لهيل چيو آهي، سو رکو ٺلهي لهڪي چيل آهي، انهيءَ ڏيکارڻ لاءِ ته اُنهن جا سرير پڻ ٻين سريرن وانگر ڀُوتن ۽ انهن ٽا پنچيڪار يعني شنڪر آچاريه پاڻ گيتا جي ڀاشيه ۾ چيو آهي ته ”جيون تي ڪرپا ڪري سرير ڌاريندڙن وانگر، مايا جي ٻل سان پرماتما ڪرشن روپ پرتيت ٿيو آهي، سو جنم وغيره رهت آهي، ۽ تنهنجو وسديو داران ديوڪيءَ مان جنم ۾ مايا ڪري پرتيت ٿيو آهي“.

تنهنڪري جيو ته اوتارن جو سرير پوتن مان اُنهن ڪين ٿو ٿئي بلڪ اُنهن جو اُپادان ڪارڻ آهي ساکيات مايا.

وري جيون کي ديهه وغيره ۾ آتم (مان پڻي جي) پرالتي رهي ٿي، سا رام ڪرشن وغيره ۾ ڪانهي. ڇو ته جيون جي اُپاڌي آهي ملين ستي گڻ واري اوديا، ۽ رام ڪرشن وغيره جي اُپاڌي آهي شڌ ستي گڻ واري مايا؛ تنهنڪري جيون ۾ اوديا ڪري پرالتي يعني ڀولو رهي ٿو، ۽ رام ڪرشن وغيره اوتارن ۾ مايا ڪري سروگيتا رهي ٿي. جيون کي اگيان جي آورڻ (پردي) ۽ پرالتي کي ناس ڪرڻ لاءِ آچاريه وتان مها واڪين جي اُپديش جي

آهن، باقي ٻاهه ڪرڻ ڪارڻ ٻين سريرن وانگر هٿ وغيره عضون سميت، روحاني ۽ ڪرياوان سريرن جي روپ رهت، اڪرم ۽ بنا عضون واري برهم سان ايڪتا ٻڌي ڪين سگهندي. تنهن ڪري سمجهڻ گهرجي ته رام ۽ ڪرشن جي سريرن کي برهم نه چيو ويو آهي.

هائو، اهو تفاوت آهي ته جيئن جيون جا سرير پُن پاپ جي آڌين آهن، آڪاش آدڪ ڀوتن جا ڪاريه آهن ۽ جيون کي اوديا جي ٻل ڪري اڻاتر پداورٿن (ديهه وغيره) ۾ اهم ۽ مم (مان ۽ منهنجو) اڌياس آهي ۽ آچاريه جي اُپديش ڪانسواءِ اهو اڌياس نورت ٿئي ٿو، پر رام ڪرشن وغيره جا سرير "سندن" پن پاپ جا ڦل نه آهن، ۽ نه ڀوتن جا ڪاريه آهن، بلڪ جيئن سرشٽيءَ جي آد ۾ جڳديش ڀوڳ ڏيڻ لاءِ پراڻين جا ڪرم سامهون اچن ٿا، تڏهن خود ايشور سنڪلپ ڪري ٿو ته "مان جڳت جي اُتپتي ڪريان" ۽ جڳت اُتپن ٿئي ٿو، وري سرشٽيءَ جي رچنا بعد به سنڪلپ ڪري ٿو ته "مان جڳت جو پالن ڪريان"، ۽ جيوَ ڪرمن انوسار دک سک جي سنبنڌ سان جڳت جو پالن ٿئي ٿو، تيئن ئي پالن جي سنڪلپ جي وچ ۾ ڀڳتن جي اُپاسنا جي ٻل ڪري ايشور کي سنڪلپ ٿئي ٿو ته "رام ڪرشن وغيره نالن وارا سرير سڀني کي پرتيت ٿين" ته اُنهيءَ سنڪلپ ڪري ايشور جو وشيش يعني خاص نج روپ رهت آهي، تنهن

ٻواران پيدا ٿيل گيان ئي پرتڪ آهي ۽ برهم جو گيان اندرين جنهن ٿيڻو نہ آهي.

### (٢٠٧) آوتارن جي باري ۾ ويچار.

اگر اندريه سان روپ واري جو، يا نيل وغيره روپ جو گيان ٿئي ٿو، برهم تہ اهڙو نہ آهي. جيئن ڪ رام يا ڪرشن مثگر آڪار وارا آهن، جنهن ڪري روپ وارا آهن، پر آهي مٿيا آهن، مايا رچت آهن، اُهي برهم نہ آهن. پراڻن ۾ ڪري رام ۽ ڪرشن وغيره کي برهم روپ ڪوٺيل آهي، مگر تنهن جو اهو مطلب نہ آهي تہ اُنهن جا سرير کي برهم روپ آهن، بلڪ مراد رکيل آهي تہ انهن جي سريرن جو اڌشٺان برهم چيتن آهي. جيئن ڪ انهيءَ ۾ ٿئي شنڪا اُٿي ٿي تہ برهم تہ ڪل سريرن جو اڌشٺان چيتن آهي، پوءِ تہ چوڻو پوندو تہ ڪل مثگر پسون وغيره جا سرير برهم روپ آهن ۽ رام ۽ ڪرشن ۾ تن سريرن موافق آهن؟ پوءِ اهو مخصوص تہ رام ڪرشن وغيره ٻين جيون کان اُتم آهن، سو ٻڌي ڪين سگهندو، ۽ انهيءَ ڪري اهو مخصوص مشڪل ٿو ٿئي تہ رام ڪرشن کي برهم روپ ان ڪري چيل آهي جو انهن جو اڌشٺان چيتن برهم آهي. انهيءَ جو جواب هي آهي:- سرير جي *باڌ ڪرڻ بعد رام ڪرشن جي سريرن کي برهم روپ سمجهو تہ ڪل سرير ۾ باڌ ڪرڻ بعد برهم روپ

* باڌ آهي، اپروکيہ مٿيا نشچو. (٢٣٣)

ٿئي ٿيڻ لاءِ انتهڪرڻ جي ورتي ٻاهر نڪري وڃي، بلڪ سرير جي اندرئي آڪار ٿئي ٿي. سو هن ريت:- اُهي‌ءَ ورتي‌ءَ سان آتما جو آورڻ ناس ٿئي ٿو ۽ آتما پنهنجي پرڪاش ڪان ورتي‌ءَ ۾ پرڪاش ڏئي ٿو. ايتريقدر (جهستائين ورتي آتما تان آورڻ پري ڪري) آتما کي ورتي‌ءَ جي وشيه ٿو ڄاڻجي، باقي چداڀاس روپ جو ورتي‌ءَ ۾ ڦل آهي، تنهنجي وشيه آتما نه آهي. [ڇو ته آڀاس هوئي چيتن خود جي آسري، ۽ اُهو چيتن جي پرڪاش پرتڪ ٿيڻ ئي، ٻاڌ يعني ڪم اُن تو وڃي.] اهي‌ءَ مان ثابت ٿيو ته ساکي آتما، پاڻ پرڪاش روپ پاڻ ٿو ٿئي يعني ڄاتو ٿو وڃي [۽ آڀاس آهي وشيه يعني پرڪاش ٿيل چيتن جو ۽ ٿئي هڪڙي وقت "مان" ورتي‌ءَ ۾ پاڻ ڏين ٿا، ساکي انتهڪرڻ واري اُپاڌي‌ءَ سبب ۽ آڀاس انتهڪرڻ جي چيتن جو پرتبمب جهڙو سبب.]

(٢٠٦) تتو درشٽي تو تڏهين وري چئي:-

दोहा— इंद्रियके संबंधबिन, "अहं ब्रह्म" यहज्ञान ।
कैसे है प्रत्यक्ष प्रभु, मोकूं कहो बखान ॥११७॥

دوها ١١٧- اندرين جي ميلاپ بن، "اهم برهم" هي گيان؛
پرتڪش ٿيندو ڪيئن سو، ڪري سڻايو بيان.

ٽيڪا- مٿي چيل آهي ته "برهم جي اپروکيه گيان سان ئي ڪل اوديا چار ناس ٿئي ٿي، ته پروکيه گيان سان". اهي‌ءَ تي هي‌ءَ آهي شنڪا:- ته برهم جو گيان پرتڪش ڪيئن ٿو، ڇوته اندريه جنيه يعني اندريه

ته جيڪو چيتن نرآڀاڌ ڪ آهي، تنهن ۾ ڪري ٻرما وارو وشوار ڪين آهي. ته به ٻرما وشوار وشيه آڪار ورتي اُپهت چيتن ۾ ته ڀمون آهي. تنهن ڪري ان ۾ وشيه آڪار ورتي آهي اُپاڌي، ۽ اهڙا وشيه آڪار ورتي آهي اندريه جنيه (اندرين مان ٿيل) ۽ انهيءَ ڪري ڏيئي اندرين به ٻرما جون ساڌن ڪري چيل آهن ۽ ٻرما کي اندريه جنيه ڪري چئجي ٿو؛ مگر انتهڪرڻ جو سمورو پرڻام (ڦيرو) ٻرما نٿو چئجي؛ بلڪ سرير جي اندر جو انتهڪرڻ آهي، تنهن ڪانوڻي ڪهت وغيره وشيه جي پهچڻ ٿائين جيڪو (ورتي روپي) پرڻام آهي، تنهن کي "پرماڻ" ٿو چئجي. ۽ وشيه سان ملڻ تي انتهڪرڻ جيڪو آڪار ٿو وٺي، تنهن کي "ٻرما" ٿو چئجي؛ سرير جي اندر جو انتهڪرڻ آهي تنهن ڪان وٺي ڪهت وغيره وشين ٿائين پهتل، جيڪو انتهڪرڻ جو پرڻام آهي، (جنهنکي ورتي يا پرماڻ چئجي ٿو) سوئي ٻرما روپ ڌاري ٿو، ۽ انهيءَ ڪري ٻرما، پرماڻ روپ انتهڪرڻ جي ورتيءَ کان بلڪل نرالو نه آهي.

هاڻي هي ويچار ڪجي: جنهن ٻاهر جي پدارٿن جو پرتڪ گيان ٿئي ٿو، تنهن انتهڪرڻ جي ورتي ٻاهر وڃي وشيه، جا ڪهت وغيره آهي، تن جهڙو آڪار روپ ڌاري ٿي. پر سرير جي اندر جو آتما آهي، سو پرتڪ

وشِشٽ ۾ وستار ٿيو. اوڇيد واد ۾ انتهڪرڻ ۾ وشيشڻ آهي، ۽ آڀاس واد ۾ آڀاس سميت انتهڪرڻ وشيشڻ آهي، ۽ ٻنهي مٿن ۾ چيتن وشيشيه آهي، جنهن ۾ جنم مرڻ سنسار ٻڌل ٿئو، پر انتهڪرڻ اڪيلا آڀاس سميت انتهڪرڻ، جو وشيشڻ آهي، تنهنجو ڌرم، جو جنم وغيره سنسار آهي، تنهنجو وشِشٽ چيتن ۾ اگياني پرش ڀرانتيءَ سبب پرتيتي ۽ ڪَٿڻ جو وستار ڪن ٿا.

**(۲۰۳) آچاريه آڀاس واد پرتپادن ڪئي آهي.**

آڀاس واد ۽ اوڇيد واد ۾ ايترو تفاوت آهي جو آڀاس واد ۾ انتهڪرڻ، آڀاس سميت مڃيل آهي ۽ اوڇيد واد ۾ انتهڪرڻ آڀاس بنا مڃيل آهي. ٻنهي مٿن مان آڀاس واد جو مت اتم آهي؛ ڇو ته ڀاشيه ڪار (شنڪر آچاريه) آڀاس واد مڃيو آهي. ۽ تنهن کان سواءِ وديارڻيه سواميءَ اوڇيد واد مان *دوش ڪڍيو آهي ته جيڪڏهن آڀاس بنان انتهڪرڻ اوڇن چيتن کي پرماتا مڃجي، ته گهٽ اوڇن چيتن ۾ پرماتا ٿيڻ گهرجي؛ ڇو ته جيئن انتهڪرڻ ڀوتن جو ڪاريه آهي تيئن گهٽ به ڀوتن جو ڪاريه آهي، ۽ جيئن انتهڪرڻ چيتن جو اوڇيدڪ يعني جدا ڪندڙ يا وياورتڪ آهي، تيئن گهٽ به چيتن جو اوڇيدڪ آهي. تنهنڪري انتهڪرڻ

---

*اوڇيد واد پڻ اديوست جو نرو پڻ ڪري ٿي، تنهنڪري اُهي کنڊن ۾ ويدانت جي مراد نه آهي، (ڏسو فقره ۴۴۲)

"ساکي" آهي اهڙيءَ طرح ٻنهي مان، اوچيد ۽ آڀاس واد
۾ وشيشڻ سهت چيتن جيو آهي ۽ اهوئي سنساري آهي؛
وشيشيه ڀاڳ جو چيتن آهي؛ تنهن ۾ جنم مرڻ وغيره
سنسار ممڪن ڪين آهي؛ رڳو وشيشڻ ۾ سنسار آهي
۽ اهوئي وشِشٽ چيتن ۾ پرتيت آهي. عام طرح ڪٿي
وشيشڻ جي ڌرم جو وشِشٽ ۾ وهنوار ٿئي ٿو ۽ ڪٿي
وشيشيه جي ڌرم جو وشِشٽ ۾ وهنوار ٿئي ٿو ۽ ڪٿي
وشيشڻ وشيشيه ٻنهي جي ڌرمن جو وشِشٽ ۾ وهنوار
ٿئي ٿو. مثلاً ڏنڊي هٽ سان گهٽ آڪاس جو ناس
ڪجي ٿو؛ اتي وشيشڻ، جو گهٽ آهي، تنهن جو ڏنڊي
سان ناس ٿيو ۽ وشيشيه، جو آڪاس آهي، تنهن جو
ناس ته ٿئي نٿو، ته به وشِشٽ جو گهٽ آڪاس آهي،
تنهن جو ناس پرتيت ٿئي ٿو. [اهڙيءَ طرح وشيشڻ جي
جي ڌرم جو وشِشٽ ۾ وهنوار ٿئي ٿو.] وري جي چئجي
ته "ڪنڍلي (ڪنڍل وارو) پرش سهڻل آهي"، ته
اتي ڪنڍل وشيشڻ آهي، ۽ پرش وشيشيه آهي. سهڻ
ته وشيشڻ ڪنڍل ۾ نٿو ڀٽي ۽ ڀٽي ٿو وشيشيه پرش ۾
ته به وهنوار ۾ چوڻ ۾ اچي ٿو ته ڪنڍلي پرش سهڻل آهي.
۽ اهڙيءَ طرح سهڻ جو وهنوار وڃي پيو وشِشٽ ۾. "ششتري
(هٿيارن وارو) پرش يڌ ۾ ويو آهي"؛ اتي وشيشڻ، جي
ششتر آهن ۽ وشيشيه، جو پرش آهي، ٻئي اهي يڌ ۾ ويا
آهن، ۽ ايئن وشيشڻ ۽ وشيشيه ٻنهي جي ڌرمن

آڪاس آهي، تنهن ۾ گهٽ جو پرويش ڪونهي؛ گهٽ آهي پرٿويءَ جو بڻيل، سو تہ جاءِ ڪين ٿو ڏئي ۽ انهيءَ ڪري گهٽ جو آڪاس ۾ پرويش نٿو بڻي؛ تہ بہ وياپڪ آڪاس ڪان گهٽ آڪاس کي پڻ ڪري ٿو ڄاڻائي.

انهيءَ ريت "اتهڪرش آپهت، جو چيتن آهي سو ساکي آهي"، اتي اتهڪرش ساکيءَ جي آهي اپاڌي، جو تہ ساکيءَ جي سروپ ۾ اتهڪرش جو پرويش ڪونهي ۽ پرميسر چيتن ڪان ساکيءَ کي پڻ ڪري ٿو ڄاڻائي.

"ايئن ڪٿي اتهڪرش، ساکيءَ جي اپاڌي آهي تہ پرماتا جو وشيشڻ آهي" انهيءَ ريت اتهڪرش آپهت چيتن آهي "ساکي"، اتهڪرش وششٽ چيتن آهي "پرماتا". آپهت ڇون انهيءَ کي جو اپاڌيءَ وارو سمجهي؛ وششٽ ڇون انهيءَ کي جو وشيشڻ وارو سمجهي. جو اتهڪرش وششٽ پرماتا آهي، سو آهي ڪرتا ڀوڪتا، سکي دکي سنساري جيو. "اهو آهي اوڇيد واد وارن جو طريقو".

## (٢٠٢) آڀاس واد پٽاندر "پرماتا" يعني جيو جو سروپ

آڀاس واد وارن جي طريقي پٽاندر آڀاس سميت اتهڪرش، جيو جو وشيشڻ آهي ۽ آڀاس سميت اتهڪرش، ساکيءَ جي اپاڌي آهي. آڀاس سميت اتهڪرش وششٽ چيتن، "جيو" آهي ۽ آڀاس سميت اتهڪرش آپهت چيتن

جا نيلتا دلي ۾ پرويش ڪيل (گهڙيل) آهي ۽ وري
اها نيلتا پيلن وغيره دلن کان نيلي دلي کي ڀن
يعني نرالو ڪري ڄاڻائي ٿي ۽ تنهن ڪري اها نيلتا
وياورتڪ آهي. انهيءَ ريت نيلو دلو پيلن وغيره دلن
کان جدا ڪري ڏيکاريو ويو آهي، کي "وياورتڪ" به چئجي
۽ وشيش به چئجي. ساڳيءَ ريت جيڪڏهن چئجي ته
"هي ڏنڊي پرش آهي"، ته ڏنڊي کي وشيشڻ چئبو.

انهيءَ ريت پرماتما جو انتهڪرڻ آهي وشيشڻ ۽ ڇو
ته پرماتما جي سروپ ۾ انتهڪرڻ جو پرويش آهي، ۽ پرويش
چيتن کان نرالو ڪري، پرماتما جي سروپ کي ٿو ڄاڻائي ۽
تنهن ڪري وياورتڪ به آهي.

پر جو وياورتڪ هجي مگر پرويش ڪيل نه هجي تنهن
کي چئجي ٿو اُپاڌي. جيئن نيائي مت ۾ ڪرڻ شڪلي
(ڪن اندريءَ جي سوراخ) کان ڌار ڪيل آڪاس
...ي شروتر (ڪن) چون ٿا "ڪرڻ شڪلي
...ي شروتر جي اُپاڌي"، ڇو ته شروتر جي سروپ
... ڪرڻ شش ڪليءَ جو پرويش به نه آهي ۽ شروتر کي
...ٻاهرين آڪاس کان ڀن ڪري ٿي ڄاڻائي ۽ تنهن ڪري
...ياورتڪ به آهي.

وري جي چئجي ته گهٽ آڪاس، مٽ ماپ جي
...ن کي ڄاڻ ٿو ڏئي ته اتي به "گهٽ آهي آڪاس
... اُپاڌي"، ڇو ته مٽ ماپ آن کي ڄاڻ ڏيڻ وارو جيڪو

## (٢٠٠) پرماتا آدڪ چار چيتن.

*چيتوڙيڪ ويدانت سڌانت ۾ اندرين کي پرما
گيان جو ڪارڻ چوڻ ٺيڪ نٿو، ڇو تہ چيتن جا چار ڀيد
ڪيل آهن:- (١) پرماتا چيتن (٢) پرماڻ چيتن (٣)
پرميتي چيتن يا پرما چيتن ۽ (٤) پرميہ چيتن يا وشيہ
چيتن؛ ۽ انهيءَ ريت (متي چيل) پرما ڌالوئي آهي
چيتن جو، جو نت آهي ۽ اندرين مان ٿيل نہ آهي،
جنهن ڪري اندريون اُن جو ڪارڻ نہ آهن؛ مگر چيتن
کي ورتيءَ ڪري ئي پرما نالو ڏنو ٿو وڃي؛ تنهنڪري
ورتيءَ کي بہ پرما چيو ٿو وڃي؛ ۽ اندريون انهيءَ ڪرڻ
ڇون ٿيون وڃن.

ديہ اندر، جو انتهڪرڻ آهي، تنهن ڪري اوچن
(ڌار ڪيل يا گهيريل)، جو چيتن آهي، سو چئجي
پرماتا. جيئن حوض جي موريءَ مان پاڻي نڪري ڌاليءَ
دواران وهي ٻاري ۾ وڃي ٿو ۽ وڃي ٻاري جي صورت
اختيار ڪري ٿو؛ تيئن انتهڪرڻ اکہ وغيرہ اندرين
دواران نڪري، جيترو بہ ٻري گهٽ وغيرہ رکيل هجن،
اوترو ٻري وڃي، انهن گهٽ وغيرہ سان ملي انهن جو
آڪار ٿو ڌاري. سرير ڪانوئي گهٽ وغيرہ پدارٿن تائين
جو ڌاليءَ وانگر انتهڪرڻ جو پرڻام آهي، تنهن کي چئجي

*هن سنسي کي وري فقرہ نمبر ٢٠٥ ۾ اُٿاري ان جو
جواب ۾ اُليکي ڏنو ويو آهي.

ورتيءَ ۽ ساکيءَ جي آسري ملهيل آهن.

### (١٩٩) پرما گيان جو ڪرڻ يعني ساڌن.

ايشن ڇهن پرڪارن جا پرما آهن:- پرتکر پرما، انومتي پرما، اُپمتي پرما، شابدي پرما، ارٿاپتي پرما ۽ اڀاو پرما. انهن موافق جي ڇهه پرماڻ آهن، سي آهن ڪَرَڻ. جيڪي سڀ ڪارڻن جا ڪارڻ آهن، سي چئجن ٿا ”ساڌارڻ ڪارڻ“ جيئن ڌرم اڌرم سيڌي ڪارڻن جا ڪارڻ آهن، تنهن ڪري انهن کي ساڌارڻ ڪارڻ ٿو چئجي. جيڪي اساڌارڻ (خاص) ڪارڻ آهن، سي آهن ڪرڻ؛ جيئن ڏنڊو گهٽ جوڻي ڪارڻ آهي ۽ نه سيڌي ڪارڻن جو، تہ ڏنڊي کي گهٽ جو اساڌارڻ ڪارڻ چئجي ٿو ۽ ڪرڻ بہ چئجي ٿو. انهيءَ ريت پرتکر پرما جا، ايشور ۽ ان جي *اڇا وغيره آهن ساڌارڻ ڪارڻ، ڇو تہ ايشور وغيره سيڌي ڪارڻن جا ڪارڻ آهن ۽ انهن بنان ڪو بہ ڪاريہ ٿيڻ جو نہ آهي ۽ اک وغيره جي اندريون آهن، سي پرتکر پرما جا اساڌارڻ ڪارڻ آهن، يا چئجي تہ ڪرڻ آهن ۽ انهيءَ ڪري اکين وغيره اندرين کي پرتکر پرماڻ بہ چئجي ٿو.

* ايشور، ايشور جي اڇا، ايشور جو گيان، ايشور جو جتن، ڪال، ڏشا، ادرشٽ، پراگ اڀاءُ، ۽ پرتيبنڌ جو اڀاءُ يعني ڪل نو (٩) سيڌي ڪارڻن جا ڪارڻ آهن، جنهنڪري ساڌارڻ ڪارڻ چيا وڃن ٿا.

...ان پرما گيان جي وصف ۾ نٿو اچي سگهي، تنهن
...ڪري مٿي ڪيل وصف درست آهي.

(١٩٨) ڪي ته سمرتي گيان کي به پرما روپ
...ڪري مڃن ٿا ۽ انهن جي مت پٽاندر پرما جي لڇڻ
...معني وصف ۾ فقط ايترو چيل آهي ته "اڻاڌت ارٿ کي
...وشيه ڪرڻ وارو (ظاهر ڪرڻ وارو) جو گيان آهي، سو
...پرما گيان آهي." هن وصف ۾ "سمرتيءَ کان نرالو" اهي
...لفظ چيل نه آهن. هن مت وارا سمرتي گيان کي
انتهڪرڻ جي ورتي چون ٿا ۽ نه اوديا جي. ۽ چون ٿا
ته سمرتي ساکيءَ جي آسري نه آهي پر پرماتا جي آسري
آهي، جو انتهڪرڻ جي ورتيءَ جو آسرو آهي پرماتا ۽ نه
ساکي. پر ويچار درشٽيءَ سان ڏسبو ته سمرتي گيان
نه انتهڪرڻ جي ورتي آهي، ۽ نه پرماتا جي آسري آهي،
مگر آهي اوديا جي ورتي ۽ ساکيءَ جي آسري. ويدانت جي
آچارين پرما گيان ڇهن پرڪارن جو مڃيو آهي. سمرتي
گيان انهن ۾ نٿو اچي. ان ڪري به سمرتي گيان پرما
گيان نه آهي. سوامي مڌوسوڌن پڻ سمرتي گيان ساکيءَ
جي آسري چيو آهي ۽ نه پرماتا جي آسري.

پرانتي گيان، اڻاڌت ارٿ کي وشيه نٿو ڪري
بلڪ ٻاڌت ارٿ کي ئي وشيه ڏو ڪري، انهيءَ ڪري،
پرما جو لڇڻ پرانتي گيان ۾ نه آهي. پرانتي گيان ۽
سنسي وارو گيان، اهي ٻئي، سپني مثل ۾ اوديا جي...

سبب، جو ٻدارٿن جي اپرتيتي آهي. تنهن ڪري چون انهلهڊي پرماڻ:

(١٩٧) پرماڻ ۽ پرما گيان جي وصف.

پرما گيان جو ڪَرڻ (وسيلو) سو آهي پرماڻ. سمرتيءَ کان ڀن (ٻيو) جيڪو گيان *اپاڌت ارٿ کي وشيہ ڪري ٿو، تنهن کي چون پرما. پرما سمرتي گيان نہ آهي [پر يٿارٿ انڀو آهي]؛ ڇو تہ پرما گيان آهي پرماتا (انتهڪرڻ) جي آسري ۽ سمرتي پرماتا جي آسري نہ آهي، پر ساڪيءَ جي آسري آهي. سمرتي، ۽ راڳ ۽ سنسي وارو گيان ٽيئي ساڪيءَ جي آسري قبوليل آهن؛ اهي ٽيئي گيان، آپاس سهت اوديا جي ورتيءَ روپ آهن ۽ نہ انتهڪرڻ جي ورتيءَ روپ. جيڪو انتهڪرڻ جي ورتيءَ روپ گيان آهي، سو پرماتا جي آسري آهي ۽ ان کي پرما گيان ٿو چئجي. سمرتي گيان انتهڪرڻ جي ورتي نہ آهي ۽ تنهن ڪري پرماتا جي آسري نہ آهي ۽ نہ پرما آهي.

جيتوڻيڪ سمرتي ٻڻ اپاڌت ارٿ کي وشيہ ڪرڻ وارو گيان آهي؛ پر پرما گيان جي لڇڻ يعني وصف ۾ چيو ويو تہ "سمرتيءَ کان ڀن"، تنهن ڪري سمرتي

* اپاڌت = اُهو پدارٿ، جنهنجي وهنوار ڪال ۾ گيان سان ٽوٽي نہ ٿئي، جيئن دوشٽانت ۾ ٽوڙي اپاڌت آهي ۽ سرپ ٻاڌت آهي.

۽ ڪري تہ ٿو مت ڪيان اھو ، ڏيئي خيال ھو تي ڏھن
ڪين ٿئيس ڪر ڄي ڪيان سو ۽ "آھي ڪوڙو پسون ڏي
ھئو. ڪرڻو قبول بہ پرماڻ اپمان ڪري ڏھن
(١٩٥) پورو ميمانسا جو ايڪ ديشي ، جو ڀيٽ آھي ،
ڏھن جي شش پرڪار وري پنجون ارٿاپٽي پرماڻ بہ
قبوليو آھي . ڪڏھن مڪر ڏينھن جو ڀوجن ڪائڻ ڇڏي
ڏنو آھي تہ بہ ٿلھو متارو آھي ، تنھن کي ڏسي اڳلي کي
گيان ٿو ٿئي تہ "ھي منڪ رات جو ڀوڄن ڪري ٿو ."
اني اھو ويچار ٿو اٿي تہ ڏينھن جو ڀوڄن نہ ڪائيندڙ رات
جو ڀوڄن ڪائڻ بنان متارو رھڻو ئي ڪين آھي ، انھي
۾ سٿولتا (متارو ھئڻ) آھي رات جي ڀوڄن جو سمپادڪ
(حاصل ڪندڙ) ۽ رات جو ڀوڄن آھي سمپادڪ (حاصل
ڪرائيندڙ) ۽ اھو جو ڪيان سٿولتا (سمپادڪ) جو آھي ،
جو سبب آھي رات جي ڀوڄن (سمپادڪ) جي ڪيان جو ؛
تنھن کي چون ارٿاپٽي پرماڻ .
(١٩٦) پورو ميمانسا جي مت واري ڀيٽ ، ڇھون
انپلبڌي پرماڻ بہ قبول ڪيو آھي . ۽ "ويدانت شاستر"
۾ بہ ڇھہ پرماڻ قبول ڪيل آھن . انھي ۾ پرماڻ جو پرڀوڄن
ھي ۽ آھي :- جڏھين ڪھر وغيرہ ۾ ڪھٽ (داو) وغيرہ جي
اڀاو (نہ ھئڻ) جو گيان ٿئي ٿو ، تڏھين جو پدارٿ
پرتيت (ظاھر) نہ آھي ، تنھن ڄي ئي اڀاو جو گيان ٿو ٿئي .
انپلبڌي آھي اپرٿمتي . پدارٿن جي اڀاو جي نشچيہ جو

جون جيڪي وشيون آهن، تن جي پرتڪ گيان جي ريت به ساڳيءَ طرح جاڻڻ گهرجي. ورتيءَ ڪهت (ڍاو) جي جڏهن ڪ ديش ۾ استت ٿين ٿا يعني ميلاپ ڪن ٿا، تڏهن ڪهت جو گيان پرتڪ ٿئي ٿو انتهڪرڻ جي ورتي ڀاڻ ڪهت جو آڪار بڻجي، پر جيڪڏهن ڪهت سان ميلاپ نه ڪري، ته * اند رئي رهي ته گيان پروڪ ٿيندو ۽ نه اپروڪ.

"هي ڪهت آهي"، اها آهي اپروڪيه گيان جي حالت؛ ۽ "ڪهت آهي"، يا "اهو ڪهت آهي"، اها آهي پروڪيه گيان جي حالت. جيئن ڪ سمرتي گيان به پروڪ ٿئي آهي، ته به سمرتي گيان ته سنسڪار مان ٿئي ٿو، ۽ باقي انومان وغيره پروڪ گيان، انومان وغيره پرماڻن مان ٿين ٿا، اهو تفاوت آهي.

(۱۹۱) ڪٿ پرماڻن جو ذڪر.

جيڪي چار واد آهن، سي نه ڪي پرتڪ پرماڻ قبول ٿا ڪن.

(۱۹۲) ڪڻاد (وشيشڪ شاستر جو ڪرتا، جنهنکي ڪُڻ پَڪُ به چون) ۽ سُگت مت (ٻڌ ڌرم) وارا ٻيو "انومان پرماڻ" به قبول ڪندا. اهي چوندا ته جيڪڏهن رڳو پرتڪ پرماڻ مڃجي، ته ترپتيءَ (ڍَوَ) لاءِ جيڪو ارٿي (اچائو) مڃجي؛ تنهنکي جيڪر ڀوجن ۾ پرورتي ٿئي ئي ڪين، ڇو ته نه ڪاڏل ڀوجن ۾ ترپتيءَ جي ڪارڻتا جو

* جيئن انومان گيان ۾ ٿئي ٿو.

جن جيڪي وشيون آهن، تنهجي پرتڪ گيان جي
ريت به ساڳي طرح ڄاڻڻ کپي. ورتي ۽ ڪهت (دلو)
ٻئي جڏهن هڪ ديش ۾ استت ٿين ٿا يعني ميلاپ
ڪن ٿا، تڏهن ڪهت جو گيان پرتڪ ٿئي ٿو. انتهڪرڻ
جي ورتي ڀاڄ ڪهت جو آڪار بڻجي، پر جيڪڏهن ڪهت سان
ميلاپ نه ڪري، ۽ * اندرئي رهي ته گيان پروڪ ٿيندو
۽ نه اپروڪ.
"هي ڪهت آهي"، اها آهي اپروڪ گيان جي حالت؛
۽ "ڪهت آهي"، يا "اهو ڪهت آهي"، اها آهي پروڪ
گيان جي حالت. جيتوڻيڪ سمرتي گيان به پروڪ آهي
آهي، ته به سمرتي گيان ته سنسڪار مان ٿئي ٿو؛ باقي
انومان وغيره پروڪ گيان، انومان وغيره پرماڻن مان
ٿين ٿا؛ اهو تفاوت آهي.

## (١٩١) ڪُٽ پرماڻن جو ذڪر.

جيڪي چار واڪ آهن، سي ته هڪئي پرتڪ پرماڻ
قبول ٿا ڪن.
(١٩٢) ڪڻاد (ويشيشڪ شاستر جو ڪرتا، جنهنکي
ڪُڻ ڀَڪ به چون) ۽ سُگت مت (ٻڌ ڌرم) وارا ٻيو "انومان
پرماڻ" به قبول ڪندا. اهي چون ٿا ته جيڪڏهن ر
پرتڪ پرماڻ هجي، ته ترپتي (ڍَو) لاءِ جيڪو ار
(اڇائو) هجي؛ تنهنکي جيڪر ڀوڄن ۾ پرورتي ٿئي
ڪين، ڇو ته نه کاڌل ڀوڄن ۾ ترپتي جي ڪارڻتا

* جيئن انومان گيان ۾ ٿئي ٿو.

ڪان ولکڻ يعني ٽرالو اگيان آهي، سو چيتن جي آسري
آهي ۽ تنهن اگيان ڪان چيتن آورڻ ۾ يعني ڍڪيل
آهي، تيئن گهٽ جي سروپ ڪان ڀن اگيان، جيتوڻيڪ
گهٽ جي آسري نہ آهي، تہ بہ اگيان، گهٽ وغيره
اُپايا آهن، جي سپاءِ ڪري پرڪاش رهت ۽ جڙ روپ
آهن، جنهن ڪري سدائين اوندهه سمان آورڻ ۾ آهن.
گهٽ وغيره جو اهو آورت يعني ڍڪيل سپاءِ اگيان
ڪهو آهي ۽ جو تہ اگيان ۾ تمو گڻ پرڌان يعني مکيہ
آهي جنهن مان آڪاس وغيره ڀوتن جي اُتپتي ٿئي
ٿي، جن مان گهٽ وغيره پيدا ٿين ٿا. اهو تمو گڻ
آهي آورڻ يعني ڍڪيندڙ سپاءِ وارو، تنهن ڪري گهٽ
وغيره پرڪاش رهت ۽ اگيان جي آورڻ يعني ڍڪي
وارا ٿيا آهن. انهيءَ ريت جيئو تہ آنڌڪار روپ آورڻ يعني
اگيان جو پٽڙو، گهٽ وغيره ۾ اگيان ڪار
پيدا ٿيل، قدرتي آهي. وري جو اگيان جو سپاءِ آهي
ڍڪڻ، سو گهٽ وغيره جو اڌشٽان، جو چيتن آهي
تنهن جي آسري رهي، اُن اڌشٽان چيتن کي ڍڪي
وري سپاءِ ڪري آورت يعني ڍڪيل گهٽ وغيره ک
بہ آورت ڪري رهيو آهي يعني ڍڪي رهيو آهي
جيتوڻيڪ سپاءِ ڪري ڍڪيل پدارٿن کي و
آورڻ ڪرڻ يعني ڍڪڻ ۾ ڪو ڀريو جن ڪونهي، تہ بہ
لوڪ ۾ مشهور آهي تہ آورڻ ڪندڙ يعني ڍڪيندڙ پدا

جي ورتيءَ جي وشيه ٿيو ٿي سگهي.

پادرين پدارٿن جي گيان بابت هيءَ ريت آهي:- جڏهن گهٽ يعني دلي جو اک اندريءَ سان سمبنڌ ٿئي ٿو، تڏهن اک دوارا انتهڪرڻ جي ورتي ٻاهر نڪري گهٽ جو آڪار پائي ٿي. جيئن ساليءَ ۾ وڌل ٽامو، انهيءَ ساليءَ جو آڪار پائي ٿو، تيئن انتهڪرڻ جي ورتي به گهٽ جي آڪار جهڙو آڪار پائي ٿي. هاڻ اهو ياد ڪجي ته اها ورتي آڀاس سهت آهي؛ ڇو ته ورتي آهي انتهڪرڻ جو پرڻام يعني پيدائش. وري اهو ياد ڪجي ته انتهڪرڻ آهي ستوي گڻ جو ڪاريه، تنهن ڪري شد آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي ان ۾ چيتن جو آڀاس پوي ٿو؛ ورتي به ته شد انتهڪرڻ جو ڪاريه آهي، تنهن ڪري اُن ۾ پڻ چيتن جو آڀاس رهي ٿو؛ ۽ ورتي اُتپن به ته آڀاس سهت انتهڪرڻ مان ئي ٿي آهي؛ انهيءَ ڪري به ورتي آڀاس سهت آهي.

(١٨٨) اگيان جو آشريه ۽ وشيه چيتن.

گهٽ پدارٿ آهي تمي گڻ جو ڪاريه، جهڙ ڪري سروپ ڪري جڙ آهي ۽ تنهن (گهٽ) ۾ اگيان ۽ تنهن جو آورڻ آهي.

انهيءَ تي هيءَ شنڪا اُٿي سگهي ٿي:- ته اگيان ۽ تنهن جو آورڻ، ويچار درشٽي سان ڏسو ته چيتن ۾

ٽيڪا:- پڇون! اوهان چيو تہ "اهم يعني مان
ورتيءَ ۾ ساکي ۽ آڀاس ٻنهي جي ڄاڻ ٿي ٿئي"
تنهن ۾ موں کي سمجهايو تہ انهن جي ڄاڻ ڪٿي
ٿيندي آهي. ڪهڙي نموني آهي، ڪين ساکيءَ مهل.

(١٨٧) گرو جو جواب ڏئي ٿو:-

दोहा– सावधान ह्वै शिष्य सुन, भाखूं उत्तर सार।
सुनत नसै अज्ञानतम, बोधभानु उजियार ॥११५॥

دوها ١١٥- اي چوان ٿو صاف ٿي، سڄ شش تي سارذان،
ٻڌڻ سان اونداهي ٿئي، حاصل ڪرين گيان.

ٽيڪا:- هي شش، مان توکي سار پوريل جواب
ٻڌايان ٿو، سو تون چت لائي ٻڌ. ان جي ٻڌڻ سان
تو ۾ ٻوڌ روپي سج اڀرندو ۽ اهو اگيان جي اونداهي ناس
ڪندو.

दोहा– एक समय ही भान ह्वै, साछी अरु आभास।
दूजो चेतनको विषय, साछी स्वयं प्रकाश ॥११६॥

دوها ١١٦- هڪ وقت ٿي ڄاڻ ٿي، ساکي ۽ آڀاس،
ڪري پرڪاش آڀاس جو، ساکي خود پرڪاش.

ٽيڪا:- هي شش، "اهم" ورتيءَ ۾ ٻنهي جو ڀان
[illegible] هڪ ئي وقت ٿئي ٿو. انهن ٻنهي سان
[illegible] ساکيءَ جي وشيہ جو ڀان ٿئي ٿو
[illegible] تہ پنهنجي پرڪاش ڪري ائين ٿئي
[illegible] ٿئي ٿو. اهو ساکي انهن ٻنهي سان آڀاس

ٿسندي، پرتبنب جو خيال ڇڏي يعني ان کي ٻاڌ
ڪري بنب پاڻ تي رکجي ته] پرتبنب جي بنب سان
ميڪرائي تي ٿئي؛ انهيءَ کي چون ٻاڌ سمان اڌيڪرڻ.
جو ته جنهن وستوءَ جو ٻيءَ وستوءَ سان ٻاڌ ٿيڻ تي ايڪ
ٿئي، تنهن ان وستوءَ جو ٻيءَ وستوءَ سان ٻاڌ سمان اڌيڪرڻ
چئبو وجي ٿو.

يا ورِي هيئن سمجهجي:- ٺونٺ يعني سڪل
ٿڙ ۾ پرش جو ڀرم ٿئي ٿو، پر ٺونٺ جي گيان ٿي
چئجي ٿو ته ”پرش ٺونٺ آهي.“ ايئن پرش جو ٺونٺ
۾ ٻاڌ سمان اڌيڪرڻ ٿئي ٿو؛ ساڳيءَ ريت آڀاس جي
ٻاڌ ٿيڻ تي برهم سان ميڪرائي ٿي وڃي ٿي.

تنهن ڪري چئبو ته ”مان“ شبد ۾ ٻيان، جو
ٿئي ٿو آڀاس، سو سچ ته برهم آهي، نيارو نه آهي. انهيءَ ريت آڀاس
جو برهم سان آهي، ٻاڌ سمان اڌيڪرڻ. ايئن، هي
شش، جاڻ ته ”اهم“ شبد ۾ ٻيان، جو ڪوٽست آهي،
تنهنجو آهي مکيه ايڪ (برهم سان)؛ جو آڀاس آهي
تنهن جو ٻاڌ ڪري ايڪ آهي.

(١٨٦) ٿئو درشٽي شش تنهن ٿو چوي:-

दोहा– अहंवृत्ति में भान है, साछी अरु आभास।
सो क्रमतेंवाक्रसविना, याकोकरहुप्रकाश ॥११४॥

دوها ١١٤:- ساکي ۽ آڀاس جو، ”مان“ ورتيءَ ۾ گيان؛
يڳون هڪڙي وقت ٿي، ڪين اچي ٻوءِ جاڻ؟

١١٣ ڪوٽسٿ آتم اچل جو، برهم ڪڏهن نا ڌار،
ناڪ مجل آڀاس سو، تني ته برهما ڪار.

ٽيڪا:- هي شعر ۾ جيئوٽيڪ اهو ڪيان ته "مان برهم آهيان" تني ۾ ڏيءَ سهت آڀاس کي ٿيو، ۽ نه ڪوٽسٿ کي، ته ٻه اهو آڀاس، ان وقت ڪوٽسٿ کي توڙي پنهنجي سروپ کي (پنهنجي کي) پنهنجو آتما ڪري ڄاڻي ٿو. مان شبد چوڻ سان ان آتما جو گرهڻ ٿئي ٿو، اهو ئي "اهم" يا مان شبد جو ارٿ آهي.

حاصل، "اهم" شبد ۾ جو ڪوٽسٿ واري ڄاڻ ٿي، ته ان جي ته برهم سان سدائين هيڪڙائي آهي، جيئن گهٽ آڪاس ۽ مها آڪاس جي. انهيءَ ڪري ويدانت شاستر چون ٿا ته ڪوٽسٿ جو برهم سان مکيه سمان اڌيڪرڻ آهي. انهيءَ جو مطلب آهي ته جنهن وستوءَ جي ڪنهن وستوءَ سان سدائين هيڪڙائي آهي، تنهن وستوءَ سان ان جو "مکيه سمان اڌيڪرڻ آهي."

وري "مان" شبد ۾ جا آڀاس جي ڄاڻ ٿي ٿئي، تنهن جي برهم سان پنهنجي (آڀاس) سروپ کي ٻاڌ يعني ڪم ڪرڻ بعد هيڪڙائي آهي. جيئن آرسيءَ ۾ *پرتبمب پيڙو مکهه جو، جو آهي بمب، سو [پرتبمب

* آرسيءَ ۾ ڏسڻ وستوءَ جو پڇاڙو يعني عڪس اوي، لڳهڪي چئجي بمب ۽ عڪس کي چئجي پرتبمب.

اهو گيان ٿئي ته "منهنجو ادشٽان ڪوٽست آهي، سو برهم روپ آهي"، ته ان کي حقيقت وارو گيان چئجي سگهجو. باقي آڀاس کي اهو گيان ته "مان برهم آهيان" سو ڀنارت نه آهي؛ ڇو ته "مان" ڏالو آهي "پنهنجي سروپ جو، سو آهي آڀاس روپ. آڀاس آهي مٿيا، ان جو سروپ برهم کان نرالو آهي؛ تنهن ڪري برهم کان ڀن جو آڀاس جو سروپ آهي، ته انکي برهم سروپ گيان ڪوڙو ٿيندو؛ جيئن سرپ کان ڀن جا نوڙي آهي، تنهن (نوڙيءَ) جو سرپ روپ ڪري گيان مٿيا آهي. مٿيا آهي ڀرانتي، سو برهم گيان کي ڀرانتي روپ چوڻ ته مناسب ئي ڪين آهي.

**(١٨٥) اهم شبد جي ارٿ جي سمجهاڻي.**

گرو ٿو جواب ڏئي:-

दोहा -- "अहं" ब्रह्म शब्दके अर्थको, सुन अब शिष्य विवेक।
तब हियके जासुं नसै, संक कलंक अनेक ॥१११॥
है यद्यपि आभासमैं, अहं ब्रह्म यह ज्ञान।
तथापि सो कूटस्थको, लहै आप अभिमान ॥११२॥
ताको सदा अभेद है, विभुचेतनतैं तात।
बाध समैंनिजरूपहू, ब्रह्मरूप दरसात ॥११३॥

دوها ١١١- "اهم" جي پڻ ارٿ جو، هي شش سڻ ويچار؛
سنسا سڀ تنهنجا مٽن، اهو سٽايان سار.
١١٢- آهي سچ آڀاس ۾، "اهم" برهم جي چاڻ؛
تڏهين ۾ سو ڪوٽست کي، سمجهي پنهنجو پاڻ

ज्ञान होत है कौनकूं, यह पूछी तैं बात।
मैं ताको उत्तर कह्यो, चहै सुपूछ ब तात ॥१०७॥

دوها ١٠٦- سڀ اوستائون مون چيون، توکي شش جي هاڻ؛
آهن سي آڀاس جون، تن ۾ آهي گيان.
١٠٧- برهم ڄاڻ ڪنهن کي ٿئي، اها پڇي تو ڳالهه؛
سو جواب توکي مليو، پڇ لاءِ پنهنجو احوال.

(١٨٤) جنهن مطلب سان شش (١٧٦ ,) شنڪا ڪئي، ان مطلب کي کولي ٿو چوي:-

दोहा— भगवन है आभासकूं, "अहं ब्रह्म" यह ज्ञान।
तुम भाख्यो सो मैं लख्यो, पुनि शंका इक आन ॥१०८॥

चौपाई— है आभास ब्रह्म तैं न्यारा, अस तुम पूर्व कियो निर्धारा।
"अहं ब्रह्म" सो कैसे जानै, आपहि भिन्न ब्रह्मतै मानै ॥१०९॥
जो जानै तौ मिथ्या ज्ञाना, होइ जेवरी भुजंग समाना।
श्रीगुरुयहसंदेहमिटाऊ, युक्तिसहितनिजउक्तिसुनाऊ ॥११०॥

دوها ١٠٨- ڀڳون ٿئي آڀاس کي، "آءٌ برهم" جي ڄاڻ؛
توهان چيو مون سمجهيو، اِي شنڪا هڪ هاڻ.
چوپائي ١٠٩- آهه آڀاس برهم کان نيارو، توهان ٻڌايو سو وستارو؛
"آءٌ برهم" سو ڪيئن مڃيندو، جدا پاڻ کان برهم ڳڻيندو.
١١٠- جي ڄاڻي تان مٿيا گيان، ٿئي رسيءَ ۾ سرپ سمان؛
سنسو سو تي گرو مٽايو، پنهنجي اُڪتي سان سمجهايو.

ٽيڪا:- هي ڀڳون! اوهان اڳ سمجهايو ته "ڪوٽست ۽ برهم ته هڪ آهن، پر آڀاس برهم کان نيارو آهي"؛ اهڙي برهم کان نياري آڀاس کي اهو گيان ته "مان برهم آهيان"، سو ٺيڪ نه آهي. جيڪڏهن آڀاس کي

दोहा– जन्म मरन मोमैं नहीं, नहिं सुख दुखको लेस।
कितु अजन्य कूटस्थमैं, भ्रांतिनास यह वेस ॥१०४॥

دوها ١٠٤- جنم مرڻ مون ۾ ڪو نه، سک دک ذرو به ناهه؛
جنم رهت مان آتما، ڀرانت ناس سا آهه.

ٽيڪا:- مون ۾ جنم مرڻ ڪونهي، مون ۾ سک دک ڪونهي، ڪو به سنساري ڌرم مون ۾ ڪونهي، بلڪ جنم رهت ڪوٽسٿ "مان آهيان"؛ انهيءَ ريت ڪل جنم وغيره انرٿن جو نشيڌ ڪرڻ، سو آهي "ڀرانتي ناس" جو سروپ. هتي جيئن ڪوٽسٿ ۾ جنم جي ڀاو جو نشيڌ ڪيو ويو، تيئن ڪل وڪارن جو نشيڌ سمجهجي، ڇو ته جنم جي پرتيت ٿيڻ کان پوءِ ٻيا انرٿ پرتيت ٿين ٿا. تنهن ڪري جنم جي نشيڌ سان سڀ جو نشيڌ اچي ويو. ڀرانتي ناس ۽ شوڪ ناس ساڳي ڳالهه سمجهجي.

दोहा– संशय रहित स्वरूपको, होइ जु अद्वय ज्ञान।
तव उपजै हिय मोद तव, सो तूं हर्ष पिछान ॥१०५॥

دوها ١٠٥- سنسي رهت سروپ جو، ٻيائيءَ ري ٿئي گيان؛
تڏهين خوشي چت ۾ ٿئي، اهو "هرش" ڪر ڌيان.

(١٨٣) ٽيڪا:- هي شش، توکي جڏهين اڏوٽ ۽ سنسي رهت گيان ٿيندو ته "مان اڏوِيه برهم آهيان"، تڏهين جيڪو توکي آنند ٿيندو، تنهنکي تون هرش ڪري ڄاڻ.

दोहा– कही अवस्था सातमैं, तोकूं शिस्य सुजान।
सो सगरी आभासकी, है तिनहीमैं ज्ञान ॥१०६॥

ٽيڪا:- جنم مرڻ وغيره جو سنسار آهي، تنهنجي ان سروپ (ڪوٽست) ۾ جا پرتيتي ٿئي ٿي، تنهنکي ويدن ۾ ڀرانتي يا شوڪ ڪري ڄاڻ آهي.

दोहा-- द्वैविधज्ञान वखानिये, इक परोछ अपरोछ ।
"अस्तिब्रह्म" परोछहै, "अहंब्रह्म" अपरोछ ॥१०२॥
"नहिं ब्रह्म" या अंशको, करै परोछ विनास ।
सकल अविद्या जालकूं, दूजो नसै प्रकाश ॥१०३॥

دوها ١٠٢- ان قسمن جو گيان ٿئي، پروکش ۽ اپروکش؛
"آهي برهم" پروکش سو، "آءٌ برهم" اپروکش.
١٠٣- "ناهه برهم" ان انش کي، پروکش ڪري تنهن ناس؛
جملي اوديا ڄار جو، ڪري اپروکش وناس.

ٽيڪا:- آورڻ جو جيڪو انش، "برهم نه آهي"، تنهن کي پروکش گيان يعني "برهم آهي"، سو ناس ٿو ڪري؛ ڇونته اهي ٻئي ڀاو هڪ ٻئي جا وروڌي آهن؛ سي ٻئي گڏ نه رهندا.

"مان برهم آهيان" اهو جيڪو اپروکش گيان آهي سو ڪل اوديا ڄار جو وروڌي آهي. انهيءَ اوديا ڄار ۾ هي ٣ ڀاو آهن وچن ٿا:- پهريون "مان برهم کي نٿو ڄاڻان" اهو اگيان؛ ٻيو "برهم نه آهي ۽ برهم ڀان نٿو ٿئي" اهو آورڻ؛ ٽيون "مان برهم نه آهيان، بلڪ پنهنجي پاپ جو ڪرتا ۽ سک دک جو ڀوڳتا جيو آهيان"، اها ڀرانتي. انهيءَ ڪل اوديا ڄار کي اپروکش گيان ناس ٿو ڪري.

## (١٧٨) آياس جون ست اوستائون.

चौपाई– इक अज्ञान आवरन जानी, भ्रांति, द्विविध पुनि ज्ञान पिछानी
शोकनाश अतिहर्ष अपारा, सप्त अवस्था इम निर्धारा ॥९९॥

چوپائي ٩٩- هڪ آورڻ ۽ ٻيو اگيانا، ڀرانتي ٽين، ٻن قسمن گيانا؛
هرک شوڪ جي سَت جاڻي، اوستائون هنجو ٻڌ تون هاڻي.

दोहा -- "नहिं जानूं मैं ब्रह्मकूं", याकूं कहत अज्ञान।
"ब्रह्म है न नहिं भानहै", यह आवरन सुजान ॥१००॥

دوهو ١٠٠- ”آءٌ نه ڄاڻان برهم کي“، اهو چئون اگيان؛
آورڻ جي ”برهم ڪونه ڪو، ناهي لکهنجو يان“.

ٽيڪا:- منکر جو چوي تو ته ”مان برهم کي نٿو ڄاڻان“، ان جو ڪارڻ آهي **اگيان**؛ جنهن ديهن سمجهي تو ته ”برهم آهي ئي ڪونه، ۽ اُنجي ڄاڻ به ڪانهي“، ان جو سبب آهي **آورڻ**. ”وستو ڪانهي“ جيئن برهم ڪونهي، اهڙي پرتيتي ڪرائيندڙ جيڪا آورڻ جي شڪتي آهي، تنهن کي چئون **آسٿواپادڪ**. ”وستو جي ڄاڻ ڪانهي“، اهڙي پرتيتي ڪرائيندڙ آورڻ جي شڪتي جا آهي، تنهن کي چئون **آڀاناپادڪ**. [اسٿواپادڪ ۽ اڀاناپادڪ، ٻه آورڻ جون شڪتيون آهن.]

दोहा -- जन्म मरन गमनागमन, पुन्य पाप सुख खेद।
निज स्वरूपमैं भानहै, भ्रांति बखानी वेद ॥१०१॥

دوهو ١٠١- جنم مرڻ آواگون پاپ جو، پنو ڏک سک ۽ کيد،
آتم ۾ سمجهڻ آهي، ڀرانت چئون تا ويد.

ڏيندو، جو تہ ٿورن ۽ اگي جيو آهي تہ ڪوٽسٿ ۽ برهم جي ڏي ايڪتا ٻڌلي آهي. ٻڌيءَ ۾ آڀاس تہ برهم کان ڀن آهي، سو آڀاس جيڪڏهن سمجهي تہ "مان برهم آهيان" تہ اها اهڙيءَ پرالتي آهي، جهڙو ٿوڙيءَ کي سرپ سمجهڻ.

"مان برهم آهيان" اهو گيان جيڪڏهن پرالتي روپ ٿي قبول ڪجي، تہ اهڙي گيان سان متيا جڳت جي نورتي ڪيڻ جي نہ آهي؛ جو تہ يٿارٿ گيان سان ئي متيا جي نورتي ٿئي ٿي، جيئن ٿوڙيءَ جي يٿارٿ گيان سان ئي متيا سرپ جي نورتي ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري "مان برهم آهيان" سو گيان آڀاس سميت ٻڌيءَ ۾ بہ نٿو ٻڌي.

(۱۷۷) گرو جو جواب ڏئي ٿو:-

सोरठा-' कहुं अवस्था सात, सुन शिष्य व आभासकी।
नहिं चेतनकी तात, तिनहीं में यह ज्ञान है ॥९८॥

سورٺا ۹۸- ستہ اوسٿائون چاڪ، آهن جي آڀاس جون تن ۾ گيان ٻڌاڪ، چيتن ۾ نا سمجهہ اون.

ٽيڪا:- هي شش! هاڻ مان توکي آڀاس جون ست اوسٿائون [1] ٻڌايان، سي ٻڌ. چيتن جو ڪوٽسٿ آهي، تنهنجي انهن ستن مان، ڪابہ ڪاهي. "مان برهم آهيان" اهو گيان بہ انهن ستن اندر آهي.

۱- حالتون.

### (١٧٨) آپاس جون ست اوسٿائون.

चौपाई— इक अज्ञान आवरन जानौ, भ्रांति, द्विविध पुनि ज्ञान पिछानौ।
शोकनाश अतिहर्ष अपारा, सप्त अवस्था इम निर्धारा॥९९॥

چوپائي ٩٩— هڪ آورڻ ۽ ٻيو اگيان، ڀرانتي ٽين، ٻن قسمن گيان؛
هڪ شوڪ جملي ستڻ جاڻي، ارت الهنجو ٻڌلون هاڻي.

दोहा-- "नहिं जानूं मैं ब्रह्मकूं", याकूं कहत अज्ञान।
"ब्रह्म है न नहिं भानहै", यह आवरन सुजान॥१००॥

دوها ١٠٠— "آءٌ نہ ڄاڻان برهم کي"، اهو چون اگيان؛
آورڻ جي "برهم ڪونه ڪو، ناهي لنهنجو پان".

ٽيڪا:— منکر جو چوي ته "مان برهم کي نٿو ڄاڻان"، ان جو ڪارڻ آهي **اگيان**؛ جنهن سمجهي ته "برهم آهي ڪونہ، ۽ اڃا ڄاڻڻ ۾ ڪانهي"، ان جو سبب آهي **آورڻ**. "وستو ڪانهي" جيئن برهم ڪونهي، اهڙي پرتيتي ڪرائيندڙ جيڪا آورڻ جي شڪتي آهي، تنهن کي چون **اَسَتواپادڪ**. "وستو جي ڄاڻ ڪانهي"، اهڙي پرتيتي ڪرائيندڙ آورڻ جي شڪتي جا آهي، تنهن کي چون **اَڀاناپادَڪ**. [اسَتواپادڪ ۽ اڀاناپادڪ، ٻہ آورڻ جون شڪتيون آهن.]

दोहा-- जन्म मरन गमनागमन, पुन्य पाप सुख खेद।
निज स्वरूपमैं भानहै, भ्रांति वखानी वेद॥१०१॥

دوها ١٠١— جنم مرڻ اچ وڃ پاپ پُن، ٻيو سک ۽ کيد،
آتم ۾ سمجهڻ اهي، ڀرانت چون تا ويد.

ٿيندو. ڇو ته ٽوڻان اهو اڪي ڇهو آهي ته ڪوٽسٿ ۽ برهم جي ڏي ايڪتا ٻڌي آهي. پڙيءَ ۾ آڀاس ته برهم ڪان ڀن آهي، سو آڀاس جيڪڏهين سمجهي ته "مان برهم آهيان" ته اها اهڙيئي ڀرانتي آهي، جهڙو نوڙيءَ کي سرپ سمجهڻ.

"مان برهم آهيان" اهو گيان جيڪڏهن ڀرانتي روپ ٿي قبول ڪجي، ته اهڙي گيان سان مٿيا جڳت جي نورتي ٿيڻ جي نه آهي؛ ڇو ته يٿارٿ گيان سان ئي مٿيا جي نورتي ٿئي ٿي، جيئن نوڙيءَ جي يٿارٿ گيان سان ئي مٿيا سرپ جي نورتي ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري "مان برهم آهيان" سو گيان آڀاس سهت پڙيءَ ۾ به نٿو ٻڌي.

(۱۷۷) گرو ٿو جواب ڏئي:-

सोरठा–' कहूं अवस्था सात, सुन शिष्य व आभासकी।
नहिं चेतनकी तात, तिनहीं में यह ज्ञान है ।।६८।।

سورٺا ۹۸- ستن اوستائون جاڻ، آهن جي آڀاس جون
نه برگيان ڀڃاڻ، چيتن ۾ نا سمجهه لون.

ٽيڪا:- هي شش! هاڻ مان توکي آڀاس جون ست اوستائون ٿو ٻڌايان، سي ٻڌ. چيتن جو ڪوٽسٿ آهي، تنهنجي انهن ستن مان، ڪابه ڪانهي. "مان برهم آهيان" اهو گيان به انهن ستن اندر آهي.

۱- حالتون.

ايئن چاهڻ ته "مان برهم آهيان". اتي "اهم" جو ارٿ ڪوٽست سمجهه ۽ برهم شبد جو جيڪو مها آڪاش وانگي لکيه ارٿ چئو، سو چاهڻ چئو ته "اهم" شبد ۽ "برهم" شبد واچيه ارٿ ڪري ايڪ نه ٿا ٿين، ته به لکيه ارٿ ڪري ايڪ آهن.

سو هي شش! جيستائين "اهم برهم اسمي"، ايئن نه چاڻندين تيستائين پاڻکي ديه ۽ دکي پيو سمجهندين؛ ۽ جيستائين پرماتما کي پاڻ کان جدا سمجهندين، تيستائين تون ڊُکو ٿي رهندين.

### (١٧٦) اهم برهم گيان ڪنهن کي ٿو ٿئي!

दोहा— कहो गुरु है कौनकूं, “अहंब्रह्म” यहज्ञान।
नहिं जानूं मैं आपके, भाखे विना सुजान ॥६७॥

دوها ٩٧- ستگر ڪنهن کي ٿو ٿئي، "اهم برهم" جو گيان؛
سمجهائڻ تنهنجي بنان، سمجهان ڪين سڄان.

ٽيڪا:- هي گرو! اوهين ڪرپا ڪري ٻڌايو ته اهو "اهم برهم اسمي" گيان ڪنهن کي ٿو ٿئي؟ اوهانجي سمجهائڻ کانسواءِ مان اها ڳالهه چاڻي ڪين سگهندس. شش جي چت ۾ پيدا آهي ته اهو گيان، ڪوٽست کي ٿو ٿئي يا آڀاس سهت ٻڌيءَ ۾ ٿو ٿئي. جيڪڏهين ڪوٽست کي ٿئي ٿو آهي ته ڪوٽست وڪاري ٿئي ٿو. جيڪڏهين آڀاس سهت ٻڌيءَ ۾ ٿيئو آهي، ته انکي "مان برهم آهيان" اهو گيان، اٽلو پرانتي روپ

٩٤- سي چيتن جا پاڇا ٿين، اُپ عڪس چيتن ڌار آهني؛
پاڇو ٿيو پر ڪرمن ڪندڙ، مايا پاڇو ڦل جو ڏيندڙ.
٩٥- جيو (ايش) ۽ چيتن جوئي، وهت ٻنهي ۾ آهي سوئي؛
برهم سروپ پالڪي جاڻي، آهم ارٿ ڪونسٿ سڃاڻي.
٩٦- برهم حرف جو ارٿ ٻڌايم، وياڪ اُپ چيتن لکيب ساٻايم؛
آلم ڪي برهم روپ نه جاڻي، لسبن دڪ دلبا جا ماڻي.

ٽيڪا: هي شش، تنهنجي سوالن جو جواب ڏنم. تو چيو ته "هڪ وٽ ۽ ٻه پکي آهن، جن مان هڪ آهي ڀوڳي، ۽ ٻيو آهي ٺراڇو، تنهنڪري [ڀوڳي] جيو [ٺراڇو] برهم جي ايڪتا نٿي ٿئي"؛ تنهن جو جواب ڏنم ته هن پرسنگ ۾ جيو ۽ برهم نه سمجهڻ کپن، پر سمجهڻ کپي ته هڪ آهي ڪونسٿ [ٺراڇو] ۽ ٻيو آهي ٻڌي، ۽ آڀاس [ڀوڳي]، تنهنجو پاڻ ساڳيو اُتو ڀيد آهي، جو گهٽ آڪاس ۽ آڪاس جي پرتبمب يعني ڇايا جي وچ آهي.

وري جو تو چيو ته "جيو ته ڪرم اپاشنا ڪرڻ وارو آهي ۽ پرماتما ڦل ڏيڻ وارو آهي، تنهنجي ايڪتا نه ٿيندي"؛ انهيءَ جي جواب ۾ چيم ته ڪرم ڪرڻ وارو جيو نه آهي، ۽ ڦل ڏيڻ وارو ايشور نه آهي؛ پر جيڪو جيو ۾ آڀاس انش آهي، سو ئي ڪرم ڪري؛ ۽ ايشور ۾ جو آڀاس انش آهي سو ئي ڦل ڏئي. جيو ۽ ايشور ۾ جيڪو چيتن انش آهي، تنهن ۾ ذرو به ڀيد ڪونهي، جيئن گهٽ آڪاس ۽ مها آڪاس ۾ ذرو به ڀيد ڪونهي. انهيءَ ريت هي شش! جيو برهم جي ايڪتا ٿئي ٿي، ۽ تون

ايئن ڄاڻ تہ "مان برهم آهيان". اتي "اهم" جو ارٿ ڪوٽسٿ سمجهہ ۽ برهم شبد جو جيڪو مہا آڪاش وانگي لکيہ ارٿ چيو، سو ڄاڻ جو تہ "اهم" شبد ۽ "برهم" شبد واچيہ ارٿ ڪري ايڪ نہ بہ ٿين، تہ بہ لکيہ ارٿ ڪري ايڪ آهن.

سو هي شش! جيستائين "اهم برهم اسمي"، ايئن نہ ڄاڻندا ين تيستائين پاڻکي ديہ ۽ دکي پيو سمجهندا ين؛ ۽ جيستائين پرماتما کي پاڻ کان جدا سمجهندا ين، تيستائين توں ڀؤ ۾ رهندا ين.

## (١٧٦) اهم برهم گيان ڪنهن کي ٿو ٿئي!

दोहा- कहौ गुरु है कौनकूं, "अहंब्रह्म" यहज्ञान।
नहिं जानूं मैं आपके, भाखे विना सुजान ॥९७॥

دوها ٩٧- ستگر ڪنهن کي ٿو ٿئي، "اهم برهم" جو گيان؛
سمجهائڻ تنهنجي بنان، سمجهان ڪين سڄان.

ٽيڪا:- هي گرو! اوهين ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ اهو "اهم برهم اسمي" گيان ڪنهن کي ٿو ٿئي؟ اوهانجي سمجهائڻ کانسواءِ مان اها ڳالهہ ڄاڻي ڪين سگهندس. شش جي چت ۾ پيدا آهي تہ اهو گيان، ڪوٽسٿ کي ٿو ٿئي يا آڀاس سهت ٻڌيءَ ۾ ٿو ٿئي. جيڪڏهين ڪوٽسٿ کي ٿيڻو آهي تہ ڪوٽسٿ وڪاري ٿيو. جيڪڏهين آڀاس سهت ٻڌيءَ ۾ ٿيڻو آهي، تہ انکي "مان برهم آهيان" اهو گيان، اٽلو ڀرانتي روپ

٩٤- سي چيتن جا ڀاڃا ڀڻي، اپ عڪس جيتن ڌار آهني؛
ڀاڃو ڀڳ ڀر ڪرمن ڪندڙ، مايا ڀاڃو ڦل جو ڏيندڙ.
٩٥- جيو (ابش) ۾ جيتن جوئي، وهمه ڀاسائي آهي سوئي؛
برهم سروپ ڀاسڪي جاڻي، آهر ارت ڪوٽسٿ سياڻي.
٩٦- برهم حرف جو ارٿ ٻڌايم، وياپڪ آپ چيتن لکيه سڀايم؛
آهر ڪي برهم روپ نه جاڻي، لبسن دڪ دنا جا ماڻي.

ٽيڪا- هي شش، تنهنجي سوالن جو جواب ڏنم. تو چيو ته ”هڪ وڻ ۾ ٻه پکي آهن، جن مان هڪ آهي ڀوڳي، ۽ ٻيو آهي اڀوڳي؛ تنهنڪري [ڀوڳي] جيو [اڀوڳي] برهم جي ايڪتا نٿي ٻڻي“؛ تنهن جو جواب ڏنم ته هن پرسنگ ۾ جيو ۽ برهم نه سمجهڻ گهرجن، پر سمجهڻ گهرجي ته هڪ آهي ڪوٽسٿ [اڀوڳي] ۽ ٻيو آهي ٻڌي، ۾ آڀاس [ڀوڳي]؛ تنهنجو ڀاڳ ساڳيو آتو ڀيد آهي، جو گهٽ آڪاس ۽ آڪاس جي پرتبمب يعني ڇايا جي وچ آهي.

وري جو تو چيو ته ”جيو ته ڪرم اپاشنا ڪرڻ وارو آهي ۽ پرماتما ڦل ڏيڻ وارو آهي، تنهنجي ايڪتا نه ٿيندي“؛ انهيءَ جي جواب ۾ چيم ته ڪرم ڪرڻ وارو جيو نه آهي، ۽ ڦل ڏيڻ وارو ايشور نه آهي؛ پر جيڪو جيو ۾ آڀاس انش آهي، سو ٿو ڪرم ڪري؛ ۽ ايشور ۾ ٻه جو آڀاس انش آهي سو ٿو ڦل ڏئي. جيو ۽ ايشور ۾ جيڪو چيتن انش آهي، تنهن ۾ ذرو ڀر ڀيد ڪونهي، جيئن گهٽ آڪاس ۽ مها آڪاس ۾ ذرو ڀر ڀيد ڪونهي. انهيءَ ريت هي شش! جيو ۽ برهم جي ايڪتا ٻڻي ٿي، ۽ تون

ايشور شبد جي ارٿ ڪان نرالو ڪري ڏيکاريو ويو آهي.

(١٧٣) داظ ڏسو سوال (١٠٨) وارو ۽ انجي جواب آهي:-

दोहा— चतुर्भावि चेतन कह्यो, तामैं मिथ्या जीव।
पुण्य पाप फल भोगवै, चिदकूटस्थ नु सीव ॥६१॥

دوها ٦١:- چار قسر چيتن چيا، تنهن ۾ مٿيا جيو؛
پوکي ڦل ڀج پاپ سو، شو ڪوٽسٿ سچو.

ٽيڪا:- هي شش! چئن قسمن جو چيتن چيو، تن ۾ جيو جي سروپ ۾ جيڪو مٿيا آڀاس انش آهي سو ڀج پاپ کو ڪري ۽ ڦل کو ڀوڳي، ۽ ڪوٽسٿ جو چيتن آهي، سو شو يعني ڪلياڻ سروپ آهي. تنهنڪري جو سوال اڳاڙيل جو ته "ڀڳتي روپ وٺ ۾ ٻه پکي آهن، ڪ پرماتما ٻيو جيو" انهي پرماتما ۽ جيو نه سمجهڻ کپي، پر ڪ آهي ڪوٽسٿ، جو پرڪاش ڪريتو ۽ ٻيو آڀاس جو ڦل ڀوڳيندڙ آهي.

(١٧٤) ڪرم ڪرڻ ۽ ڦل ڀوڳڻ آڀاس ۾ آهن، چيتن نسنگ آهي.

दोहा— कर्म छाया देव फल, नहिं चेतनमें जोग।
सो असंग इकरूप है, जानैं भिन्न कुलोग ॥६२॥

دوها ٦٢:- ڪڪ ڪرمي ڀو ڦل ڏئي، سي چيتن آڀاس؛
چيتن آهي اسنگ سو، بيائي ڏسن بد ٽاس.

ٽيڪا:- جيڪو ۾ جو آڀاس آهي سو ڪرمي آهي ۽ ايشر ۾ جو آڀاس آهي سو ڦل ڏيڻ وارو آهي. انهن ٻنهي

جي وياپڪتا موجود آهي، سا وست آهي برهم شبد جي
واچيم ۽ اُها ٻنهي قسمن جي وياپڪتا آهي، "مايا وششت
چيتن" ۾ چئو تہ * وششت ۾ جو مايا انش آهي، تنهن
۾ آهي اپيڪشڪ، ۽ جو چيتن انش آهي، تنهن ۾ آهي
نرپيڪشڪ وياپڪتا.

جيئو ٽيڪ مايا وششت چيتن ۾ نرپيڪشڪ وياپڪتا
بڻي نٿي، چئو تہ مايا آهي چيتن جي رڳو ڏيک ديس ۾،
تنهنڪري مايا وششت چيتن کان شڌ چيتن جي وياپڪتا
وڏيڪ آهي؛ انڪري شڌ چيتن ۾ ئي آهي نرپيڪشڪ
وياپڪتا: تہ بہ مايا وششت چيتن جو آهي، سو پرمارٿ
درشٽيءَ کري يعني حقيقت ۾ شڌ چيتن کان نرالو نہ
آهي، بلڪ شڌ روپ ئي آهي. تنهن کري مايا وششت
۾ جو چيتن انش آهي تنهن ۾ نرپيڪشڪ وياپڪتا آهي.
اهيءَ ريت مايا وششت ئي برهم شبد جو واچيم بڻي ٿو،
۽ شڌ چيتن آهي برهم شبد جو لکيم. ايئن معلوم ٿيو تہ
ايشور شبد ۽ برهم شبد ٻنهي جو ارٿ ڪجهہ وآهي ۽ نرالو. اهيءَ
هوندي بہ هي ياد رکڻ کپي جي تہ برهم شبد جو سياڻ آهي
تہ کهڻن هنڌن تي لکيم ارٿ سمجهائي ۽ رڳو ڪن
هنڌن تي واچيم ارٿ سمجهائي؛ ۽ ايشور شبد جو سياڻ
آهي تہ کهڻن هنڌن تي واچيم ارٿ سمجهائي. اهيءَ
ڪريٽي لکيم ارٿ جي خيال، کان برهم شبد جو ارٿ

* مليل.

دوها ٩٠- جڳ جي اندر ٻاهران، چيتن جو ڀرپور
مهاڪاش جيئن برهم سو، نا وڇڙيو نا ڏور.

ٽيڪا:- برهمانڊ جي اندر توڙي ٻاهر جو مهاآڪاس سمان ڀرپور چيتن آهي، سو جيڪي تون برهم آهين لکي ويڇيو آهي نڪي دور آهي جو تون ويڇيو يا دور آهين، ڪي ٿي نٿي سگهين. جو جنهن واري ڪان پيارو نٿي، ته ديش ۽ روپ جي اپاڌي وارو ٿئي. برهم ته ڪنهن کان به نرالو نه آهي، بلڪ ڪل جو آتما آهي، ۽ ديس وغيره ڪل اپاڌين رهت آهي، تنهن کي ويڇيو يا دوري ٿي ڪين سگهين.

"ڪري ڪو چوي ته 'وياپڪ' وست جو ناءُ برهم آهي، ڪنهن ڪري برهم شبد جو واچيه به اپاڌي وارو آهي"، ته اُنجو جواب هي آهي ته وياپڪتا ٻن نمونن جي آهي:- هڪ کي چون "آپيکشڪ"، ٻي کي چون "نرآپيکشڪ". جا وست ڪنهن پدارٿ جي *اپيکشا ڪري وياپڪ آهي ۽ ڪنهن پدارٿ جي اپيکشا ڪري نه، تنهنجي "آپيکشڪ وياپڪتا" چون، جيئن مايا، پرٿوي ۽ جل وغيره جي نسبت ۾ وياپڪ آهي ۽ چيتن جي نسبت ۾ وياپڪ نه آهي. جا وست سڀ جي نسبت ۾ وياپڪ آهي، تنهنجي "نراپيکشڪ وياپڪتا" چون ٿا، ته آهي چيتن ۾. جنهن وست ۾ ٻنهي قسمن

* ڀيٽ ۾ يا نسبت.

انش جو اڌشٺان جو ڪوٽسٿ آهي، ٿن ٻنهي جي ميل
کي جيو پد ٿو ڏجي. انهيءَ ۾ ٻراڳيه جو اڀاءِ ٿئو ٿئي ۽ چوٿو
سکپت ۾ اگيان رهيٿو ۽ سکپت ۾ چيٿن جي پرتبنب
سهت جو اگيان جو انش آهي، سوئي جاڳرت ۽ سپن
۾ ٻڌيءَ جي صورت وٺي ٿو ۽ چيٿن جو پرتبنب ته ان
۾ شروع کان ٿئي ٿو.

انهيءَ چداڀاس سهت ٻڌيءَ ۾ ٻڄ ڀاپ وغيره سنسار
پرتيت ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري ڪن شاسترن ۾ "ٻڌيءَ"
کي جيوپڻي واري اپاڌي ڪري چيو ويو آهي، مگر وچار
درشٽيءَ سان ته جيوپڻي واري اپاڌي آهي "اگيان".

## (۱۷۱) ايشور سروپ جو ذڪر.

दोहा -- चित् छाया माया विषै, अधिष्ठान संयुक्त।
मेघ व्योम सम ईशसो, अंतरयामी मुक्त ॥८९॥

دوها ۸۹- چيتن ۽ آڀاس ٻئي، مليل مايا ساڻ؛
انتريامي مڪت، جيئن، ميگهه آڪاش ته جاڻ.

ٽيڪا:- برهم جو ڀاڃو يعني آڀاس جو مايا ۾ پريٿو ۽
۽ مايا جو اڌشٺان برهم ٻنهي جي ميلي کي ايشو
چون ٿا ۽ اهو ايشور ايئن آهي جيئن ميگهه آڪاس
اهو ايشور انتريامي آهي، جو ته سڀ جي اند
پريرڻا ڪندڙ آهي. اهو سدا مڪت آهي، جو ته اُنکي
پنهنجي سروپ ۾ آورڻ ڪونهي، جنهنڪري اُنکي
جنم مرڻ وغيره ٻنڌ پرتيت نٿا ٿين. ۽ اهو سروگ

۽ ڪل وڪارن کان رهت آهي.

مطلب ته جيئن جل پوريل دلي جي وڪارن کان دلي وارو آڪاس آجو آهي، تيئن ڪوٽست کي به ڄاڻ. تنهن ڪري جيوپڻي جا ڌرم ڪل چداڀاس ۾ آهن، ۽ ڪوٽست ۾ رکو اگيان سبب پرتيت ٿين ٿا. اهي پراپتي، سبب ٿي پڌي ۾ ڪوٽست سهت جو چداڀاس آهي تنهن کي جيو چئو ويو آهي.

(۱۷۰) جيو جو اهو سروپ ڏکرڪرڻ سان "پراگيه" سڏبو ٿئي، ڇو ته، سکپت جي اپاڌي جيو جو نالو پراگيه آهي، ۽ سکپت ۾ نه پڌي جو اپاڌ آهي، ۽ اهي ڪري سکپت وقت پڌي ۾ آڀاس جو پڻ اپاڌ آهي، جنهن ڪري سکوپت ۾ پراگيه نالي جيو سڏبو ٿئي، ۽ پراگيه جو سروپ جيڪي شاستر ٻڌائين ٿا، تن جي مخالفت يعني وروڌ ٿيندو. اهي ڪري جيو جو پهو سروپ ڪٿي ڪجي ٿو.

दोहा-- अथवा व्यष्टि अज्ञानमें, जो चेतन आभास।
अधिष्ठान कूटस्थयुत, कहै जीवपद तास ॥८८॥

دوها ۸۸- يا ته ويشٽي اگيان ۾، چيتن جو آڀاس،
اڌشٺان ڪوٽست سان، جيو نانءُ ٿيو واس.

ٽيڪا:- اگيان جي انش جو نالو آهي "وِيشٽي اگيان" ۽ ڪل اگيان جو نالو آهي "سَمشٽي اگيان". اهي اگيان جي انش ۾، جو چيتن جو آڀاس آهي ۽ اگيان

اڇڻ وڃڻ، اهي سڀ ڪرم آڀاس سهت بڌي ڪري
ٿي ۽ نہ ڪوٽسٿ ڇئين. ڪوٽسٿ ۾ رڳو پرانتيءَ ڪان
پرتيتي ٿئي ٿي. اها پرانتي بہ ته بڌيءَ سهت آڀاس کي
ٿي پرتيت ٿئي ٿي ۽ نہ ڪوٽسٿ کي. ڇوته ڪوٽسٿ
آهي اهو، جو نروڪار روپ سان "ڪوٽ" وانگر
استٿ آهي. "ڪوٽ" جو ارٿ آهي لوهار جي اهرڻ
يعني سنداڻ يا "ڪوٽ" جي معني آهي ڪوڙ يعني
مٿيا ۽ مٿيا بڌيءَ ۽ چداڀاس ۾ جو اسنگ ٿي وسٿل،
تنهن کي چئجي ٿو ڪوٽسٿ. انهيءَ ڪري ته پرانتي
ڪوٽسٿ ۾ نٿي ڀاسي، پر ڀاسي ٿي چداڀاس ۾.
(١٦٩) پورو پورو وچار ڪري ڏسبو ته پڃ پاپ،
سک دک، لوڪن ۾ اچڻ وڃڻ، رڳو بڌيءَ ۾ آهي،
آڀاس ۾ بہ ڪين آهي؛ آڀاس ۾ رڳو بڌيءَ سان سنجوڳ
سبب آهي. جيئن جل پرڀل ڏلو آهي، سو ڏسبو هجي
ڪِ سڌو ٿئجي، ڪِ ڪجهه ويندو پيو هجي ڪِ ڪجهه
ايندو پيو هجي، ته اُن جي سنگ ۾ جيڪو آڪاس جو
پرتبنب آهي، تنهن ۾ بہ اُن ڏاي جي سنگ ڪري چڙ
ڪُل ڪريائون پيئون ٿين. جيئوڻيڪ حقيقت ۾ اُن
۾ پنهنجي سر ڪابہ ڪريا نٿي ٿئي. تيئن ئي ڪام ۽
ڪرم روپي جل سان ڀريل، بڌي روپي ڏلو پڃ پاپ
وغيره ڪل وڪار ڌاري ٿو، ۽ چداڀاس جو ڌاري ٿو،
سو رڳو بڌيءَ سان سنگ هئڻ سبب؛ پر ڪوٽسٿ جيئن

پرتبنب ٿئي ٿو“، سو بہ ڪوڙو ڪواهي ؟ جيئن روپ رهت شبد جو روپ رهت آڪاس ۾ پرتبنب ٿئي ٿو، اهو اگهہ سمجهاڻ آهي. تيئن چيتن جو بہ پرتبنب ٿئي ٿو. انهيءَ رهت ٻڌيءَ ۾ آڀاس ۽ ادشٽان چيتن، ٻنهي جو نالو جيءُ چيو ويو. اهو جيءُ آهي ”تُوم“ پد جو *واچيہ ۽ تنهن ۾ چداڀاس جي ٻيائي ڪرڻ سان، جو ڪيول ڪوٽست رهي ٿو، سو آهي ”تُوم“ پد جو لکيہ، يعني تہ جيءُ آهي ”اهم“ شبد جو واچيہ ۽ ڪوٽست آهي ”اهم“ شبد جو لکيہ.

## (١٦٨) آڀاس وڪاري آهي مگر ڪوٽست نروڪار آهي.

दोहा— बुद्धिमाहिं आभास जो, पुन्यपाप फलभोग।
गमन आगमन सो करै, नहिं चेतनमें जोग ॥८६॥
मिथ्या नभ घट संग ज्यूं, लहै क्रिया वहुभांति।
घटाकास अक्रिय सदा, रहै एकरस शांति ॥८७॥

دوها ٨٦- ڀوڳي ڦل تو پاپ پنّ، ٻڌ ۾ جو آڀاس؛
جمڻ مرڻ ۾ سو اچي، چيتن پنڊ خلاص.
٨٧- گهڙي اندر آڪاس جو، ڪريا ڪري ٿامون)
لئي ڪريا پرلٻ ٿي، ستگر دلي، سو ڪوڙ.

ٽيڪا:- جيئن ٽيڪ ”جيءُ“ نالو آهي ڪوٽست ۽ چداڀاس جو، تہ بہ جيو ٻٽي جو سارو ڌرم آڀاس ۾ آهي. پڄ پاپ ۽ انهن جو ڦل سک دک ۽ سرگ آدڪ لوڪن ۾

* واچيہ ۽ لکيہ جي ڪول چوٿين ترنگ ۾ ڪيل آهي.

ڪيئن ڳاڙهي گل مٿان *سفٽڪ رکجي، ته
شفاف سفٽڪ ۾ گل جي لالاڻ جي جا ڏمڪ ٿئي ٿي،
سا آهي لعل گل جو پرتبمب. انهيءَ ريت ڪوتست
جي آسري جا هڏي آهي، تنهن هڏيءَ ۾ ڪوتست
جي پرڪاش جي ڏمڪ ٿئي ٿي؛ ڇو ته جيئن سفٽڪ
بلڪل اُجل آهي تيئن هڏي به بلڪل شڌ آهي؛
سبب ته هڏي آهي سٺي گهڙ جو ڪارڻ. اها جيڪا
ڪوتست جي ڏمڪ آهي، تنهن کي ڏالوڏل آهي پرتبمب.

(٢) يا ائين ڪري چئجي ته اهو پرتبمب برهم
چيتن جو آهي؛ جيئن مها آڪاس جو دلي جي جل
۾ پرتبمب آهي ۽ نه اندر واري آڪاس جو. ڇو ته
جيتري گنڀيرتائي (گهرائي يا اونهائي) جل ۾ پرتيت
ٿئي ٿي، اوتري گنڀيرتا اندرئين آڪاس ۾ ڪانهي؛
تنهن ڪري چئبو ته گنڀيرتا، جا آهي آڪاس جو
پرتبمب، سا ٻاهرئين آڪاس جوئي پرتبمب آهي.

اها شنڪا جا اٿاري ويئي هئي ته ”وياپڪ چيتن
جو پرتبمب ڇوڻ بڻجي نٿو“، سا شنڪا آڪاس جي
درشٽانت مان دور ٿي. ڇو ته آڪاس به وياپڪ آهي
ته به ان جو پرتبمب ٿئي ٿو. وري جو چيو ويو هو ته
”روپ وارن پدارٿن جوئي، روپ وارن پدارٿن ۾

* سفٽڪ هڪ قسم جي سفيد مٽي آهي جا بلوري شيشي
جهڙي آهي.

ٺهن سميت چداڀاس کي جيو چئجي ٿو. انهيءَ ڪري ثابت ٿيو تہ ”ٻڌيءَ ۾ جيڪو چداڀاس يعني چيتن جو عڪس آهي ۽ جيڪو ٻڌيءَ جو اڌشٺان چيتن آهي، تن ٻنهي جي ميلاپ کي جيو ٿو چئجي.“ (*ڏسو دوها ٨٢ ١١).

दोहा-- अधिष्ठान कूटस्थसैं, है आभास वहाल।
रक्त पुष्प ऊपर धरयो, स्फटिक होइ जिमलाल ॥८५॥

دوها ٨٥- اڌشٺان ڪوٽست سان، ٿي آڀاس بحال،
ڳاڙهي گل تي رکڻ سان، سفٽڪ ٿئجي لال.

(١٦٧) ٽيڪا:- مٿئين (٨٤) دوهي ۾ چيو سين تہ ٻڌيءَ جو ڪوٽست، ٺهن سميت آڀاس سو آهي ”جيو“. انهيءَ مان (١) اها ڄاڻ ٿي تہ ٻڌيءَ ۾ جو پرتبب پوي ٿو سو آهي ڪوٽست جو، ۽ نہ پارٿين برهم چيتن جو. هن دوهي جي پارٿين تڪ ۾ بہ اهوئي ڏيکاريو ويو آهي.

* هت ”چداڀاس“ لفظ جو ارٿ ٻڌيءَ سميت چداڀاس سمجهڻ گهرجي؛ گرنٿڪار هن ڳالهہ کي اڳتي کوليندو. پيچ دشيءَ ۾ ٻڌايل آهي تہ ”ٻڌي ۽ اُن ۾ استمت چداڀاس، ۽ تن ٻنهي جو اڌشٺان ڪوٽست چيتن، انهن ٽنهي جو ميلاپ آهي جيو.“ مٿئون ڏيهہ آهي گهٽ، سو ڪنان ڪن پيريل آهي (١) ٻڌي روپي جل سان، ٺهن ۾ چيتن جو (٢) پرتبب، ۽ (٣) ڪوٽست، ٽنهي جو ناالو آهي جيو.

آهي، تنهن جي اڌشٺان جو نالو آهي ڪوٽسٿ. اهو ڪوٽسٿ اُتپتي رهت آهي. ايتري جوڙ ۾ مراد هيءَ آهي ته برهم کان نيارو جيترو چداڀاس اُتپن ٿيو آهي، تيترو هي اُتپن نہ ٿيو آهي، مگر برهم روپ ئي آهي؛ جيئن گهٽ آڪاس مها آڪاس کان نيارو ڪين ٿي پوي ٿو، بلڪ مها آڪاس روپ ئي آهي.

اهو جو "ڪوٽسٿ" آهي، سوئي "آتم" پد جو لکيہ ارٿ بتائي ٿو؛ ۽ انهيءَ کي *"پرتيڪ" چئجي ٿو ۽ انهيءَ کي ئي "اڄ روپ" چئجي ٿو ۽ اهوئي "جيو ساکي" آهي.

## (١٦٦) جيو سروپ جو ذڪر.

दोहा-- काम कर्मयुत बुद्धि मैं, जो चेतन प्रतिबिंब ।
जीवकहै विद्वान तिहिं, जल नभ तुल्य सबिंब ॥८४॥

دوها ٨٤- ڪام ڪرم سنگ بدي ۾، چيتن جو آڀاس؛
چون جيو ودوان تنهن، مثلي جل آڪاس.

ٽيڪا:- انيڪ شيءِ ۽ اشيءِ ڪامنائن ۽ ڪرمن رکڻ واري جيڪا بدي آهي، تنهن ۾ جيڪو چيتن جو پرتبمب يا عڪس آهي تنهن کي ودوان چون جيو؛ مگر اهو رکو جو پرتبمب آهي تنهن کي جيو ڪين چون ٿا، پر جيئن گهٽ آڪاس سميت آڪاس جي پرتبمب کي جل آڪاس چون، تيئن بمب جو ڪوٽسٿ آهي

* اندر آتما يعني پنهنجو پاڻ.

دوها ٨٢- چار قسم آڪاس جا، چيم ويد اُنسار؛
چيتن جا ٻه ٻيا سڃاڻ، جنهن سان لهڻ وچار.

ٽيڪا:- آڪاس جي چئن قسمن جا لڇڻ ٻڌايامانءِ، هاڻ چيتن جا لڇڻ ٻڌ، ته تو ۾ وچار جاڳي، ۽ وچار جو ڦل گيان توکي ملي.

## (١٦٥) ڪوٽسٿ جو ذڪر.

दोहा – मति वा व्यष्टिअज्ञानको, अधिष्ठान चैतन्य।
घटाकाश सम मानिये, सो कूटस्थ अजन्य ॥८३॥

دوها ٨٣- مت يا وِيشٽي اگيان جو، اڌشٺان چيتنيہ؛
گهٽ آڪاس جيئن ڄاڻجي، سو ڪوٽسٿ اجنم.[1][2]

ٽيڪا:- مت يعني ٻڌي ۽ †وِيشٽي اگيان جو، جيڪو اڌشٺان چيتن آهي، سو ڪوٽسٿ چئجي. جيڪو پهرين جيو کي ٻڌيءَ سميت چيتن مڃيو ٿو، تنهن پڪيہ ۾ ٻڌيءَ جي اڌشٺان کي ڪوٽسٿ چئجي؛ ۽ جنهن مت ۾ وِيشٽي اگيان سميت چيتن کي جيوُ چئجي ٿو، تنهن مت ۾ وِيشٽي اگيان جو، جيڪو اڌشٺان آهي تنهن کي "ڪوٽسٿ" چئجي.

اتي سڌانت اهو آهي ته جيوپڻي جو جيڪو وشيشڻ

(١) اچل (٢) جنم رهت. † اگيان جا انش يا ڀاڱا، جن ڪري هڪ هڪ جيو جي جدا ٻرلبتي ٿي رهي آهي؛ تن مان هر هڪ انش کي چئجي ويشٽي اگيان؛ ۽ سڀني کي گڏي چئجي سمشٽي اگيان.

दोहा-- वर्षत मेघ अनंतजल, उदक सहित इतिहैत।
दक नहिं नभ आभास विन, इम प्रतिविंब समेत ॥८०॥

دوها ٨٠- ميگهه وسائي جل گهڻو، تنهن ۾ پاڻي ڄاڻ؛
جل نہ ٿئي آڀاس بن، اُن گڏ سمجهه سڄاڻ.

ٽيڪا:- جهڙو ٽيڪ جل ۾ آڪاس جو پرتبمب
ميگهه ۾ پرتکه نٿو ڏسجي، تہ بہ انومان سان ڄاتو وڃي
ٿو. ميگهه جو جل وسائي ٿو تہ انومان ڪري سگهجي
ٿو تہ ميگهه ۾ جل آهي؛ ڇو تہ ميگهه ۾ جل نہ هجي
تہ جل وسي وري ڪٿان؟ وري جهڪڙ هين ميگهه
۾ جل آهي تہ اهو اوس آڪاس جي پرتبمب سميت
هوندو؛ ڇو تہ جل، آڪاس جي پرتبمب بنا ٿيندو ئي
ڪين. تنهن ڪري صاف انومان آهي تہ ميگهه ۾
جل آهي؛ ۽ اهو جل آهي آڪاس جي پرتبمب سميت.

दोहा- बाहिर भीतर एकरस, व्यापक जो नभरूप।
महाकास ताकूं कहैं, कोविद बुद्धि अनूप ॥८१॥

دوها ٨١- وياپڪ اندران ٻاهران، هڪڙوئي آڪاش؛
مهاڪاس تنهن کي چون، پنڊت پڌ پرڪاش.

ٽيڪا:- ٻاهر اندر، ڪل هڪ رس، جو وياپڪ
آڪاس آهي، تنهن کي پڌيوان پنڊت مها آڪاس
ڪري چوندا آهن.

•چار ڇيڙن (١٦٤)•

दोहा- चतुर्भांति नभके कहै, लच्छन श्रुति अनुसार।
अब चेतनके शिष्यसुन, जासंलहोविचार ॥८२॥

دوھا ۷۷- جي جل ۾ آڪاس جو، پرتبمب ڪين لکاءِ؛
ٿوري ۾ گهڻو ڀاسڻ، تنهن پرتبمب نہ ساءِ.
۷۸- پاڻيءَ ۾ آڪاس جو، سچ آڀاس سڃاڻ؛
روپ نہ آھ آواز جو، نہ نہ پڙاڏي پاڻ.

ٽيڪا:- جيڪڏهين جل ۾ آڪاس جو پرتبمب نہ پوي، تہ گوڏي جيڏي جل ۾ منڪر جي ماپ جيڏي اونهائي جا پرتيت ڪنهن ٿي، سا جيڪر نہ ٿئي؛ تنهن ڪري آڪاس جو پرتبمب قبول ڪرڻو پوي ٿو. وري جو ايئن چيو ويو تہ "روپ رهت پدارٿ جو پرتبمب نہ پوندو آهي"، سو ٺيڪ نہ آهي؛ ڇو تہ روپ رهت شبد جو جيڪو پڙاڏو آهي، سو بہ تہ پرتبمب ئي آهي. انهيءَ ريت روپ رهت آڪاس جو بہ پرتبمب پوي ٿو.

दोहा— जो मेघहि अवकास दे, पुनितामें आभास।
तिन दोनूंकूं कहत हैं, बुधजन मेघाकाश ॥७९॥

دوھا ۷۹- جاءِ ميگهہ کي جو ڏئي، تنهن ۾ پڻ آڀاس؛
انهن ٻنهي کي تا چون، سياڻا ميگهہ آڪاس.

ٽيڪا:- ميگهہ يعني بادل کي آڪاس جيڪا جاءِ ڏئي ٿو ۽ بادل واري جل ۾ جيڪو آڪاس جو پرتبمب آهي، تن ٻنهي کي چون ميگهہ آڪاس. اتي ڪو شنڪا ڪري تہ ميگهہ ٿيو آسمان ۾، تنهن ۾ جل ۽ آڪاس جو پرتبمب، ڪسطرح بنا ڪيئن جاڻو ويندو، تہ جواب آهي:-

جاءِ آڪاس ڏٺي ٿو، تنهن آڪاس کي پنڊت جن
گهٽ **آڪاس** چون ٿا.

दोहा— जलपूरित घटमें जु पुनि, है नभको आभास।
घटाकाशयुत विज्ञजन, भाखत जलआकाश ॥७६॥

دوها ٧٦- جل پوريل گهٽ ۾ وري، آڪاسي آڀاس،
ساڻ گهٽ آڪاس سو، آهي جل آڪاس.

ٽيڪا:- هي شِش، جل سان پوريل دلي ۾ *نڪترن سميت جو آڪاس جو پرتبنب پوي ٿو، اُهو آڪاس جو پرتبنب، گهٽ آڪاس ‡سميت، **جل آڪاس** ڪري چون ٿا.

اِتي جيڪڏهين ڪو شنڪا ڪري ته جل ۾ پرتبنب نڪترن جوئي پوندو آهي؛ نه آڪاس جو؛ ڇو ته آڪاس روپ رهت آهي؛ پرتبنب ته روپ واري پدارٿ جوئي پوندو آهي؛ ته اُن جو جواب هي آهي:-

दोहा— जो जलमें आकाश को, नहिं प्रितिबिंब लखाइ।
थोरेमें गंभीरता, ह्वै प्रतीत किहि भाइ ॥७७॥
यातैं जलमें व्योमको, लखि आभास सुजान।
रूप रहित जिम शब्दतैं, ह्वै प्रतिध्वनिकोभान ॥७८॥

* تارن. ‡ آڪاس جو پرتبنب يعني پرڇانو ۽ گهٽ آڪاس ٻئي گڏ.

जब इनको तूं रूप पिछानै, निज शंका तबहि सबमानै।
यातैं सुन इनको अब भेदा, नशै सुनत जन्मादिक खेदा ॥७४॥

چوپائي

٧٢- هڪ وچار-ٽيج دل لائي، جو شش لنيھنجو وهم وڃائي؛
نام آڪاش ڪ گهٽ جل جيڪي، ميگهه مها ڪل چار اهيئي.
٧٣- جدا آڪاش پڻ چاريئي، چيتن نانءَ چار سڏ سيئي؛
جيو ايش نيو ڪوٽست آهي، برهم چوٿون وک هردي ناهي.
٧٤- سمجهي سياڻا ارٿ انهنجو، لاهي سگهنديں سنسو من جو،
هاڻ سڻايان لڻ سمجهاڻي، ناس ٿئي دک، سک لون ماڻين.

ٽيڪا:- تنهنجي شنڪا مٽائڻ لاءِ، ٿي شش! مي
ويچار توکي ٻڌايان ٿو.- آڪاس جا چار قسم مڃڻ ۾ ٿا
اچن: (١) *گهٽ آڪاس (٢) جل آڪاس (٣) ميگهه
آڪاس (٤) مها آڪاس. تيئن تون چيتن جا به چار
قسم سمجهه: (١) ڪوٽست (٢) جيو (٣) ايشور (٤) برهم.
جڏهين انهن جو سروپ تون چڱيءَ ريت سڃاڻنديں،
تڏهين تون پنهنجي شنڪا جو پاڙ جواب ڏيئي
سگهنديں ۽ پوءِ جنم مرڻ وغيره دک ڪنهن جا ناس ٿي ويندا.

दोहा- जलपूरित घटकूं जु दे, जितनो नभ अवकाश।
युक्तिनिपुण पंडित कहैं, ताकूं घटआकाश ॥७५॥

دوها ٧٦- جل پريل گهٽ کي ڏئي، جيڏي تو آڀ جاءِ،
گهٽا ڪاش لنهنکي چون، پنڊتن جي سا راءِ.

ٽيڪا:- هي شش، جل سان پريل دلي کي جيتري

برهم جي ايڪتا ڏا ٻڌايو، سو اوهين برهم ۾ جيوَ ڏا داخل
ڪريو، يا جيوَ ۾ برهم ڏا داخل ڪريو؟ جيڪڏهين برهم ۾ جيوَ جو سروپ
داخل ڏا ڪريو، ته جيوَ برهم روپ ٿيڻ سبب، اڌڪاريءَ جي
دفع مان نڪري ويندو ۽ انهيءَ ڪري ڪرم ۽ اپاسنا نشفل ٿي
پوندا ۽ پر جيڪڏهين جيوَ ۾ برهم جو سروپ داخل ڏا
ڪريو، ته به جي برهم جيوَ روپ ٿيو ته اپاسنا ڪنهن جي
ٿيندي! ڇو ته اپاسيه (جنهن جي اپاسنا ڪجي) رهندوئي
ڪين، بلڪ ڪرم جي ڦل ڏيڻ وارو پرماتما، سو به ته
ڪونه رهندو، ۽ ائين اپاسنا ۽ ڪرم نشفل رهندا. هان،
ائين آهي ته ميمانسڪ چون ڏا ته "ڪرم ئي ايشور آهي،
۽ اهوئي ڦل ڏيڻ وارو آهي،" پر اهو چوڻ ٺيڪ نه آهي؛
ڇو ته ڪرم آهي جڙ، ان ڪري ڦل ڏيڻ جو ٻل نه ڪونهي،
تنهن ڪري سمجهڻو پوندو ته ڪرمن جو ڦل ايشور ئي
ڏو ڏئي. انهيءَ ريت مان ائين پيو سمجهان ته پرماتما ۽ جيوَ
جي ايڪتا چوڻ نٿي بڻجي.

## (١٥٩) چار آڪاس.

تنهن تي گرو چوي :-

चोपाई

ुनहु शिष्य इक कहू विचारा, है जातैं शंका निस्तारा।
टाकाश इक जल आकाशा, मेघाकाशमहा आकाशा ॥७२॥
यार भेद ये नभके जानहु, पुनि चेतनके तथा पिछानहु।
क कूटस्थ जीव पुनि कहिये, ईश ब्रह्म हिय जानै रहिये ॥७३॥

## (١٥٨) پرمانڪ گت سنسو.

चौपाई -- सुनहु गुरु दूजो पुनि संशै, जीव ब्रह्म एकत्व प्रनंशै।
एक वृक्षमें समद्वै पक्षी, फल भोगै इक दूजो स्वच्छो ॥७०॥
भोग रहित परकाश असंगा, वेद वचन यह कहत प्रसंगा।
कर्म उपासन पुनि बहु भाखै, जीव ब्रह्म यातैं द्वय राखै ॥७१॥

چوپائي

٧٠- ٻيو ٻڌ سنسو اندر ڦري ٿو، جدا برهم کان جيءُ ڪري ٿو؛
هڪ ٻڪمن ڪتو ٻڌي وڻ واسو، هڪ ڀوڳي ٻيو ڀوڳ نراسو.
٧١- آهه اسنگ سو ڀوڳي ناهي، ويدن ۾ ٻڌ وڏن آهي؛
ڪرم اپاسن ڇل نه جاڻي، جيو برهم جي صاف ٻڌائي.

ٽيڪا:- هي گروا مهاتما هڪ ٻيو سنسو ٻه آهي سو ٻڌو. اهو سنسو اهڙو آهي، جنهن مان جيو برهم جي ايڪتا جو نشچو هٽي وڃي ٿو. اهو سنسو ٻڌي مهاتمجي موڻجهه لهيو. ويدن ۾ چوڻ آهي ته هڪ ٻڌي روپي وڻ ۾ ٻه پکي آهن، ٻئي سمان آهن؛ هڪ ڪرمن جو ڦل ڀوڳي ٿو، ۽ ٻيو شڌ آهي، ڀوڳ رهت آهي، اسنگ آهي ۽ اهو ڀوڳڻ واري کي پرڪاش ڪري ٿو. اِنهن هڪ جو ڀوڳڻ وارو آهي، سو جيوَ کي پرتيت ٿئي ٿو، ۽ ٻيو پرماتما کي پرتيت ٿئي ٿو؛ تنهن ڪري انهن جي ايڪتا بڻجي نٿي سگهي. وري ويدن ۾ ڪرم ۽ اپاسنا جا انيڪ نمونا ٻڌايل آهن، سي ته جيو برهم جي ايڪتا جي حالت ۾ نشڦل ٿي پوندا! سو هيٺين جو اوهين جو چئو

(١) ڀوڳڻ کان رهت يعني شڌ.

जो यातें विपरीत स्वरूपा, ताकूं ब्रह्म कहत मुनिभूपा।
कहो एकता कैसे जानूं, रूप विरुद्ध हिये पहिचानूं ॥६९॥

چوپائي

٦٨- پاپ پڄ مان ڪريان جيئي، دک سک ڀوڳيان جوڻين سيئي؛
گهڻن نمونن سان جڳ پاسي، چاهيان گيان اگيان ڪي ناسي.
٦٩- آهي ان ڪان اُبتو جوئي، ‡رش §مُنِ چون جاڻ برهم سوئي؛
تنکي هڪ ڪري ڪيئن ڄاڻان، روپ ٻنهي جو نيارو راڻا.

ٽيڪا:- شش ٿو چوي:- هي ڀڳوان! *مان آهيان
پڇن پاپن جو ڪرتا، ۽ انهن جي ڦل، جنم مرڻ ۽ سک
دک جي ڌارڻ (ڀوڳڻ) وارو؛ مون ۾ انيڪ پرڪارين
جڳت جا ڪليش پرتيت ٿي رهيا آهن. جڳت جو
ڪارڻ، جو اگيان آهي، تنهن کي دور ڪرڻ لاءِ گيان
چاهي رهيو آهيان. مون ڏانهن برهم ۾ پڄ نہ پاپ، نہ جنم نہ
مرڻ، نہ سک نہ دک، ان ۾ ڪوبہ ڪليش ڪونہ آهي؛
نہ گيان جي اُن ۾ اڇا آهي. ايئن برهم جي ۽ منهنجي
سروپ جي پاڻ ۾ مخالفت آهي، پوءِ انهن جي ايڪتا
ڪيئن ٻڌندي؟ جيئن ٽيڪ مون ۾ جنم وغيره سنسار
پرمارٿ (حقيقت) ڪري آهي ڪونہ، تہ بہ مون
جو مٿيا پرتيتي ٿي رهي آهي، ۽ برهم ۾ ڪانهي، تہ
بہ ڀيدي ڇڏيو؛ پوءِ ايڪتا ڪيئن ٻڌندي؟

‡ رشي. § مني. * جيو.

पुनि भाख्यो 'तूं ब्रह्म स्वरूपं', यह मैं लख्यो न भेद अनूपं।
यामैं मुहि शंका इक आवै, जीव ब्रह्मको भेद जनावै ॥६७॥

چوپائي ٦٥. ستگر او جا ڪئي سمجهاڻي، دل ۾ ڌاريم سا سچ جاڻي؛
جڳ ڌاران اگيان مون جاتو، گيان پڇي تنهن سو نه سڃاتو.
٦٦- آهم بوڌ پداڻو سوامي، ڪوڙ جاڻي جڳ ٿيس آرامي؛
آنند روپ اصل مان آهيان، باجهه باجهارا تنهنجي پايان.
٦٧ وري تنهنجو خود برهم اُون آهين، سمجهم ڪين اهو ڪجهه سائين؛
ان ۾ هي هڪ سوال اٿيو، جيءُ برهم جو ڀيد ڏٺي تو.

ٽيڪا:- هي گرو جي! جڏهن اوهان پهرين مون
کي جاتو. اوهان چيو ته "جڳت جو ڌاران يعني ڪارڻ
آهي اگيان، ۽ تنهن اگيان جي ناس سان جڳت جي
نورتي، گيان دوارا ٿئي ٿي" سا وارتا به جاتم. تنهن
کان جو سروپ اوهان هيئن چيو: "جڳت مٿيا آهي،
جيو آنند سروپ آهي؛ ۽ اهو جيو برهم کان ڀن نه آهي،
بلڪ برهم روپ آهي، اهڙي نشچي جو ڦالو آهي گيان."
اهڙي مون جاتو ته "جڳت مٿيا آهي، ۽ جيو آنند سروپ
آهي". پر "جيو برهم ٻئي هڪ آهن،" سا وارتا نه
سمجهيم؛ ڇو ته جيو برهم جي ڀيد کي جاڻائڻ واري شبد سان
منهنجي ڳڻتي وڌي رهي آهي.

(١٥٧) ٻوڌيم گت سنسو.

चौपाई

पुण्य पापका हूं मैं कर्त्ता, जनम मरण औ सुख दुख धर्त्ता।
औरु अनेक भांति जग भासै, यहूँ ज्ञान अज्ञान जु नासै ॥६८॥

دوها ٦٣- ڪرم اُپاسن نان ڪري، اگيان انڌيرو ناس،
جئن گهر ۾ اونده ھجي، وڃي نہ بن پرڪاش.

ٽيڪا:- ھي شش، جڳت جو ندان يعني اُپادان ڪارڻ آھي، تہ يعني اگيان ۽ اھو اگيان ناس ٿو ٿئي، تہ جڳت پاڻمرادو ناس ٿيو وڃي؛ ڇو تہ اُپادان جي ناس ٿئي ڪان پوءِ ان جو ڪاريہ بہ رھندو ڪين آھي. انھيءَ اگيان جو ناس رڳو گيان ڪان ئي ٿئي ٿو ۽ ڪرم ۽ اُپاسنا ان کي ناس ڪري سگھن؛ ڇو تہ اگيان جو وروڌي گيان آھي، نہ ڪرم ۽ اُپاسنا. جيئن گهر ۾ اونده سواءِ پرڪاش جي ٻئي ڪنھن اُپاءَ سان ناس نٿي ٿئي، تيئن اگيان روپي انڌڪار، گيان روپي پرڪاش سان ئي دور ٿئي ٿو ۽ نہ ٻئي ڪنھن ساڌن سان.

दोहा— भाख्यो शिष उपदेशमैं; ग भञ्जक हियधारि ।
जो यामैं संशय रह्यो, सो तूं पूछ विचार ॥६४॥

دوها ٦٤- نصيحت توکي مون ڏني، جڳ ٿئي جنھن سان ناس،
اجا بہ ڀرم توکي ھجي، ٻڌائج آس.

(١٥٦) ٿئو درشٽيءَ چيو:-

चौपाई

भी भगवन जो कछु तुम भाख्यो, सो सब सत्य जानि हिय राख्यो ।
जग निदान अज्ञान बखान्यो, ताको भञ्जक ज्ञान पिछान्यो ॥६५॥
ज्ञान रूप वर्णन पुनि कीना, ज । मथ्या सो मैं भल चीना ।
सुख स्वरूप आतम परकास्यो, दया तिहारी सो मुहि भास्यो ॥६६॥

٦٢- "جڳ مون ۾، تان برهم ۾"، "آءٌ برهم" سچ گيان؛
سو توکي شش! مون چيو، بيو نہ اُپاءِ نہ جان.

ٽيڪا:- هي شش، پنهنجي آتم سروپ جي اگيان کان ئي جڳت روپي ڪيڏ پرتيت ٿئي ٿو؛ سو آتم گيان کان ئي مٽي ٿو. ادو نيم آهي تہ "جنهن وستو جنهن جي اگيان کان پرتيت ٿئي ٿي، سا تنهن جي گيان کان مٽي ٿي." جيئن نوڙيءَ جي اگيان کان سرپ پرتيت ٿئي ٿو، سو سرپ نوڙيءَ جي گيان کان مٽي ٿو، تيئن آتم گيان کان جڳت مٽي ٿو. ادو آتم گيان ڏيکاريان ٿو.

مون ۾ جڳت تنهي ڪالن ۾ ڪونهي، ڇو تہ مٿيا آهي. جا وستو مٿيا آهي، سا اڌشٽان جي ڪابہ هاڃي نٿي ڪري. جيئن رڃ جو پاڻي پرٿوي آلي نٿو ڪري، تيئن جڳت پرتيت ٿيندي بہ منهنجي ڪا هاڃي ڪرڻ لاءِ سمرٿ ڪين آهي، ڇو تہ مٿيا آهي. گيان ٻالو آهي هن نشچي جو تہ "مان ست چت آنند روپ برهم سروپ آهيان"؛ هوئي موکہ جو ساڌن آهي، بيو ڪو ساڌن ڪونهي. اهي گيان جو مون اوائل ۾ ئي توکي اُپديش ڏنو.

(١٥٥) گيان سان ئي اگيان جو ناس ٿئي سگهي ٿو ۽ نہ ڪرم اُپاسنا سان.

दोहा -- कर्म उपासनते नहिं, जगनिदान तम नास।
अंधकारजिमगेहमें, नशै न विन परकास ॥६३॥

نوارڻ لاءِ جپ * وغيره ساڌن ڪيا تا وڃن، تهڙن ئي سنسار ڪري مٿيا آهي، تہ بہ او جو موان کي جنم مرڻ وغيره ڏکن جو ٿيڻو تو ڀاسي، تنهنڪري انجي نورتي چاهي رهيو آهيان. او ٿيڻ ڪرڻا ڪري ڪو اپاءُ ٻڌايو.

## (١٥٤) جڳت جي نورتيءَ جو اپاءُ فقط آتم گيان ئي آهي.

सोरठा— सो मैं कह्यो वखानि, जो साधन तैं पूछयो।
निजहिय निश्चय आनि, रहै न रंचक खेद जग ॥६०॥

سورٺا ٦٠- سائي ڏنيم جاڻ، لاءِ جنهن جي تو پڇيو؛
هردي نشچو آڻ، رهي نہ ڏک سنسار جو.

ٽيڪا:- هي شش، جڳت روپي ڏک جي نورتيءَ جو ساڌن جو تون پڇين ٿو، سو تہ اڳئي مان توکي ٻڌائي آيو آهيان (١١٥ ۽ ١٢٣). انهيءَ ۾ جيڪڏهن نشچو ڌاريندين تہ، جڳت روپي کيد (ڏک) رهندو ئي ڪين.

दोहा— निज आतम अज्ञान तैं, है प्रतीत जगखेद।
नशे सु ताके बोधतैं, यह भाखत मुनिवेद ॥६१॥
जगमोमैं नहिं "ब्रह्ममैं" "अहंब्रह्म" यहज्ञान।
सोतोकूं शिषमैंकह्यो, नहिंउपायको आन ॥६२॥

دوها ٦١- آتم جي تہ اگيان کان، ٿئي جڳ کيد پرليت؛
ناس ٿئي سو بوڌ سان، ويد چون ان ريت.

---

* پيالڪ سپنن کي هٽائڻ لاءِ سپني ڏسندڙ ٻيو ڏوتي سمهندو آهي. يا پنج اُن مٿن کان رکي سمهندو آهي، وغيره.

تيئن هي جڳت پڻ مٿيا آهي، تنهنجي نورتيءَ لاءِ
چاهنا بڻيڻي ڪيئن ٿي.

(١٥٣) تتو درشيءَ شش جو چوڻ:-

चौपाई

जग यद्यपि मिथया गुरुदेवा, तथापि मैं चाहूं तिहि छेवा।
स्वप्न भयानक जाकूं भासै, करि साधन जन जिम तिहि नासै ॥५८॥
यातें ह्वै जातें जगहाना, सो उपाय भाखो भगवाना।
तुम समान सतगुरु नहिं आना, श्रवणफूँकदे वंचक नाना ॥५६॥

چوپائي ٥٨

بيشڪ جڳ جي ڪُوڙ ناڙي، تان ب ڇڏايو ٿي ڪر راضي،
سُپني جو پڻ ڏکڙن کي پاري، لاهڻ چاهن نر ۽ ناري.

چوپائي ٥٩

تاسُ هڪبت هوئي ڏکڻ ماڻن، -وڪسُ ڏس ستگر مون سانئن؛
ستگرُ تو سم ڪو نه ڏياڻو، ٺڳَ ڪن ڦوڪڻ پڻ ناڻو.

ٽيڪا:- هي ڀڳون! اوهان سچ چئو ته "جڳت
تو مٿيا روپ ڪري آهي؛ ۽ ڏسچ ڪري"؛ تنهن ڪري
اهو ته اُپاءُ ٻڌايوم جو مون کي جنم مرڻ وغيره سنسار جو
ڀان نه رهي. وري اهو جو اوهان چئو ته "مٿيا جي
نورتيءَ واسطي ساڌن جي ڪهڙي ڪالهه"، اهو به سچ
آهي؛ پر هي ڀڳون! جيڪو مٿيا پدارٿ ڏکر ڏيندڙ آهي
سو به ته اپاءُ ڪري مٽائڻ کپي؛ جيئن ڪو پرش ڀيانڪ
سپنا ڏسندڙ آهي، جي آهن ته مٿيا، پر ته به ان جي:

दोहा– चेतन मिथ्या स्वप्नको, अधिष्ठान निर्धार।
सोई द्रष्टा भिन नहिं, तैसें जगत विचार ॥५६॥

دوها ٥٦- ساکي مٿيا سپني جو، اڌشٽان جيتن آهي،
ساڳيو ڏسندڙ جڳت جو، چيتن ان ڀيو ناهي.

ٽيڪا:- سپني جو اڌشٽان آهي ساکي چيتن، ۽
سوئي سپني جو درشٽا آهي؛ تئين جڳت جو اڌشٽان به
آتما، ته درشٽا به خود آتما آهي. سچ ته هي شش جي
شنڪا، ۽ گروءَ جو جواب آهي ٿلهي وچار کان؛ جنهن
۾ نوڙيءَ کي سرپ جو اڌشٽان ڪري ڏيکاريل آهي؛
جونئن سڌانت مت ۾ ته سرپ جو اڌشٽان آهي ساکي
چيتن، ۽ سوئي درشٽا به آهي؛ انهيءَ ڪري حقيقت
۾ اهو سوال ۽ جواب اٿي ئي نٿو.

(١٥٢) مٿيا سنسار جي نورتي.

दोहा-- इम मिथ्या संसारदुख, है तोमैं भ्रमभान।
ताकी कहा निवृत्ति तूं, चाहै शिष्य सुजान ॥५७॥

دوها ٥٧- تيئن ڏک ڄڙاڙ جڳت جو، تو ۾ خواب سمان؛
آزادي انجي گهرين، چو شش سگهڙ سڄان.

ٽيڪا:- هي شش، انهيءَ ريت سنسار روپي ڏکڙا
مٿيا ڀرانتي سبب تو ۾ ڀاسي رهيو آهي، تنهن ڪري
ان جي نورتي تون ڇو چاهي رهيو آهين؟ جيئن بازيگر
ڪنهن منڪا کي منتر جي ٻل سان خيالي دشمن
ڏيکاري تو، ته اهو انجي مارڻ لاءِ ڪوبه يتن نٿو ڪري

دوها ٥٣- هي ڪرتا ڪرم جڳت جو، درشٽا ڪوڙو آهه؛
ادشٽان آڌار جو، درشٽا ٺيڪ نه آهه.

ٽيڪا:- هتي درشٽيءَ ٿو پڇي:- جڳت جو آڌار ۽ ادشٽان ٿيو آتما، تڏهين جڳت جو *درشٽا آتما ڪان ته نرالوئي هوندو؟ جيئن سرپ جو آڌار ۽ ادشٽان نوڙي آهي، ۽ سرپ جو درشٽا يعني ڪلپت نرالو منڪر آهي. تنهنڪري گرو جي ٻڌايو ته جڳت جو درشٽا ڪير آهي؟

(١٥١) گرو ٿو جواب ڏئي:-

चोपाई

मिथ्या विस्तु जगतमें जेहैं, अधिष्ठानमें कल्पित ते हैं।
अधिष्ठानसो द्विविध पिछानहु, इक चेतन दूजो जड़ जानहु ॥५४॥
अधिष्ठान जड वस्तु जहां है, द्रष्टा तातैं भिन्न तहां है।
जहां होय चेतन आधारा, तहां न द्रष्टा होवै न्यारा ॥५५॥

چوپائي ٥٤

ڪوڙيون جڳ جون وستو جيڪي، ادشٽان ۾ ڪلپت سڀئي؛
ادشٽان ٻن قسمن آهن، جڙ، چيتن تا ناءِ سڃاڻن.

٥٥- ادشٽان جڙ وسط جتي، ڪلپت آهي ڌار لکجي،
جتي چيتن جو آهه آڌار، ناهي ٻيو ڪو ناهه نيارو.

ٽيڪا:- پاڻ هي آهي ته جتي جڙ، ادشٽان هوندو آهي، اتي ڪلپت، ادشٽان کان الڳ هوندو آهي؛ پر جتي ادشٽان چيتن آهي، اتي ادشٽان خود درشٽا آهي، الڳ نه آهي.

* ڪلپت:- خيالي، بنايل، ناواستوڪ.

روپ آهي ساماني ۽ "اسنگتا، *ڪوٽستتا ۽ نتيه
مڪتتا" وغيره آهن وشيش روپ. اگيان وقت جاڳجي
ٿو ته "ستول، سوڪم ‡سنگهات آهن" ۽ اتي "ستول
سوڪم سنگهات" جي پرانتي سمي پڻ مٿيا سنگهات
سان آيل ٿي، ڇٽپٽو پرتيت ٿئي ٿو ۽ ان ڪري اهو
آهي آتما جو ساماني روپ ۽ ستول سوڪم سنگهات جي
پرانتي سمي آتما جو اسنگ، ڪوٽست، نت مڪت
سروپ پرتيت نه آهي ۽ بلڪ آتما جي اسنگتا وغيره
پرتيت ٿيڻ ٿي سنگهات پرانتي نروي وڃي ٿي ۽ تنهن
ڪري اسنگپڻو، ڪوٽستپڻو، اتيه مڪتپڻو،
وياپڪتاپڻو آتما جو وشيش روپ آهي. هاڻ اتي ڪل
پرانتي ۾ ساماني روپ آڌار سمجهڻ گهرجي ۽ وشيش
روپ اڌشٽان. سرپ جو آسرو جا نوڙي، تنهنجو
ساماني سروپ "هي" سرپ جو "آڌار" آهي ۽ وشيش
سروپ نوڙي، ان جو "اڌشٽان" آهي. تيئن مٿيه
پرپنچ جو آسرو جو آتما، تنهنجو ساماني روپ "ست"
پرپنچ جو آڌار آهي ۽ اسنگتا وغيره وشيش روپ
اڌشٽان آهي.

## (١٥٠) مٿيا جگت جو درشٽا.

हा— भगवन मिथ्या जगतको, द्रष्टा कहिये कौन।
अधिष्ठान आधार जो, द्रष्टा होय न तौन ॥५३॥

* شڪتا. ‡ ديهون.

ٿيو آهي) انهيءَ ڪري جڳت جو آڌار ۽ اڌشٺان تون
خود آهين. اهو ايئن آهي، جيئن لوڙيءَ جي اگيان
ڪان سرپ ٿو ڀاسي؛ ۽ مٿيا سرپ جو اڌشٺان لوڙي آهي.
جيتوڻيڪ مٿيا سرپ جو اڌشٺان پڻي پڪو آهي ورتي
اپهت چيتن، ۽ [سو آهي مکيه پڪو] ۽ ڀورڻين پڪو آهي لوڙي
اپهت چيتن. مگر لوڙي نه ڪنهن به پڪو آهي اڌشٺان چيل
نه آهي) نه به ڀورڻين پڪو آهي چيتن جي اڌشٺان پڻي جي
اپاڌي لوڙي آهي؛ تنهن ڪري ٿلهي لکي (سٿول
درشٽي) ڪان چئجي ٿو، نه لوڙيءَ کي اڌشٺان آهي. سو
گرو ٿو چوي نه شش، جيئن مٿيا سرپ جو اڌشٺان
۽ آڌار لوڙي آهي، تيئن مٿيا جڳت جو اڌشٺان ۽ آڌار
تون آهين.

(١٤٩) ششي ني سماڄهوط ڄڪائي:- جيئن لوڙيءَ جا
ٻه سروپ آهن: هڪ سامانيه روپ ٻيو وشيش روپ؛ تيئن
آتما جا به ٻه سروپ آهن. اُن ۾ آهي لوڙيءَ جو سامانيه
روپ ۽ لوڙي پڻو آهي ان جو وشيش روپ. "هي…
سرپ آهي"، اتي مٿيا سرپ کان اڳ ۾ ٿي سا ٽس ڪ…
پرانتي سمي ۾ به جو "هي" روپ پرتيت آهي، س…
آهي "سامانيه"؛ ۽ جو سرپ واري پرانتي ڪال، ۾ پرتيت…
نٿو ٿئي، بلڪ جنهن جي پرتيت ڏيڻ تي سرپ ج…
پرانتي مٽي وڃي، سو لوڙي پڻو آهي "وشيش…
روپ. انهيءَ ريت آتما لاءِ "ست" (چتر پڻ…

جنهن کي ورتي چئجن ٿا، جو پدارٿ ڪلپيل آهي سو اُن کي پرتيت ٿئي ٿو ۽ نہ ٿئي ڪنهن کي. تنهن ڪري ثابت سمجهڻ گهرجي تہ ٻاهرئين سرپ وغيره ۽ اُنهن جي گيان جو اڌشٽان آهي ورتي اُپهت ساکي. سڀني جي پدارٿن ۽ انهن جي گيان جو بہ انهڪرڻ اپهت ساکي ئي اڌشٽان آهي. ايئن ست است کان ولکڻ جيڪو انروچنيہ اوديا جو پرڻام، انروچنيہ سرپ وغيره، ٿن جي گياني يعني پرتيتي ۽ ڪٿن، سا چئجي ٿي انروچنيہ کياتي.

### (١٤٧) جڳت جو آڌار ۽ اڌشٽان.

تنهن درشٽي شش ٿو پڇي :-

दोहा-- यह मिथ्या परतीत है; जामें जगत अपार।
सो भगवन मोकूँ कहो, को याको आधार ॥५१॥

دوها ٥١- جنهن ۾ هي پرتيت ٿئي، ڪوڙو سڀ سنسار،
هي ڀڳوان! مونکي چئو، جڳ جو ڪهڙو آڌار؟

(١٤٨) گرو ٿو جواب ڏئي :-

दोहा- तव निजरूप अज्ञानतैं, है मिथ्या जगभान।
अधिष्ठान आधारतूं, रज्जुभुजंग समान ॥५२॥

دوها ٥٢- آتم جي اگيان کان، مٿيا جڳ پرتيت ؛
اڌشٽان آڌار تون، نوڙي سپ جنهن ريت.

ٽيڪا:- هي شش، تون جو پنهنجي پاڻ برهم روپ کان اگياني ٿيو آهين ان کان هي مٿيا جڳت پرتيت

آهي، اوڏو ئي ساکي، جو آڪار سمجهڻ گهرجي. سرير اندر اسٿت جو انڀڪرڻ آهي، سڀئي ورتي سروپ جو پرڪاش پائي ٿو، جنهنڪري ورتي اُپهت چيتن پڻ ساکي آهي؛ ۽ تنهنڪري ساکيءَ سروپ گيان جو آسرو ڄاڻيو.

لوڙيءَ جو جڏهين ساکياتڪار ٿئي ٿو، تڏهن لوڙيءَ چيتن ۽ ورتي چيتن ٻئي هڪ ٿين ٿا، تنهنڪري لوڙيءَ جي گيان سان سروپ ۽ سروپگيان جي نورتي ٿي سگهڻ جي آهي.

(١٤٦) هڪئي لوڙي ڏسن ماڻهن مان ڪنهنکي سروپ ٿي ڀاسي ٿي، ڪنهنکي لڪڻ، ڪنهنکي مالها، ڪنهن کي زمين ۾ ڏار، ڪنهنکي جل جي ڌارا؛ اهڙا ڏسڻ ئي کي سروپ جي پرتيتي ٿئي ٿي؛ پر انهن مان جنهنکي لوڙيءَ جو ساکياتڪار ٿئي ٿو، تنهنجي ورتي چيتن ۾ ڪلپت ادڀاس جي نورتي ٿئي ٿي؛ مگر جنهنکي لوڙيءَ جو گيان نه ٿيو آهي، تنهنجو ادڀاس نورت نٿو ٿئي؛ انهيءَ ڪري چئبو ته لوڙي اُپهت چيتن ڪلپت سروپ آدڪ وسٿن جو ادشٺان ته آهي پر ورتي اُپهت چيتن ئي ادشٺان آهي.

جيڪڏهين لوڙي اُپهت چيتن کي سروپ ۽ لڪڻ وغيره جو ادشٺان مڃبو، ته ڏسڻ ممکن کي جي ڌار ڌار ڏسڻ پدارت لوڙيءَ ۾ ڏسڻ ۾ آيا، سي هڪڪي ڏسڻ ۾ اچڻ گهرجن، جو نٿو ٿئي؛ پر سڏالت موجب ته

ساکي چيتن ماڃجي، ته سرير جي اندر انتهڪرڻ ديس ۾ سرپ جي پرتيتي ٿيڻ گهرجي ۽ نه توڙيءَ واري جاءِ ۾، وري جيڪڏهين ايئن چئبو، ته اندر اُپجيل سرپ جي پرتيتي، مايا جي ٻل کان باهر ٿئي ٿي، ته "آتم کياتي" مت سڌ ٿيندو.

تنهن ڪري نه توڙي اُپهت چيتن، گيان جو اڌشٽان ٿو بڻي، ۽ نه وري انتهڪرڻ اُپهت چيتن سرپ جو اڌشٽان ٿو بڻي. انهيءَ سبب سرپ ۽ سرپ جي گيان جو اڌشٽان هڪ نه ٿيڻو آهي.

[پرچيڪي اڌشٽان، هڪئي ماڃين ٿا سي هن ريت سمجهائين ٿا:-] انتهڪرڻ جي *"اِدم" آڪار ورتي توڙيءَ جي ويجهو جڏهين ٿئي ٿي، تڏهين اُن (ورتيءَ) ۾ استت چيتن جي آسري واري اوديا، سرپ آڪار ۽ سرپ گيان آڪار وارو پرڻام هت ڪري ٿي. اتي ورتي اُپهت چيتن ۾ استت اوديا جو تموگڻي انش، "سرپ" جو اپادان ڪارڻ آهي ۽ اُن ۾ استت ستوگڻ وارو انش، "سرپ گيان" جو اُپادان ڪارڻ آهي. اهڙي پرڪار سرپ ۽ سرپ گيان جو اڌشٽان آهي ورتي اُپهت چيتن. ورتي جڏهن توڙيءَ جي جاءِ تي باهر ويئي، تڏهن ورتي اُپهت چيتن به توڙيءَ جي جاءِ تي رهيو، ۽ اُنهيءَ ڪري اُو سرپ جو آسرو بڻيو. جيڏو انتهڪرڻ جو آڪار

* هيءُ.

ڪندڙ آهي ساکي. انهيءَ ريت ڪل ٽرپٽين جو ساکي پرڪاش، ڪري ٿو. هاڻ جيڪڏهن ساکي ۾اڻ اڳيان ڀڃي، تہ ٽرپٽيءَ جو گيان ساکيءَ کان نہ ٿيئي، تنهن ڪري ڪل ٽرپٽين جو گيان ۽ ساکيءَ جو گيان اوس رهيو. انهيءَ ساکي گيان کان سرپ گيان جي نورتي ممڪن آهي.

اهڙي پرڪار سرپ ۽ سرپ جي گيان جي اڌشٽانن کي جدا جدا مڃي ان ۾ شڪا سماڌان ڏنو ويو. هن پکيہ ۾ ٻيا بہ شڪا سماڌان گهڻا آهن؛ تنهنڪري ”سرپ ۽ سرپ گيان جو اڌشٽان ساکي آهي“ ان پکيہ جو ڪٿن ٿو ڪجي.

## (۱۴۵) سرپ ۽ انجي گيان جو اڌشٽان هڪ ساکي چيتن.

جنهنجو پکيہ يعني مت آهي تہ ”سرپ ۽ سرپ جي گيان جو اڌشٽان جدا جدا آهي“، سو چون ٿا تہ سرپ ۽ سرپ گيان جو اڌشٽان هڪڙو چوڻ نہ کپي ڇو تہ جي (۱) ٻاهرئين نوڙي اوڇن چيتن کي ٻنهي جو اڌشٽان چئجي، تہ اُهو ٺيڪ نہ آهي؛ ڇاڪاڻ تہ جيڪو ڀرم گيان آهي، سو پرماتا ۽ ساکيءَ جي آسري آهي؛ ٻاهر جو نوڙي اوڇن چيتن آهي، تنهنجي آسري گيان چوڻ ٺهي نٿو. (۲) وري جيڪڏهن سرپ ۽ سرپ جي گيان جو اڌشٽان، انهڪرڻ اوڇت

کي پرڪاش ڪندڙ چيتن ماترآهي، سوئي ساکي ٿو چئجي. انهيءَ ريت نوڙيءَ جي گيان سمي ساکي چيتن ۽ نوڙي اپهت چيتن اپيد آهن. نوڙي اُپهت چيتن جي چاڻ نوڙيءَ جي گيان ڏواران ٿئي ٿي، ۽ نوڙي اُپهت چيتن* آهن ساکيءَ جي چاڻ ٻه نوڙي گيان سان ٿئي ٿي، انهيءَ ريت نوڙيءَ جي گيان ٿيڻ وقت اڌشٺان ساکيءَ جي چاڻ ٿيڻ ٿي ڪلپت سرپ گيان جي ورتي ٿيڻ بيشڪ ممڪن آهي.

(١٤٤) ڪل ٽرپٽين جي گيان ٻه ساکيءَ جو گيان ٿئي ٿو.

سوامي وديارڻيه پنچدشيءَ جي ڪوٽست ديپ ۾ هن ريت چيو آهي:- ته "آڀاس سميت انتهڪرڻ جي ورتي اندرين ڏواران ڏڪري ڏلي وغيره وشين کي پرڪاش ڪري ٿي. اتي ڏلو وغيره وشيون، ٿن جو آڀاس سميت ورتي روپ گيان، ۽ آڀاس سميت انتهڪرڻ روپ ‡ گياتا، انهن ٽنهي کي ساکي پرڪاش ٿو ڪري."

"هي ڏلو آهي" انهيءَ طرح آڀاس سميت ورتيءَ ڏواران فقط ڏلي جو پرڪاش ٿئي ٿو. (١) "مان ڏلو ڄاڻان ٿو"، اتي "مان" شبد جو ارٿ آهي گياتا (ڄاڻندڙ) ۽ (٢) "ڏلو" آهي گيه (ڄاڻڻ جوڳ وشيه). (٣) آهي ڏلي جو گيان. انهيءَ "ترپٽيءَ" جو پرڪاش

* جدا نه. ‡ ڄاڻندڙ.

نهڪرڻ جي ورتي اڪر دواران نڪري نوڙيءَ واريءَ
جاء تي پهچي ٿي، ۽ نوڙيءَ جي سمان ورتيءَ جو
ڪار لي پوي ٿو، ۽ نوڙيءَ جي پرتڪير ٿيڻ سمي،
ورتي اپهت چيتن ۽ نوڙي اپهت چيتن ٻئي ڏڪ
روپ ٿين ٿا، ۽ آپهنجو پيد نٿو رهي. اتي ايترو
سمجهي ڇڏڻ کپوجي ته، چيتن جي سروپ ۾ ته پهد
ڪٿ بہ ڪونهي، پر اپاڌيءَ جي پيد ڪري چيتن
جو پيد ٿي سکهي ٿو.

ڄاڻ هي، ويچار ڪجي ته ورتي اپهت چيتن ۽
نوڙي اپهت چيتن جون پيد ڪندڙ اپاڌيون آهن.
ورتي ۽ نوڙي. سي ورتي ۽ نوڙي جڏهين ڌار ڌار
هنڌ آهن، تڏهين اپاڌيءَ واري چيتن جو پيد رهيتو.
پر جڏهين ٻئي اپاڌيون ڏڪئي هنڌ آهن، تڏهين
اپهت چيتن جو پيد نٿو بڻي، اها وارتا "ويدانت پري
ڀاشا" ۽ ٻين گرنٿن ۾ ڪوليل آهي.

ڌار ڌار هنڌن ۾ اسٿت اپاڌيءَ ڪان ئي اپهت
چيتن جو پيد ٿئي ٿو، ڏڪئي جاء ۾ جڏهين ٻئي اپاڌيون
آهن، تڏهين ٻنهي اپاڌين هوندي بہ اپهت چيتن
ڏڪئي رهي ٿو. انهيءَ ڪري نوڙي جي پرتڪير، ڪيان
سمي نوڙي اپهت چيتن ۽ ورتي اپهت چيتن ڏڪئي
آهي. اتي ساکي چيتن ئي ورتي اپهت چيتن آهي،
ڇو ته انتهڪرڻ ۽ آن جي ورتيءَ ۾ اسٿت، جو انهن

ٿيٺي نہ آهي، ۽ سرپ جو گيان بہ ڪلپت وستو آهي،
۽ ان جو اڌشٺان آهي ساکي چيتن، تہ ان جي گيان
بنا ڪلپت سرپ جو گيان نورت ٿيٺو نہ آهي.

(١٤٢) تہ انجو جواب وري هي آهي:-
نورتي ٻن قسمن جي آهي، هڪ آهي "اتيمت
نورتي"، ٻي آهي "ڪارڻ ۾ لئہ" روپ نورتي.
پهرين ۾ حالت ۽ ڪاريہ، ڪارڻ سميت نورت ٿئي ٿو. سيئي
ڪلپت وستن جو ڪارڻ آهي اڌشٺان جي آسري
اگيان تنهن سميت ڪلپت ڪاريہ جي نورتي اڌشٺان
گيان کان ئي ٿئي ٿي. پر ڪارڻ ۾ [ڪاريہ جي]
لئہ روپ نورتي تہ اڌشٺان گيان بنا بہ ٿئي ٿي؛
جيئن سکپت ۽ پرلئہ ۾ اڌشٺان جي گيان بنائي ڪل
پدارٿ اگيان ۾ لئہ ٿين ٿا ۽ انهيءَ حالت ۾ سيئي
پدارٿن جي لئہ جو ڪارڻ آهي، پوين جي نمت ڪرمن
جي *سمپتا جو اپاءُ. تيئن اڌشٺان ساکيءَ
جي گيان بنا بہ سرپ گيان لئہ ٿي وڃيٿو ۽ اٿي
سرپ گيان جي وشيہ جو سرپ آهي، تنهنجو اپاءُ
سرپ گيان جي لئہ ٿيڻ ۾ §نمت آهي.

(١٤٣) يا تہ ڪيئن چئجي تہ سرپ ۽ سرپ
جو گيان، ٻئي نوڙيءَ جي گيان کان نورت ٿين ٿا. جو
جڏهين نوڙيءَ جو گيان پرڳٽ (ظاهر) ٿئي ٿو، تڏهين

* ساموهون ٿيڻ. § سبب.

سرپ جو اڌشٽان آهي نوڙي اُهي چيتن، ۽ نہ نوڙي، تنهين نوڙيءَ جي گيان کان سرپ نورت نہ ٿيڻ گهرجي.

(١٣٨) انهيءَ جو جواب هيءَ آهي:- ”نوڙيءَ وغيره جڙ پدارٿن جو گيان انتهڪرڻ جي ورتيءَ روپ آهي ۽ اٿي اورڻ نوڙڻ آهي ورتيءَ جو پريوجن ۽ اهو اورڻ آهي اگيان جي شڪتي، اورڻ جڙ پدارٿ جي آسري نہ آهي، بلڪ جڙ پدارٿ جو اڌشٽان جو چيتن آهي، تنهنجي آسري آهي. تنهن ڪري نوڙيءَ آڪار واري انتهڪرڻ جي ورتيءَ کان نوڙي اوچن چيتن جوئي اورڻ ڀنگ ٿئي ٿو؛ ورتيءَ ۾ جو *چداڀاس آهي، تنهن کان نوڙيءَ جو §پرڪاش ٿئي ٿو؛ چيتن آهي پاڻ پرڪاش، تنهن ۾ آڀاس جي گهرج ڪانهي.“ (وڏيڪ ڏسو ١٨٧)

انهيءَ ريت چداڀاس سميت انتهڪرڻ جي ورتيءَ کان نوڙيءَ جي ڄاڻ ٿئي ٿي، تنهن ۾ جو ورتي ڀاڱو آهي، تنهنجو ڦل آهي چيتن جو اورڻ ڀنگ ڪرڻ، ۽ چداڀاس ڀاڱي جو ڦل آهي نوڙيءَ جو پرڪاش ڪرڻ. تنهن ڪري چئبو تہ ورتي گيان جي وشيہ رڳو جڙ نوڙي نہ آهي، پر اڌشٽان چيتن سميت نوڙي. انهيءَ مراد سان سڌانت گرنٿن ۾ لکيل آهي تہ ” انتهڪرڻ مان پيدا ٿيل ورتي گيان، ساري برهم کي وشيہ ڪري ٿو.“

---

* چيتن جو بڌيءَ ۾ آڀاس يعني پرڇانو يا دمڪ. § ڄاڻ.

اڌشٽان نٿي ٿي سگهي" * ٠ وري توڙي وششٽ (گڏيل) چيتن کي اڌشٽان جيڪڏهن چئجو، ته توڙي ۽ چيتن ٻئي [ٻاڳا] اڌشٽان جوڳا ٿيندا؛ مگر توڙيءَ واري ڀاڱي جو ته اڌشٽان پڻ ٻاڌت آهي، يعني نٿو ٿي سگهي [جيتن مٿي سڪ ڪيو ويو]؛ تنهن ڪري توڙي اُپهت چيتن ۾ اڌشٽان سمجهڻ گهرجي ۽ نه توڙي وششٽ چيتن.

تنهن وري سروپ جي گيان جو اڌشٽان آهي ساکي چيتن. انهيءَ ريت ڀرم ۽ وشيہ ۽ انجي گيان جو اڌشٽان جدا جدا آهي، هڪ نه آهي. ايتن ڏنو ون ته جيتن [1] وشيش روپ ڪري توڙيءَ جي ابرتيتي اوديا ۾ ڪوپ دواران [1] ٻنهي جي اُتپتيءَ جو نمت آهي، تيئن توڙيءَ جو وشيش گيان ٻنهي جي نورتيءَ جو نمت آهي.

(۱۳۷) هيءَ ٻه هڪ شنڪا اُٿاريل آهي، ته توڙيءَ جي گيان ڪان سروپ جي نورتي ٿيڻي نٿي؛ ڇو ته "مٿيا وستوءَ جو جيڪو اڌشٽان هجي، تنهن اڌشٽان جي گيان سان ئي مٿيا وستوءَ جي نورتي ٿي سگهي ٿي؛" اهو آهي ادويت جو سڌانت. هاڻ جڏهن مٿيا

---

* جو نه هڪا وستو ٽنهي ڪالن ۾ سمه آهي ۽ ڪلپت وستوءَ جو آڌار آهي، تنهنکي ٿي چئجي **اڌشٽان**. [1] خاص.

[1] وشيہ ۽ وشيہ جو گيان.

جنهن جو اُپادانَ جهڙو هجي سڀاءُ يعني سٽا، ۽ سروپ
يعني شڪل هجيس اُپادان ڪان ٿي. **وورت** اهو آهي
جو اڌشٽان ڪان هجي اُلٽي سڀاو يعني سٽا وارو،
سروپ يعني صورت ٻه هجيس اڌشٽان ڪان ٿي. نوڙي
واري سرپ جو اُپادان ڪارڻ آهي اوديا، ۽ اُها آهي
انر وچنيہ. تيئن سرپ ۽ ان جو گيان ٻه آهن انر وچنيہ
تنهن ڪري نوڙيءَ وارو سرپ ۽ تنهنجو گيان اوديا
سان سمان سڀاءَ وارا آهن، پر اوديا کان ٻئي سروپ
يعني ٻئي ڏالي ۽ ٻئي قسم جا آهن؛ تنهنڪري انهن کي
اوديا جو "پريڻام" ٿو چئجي. وري نوڙي *آوَرڻ
اڌشٽان چيتن ست روپ آهي، سرپ ۽ اُن جو
گيان ست کان ولکيڻ آهي، تنهن ڪري چيتن ۽
نوڙيءَ وارو سرپ ۽ اُن جو گيان اڌشٽان چيتن کان
مخالف يا اُلٽي سڀاءَ وارا آهن، ۽ اُنهن جو سروپ
يعني آڪار ٻڻ چيتن کان ٻئي قسم جو آهي؛ تنهن
ڪري انهن کي چيتن جو "وورت" ٿو چئجي.

**(١٣٦)** [ماڻ وري هيءُ ويچاريو] مٿيان سرپ
جو اڌشٽان نوڙي اپهت چيتن آهي، نوڙي خود نہ
آهي؛ چوته سرپ وانگر خود نوڙي ٻه ڪلپت (بناوت)
آهي. "هڪ ڪلپت وستو ٻيءَ ڪلپت وستوءَ جو

* ڍار ڪيل.

ٿوڙيءَ واري چيتن جي آسري واريءَ اوديا ۽ ڪوپ ٿئي ٿو، تنهن تي نمت ساکي چيتن جي آسري واريءَ اوديا اش ۽ ڪوپ ٿئي ٿو؛ ۽ وري ٿوڙي وغيره اڌشٺان جي گيان کان ڪٿي سمي پٺيءَ ليين ٿي وڃن ٿا.

تڏهين جيئين ته سرپ وغيره ڀرم ۽ ٻاهرينءَ اوديا وارو اش سرپ وغيره پدارٿن جو *اُپادان ڪارڻ آهي، ۽ ساکي چيتن جي آسري وارو اندرين اوديا وارو اش آهي انهن پدارٿن جي گيان روپ ورتيءَ جو اُپادان ڪارڻ. سمجهو ۽ ته ساکيءَ جي آسري واريءَ اوديا جو تمي ڪٽي اش، پدارٿن جي صورت وٺي ٿو، ۽ اُنهيءَ ستي ڪٽي اش، گيان روپ پرڻام کي پراپت ٿئي ٿو. جنهن ڪري سمجهو ۽، اندرين اودياءَ پدارٿن ٿوڙي انهن جي گيان جو اُپادان ڪارڻ آهي. انهيءَ سبب ئي ٻاهريان ٿوڙيءَ ۽ سرپ وغيره ۽ اندريان سڀئي جا پدارٿ ساکي ڀاسيه چئجن ٿا. "ساکي ڀاسيه" اُهيءَ کي ٿو چئجي، جو جو ساکيءَ اوديا جي ورتيءَ دواران پرڪاش ڪري.

(١٣٥) ٿوڙيءَ ۽ الو وچئيه سرپ ۽ ان جو گيان "ڀرم" يا "اڌياس" ڪري چوڻ ۽ ٿو اچي. اهو ڀرم آهي اوديا جو پرڻام ۽ چيتن جو وورت. پرڻام چئجي ان کي

* معدي وارو ڪارڻ جيڪو مٽي دلي جو "اُپادان ڪارڻ" آهي (Material cause).

وري جي است هجي، ته جيڪر پرتيت ئي نه ٿئي، جيئن* وانجهي پٽ پرتوت نٿو ٿئي. پر پرتيت ٿئي ٿو، تنهن ڪري ڇٺو ته است به نه آهي. تنهن ڇٺو ته اهو اوديا جو ڪاريه سرپ ست است کان وِلکيڻ (نرالو) آهي ۽ ان کي "انرو چنيه" ٿو چئجي. سڀئي هنڌ رهو، ۽ ٻيا ڪلپت پدارٿ پڻ انهيءَ ريت انرو چنيه آهن تين ٿا. تنهن انرو چنيه جي پرتيشي ۽ ڪٿن چئجي "انرو چنيه کياتي".

(۱۳۴) اِتي سرپ ٻيو خود اوديا جو پريڻام تيئن ئي سرپ جي گيان روپي ورتي به اوديا جو پريڻام آهي ۽ نه انتهڪرڻ جو؛ ڇو ته جيئن نوڙيءَ جي گيان سان سرپ جي نورتي ٿئي ٿي، تيئن سرپ جي گيان جي به نورتي ٿئي ٿي. جيڪڏهن اهو پريڻام انتهڪرڻ جو هجي ها ته ائين نورتي نه ٿئي ها! انهيءَ ڪري [سرپ جو] گيان به سرپ وانگر اوديا جو ڪاريه آهي، ۽ ست است کان ولکيڻ (نرالو) انرو چنيه آهي. باقي تفاوت هيءُ آهي، ته اوديا جو پريڻام جو سرپ آهي، سو نتيجو آهي نوڙيءَ اُپهت چيتن ۾ ويٺل تموگڻي پرڌان اوديا جي ‡انش جو؛ ۽ ورتي گيان پريڻام آهي، †ساکي چيتن ۾ ويٺل اوديا جي ستي گڻي انش جو. اهي ٻئي پريڻام هڪ ئي سمي ٿين ٿا ڇو ته جنهن §نمت

* ڪدڙو. ‡ ڀاڱي. † انتهڪرڻ اُپهت چيتن. § سبب ڪري.

## (۱۳۳) اتر وڇيير ڪياتي.

ويدانت سدالت واري ڪا اتر وڇيير ڪياتي آهي، تنهنجي ريت هيءَ آهي:- انتهڪرڻ جي ورتي اک وغيره دوارا نڪري خود وشيه وارو آڪار وٺي ٿي، تنهن سبب وشيه وارو * آورڻ نشٽ ٿيو ٿو ۽ چيتنتا جي پرتيبمب ٿئي ٿي، اتي پرڪاش [جيئن سورج جو سونهرو] پرسهايڪ ٿئي ٿو، جو ته پرڪاش بنا چيتنتا جي پرتيت ٿئي ٿي.

جتي نوڙيءَ ۾ نانگ جو ڀرم ٿئي ٿو. اتي انتهڪرڻ جي ورتي اک دوارا نڪري نوڙيءَ سان سنبنڌ رکي ٿي، پر اولڌ وغيره اڻ وجهڻ ٿا، جنهن ڪري ورتي نوڙيءَ جو سمان آڪار نٿي وٺي، ۽ نوڙيءَ جو آورڻ ناس نٿو ٿئي. ايئن آورڻ § هنڪر ڪرڻ سانگي ورتيءَ جو سنبنڌ ٿيندي به، جو نوڙيءَ جو آورڻ نٿو ٿئي، ته نوڙيءَ واري چيتن جي آسري، جا اوديا آهي اُن ۾ ‡ ڪوپ ٿئي ٿو ۽ سرپ آڪاري † پرڻام پائي ٿي.

حالت جيڪا ڏيڻ اهيءَ اوديا جو ڪاريه سرپ ست ناهي، ته جيڪر نوڙيءَ جي گيان سان ان جو ‖ باڌ نه ٿئي، پر باڌ ٿئي ٿو، تنهن ڪري ڇنهو نه ست نه آهي.

---

* ڍڪڻ کي يا ڪيندڙ اگيان جي شڪتي. § لوڙڻ ‡ ڦيري ۾ اچڻ جي حالت کي "ڪوپ" چئجي ٿو. † ڦيرو، تبديل يا نتيجو. ‖ لوپ ٿيڻ.

آهي تہ اُتي بہ کياتي آهن، ڪ ”ڏي“ يعني اوڙيءَ جو
ساماڻيہ کيان، ٻيو ”سرپ آهي“، اهو وشيش کيان؛
تہ بہ ٻنهي کي ڪري اهو ويڪ نہ رهي، تہ ٻنهي بہ ٻ
گيان اتپن ٿيا آهن، انهيءَ ٻنهي اوويڪ کي سانکيہ پرڀاڪر
وارا ”ڀرم“ ڪري ٿا چون. [مطلب تہ اوڙيءَ بہ سرپ
ڏسڻ بہ ٻنهي ٻئي سچا گيان آهن. مٿيا ڪوبہ نہ
آهي، يعني اکياتي آهي.]

سو تنهن ڏيکاريو ٿو، تو ڇوي تہ ”انهيءَ ريت اوڙيءَ
وغيرہ بہ سرپ وغيرہ ڀرم جي ٿين ٿا تن لاءِ ٻين جن
کيانين جا معنا ٻڌا آهن، اُهي بہ اهو ڪهڙي آهي؟ سو
ٻڌايو تہ مان اوهين سمجهان.“

(۱۳۱) اکياتيءَ جو کنڊن.

ٻڌهين گرو تو جواب بہ ڏوي:-

दोहा- ख्याति अनिर्वचनिय लखि, पंचम तिनतें और।
युक्तिहीन मत च्यारि ये, मानहु भ्रम की ठौर ॥५०॥

دوها ۵۰- دليل کوڙا ان سندا، جن کيانيون سي چار،
انرو چني سچي جاڻ اون، ڏس ٽيڪا وستار.

ٽيڪا:- هي شش، انهن چئن کياتين کان جدا
اون پنجين کياتي جا انرو چنيہ آهي، تنهنکي ڏيان
ڏي. هنن چئن کياتين جا دليل اڻپورا آهن. جئن
مٿي تن کياتين است کياتي، آتم کياتي ۽ اني
کياتي، جو کنڊن ڪيو آهي تيئن ”اکياتي“

است ڪياتي ٺيڪ نہ آهي.

(٢) ڪيٽڪ وگيان ڄائي سرپ وغيره آڪار ڄڄن تہ ڪِڙ ماتر آهي آڪار غلط ڀرڄن ۽ نہ وڏيڪ وقت لاءِ ٿنهن ڪري آتمر ڪياتي ٺيڪ نہ آهي.

(٣) انيٿا ڪياتيءَ جي پيرين ريت چنتامڻيءَ وارن ڪئين ڪئي آهي، پر خود انهن جي انيٿا ڪياتي بہ ٺيڪ نہ آهي، ڇو تہ *ڪيهہ انوسارئي گيان هجڻ گهرجي. "گهيہ نوڙي ۽ گيان سرپ جو"، ايئن چوڻئي انيشت (بلڪل) وروڌي آهي.

ٿنهن ڪري هن ريت مڃڻ گهرجي:- "جيئن نوڙيءَ ۾ سرپ جو ڀرم آهي، تئين نوڙيءَ سان اکہ جي ورتيءَ جو سنبنڌ ٿئي، نوڙيءَ جي ‡"اِدمِ" روپ جو ساماني گيان ٿئي ٿو، ۽ سرپ جي †سمرتي اٿي ٿي."

هاڻ ڏسو "هي سرپ آهي" انهيءَ ڄوڻيءَ ۾ ٻن قسمن جو گيان آهي:- هڪ آهي "هي" ‡‡انش، جو آهي نوڙيءَ وارو ساماني پرتڪش گيان. ٻيو آهي "سرپ آهي"، جو آهي سرپ جو سمرتي روپ گيان. ٻہ ڏسندڙ کي ادو ††وويڪ نٿو رهي تہ مون کي ٻہ گيان ٿيا آهن".

تنهنجا سبب هي آهن:- هڪڙو §پرماتا ۾ ڀؤ وغيره جو دوش، ۽ ٻيو ||پرماڻ ۾ ڏنگ وغيره دوش. ايئن ظاهر

* جاڻڻ جوڳي پدارٿ ۾ ارٿات پدارٿ جنهنجو گيان ٿئي.
‡ هيءَ. † ياد گيري. ‡‡ ڀاڱو. †† عقل. § انتهڪرڻ. || اِهين: نيتر.

ڄاڻڻ ۾ اچي ٿي، تيئن اگر ڪي ٻه دوش سبب ڪڏهين دور ٿئي، ته رڄو سروپ جي *پرتڪ ڪرڻ جو ٻل وڌي ٿو.

انهيءَ ريت ٻه اسٿت سروپ جي الپتا يعني ٿڪي پرڪار سان يعني سامهون نوڙيءَ واري جڳهه تي جو ڪياتي يعني ڄاڻ ۽ ڪٿن ٿئي ٿو، تنهن کي "الپتا ڪياتي" ڪري چون.

الپتا ڪياتيءَ لاءِ وري "چنتامڻي ڪار" وارن جو هيءُ مت آهي ته [اهو چوڻ ٺيڪ نه آهي جو ته] جيڪڏهين دوش واري اکه ٻي واري سروپ جي ڄاڻ ڏئي، ته انهيءَ مفاصلي جي وجهه ٻيون جيڪي شيون (وڻ ڏڻ) آهن تنهجي ڄاڻ ڇو ڏئي! تنهن ڪري ائين نه آهي ته ٿڪي جڳهه ۾ اسٿت ٻيا پدارٿ اکين سان ڏسجن ٿا، بلڪ ڇا ٿو ٿئي جو دوش سبب اکه کي نوڙيءَ جي لمبي روپ جي ڄاڻ بجاءِ سرپ روپ جي ڄاڻ ٿئي ٿي. يعني ته نوڙيءَ جوئي "الپتا" يعني ٻيءَ ريت، سرپ روپ جي ڪياتي يعني ڄاڻ ۽ ڪٿن ٿئي ٿو، جنهن ڪري الپتا ڪياتي چئجي ٿي.

(۱۳۰) اکياتي واديءَ جي وري هيءُ مراد آهي:-

(۱) جيڪڏهين اسٿ جي پرتيت ٿئي ته واڄهوي پت ۽ سڀني جا سگهه ٻه پرتيت ٿيڻ گهرجن، تنهن ڪري

* ظاهر ڏسڻ.

دوهو:- ڇڱي ڇڻ مان جا هٿي، سمجهايو سا ڄاڻ،
ڏاريان دل ني ڳالهه سا، هلت ڪريان ٻڌ ڄاڻ.

ٽيڪا:- جتي اوڙيءَ ۾ سرپ، يا سڀيءَ ۾ رڇي جي ڀرم جو درشٽانت ڏنو ٿو، اُتي چار مٿا ٻڌل اٿئي:- (١) سواءِ واري ڇون، "استيم ڪياتي"، (٢) ڪيٽڪ وکيان واري ڇون، "آتم ڪياتي"، (٣) نياءِ ۽ ونشيشڪ مٿن ۾ ڇون "ابيتا ڪياتي"، (٤) سانڪيه ۽ پرڀاڪر وارا ڇون "اڪياتي".

(١٢٦) **استيم ڪياتي**:- شوليه واديئن جي مٿيءَ مراد آهي:- نوڙيءَ واري هنڌ سرپ بلڪل است آهي، تيئن سرپ ڀين ڏيسڻ ۾ به است آهي. اهڙي اتيمنت (بلڪل) است سرپ جي اوڙيءَ ۾ پرتيت ٿئي ٿي، تنهن کي است ڪياتي چون ٿا. تہ انيمت استيم سرپ جي ڪياتي ڇنجي سرپ جي روپ جي پرتيتي ۽ ان جو ڪٿن.

(١٢٧) **آتم ڪياتي**:- وکيان واديئن جي مٿيءَ مراد آهي:- اوڙيءَ ۾ يا ٻئي ڪنهن هنڌ، ٻڌيءَ کان ٻاهر سرپ آهي ئي ڪين. پدارٿ ٻڌيءَ کان الڳ ڪين آهن، بلڪ ڪل پدارٿن جا آڪار ٻڌي ڌاري رهي آهي، اها ٻڌي *ڪيٽڪ وکيان روپ آهي، ڪٽ ڪٽ ۾ ناس ۽ اُتپت کي پائي ٿي. اهو وکيان (ٻڌي) ئي

* ڪٽ ڪٽ ۾ بدلجندڙ جاڻ.

سيڌي روپ ۾ پرتيت ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري ان
کي جوڻ آتم کياتي. اني آتما جو اوت ڪن ٿا، ڪيترا
وکيان روپ جي پرتيتي ۾ اُنجو ڪٿن.

(١٢٨-١٢٩) انيٿا کياتي:- نيايڪ ۽ ويشيشڪ وارن
جي تنهن مراد آهي - ته ۾ سچو سرپ رهي ٿو، جو اکين
جي دوش سبب ڏوريءَ جي بدران نوڙيءَ جي جاءِ تي
ويجهو پيو ڏسجي. جيئن ٺيڪ سچي سرپ ۾ اکين جي
وچ ۾ پت وغيره انيڪ پرڪارن جون رڪاوٽون آهن
ته به دوش وارين اکين سان سرپ پيو ڏسجي.

انهيءَ تي ڪو ڪٿي شنڪا اٿاري ته دوش سبب
ته پِل گھٽبوئي آهي، وڌندو ڪين آهي. جيئن جنرا
اکن جو پِل، وات، پت، ڪف، دوشن ڪري گھٽبو
آهي، تيئن اکين جو پِل پڻ دوشن جي ڪري گھٽجڻ
کپي ۽ جي ته وارو سچو سرپ جو پري مفاصلي تي
آهي، سو جي نوڙيءَ جنڪ ڏسڻ ۾ اچي ته پاڻ چئبو ته
"دوش سبب اکين جو پِل اٿلو وڌيو" سو ته نٿو بڻجي
انهن جو شنڪا ڪري انيٿا کياتي جو کنڊن ڪجي ۽
ته نيايڪ چوندا ته:

اها شنڪا نٿي بڻجي، چو ته ڏٺو ويو آهي ته ڪڏهين
پت جي دوش ڪري اهڙي بيماري ٿئي ٿي، جو
روڳي چوڏو ڪاچ ڪايو وڃي، ته بس جاول نٿو ٿئي.
انهيءَ ريت جيئن پت جي دوش، سبب جنها اکين

دوها:- جڳ چتر مان جا ڏسي، سمجهيو سا ڄاڻ؛
ڏاريان دل تي ڳالهه سا، هلس ڪريان ٻڌ ٻاڻ.

ٽيڪا:- جنهن اوڙڪ ۾ سروپ، يا سچ ۾ رنهي جي پرم جو درشٽانت ڏنو ٿو، اُن جا چار مٿا ٻڌل اٿو:- (۱) سوايم واڌي جون، "استير ڪياتي"، (۲) ڪيٽڪ وڪيان واڌي جون، "آتم ڪياتي"، (۳) نياءِ ۽ ويشيشڪ مت ۾ جون "انيٿا ڪياتي"، (۴) سانکيه ۽ پرڀاڪر وارا جون "اکياتي".

(۱۲۶) استير ڪياتي:- شونيه واديءَ جي جي مراد آهي:- نه اوڙڪ واري منڌ سروپ بلڪل است آهي؛ تيئن سروپ ڀرم ديسن ۾ به است آهي. انهيءَ انيٿت (بلڪل) است سروپ جي اوڙڪ ۾ پرتيت ٿئي ٿي؛ تنهن کي است ڪياتي چون. ڇو ته انيٿت استير سروپ جي ڪياتي ڇڪجي سروپ جي روپ جي پرتيتي ۽ ان جو ڪٿن.

(۱۲۷) آتم ڪياتي:- وڪيان واديءَ جي جي مراد آهي:- اوڙڪ ۾ ياٻتي ڪنهن منڌ، ٻڌيءَ کان ٻاهر سروپ آهي ئي ڪين. پدارٿ ٻڌيءَ کان الڳ ڪين آهن، بلڪ ڪل پدارٿن جا آڪار ٻڌي ڌاري رهي آهي، اها ٻڌي *ڪيٽڪ وڪيان روپ آهي؛ کڻ کڻ ۾ ناس ۽ اُتپت ٿي پائي ٿي. اهو وڪيان (ٻڌي) ئي

* کڻ کڻ ۾ بدلجندڙ جاڻ.

چوپائي ۴۸-
پلي نانگ نوڙيءَ ۾ ڏسجي، آتم ۾ تيئن جڳ تو ڀاسجي؛
ڪيئن تو نوڙيءَ مان سپ ڀاسي، ان سنسي ۾ من مون ڦاسي.

ٽيڪا:- سوامي! اوهان چيو تہ جيئن نوڙيءَ ۾ مٿيا سرپ آهي، تيئن آتم ۾ سنساري ڏک بہ مٿيا آهي. *درشٽانت جي سمجهڻ کانسواءِ دارشٽانت يعني سڌانت سمجهي نٿو سگهجي؛ تنهن ڪري "نوڙيءَ ۾ سرپ ڪيئن ٿو ڀاسي؟" اهو مهنجو درشٽانت ۾ سنسو آهي، سو ڪرپا ڪري نورت ڪريو.

## (۱۲۵) کياتيون.

चौपाई

असत ख्याति पुनि आतम ख्याती; ख्याति अन्यथा अरु अख्याती।
सुने चारि मत भ्रमकी ठौरा; मानूं कौन कहौ यह ब्यौरा ॥४६॥

ڪوس ۴۹- ڏسڻ ۾ اچي جائي، چوڻ ۾ هجي سائي،
انکي کياتي ڪري چون گر لتڪار تا؛
نوڙيءَ ۾ نانگ جيڪو ڏسڻ ۾ اچي گُرُ،
جدا جدا مت وارا رايا ڏين چار تا؛
ڏوي ٻڌي نانگ روپ آتم کياتي سائي،
آست کياتي ڪن نانگ انڪار تا؛
ظاهر جو سپ سو نہ ڏٺل تو ياد ٿيو،
هيءُ ٿو نوڙي ڪن اکياتي اچار تا.

ڏوها:- ٻئي هند ويٺل نانگ جو ڀاسي تو هت هاڻ؛
انيٿا کياتي تا چون، چوٿين هي گو جاڻ.

---

*روزمره جي وهنوار ۾ جاچل آزمودو.

ڪري آهن ٿي ڪون، ته پرتڪ پرتيت ڇو آهن؟ جا وستو ڪانه آهي، سا پرتيت به ٿيڻ نه کپي. والجهي پهت ۽ آڪاش جا گل ته آهن، ته پرتيت به ڪين ٿا ٿين، تيئن سنسار به نه هجي، ته پرتيت به نه ٿيڻ گهرجي؛ پر اهو جو جنم ڪان وٺي ڪل سنسار ظاهر آهي، ته اهو ڇو ٿو بظبطي نٿو، ته "جنم مرڻ وغيره سنسار روپي دک آهن ٿي ڪونه."

(۱۲۳) گرو جواب ۾ تنهن تو چوي:-

दोहा -- आतमरूप अज्ञानतैं ; है मिथ्या परतीति ।
जगतस्वप्न नभनीलता ; रज्जुभुजगकी रीति ॥४७॥

دوها ۴۷- آتم جي اگيان ڪان، ڪوڙي جڳ پرليمتي؛ سپنو ۽ آڀ نيلتا، نوڙي نانگ جي رات!

ٽيڪا:- جنم مرڻ وغيره جڳت پرمارٿ (حقيقت) ۾ آهن ڪونه، ته بہ آتما جو جيڪو برهم سروپ آهي، تنهنجي اگيان ڪان مٿيا طور پرتيت ٿئي ٿو. جيئن سپني جا پدارٿ، آسمان جي نيلتا، ۽ نوڙيءَ ۾ سرپ پرمارٿ ڪري آهن ٿي ڪين، ۽ مٿيا پرتيت ٿين ٿا، تيئن جنم مرڻ وغيره جڳت پرمارٿ ۾ ڪونهي، ته مٿيا پرتيت ٿئي ٿو.

(۱۲۴) تنهن درشٽي تو چوي:-

चौपाई -- मिथ्या सर्प रज्जु मैं जैसे ; भास्यो भव आतममैं तैसे ।
कैसे सर्प रज्जुमैं भासै; यह संशय मन बुद्धि विनासै ॥४८॥

ٽيڪا:- هي پيارا! اوهان چيو ”تون پرمانند سروپ آهين“، اهو هاڻ مون چڱيءَ طرح ڄاتو. پر اوهان چيو ته ”جنم مرڻ وغيره سنسار روپ دک تو ۾ آهن ئي ڪين، تنهن ڪري اُن جي نورتي تولاءِ ڪوشش ڏٺي“. تنهن ۾ مونکي هيءُ سنسو آهي ته، جنم مرڻ وغيره دک، جيڪڏهين مون ۾ ڪين آهن، ته جنهن ۾ آهي آهن، سو مون کي ڪرپا ڪري ٻڌايو، ته مان اُن ۾ آهي سنساري دک ڄاڻي پاڻ ۾ نه مڃان!

(١٢١) جنم مرڻ آدڪ بندن وديا جي ڪري واڳر آليڪ آهي.

सोरठा- सुनहु शिष्य मम वानि; जातैं तव शँका मिटै।
है जगकी अति हानि; तो मोमै नहिं औरमैं ॥४५॥

سورٺا ٤٥- سڻ شش سچ هي آهه، جنهن مان سنسو تو مٽيءَ
جڳ بلڪل ڪجهه ناهه، تو، مون ۾، نا ٻين ۾.

दोहा-- जो भगवन कहुं नहीं, जन्ममरण जगखेद।
है प्रत्यक्ष परतीति क्युं, कहो आप यह भेद ॥४६॥

(١٢٢) دوها ٤٦- هي پيارا جڳ ناهه جي، جنم مرڻ جي ايذا[1] ظاهر ڏسجي ڪيئن ٿي، سمجهايوم سڌ پڙ.

ٽيڪا:- هي پيارا! جيڪڏهين جنم مرڻ وغيره سنساري دک مون ۾ خواه ٻئي ڪنهن ۾ حقيقت

---

١- تڪليف يا پيڙا.

سو منهنجي سروپ کان نيارو نه آهي، بلڪ ان جو ئي آڀاس آهي." ان ڪري گياني، کي وشيه ڀوڳ به *سمادي آهي. باقي اگياني، کي اها ڄاڻ ڪانهي ته ڪو "اهو منهنجوئي سروپي آنند آهي." مطلب ته، آهي ٻنهي کي سروپي آنند، پر وشيه آنند جي ڀرانتي رکو اگياني، کي ئي رهي ٿي.

**(١٢٠) ٻنڌن جو آسرو ڪهڙو آهي.**

चौपाई

हे प्रभु परमानंद वखान्यो; मेरो रूप सु मैं पहिचान्यो।
नहि तोमैं भवबंधन लेशा; कह्यो आप पुनि यह उपदेशा ॥४३॥
यामैं शंका मुहि यह आवै; जातैं तव वच हिग न सुहावै।
नहिं मोमैं यह बंध पसारो; कहो कौन तौ आश्रय न्यारो ॥४४॥

چوپائي ٤٣-

پرمانند ٻڌايو سوامي، پڇاڻو حالم روپ آنامي،
جنم مرڻ کان ڇُٽو نيارو، مون ۾ دک جو ناهي لغارو.
٤٤- اِهو شڪا منهنجي آهي، وچن توهانجو ڪين سهائي،
مون ۾ ٻنڌن ناهه پسارو، ٻنڌن ڪنهنکي مان ڪئن نيارو.

---

*وشيه ڀوڳن مان جو آنند پرلبهه ٿئي ٿو، تنهن کي سروپ آنند جو ڀاڃو نشچيه ڪري، گيانوان اُن ۾ آسڪت ٿيو رهي، پر آتما جي آنند ۾ سنتوش پائي ٿو، اُنجو ناٿو آهي سمادي؛ ايئن نه سمجهڻ گهرجي ته وشيهن ۾ سمادي ٿي لڳي. وڌيڪ ذڪر ٻوهڪا ۾ ڏسو. ا- ذري.

ٽيڪا:- هي پيارا! اوهان چيو "تون پرمانند
سروپ آهين"، اهو هاڻي مون ڪهڙي طرح ڄاڻان. ڇو
اوهان چيو ته "جنم مرڻ وغيره سنسار روپ ڏک تو
۾ آهن ئي ڪين، تنهن ڪري اُن جي نورتي تو لاءِ
نٿي ٿئي". تنهن ۾ مونکي هيءَ سنسو آهي ته، جنم
مرڻ وغيره ڏک جيڪڏهن مون ۾ ڪين آهن، ته
جنهن ۾ آهي آهن، سو مون کي ڪرپا ڪري ٻڌايو،
ته مان اُن ۾ آهي سنساري ڏک ڄاڻي پاڻ ۾ نه مڃان!

### (١٢١) جنم مرڻ آدڪ بنڌن وَنڌيا جي پٽر وانگر آهي.

सोरठा- सुनहु शिष्य मम बानि; जातैं तव शँका मिटै।
है जगकी अति हानि; तो मोमै नहिं औरमैं ॥४५॥

سورٺا ٤٥- سڻ شش سچ هي آهي، جنهن مان سنسو تو مٽجي
جڳ بلڪل ڪجهه ناهي، تو مون ۾ نه آهي ۾.

दोहा-- जो भगवन कहुं नहीं, जन्ममरण जगखेद।
है प्रत्यक्ष परतीति क्युं, कहो आप यह भेद ॥४६॥

(١٢٢) دوها ٤٦- هي پيارا جڳ ناهه جي، جنم مرڻ جي ايذا[1]
ظاهر ڏسجي ڪيئن ٿي، سمجهايو مُنڊ تون.

ٽيڪا:- هي پيارا! جيڪڏهن جنم مرڻ وغيره
سنساري ڏک مون ۾ خواه ٻئي ڪنهن ۾ حقيقت

١- تڪليف يا پيڙا.

سو منهنجي سروپ کان نيارو نہ آهي؛ بلڪ ان جو ئي آڀاس آهي." ان ڪري گياني کي وشيہ ڀوڳہ ۾ بہ *سماڌي آهي. باقي اگياني کي اها ڄاڻ ڪانهي تہ ڪو "اهو منهنجوئي سروپي آنند آهي." مطلب تہ، آهي ٻنهي کي سروپي آنند، پر وشيہ آنند جي پراپتي رکو اگياني کي ئي رهي ٿي.

### (١٢٠) ٻنڌن جو آسرو ڪير آهي.

चौपाई

हे प्रभु परमानंद बखान्यो; मेरो रूप सु मैं पहिचान्यो।
नहि तोमैं भवबंधन लेशा; कह्यो आप पुनि यह उपदेशा ॥४३॥
यामैं शंका मुहि यह आवै; जातैं सब वच हिग न सुहावै।
नहिं मोमैं यह बंध पसारो; कहो कौन तो आश्रय न्यारो ॥४४॥

چوپائي ٤٣-

پرمانند ٻڌايو سوامي، ٻڌم جو ڄاڻم روپ انامي،
جنم مرڻ کان ڇڏيو نيارو، مون ۾ دک جو ناهن لغارو.

٤٤- اِن شنڪا منهنجي آهي، وچن توهانجو ڪين سهائي،
مون ۾ ٻنڌن ناهہ پسارو، ٻنڌن ڪنهنکي مان ڪٿي نيارو.

---

* وشيہ ڀوڳن مان جو آنند پرليمي ٿئي ٿو، تنهن کي سروپہ آنند جو ڀاڱو سمجھہ ڪري، گيانوان اُن ۾ آسڪت نٿو رهي، پر آتما جي آنند ۾ سنتوش پائي ٿو، انهيءَ ڪري اهو ئي آهي سماڌي؛ اِنهن نہ سمجھڻ گهرجي تہ وشين ۾ سماڌي ٿي لڳي. وڌيڪ ذڪر اوهڪا ۾ ڏسو. اُن ذري.

दोहा — सुनहु शिष्य इक बात मम, सावधान मन कान।
हैं द्वैविध आतमाबमुख, अज्ञानी रु सुजान ॥४१॥
ह्वै विस्मृत व्यवहारमैं; कबहुंक ज्ञानी संत।
अज्ञानी विमुखहि रहैं; यह तूं जान सिधंत ॥४२॥

(١١٩) دوها ٤١- من کي ايڪاگر ڪري، ڪن ڏيئي سڻ ڳالهه،
"آتم کان بيمک ٻَئي[1]"، تون ته سڃاڻ حال؛
٤٢- وسري ٿئي وهنوار ۾، ڪڏهين گياني سنت؛
آتم بيمک تون رهي، سدا اگياني جنت[2].

ٽيڪا:- هي شش! تون چت ايڪاگر ڪري ڪن ڏيئي هوشيار ٿي ٻڌ. هون آتم بيمک اگياني ۽ جو ڏڪر اڳ ڪيو ۾ گياني جي ٻڌي ۾ جڏهين وهنوار ۾ اچي ٿي، تڏهين تنهن کي ڀلجي وڃي ٿي ۽ اُن وقت اُهو ٻه آتم بيمک آهي. جيڪڏهين گياني جي ٻڌي سدائين آتماڪار رهي، ته جيڪر اُن جو ڀوڄن وغيره وهنوار ٿئي ئي ڪين! اگياني جي ٻڌي سدائين آتم بيمک آهي ۽ گياني جي ٻڌي جڏهين آتم کان بيمک ٿئي ٿي، تڏهين اُن کي ٻه اگياني والڪر اڇا ۽ وشيه جي سنبنڌ دواران آتم سروپي آنند جي چاٽ ٿئي ٿي. باقي هيءَ تفاوت آهي:- وشين سنبنڌي جيڪا آنند جي چاٽ آهي، تنهن بنسبت گياني کي اها چاٽ رهي ٿي ته "اهو جو آنند آهي،

١- اگياني ۽ گياني. ٢- پرش.

सोरठा— सो तूं मोहि व भाख, जो यामें शंका रही।
निज मतिमें मति राख, मैं ताको उत्तर कहूं ॥३८॥

سورٺا ۳۸- سو اوهان صاف ٻڌايو، جيڪو سنسو او هجي؛ مون کان ڪين لڪايو، جلدئي ڏيان جواب تو.

### (۱۱۸) گيانوان جي ورتي.

चौपाई

भो भगवन तुम दीनदयाला, मेट्या मम संशय ततकाला।
यामें कछुक रही आशंका, सो भाखूं अब ह्वै निर्वंका ॥३९॥
आतमविमुख बुद्धि अज्ञानी, ताकी यह सब रीति बखानी।
ज्ञानी जनको कहौ विचारा, कोउ न तुम सम और उदारा ॥४०॥

چوپائي ۳۹- هي گرديو ديالو آهيو، سنسو منهنجو اُڻ مٽايو؛ هاڻي ٿوري شنڪا سوامي، سا ٻه مٽايو انترجامي.

۴۰- آتم بيمک جي ٻه اگياني، ڳالهه لني جي اُتوَ وَکاڻي؛ گيانين جو پڻ حال ٻڌايو، پرش اُدار اوهين جڳ آهيو.

ٽيڪا:- هي پڳون! اوهان اڳ وشيه سنبنڌ ۾ آتما آنند جي جاڻ جي ريت جيڪا ٻڌائي، سا اگياني پرش جي، ۽ ٻه گياني پرش جي؛ ۽ تو ته اوهان ڏڪر ڪيو اهي؛ جو، جدهڪجي ٻڌي آتما کان بيمک آهي، اُهو ته اگياني ئي چئبو ۽ ٻه گياني. هاڻ مونکي گياني جي ٻاري ۾ ٻڌايو ته، اُن کي وشيه هي اچا، ۽ مٿي ڏڪر ڪيل نموني اچا جي سنبنڌ مان سکه جي جاڻ

وقت جي وڇوڙي بعد پيارو پٽ يا ڪو ٻيو پيارو ڪڏ جي وڃي ته اُن کي جيڪو اُن وقت آنند ٿئي ٿو، سو قائم ڇليو ملي؛ پر ايئن ٿئي ئي ڪين ٿو، ڇو ته اُن پياري جي ويئي ئي هوندي، ان جي ٻڌيءَ جي ورتي وري ٻين پدارٿن جي پٺيان وڃڻ ڪري چنچل ٿئي ٿي؟ آتم آنند جو پرتبمب جهٽي نٿي سگهي. تنهن ڪري ثابت آهي ته ڪنهن به اناتم پدارٿ ۾ پنهنجو آنند ڪونهي.

وري هيئن سمجهه ته جيڪڏهن وشيہ ۾ آنند هجي ته سماڌيءَ جي وقت ۾ جو يوگين کي آنند جي ڄاڻ ٿي ٿئي سا جيڪر نه ٿئي، ڇو ته سماڌيءَ ۾ ڪنهن به وشيہ سان سنبنڌ نٿو رهي.

يا وري هيئن به سمجهه ته جيڪڏهن وشيہ ۾ آنند هجي ته سکپت ۾ آنند جي ڄاڻ اصل نه رهي ڇو ته سکپت ۾ پڻ ڪنهن به وشيہ سان سنبنڌ ڪونهي.

انهيءَ ڪري ڄاڻڻ کپي ته وشيہ ۾ آنند ڪونهي پر آتم سروپي آنند ئي، ڪل آنند جي ڄاڻ ڪرائي ٿو، انهيءَ ڪري ئي ويد ۾ چيل آهي ته ”آتم سروپي آنند وٽي هرڪو آنند وارو ٿيو آهي.“ [وڌيڪ ڏسو (٣٦)]

दोहा— विपय संगतें है प्रगट, आतम आनंदरूप।
शिष्य सुनायो तोहि मैं, यह सिद्धांत अनूप ॥३७॥

دوها ٣٧— وشين مان جو سک مليو، ظاهر منجهہ جهان؛
سو سک آتم اچل مان، سچ ٻجهہ ڄاڻ سڄان.

ٿي جنهن ۾ بُڌي آتما کان ٻي مک آهي. "وشيه"
شبد ۾ ڪل ڀوڳ جا ساڌن اچي وڃن ٿا، يعني ڌن
پٽ وغيره. اُهن وشين جي اڇا ڪري بڌي ٿئي ٿي
چنچل ۽ چنچل. بڌيءَ ۾ آتم سروپي آنند جو *آڀاس
نٿو ٿي سگهي. جڏهين چاهيل پدارٿ حاصل ٿئي ٿو،
تڏهين ڪِن ماتر بڌيءَ جي ورتي اندرمکي ٿئي ٿي، ۽
اُن ڪِن ۾، آتم سروپي آنند جو پرتبمب جهلي ٿي؛ ۽ پوءِ
اُهي، آتم سروپي آنند جي پرتبمب جو انڀو ڪري،
مکڪ ڀرانتيءَ ۾ ٿي پائي ٿو، ته مونکي "وشيه مان
آنند جو لاڀ ٿيو آهي"؛ مگر سچ پچ اُهو آنند وشيه جو
آهي ئي ڪين.

جيڪڏهين وشيه ۾ آنند هجي، ته جڏهين مکڪ
کي وشيه حاصل ڪري ٻيءَ لاءِ اڇا ٿو ڪري، تڏهين به
هو ڀرڻ، وشيه مان آنند ماڻيندو رهي؛ پر ائين ٿئي
ئي ڪين ٿو، ڇو ته ٻيءَ اڇا ڪري جو بڌي چنچل
ٿئي ٿي، ته آنند رهي ئي ڪين ٿو. ويدانت سدانت ۾
ته اهڙيءَ حالت ۾ آنند رهڻ ئي ڪين آهي، ڇو ته چنچل
بڌي آتم آنند جو پرتبمب جهلي نٿي سگهي.

وري هيئن سمجهه ته جيڪڏهين وشيه ۾ آنند هجي
ته جيڪو هيئن ٿئي، جو جڏهين اوچتو ڪنهن کي ڪهڙي

---

* پرڇانوَ، پرتبمب؛ Reflection.

روپ آهي، تہ وشين جي سک کان آتما ۾ آنند جي
ڇاڻ اٿڻ ئي نہ کپرجي ؟ پر جيڪڏهن اٿي ٿي، تہ ڇنبو
تہ آتما پاڻ آنند سروپ نہ آهي؟ ۽ اُن کي آنند جي
پراپتي ٿئي ٿي وشين جي سک مان ٿي.

(۱۱۷) گرو تو سمجهائي ٿو:—

चौपाई

आतम विमुख बुद्धि जन जोई, इच्छा ताहि विषयकी होई।
तासूं चंचल बुद्धि बखानी, सुख आभास होइ तहँ हानि ॥३४॥
जब अभिलषित पदार्थ पावै, तब मति छनक बिक्षेप नशावै।
तामैं ह्वै अनंद प्रतिबिंबा, पुनि छनमैं बहु चाह बिडंबा ॥३५॥
तातैं ह्वै थिरता की हानी, सो अनंद प्रतिबिंब नशानी।
विषयसंग अनंद जु होई, बिन सतगुरु यह लखै न कोई ॥३६॥

چوپائي ۳۴

آتم کي مک بدڄن جوئي، وشيہ سکن کي چاهي سوئي،
تڏهين ڪري چت چنچلتائي، سک آڀاس رهي ناڻائي.

۳۵- وڻندڙ وٿ من جڏهين پائي، ڪڻ اڌ، من تو چنتا مٽائي؛
تنهن مان حاصل آنند جوئي، آتم جو آڀاس اهوئي.

۳۶- وري وچي جي من اي پاسي، اُن وشيہ مان سک ڪين پاسي،
وشيہ سنگ جو سک ايئن آهي، بنان گُرو گم ڪنهن کي ناهي.

ٽيڪا:— هي شش، وشيہ جي اِڇا ٿئي ٿي اُن کي

٣٢- پرمانند سک ناٿ تون، تو ۾ ڪجهه نه ڪليش؛
اھڙ امر چيتن اون دکس نه اھي او ايش!

ٽيڪا:- ھي شش! تو ۾ جو اھا اچا ٿي آھي، تہ پرمانند پراپت ٿئي، ۽ جنم مرڻ وغيره دک روپ سنسار جي نورتي ٿئي، سا اچا خود پرالتي يعني ڀرم ڪان تو ۾ اُٿين ٿي آھي؛ ايئن ڄاڻ. تون ناٿ پرمانند سروپ آھين، جنھن ڪري اُنجي پراپتيءَ لاءِ اچا بڻي ٿي نٿي. جو تہ جا وستو دست نہ ھجي، تنھنجي پراپتي بڻي ٿي؛ پر جيڪو پنھنجو سروپ آھي، سو تہ سدائين پراپت آھي، تنھنجي پراپتيءَ لاءِ اچا، ڀرم ٿي جوڙ ڪري ٿي.

وري سچ تہ تو ۾ جنم وغيره سنسار ڏرو بہ ڪوانهي. سو اڻ ھوندي؛ وستوءَ جي نورتيءَ لاءِ اچا بہ نٿي بڻي؛ اھا اچا بہ ڀرانتيءَ ٿي ڄڻي. تنھن ڪري ھي شش، تون جو جنم ۽ ناس رھت، چيتن روپ پرم آھين، سو تون پنھنجي دردي ۾ جنم وغيره جو ڪيد اصل مڃ نہ ڪين.

(١١٦) وشيہ سک جو نرنو.

ٽيھين تعو دوشتي تو ٻاڪي ٿ-

दोहा-- विषयसंग क्यों भान है, जो मैं आनंद रूप।
अब उत्तर याको कहौ, श्रीगुरु मुनिवरभूप ॥२३॥

دوھا ٣٣- وشين ۾ سک جو ڪٿان جي "مان" آنند روپ؛
اسو ڏيو ان ڳالھ جو، شري گرو ديو انوپ.

ٽيڪا:- ھي ڀڳون! جيڪڏھين مدمدجو آتما آنند

ڦر ڦل جو گهربو هو، سو مليو ته ڪين، اُلٽو سنسار جي ڦاسي وڌي ويئي؛ ڇاڪاڻ ته اهڙو ڪو اُپاءُ ڏسيو، جنهن سان منهنجو مطلب پورو ٿئي.

## (۱۱۵) گيان جو اُپديش.

दोहा -- मोक्षकाम गुरु शिष्य लखि, ताको साधन ज्ञान।
वेदउक्त भाषण लगे, जीवब्रह्म भिद भान ॥३०॥

دوها ۳۰- موکش اڇا شش جي ڏسي، ستگر ڪيو بيان،
ويدن جي وچار سان، سمجهايو برهم گيان.

ٽيڪا:- "موکش" آهي ڏک جي نورتي ۽ پرمانند جي پراپتي، اُها اڇا جو گرو شش جي هردي ۾ ڏٺي، ته ويدن ۾ اُن لاءِ جو ساڌن ٻڌايل آهي گيان، سو چوڻ لڳو. جيئو ٽيڪ ٿار ٿار شاسترن ۾ گيان جو سروپ ٿار ٿار ريت ٻڌايل آهي، ته ٻه جيو برهم جو ڀيد نورت ڪرڻ وارو جو گيان آهي، سوئي ويدن موجب موکش جو ساڌن آهي.

दोहा -- परमानंद मिलाप तूं, जो शिष्य चहै सुजान।
जन्मादिक दुख नाश पुनि, भ्रांतिजन्य तिहिं मान ॥३१॥

परमानंद स्वरूप तूं, नहिं तोमैं दुखलेश।
अज अविनाशी ब्रह्मचित्, जिन आनै हिय क्लेश ॥३२॥

دوها ۳۱- پرمانند سک تون گهرين، جنم مرڻ دک ناس؛
ڀرانتيءَ اندر پلجي پئين، ناحق ٿيءُ نه نراس!

दोहा -- गुरुकी लखी दयालुता, शिष्य हिये भौ चैन।
काज सिद्ध निज मानि हिय, भाखे सविनय बैन ॥२६॥

(١١٤) دوهو ٢٦- ڳالهه مٿي گرو جي دیا، تنهن ڏسي اوشن؛
"سڌ ٿي ڪم تنهنجي، جهاڻن گرو ڏنو ڏن."

चौपाई

भो भगवन तुम कृपानिधाना, हौ सर्वज्ञ महेश समाना।
हम अजानमति कछु न जानैं, जन्मादिक संसृति भयमानैं ॥२७॥
कर्म उपासन कीने भारी, और अधिक जगपाशी डारी।
आप उपाय कहौ गुर देवा, ह्वै जाते भवदुख को छेवा ॥२८॥
पुनि चाहत हम परमानन्दा, ताको कहो उपाय सुछन्दा।
जब कृपा करि कहि हौ ताता, तब ह्वै है हमरे कुशलाता ॥२९॥

چوپائي ٢٧- ڪرپا ساگر توهين گر سوامي، شو سمان ڄاڻ انتريامي،
اسين اڄاڻ خبر ڪجهه ناهي، جنم مرڻ جو ڏکر ڏکائي.
٢٨- ڪرم اپاسن ڪيم ڀاري، ڪري وڌ ڪي جڳ ڦاٿس جاري؛
توهين اپاءُ ڏسو گرگياني، سوو سنساري ٽين ڌ هاني.
٢٩- وري ڏسوم اپاءُ اهوئي، تنهه آنند ملي سک سوئي؛
ڪري د ياڌ س ڏيندا دالا، توهين گرو منهنجا پعه مالا.

ٽيڪا:- هي پڀون! جنم مرڻ آدڪ جو دکر روپ سنسار آهي، سو مونکي ويچاري رهيو آهي، ان ڪري اهڙو ڪو اپاءِ ڏسيو جو سنسار جي نورتي ٿئي ۽ پرمانند حاصل ٿئي. مون انيڪ ڪرم ڪيا، اپاسنا ۸ لکيس،

---

١- خوش، راضي.

दोहा

ह्वै प्रसन्न श्रीगुरु तबै, ते पूछै मृदुबानि।
किहिं कारण तुम तात तिहुँ, वसहु कौन कह आन ॥२१॥
तत्त्वदृष्टि तब लखि हिये, निज अनुजन की सैन।
कहै उभय कर जोरि निज, अभिप्राय के वैन ॥२२॥
भो भगवन हम भ्रात तिहुँ, शुभ संतति संतान।
लख्यो चहैं बहु भेव हिय, दीन नवीन अजान ॥२३॥
जोआज्ञा ह्वै रावरी, तो ह्वै पूछि प्रवीन।
आप दयानिधि कल्पतरु, हम अति दुखित अधीन ॥२५॥

دوها ٢١- گرو خوش ٿيو شيوا ڏسي، پڇيائين لهجي نرم سان،
"ڪنهنجا پٽ ڪٿ ٿا رهو، آيا ڪنهن ڪم سان؟"
٢٢- تتو درشٽي ڏٺ ڏهين ڇيو، ننڍڙن جي رخ سان،
مطلب پنهنجو ٿو چوي، هٿ جوڙي پٽي هاڻ.
(١١٣) ٢٣- "ڀڳوان! ڀائر ٽي اسين، شڀ سنتت سنتان،
ڄاڻڻ چاهيون ڀرهم ڪي، آهيون موڙهه اجان."
٢٤- آگيا ستگر جي ڏيو، پڇي ٽيون *پراپين،
ديال ڪلپ ورڇ ڇٽن توهين، اسين ته دکي آڌين.
گرو تو تنهن تي جواب ڏئي:-

सोरठा— सुनहु शिष्य मम वात, जो पूछहु तुम सो कहुं।
लहो हिये कुशलात, संशय कोऊ ना रहे ॥२५॥

سورٺا ٢٥- "سڻ شش منهنجي ڳالهه، پل پڇ اچڻو جو اٿئي؛
سٺي تنهنجو سوال، ميٽيان پولي ڀرم ڪي."

١- نيشاني يا اشارو. *هوشيار. ٢- اهو ورڇ جنهن کان جو
گهرجي سو ڪلپي يا بناڻي ڏي.

मनहु शंभु कैलासमें, उपदेशत सनकादि।
पेखि ताहि तिहिं लहि शरण, करी दंडवत आदि॥१९॥
कियोवास पटमास पुनि, शिष्यरीति अनुसार।
करी अधिक गुरुसेव तिहँ, मोक्षकाम हिय धार॥२०॥

دوها ١٤- راڄ مول هيءَ دکن جو، آهر سکھ ٿيپ راڄ،
ايشن وچاري گهر ڇڏي، نکتا سي سرتاج.
١٥- ستگر ڳولڻ سي لڳا، موکش ڪامنا ڌار؛
وڃن پروڙي ائيءَ جو، مدن لڳا اُپڪار.
١٦- ڳولي ڳولي ديسڙا، گنگ ڪناري ڇهنگ،
ڏٺو پر برڙ وڻ هيٺ هو، ويٺل سمت سنگ:
١٧- پدماسڻ لائي ڪري، پدواٖ مُدرا[٢] ڌار؛
جڻو برهم جي ايڪتا، ڪٿي ڪٿي اُن وار.
١٨- دوشن[٣] سيني کان سوا، من اندريون وس جاڻ،
چبلا اهڙا گرو ڪمان، جوت ٻڌي سک ساڻ.
١٩- جڻ شيو ڪيلاس ۾، سنڪادڪ اُپديش،
تنهي ڪمارن سنت کي، اچي ڪيو آديش.
٢٠- اُس اُڏ ورهه وهي ٻيا، شش ريتي اُنسار،
سڪ مُنڌهان شيوا ڪئي، موکش ڪامنا ڌار.

---

١- اهر ياو وهمه. ٢- ڄڻ لوپا مدرا، ترڪ مدرا، گيان مدرا
٣- شرير جا دوش آهن:- چوري، جاري (وڀچار) ۽ هنسا؛ واڻيءَ
جا دوش آهن:- نندا، ڪوڙ، ڪٺورتا ۽ واڪ چالتا (اجاير
ڳالهائڻ)؛ من جا دوش آهن:- ترشنا، چنتا ۽ ٻڌيءَ جي مندتا؛
ڏسو ترسنگ ٽائيپ اپنشد.

वैठि इकन्त विचार अपार, भनै पुनि आपसमाहिं सुजाना ॥
दे दुःख मूल समाज हमैं यह, आप भयो चह ब्रह्म समाना ॥
सो जन नागर बुद्धिक सागर, आगर दुःख तजै जु जहान ॥१३॥

(١١١) اندو ڇند ١٣

ڳالهه سٺي ٿيءِ جي سمجهي تن، پاڻ ملي ٻهه هيءَ ٻچايو؛
راڄ سماڄ ڏئي ڏک ڏينڊڙ، پاڻ گهري سک سنڌوُ سمايو!
جونه ڇڏي ٿيءُ ڪان اڳ پرڪري، پاڻ ڪيون مڪتيءَ جو سعيو؛
سي پڊوان سڄان جهان، جني پڳوان ملي سک پــايــو.

(١١٢) ٽيئي پٽ ايئن ويچاري، گهر ڇڏي وڃڻ
ڦاٽ ۽ انهن کي گرو مليو ٿو.

दोहा

यांतै तजि दुखमूल यह, राज करौ निज काज।
करि विचार इम गेहतै, निकस्यो भ्रातसमाज ॥१४॥
तिहुँ खोजत सद्गुरुचले, धारि मोक्ष हिय काम।
अर्थसहित किय तातको, शुभसंतति यह नाम ॥१५॥
खोजत खोजत देश वहु, सुरसरि तीर इकंत।
तरु पल्लव शाखा, सघन, वन तामैं इक संत ॥१६॥
वैठ्यो वट विटपहिं तरै, भद्रामुद्रा धारि।
जीव ब्रह्मकी एकता, उपदेशत गुण टारि ॥१७॥
दोपरहित एकाग्रचित, शिष्य संघ परिवार।
लखि देशकि उपदेश हिय, चहुँधा करत विचार ॥१८॥

---

١- سامان.

چوپائي ٨- شب سنتتي ٻه اهو ٻڌايو، وزير کي سو حال سڻايو،
جاءِ اڪيلي ڀتن گهرايو، حال ويراڳي تن سڻايو.

٩- هن رهس پت راج سنڀاليو، تنهن لوڪ توهين تان پاليو،
هڪ پتال سرڳ ٽيون ڪاشي، جتي رهيو شو ابناسي.

١٠- مرتڪ سمي ڏني شو اپديشا، ترت ملي شو لوڪ پرويشا،
الو ٻاسي گنگا وهي ٿي، سو ٻيا انهي وڏ ڪريتي.

दोहा-- करहु राज इम भिन्न तिहुं, पालहु निज निजदेश।
बिन विभाग भ्रातानको, भूमि काज ह्वै क्लेश ॥११॥

دوهو ١١- راڄ ڪريو اِن ڌار ٽي، پاليو پنهنجو ديس؛
ٻيا ورهاڱي جي تني، پائرن منجهه ڪليش.

इंदव छंद

राजसमाज तजीं सबमैं अत्र, जानि हिये दुख ताहि असारा।
और तु लोक दुखी अपने दुख, मैं भुगत्यो जग क्लेश अपारा॥
जे भगवान प्रधान अजान, समान दरिद्रन ते जन सारा।
हेतु विचार हिये जग के भग, त्यागि लखुं निज रूप सुखारा ॥१२॥

اندوچند ١٢

راڄ ڇڏيان، سڀ ڪاڄ ڇڏيان، جنهن اندر جاڻ ڪي ڪجهه ناهي؛
ٻيا ته دکي پنهنجي دک ۾، پر مون سر تي سڀ جو دک آهي؛
دولتمند هجي پڻ ڪو ڀو ترڏن وانگر ڏسي دک ناهي،
پوڪن اندر روڳ ڏسي، ڇڏيان اڄ پان سک جيتن چاهي.

इंदव छंद

वाक्य अनंत कहे इम तात, सुनै तिहुँ भ्रात सुबुद्धि निधान।

چوپائي ۴- ٻالپڻو سڀ راند وڃايو، جوڀن ۾ ٻڻ ڪام ستايو.
سيج پلنگ ۽ سندر ناري، تنهنسان ڀوڳيا سک سنساري.

दोहा-- स्वर्ग भूमि पातालके, भोगहि सर्व समाज।
शुभसंतति निज तेजवल, करत राजके काज ॥५॥

دوها ۵- راڄا ڀوڳيا ڀوڳ تي، سورڳ، مرت، پاتال،
شڀ سنتت پل سان ڪئي، پرجا جي نہ سنڀال.

दोहा- लहि अवसर इक तिहिं पिता, निज हिय रच्यो विचार।
सुख स्वरूप अज आतमा, तासूं भिन्न असार ॥६॥
इहिं कारन तजि राजयह, जानूं आतमरूप।
स्वर्ग भूमि पातालके. तिंहु पुत्रहु करि भूप ॥७॥

(۱۱۰) دوها ٦- هڪڙي وقت راڄا ڪيو، دل ۾ هيءَ ويچار،
"آنند آتم روپ سو، ٻيو سڀ ڪوڙ پسار"!
۷- "ان لئہ راڄائي ڇڏي، ڄاڻان پنهنجو پاڻ؛
ٽي پٽڙا لوڪن ٽنهي، راڄائي ڪن هاڻ."

चौपाई--

अस विचार शुभसंतति कीना, मंत्रि पेखि तिहुं पुत्र प्रवीना ।
देश इकंत समीप वुलाये, निज विरागके वचन सुनाये ॥८॥
भाख्यो पुनि यह राज संभारहु, इक पताल इक स्वर्ग सिधारहु ।
अपर वसहु काशीभुवि स्वामी, रहत जहां शिव अंतरयामी ॥९॥
जिहिं मरतहि सुनि शिव उपदेशा, अनयासहि तिहिं लोक प्रवेशा।
गंगअंग मनु कीर्ति प्रकासै, उत्तरवाहिनि अधिक उजासै ॥१०॥

---

۱- مرت لوڪ.

# ترنگ چوٿون

## اتم اڌڪاريءَ ڪي اپديش

दोहा— गुरु शिषके संवादकी, कहूं च गाथ नवीन।
पेखि जाहि जिज्ञासु जन, होत विचार प्रवीन ॥१॥

دوها ١- گرو شش سوال جواب ۾، ڪريان ڪٿا بناءِ؛
جنهن کي جگيا-سو ڏسي، سچ جي ڄاڻ ٻڌاءِ.

(١٠٩) شڀ سنتت راجا؛ تنهنجي ٽن پٽن
(١) درشٽي (٢) ادرشٽي (٣) ترڪ درشٽيءَ جي ڪٿا.

दोहा— तीन सहोदर बालशुभ चक्रवर्ति संतान।
शुभसंततिपितु तिहि नमे, स्वर्ग पताल जहान॥२॥
तत्त्वदृष्टि इक नाम अहि, दूजो कहत अदृष्ट।
तर्क दृष्टि पुनि तीसरो, उत्तम मध्य कनिष्ठ॥३॥

دوها ٢- هڪڙو شاهنشاهه هو، سرڳ پتال جهان؛
"شُڀ سَنتت" نالو انهيءَ، ٽي پٽ تنهن ٻڌوان.

٣- "تتو درشٽي" ٻوليون لمر، ٻئي جو نانءُ "ادرشٽ"
"ترڪ درشٽي" ٽيون، الر مَڌيم ڪنيشٽ.

चौपाई—
बालपनो सब खेलत खोयो, तरुण पाय पुनि मदन विगोयो॥
धारि नारि गृह भार प्रकाशी, भोगलहै तिहं सब सुखराशी॥४॥

छंद— भाखत गुण गण गुरुके बानीशुद्ध ।

दोष न कबहुं अर्पण करि इम बुद्ध ॥१८॥

ڇند ۱۸- گُـرَ ڪَن ڳائن، دوش نـه آڻي،

واڻـي اُرپـڻ اِنڪي ڄاڻـي.

ٽيڪا:- هميشه گروءَ جا گڻ ئي ڪٿن ڪري، اُنجا دوش نه ٻڌائيءَ اِنکي "واڻيءَ جو اُرپڻ" چيو ويو آهي.

सोरठा-- जो चाहै कल्याण, तन मन धन वच अरपिइम ।

बसै वहुत गर थान, भिक्षा तैं जीवन करै ॥१६॥

سورٺا ۱۹- جي چاهين ڪلياڻ، تن من آدڪ اُرپ گُرُ؛

رهي سدا تنهن ساڻُ، ڪر گدائيءَ تي گذر.

ٽيڪا (۱۰٦):- جيڪو منکي پنهنجو ڀلو چاهي، تنهنکي مٿينءَ ريت تن وغيره اُرپڻ گهرجيءَ ۽ گروءَ جي آستان تي يا اُنجي ويجهو ئي نواس ڪرڻ گهرجي ۽ گهرجيس ته ٻڌا رکيا لاءِ گدائيءَ يعني ڀکيا تي گذران ڪري.

चौपाई--

सो भिक्षा धरि देशक आगे, निज भोजनकूं नहिं पुनि मागे ।

जो गुर देइतु जाठरडारैं। नहिं दूजे दिन वृत्ति संभारैं ॥२०॥

-١٦ (١٠٤)·

مال، خزانا، گهر، پٽ، ناري، نوڪر، چاڪر، زميداري ۽ لباڳ ڪري گُرو شَرڻ آيو، سو جنڪ گرو کي ڏيئي ڇڪايو.

सोरठा– धन अर्पणको भेव, एक कह्यो सुन दूसरो।
है गृहस्थ गुरुदेव, याज्ञवल्क्य सम देह तिहिं ॥१७॥

سورٺا ١٧- ڏنَ اَرپڻ جي ڀيد، هڪ ٻڌايان سا ٻڌو ۽
ياڳيه ولڪ جي ڀيد، گرهستي گرو کي سب ڏيو.

ٽيڪا:- پهرئين ڪان ورتي آن ڏانهن ڪُل ڏن آهي، اُهو ڪُل تياڳي، گهرجي نه جو تياڳي گرو هجي ڪنهنجي شرن تجي. اهڙي کي چئجي ٿو "ڏن جو ارپڻ ڪرڻ." گرو جو تياڳي آهي، سو ته ڪجهه به نه قبوليندو، ته به اهو ڏن جو تياڳ، گرو کي ڏن ارپڻ ڪرڻ جي برابر آهي ۽ جيئن ته گرو جي پراپتيءَ لاءِ ڏن جو تياڳ ڪيو ويو.

پر جيڪڏهن گرو تياڳي نه هجي ۽ گرهستي هجي، ته اُن اڳيان ڪُل ڏن ارپڻ ڪجي. جيڪڏهن ڪو چوي ته برهم وديا جو آچاريه گرهستي ڪونه ٿي سگهي، ته اُنکي ياڳيه ولڪيه ۽ اُدالڪ وغيره جا مثال ڏجن، جي گرهستي ٿي به، برهم وديا جا آچاريه ٿي ڪري ويا آهن.

(١٠٥) ٻاڻ "واڻيءَ يا وچن جي ارپڻ" تي

١- رشيءَ جو نالو.

चौपाई—

गुरु समीप पुनि करिये वासा, जो अति उत्कट है जिज्ञासा ॥
तन मन धन वच अर्पी देवै, जो चाहै हिय वन्धन छेवै ॥१३॥

چوپائي ١٣—
پياس پوري جي، اس جي پائي، گر جي سنگ ۾ رهجي سدائي،
تن من ڌن ستگر کي ڏيئي، بنڌن تنهن جا ڪٽي سيئي.

चौपाई --

तन कर बहु सेवा विस्तारै, आज्ञा गुरुकी कबहूं न टारै ।
मनमैं प्रेम रामसम राखै, है प्रसन्न गुरु इम अभिलाखै ॥१४॥
दोषदृष्टि स्वपने नहि आनैं, हरि हर ब्रह्म गंग रवि जानैं ।
गुर मूरतिको हियमें ध्याना, धारे जो चाहै कल्याना ॥१५॥
पत्नी पुत्र भूमि पशु दासी, दास द्रव्य ग्रह ब्रीहि विनाशी ।
धनपद इन सवहिन कूं भाखै, है गुरु शरण दूरि तिहि नाखै ॥१६॥

(١٠٢) چوپائي ١۴—
تن سان خوب گر ٽهل ڪمائي، آگيا اُنجي هڏ نہ هٽائي،
من ۾ پريم رام سم ڌاري، گر پرسن ٿئي ايئن ئي وچاري.

(١٠٣) ١٥—
دوش دِرشٽي گر ۾ نہ آڻي، برهما[2]، وشنُ[3]، مهاديو[4] جاڻي[1]؛
جيڪو پنهنجو ڀلو وچاري، گرَ جي مورت من ۾ ڌاري.

---

١- سداچاري ئي گرو پدويء جو لائق ٿيڻ سگهي ٿو. ٢- گروء جو وهنواري روپ برهما. ٣- گروء جو رکيا روپ وشڻو. ۴- گروء جو ڪروڌ روپ مهاديو.

۽ مٿي ٿي ويا آهن، ٽن سمرتين، پراڻ ۽ اتهاس رچي، تن ۾ برهم وديا ٻـ ڪولي آهي. جيڪڏهن ويدن ڪانسواءِ گيان ٿيڻ جو نه هجي، ته اهي ڪل گرنٿ نشڦل ٿي پون. تڏهن سمجهڻ گهرجي ته جيڪي ٻه واڪيه، آتما جي سروپ جي ٻڌائڻ وارا آهن، پوءِ ڪري ويدن جا هجن يا ٻين گرنٿن جا هجن، ته انهن مان گيان ٿيڻ جو آهي. ائين ثابت ٿيو ته "ڀاشا گرنٿ دوارا نه گيان ٿيڻ جو آهي".

दोहा -- वाणीजाकी वेदसम, कीजै ताकी सेव।
है प्रसन्न जब सेवतैं, तब जानै निज भेव ॥११॥

دوها ١١ـ وید برابر وچن جنهن، ڪجي ته انجي شيوءِ
شيوا سان پرسن ٿئي، ملي نه آتم ديو.

ٽيڪا:- برهم وديا گرو جنهن جو وچن وید سمان آهي، تنهن جي جگياسوءَ کي شيوا ڪرڻ گهرجي. شيوا دوارا جڏهن آچاريه راضي ٿئي، تڏهن پنهنجي سروپ جي ڄاڻ ملي سگهي ٿي. مطلب آهي ته آچاريه جي شيوا ايشور جي شيوا کان ٻه وڌ آهي؛ ڇو ته ايشور جي شيوا فقط ادرشٽ (جو ڏسڻ ۾ نه اچي تنهن) ڦل جو هيتو آهي، ۽ آچاريه جي شيوا ٻنهي، ادرشٽ ۽ درشٽ ڦلن جو هيتو آهي. "ادرشٽ ڦل" آهي ڌرم ادرم جي اُتپتيءَ دوارا ڦل؛ ۽ درشٽ آهي ساڪيات (حاضر) ڦل، جو ڌرم آڌرم جي اُتپتيءَ ٻنائي

(٩٩) ايشن جو چيو وچو تہ گياتوان ڪان ويد پڙهجي،
تڏهن تہ مٿان ڪو هيءُ شنڪا ڪري، تہ "ويد جون
جي شرتيون آهن، تن دوارا ئي جيءُ برهم جو سروپ
ويچارڻ سان گيان مت اُپجو آهي، تڏهن ڪري ٻيا
سنسڪرت يا ڀاشا گرنٿ نشڦل آهن، ڇو تہ انهن مان
گيان ٿيڻو نہ آهي؛" تہ اُنجي جواب ۾ هيءُ دوهو ٿو ڏجي:

दोहा— ब्रह्मरूप अहि ब्रह्मवित, ताकी वाणी वेद।
भाषा अथवा संसकृत, करत भेद भ्रम छेद ॥१०॥

دوها ١٠- برهم وِتا برهم روپ جي، واڻي ويد سمان؛
ڀاشا، سنسڪرت ۾ هجي، ڪري ڀيد ڀرم هاڻ.

ٽيڪا:- شرتيءَ ۾ اهو صاف چيل آهي تہ "جيڪو
پرش برهم وِتا آهي، سو برهم روپ آهي"، تنهنڪري
اُنجي واڻي ويد روپ ڄاڻڻ کپي، ڪري اُها ڀاشا
۾ هجي، يا سنسڪرت ۾؛ هر طرح ڀيد جو جيڪو ڀرم
آهي، سو مٽائي ڇڏيندي. اهو ڪو نيم ڪونہ آهي
"ويد جي وچنن بنا گيان ٿيڻ جو نہ آهي"؛
[illegible] طرح آيرويد ۾ چيل دوائن؟ انهن جي علاجن
[illegible] سنسڪرت يا هندي يا ٻين ڀاشائن
[illegible] مان بہ ٿوري ٿي، تهڙيءَ طرح سڀ جو
[illegible] آهي، تنهنجي ڄاڻ ڀاشا وغيره گرنٿن
[illegible] آهي، اهيءَ ڪري جي *سروگيہ رشي

[illegible]

انهيءَ ريت مٿي ڏيکاريل لڇڻن رهت ڪروءِ ڪان يا ڪنهن ڀيد واديءَ ڪان جيڪو ويد پڙهي، ارٿ ويچاري ٿو، سو ڀيد روپي ڪارڻ انيؤ ڪري ٿو، ۽ جنم مرڻ روپي ڪليش ڀوڳي ٿو.

پر جيئن سمنڊ جو پاڻي کارو آهي تڏهن ٻادل ڊواران مٺو ٿئي ٿو، تيئن جيڪو، ٻادل روپي *برهم ويد گروءِ جي واتون ويد پڙهي، ويچاري ٿو، تنهن کي اهو ويد روپي سمنڊ جو پاڻي، امرت ڪان بہ وڌ آنند ڏيڻ وارو ٿئي ٿـو.

### (٩٨) گيانوان ئي گرو ٿيڻ جو لائق آهي.

दोहा— इति पुटघट सम अज्ञजन, मेघसमान सुजान।
पढै वेदइहिं हेतुतें, ज्ञानीपैं तजि आन ॥६॥

دوها ٦— مَنش اگياني مَشڪ جيان، گياني ٻادل جاڻ؛
گياني گُر ڪان ويدُ پڙهہ، رهہ نہ اگياني ساڻُ.

ٽيڪا— اگياني مشڪ يا دلي سمان آهي، ۽ گياني ٻادل سمان. جيئن سمنڊ جو کارو پاڻي، مشڪ يا دلي ۾ سواد ڦيري مٺو نہ ٿئي، پر ميگهہ ڊواران ئي مٺو ٿئي ٿو ۽ آنند ڏئي ٿو، تيئن گيانيءَ ڪان ئي ويدن جو پاٺ آنند روپ ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري ڌرم چوي ٿو تہ مشڪ يا دلي سمان اگياني ويد ‡پاٺڪن کي تياڳي، ميگهہ سمان برهمنيشٺي گيانيءَ ڪان ويدن جو ارٿ پڙهہ يا ٻڌ.

* برهم کي جاڻندڙ. ١- سانڊارو. ‡ ويد پڙهائيندڙ آچاريہ.

ٽيڪا:- ويد روپي جو سمنڊ آهي، سو گرو، ٻنا لوڻ سمان کارو آهي. جيئن کاري سمنڊ ۾ ويٺي، جو آنڌو ڄل پيئي ٿو، سو فقط کاراڻ کي انڀو ڪري ٿو ۽ دک پائي ٿو، تيئن گرو ٻنا جيڪو ويد جي ارٿ کي ويچاري ٿو، سو پڻ ويد روپي کاراڻ کي انڀو ڪري، جنم مرڻ روپي دک پائي ٿو.

رامانُج ۽ مادوَ وغيره ڪيترن ئي پرشن ويد جي ارٿ جو ويچار ته ڪيو آهي، پر گرو دوارا نه ڪيو آهي؛ تنهنڪري اهي ڀيد ۾ ڦاٿا رهيا، جنم مرڻ روپي کيد (دک) کي پراپت ٿيا. انهن کي مڪتي ملي نه آئي. ائين آهي، ته رامانج ۽ پڻ پنهنجن گرن کان ويد پڙهي، انهن تي ويچار ڪيو، ۽ ويچار ڪري انهن تي وياکيان ڪيا؛ ته پر جن وٽ انهن ويد پڙهيا، تن کي گرو نه چئي سگهبو، ڇو ته "جيڪو جيو برهم جي ايڪتا جو اپديش ڪري، سوئي گرو آهي"، جيئن اڳ گرو جي لڇڻن جي ورڻن ۾ ڪوليو ويو آهي. مگر اهي سچ ته گرو نه هئا، پر *ارهت سمان هئا. ارهتن کي سندن شش "گرو" چوندا هئا، پر ارهت جو ارٿ گرو نه آهي. انهي ڪري چئو ته رامانج ۽ پڻ، جو گرو دوارا ويدن جو ويچار نه ڪيو، ته اهي ڀيد وادي ٿي پيا، ۽ جنم مرڻ جي ڪليش ۾ پيا.

* جينَ مت وارن جا گاديسر

دوھا ٥- موکھ ملي سنسار کان، کري اھو اُپديش؛
سچو گر، سمجھو چون، ڏکو نہ کيڙوُ ويس.

(٩٦) ٦- گُرَ جا گُڻَ سيئي چئي، مِن ويدن اَنوُسار؛
شِشَ سُياوَ سي مون چيا، اول ترنگ اڌڪار.

ٽيڪا:- شاستر موافق گروءَ جا لڇڻ ٻڌائي رهيس. جن ساڌن سان گرنت لاءِ اڌڪار ٻڌائي آيو آهيان، سي ئي شش جا لڇڻ سمجهڻ گهرجن.

(٩٧) گرو ڀڳتيءَ جو قُل

दोहा- ईश्वरतैं गुरुमैं अधिक, धारै भक्ति सुजान।
विन गुरुभक्ति प्रवीनहू, लहै न आतमज्ञान ॥७॥

دوھا ٧- اھڙي گُرَ ۾ ايشَ کان، ڌاري وَڌِ ويساھ؛
پنڊتُ ٻِڻ گُرَ ڀريم ڀِن، لهي نہ آتم راھ.

ٽيڪا:- سڄاڻ منکيا کي گهرجي تہ گروءَ جي ايشور کان بہ وڌيڪ ڀڳتي ڪري، ڇو تہ ڪل شاسترن ۾ جو منش هوشيار هجي سو بہ گروءَ جي اُپديش بنا گيان پراپت ڪري نٿو سگهي؛ جنھن ۾ درشٽانت (مثال) مان ڏسڻ ۾ ايندو.

दोहा- वेद उदधि विनगुरु लखै, लागै लौनसमान।
वादर गुरुमुख द्वारहै, अमृतसै अधिकान ॥८॥

دوھا ٨- ويد سَمنڊ جَلُ گُرَ بنان، لڳي تہ لوُڻ سمان،
بادلَ گُرَ کان ارت جَلُ، امرت کان وَڌِ جان.

جي تت مان واقف هجي ۽ برهم نِشٺي هجي اهڙي آچاريہ بڻجڻ جو اڌڪاري آهي.

شش جي ڏکي ۾ هيٺيان پنجن قسمن جا ڀيد رهن ٿا:

(١) جيو ۽ ايش جو ڀيد (٢) جيو ۽ جيو جو پاڻ ۾ ڀيد (٣) جيو ۽ جڙ جو ڀيد (٤) ايش ۽ جڙ جو ڀيد (٥) جڙ ۽ جڙ جو پاڻ ۾ ڀيد، انهن ڀيدن کي نوارڻ لاءِ ڪهڙيون ڏکيون ڪهڙجن، آهي ته آچاريہ کي اچڻ ڪهرجن. "ڀيد ئي آهي ٻڌ جو ڪارڻ"، سو نوارڻ اوس ڪرتويہ (فرض) آهي.

وري آچاريہ کي کپي ته اهي ڀيد نواري، جو ڏيائي رهت ۽ اوديا وغيره مان رهت، برهم آهي، تنهن کي آتم روپ ڪري ساکيات ڪرائي.

آچاريہ هميشه ساري سنسار جي ملنيا هڙط جو آپديش ڪندو رهندو. آچاريہ اهو نہ آهي جو فقط پنهنجا ۽ شش جا وار منڊائيندو رهي، يا ڳيرو فقط ڳاڙهيون نشانيون ڪندو سمپرداي يا پنٿ جوڙيندو هجي.

दोहा— करत मोक्ष भवग्राहतें, दे असि निज उपदेश।
सो दैशिकबुधजनवहत, नहिकृत गैरिकवेष ॥५॥
दैशिकके लक्षण कहे, श्रुतिमुनि वच अनुसार।
सो लक्षणहि शिष्यके, है जिनते अधिकार ॥६॥

## (٥٩) گروءَ جا لڇڻ

चौपाई-- वेद अर्थकूं भलेपिछानै, आतम ब्रह्मरूप इक जानै।
भेदपंचकी बुद्धिनशावै, अद्वयअमल ब्रह्मदरशावै ॥३॥
भवमिथ्या मृगतृषा समाना, अनुलव इम भाखत नहि आना।
सो गुरु दे अद्भुत उपदेशा, छेदक सिखा न लुंचित केशा ॥४॥

چوپائي ٣- ويدارٿ ڀَلي چڱيءَ پڇاڻي، آتم برهم هڪ روپ سڃاڻي؛
ڀيد پنچن جو وَهمُ وڃائي، شُڌ برهم جو روپ لکائي.
٤- جُڳِ جڳت رُڃَ مثل مُڃاڻي، هر هميشه ئي ڪانهِ پڌائي؛
اچرج اُپدِيشُ ڏئي گُرُ جوئي، پاکنڊ ۽ نه ڦسائي سوئي.

ٽيڪا- آچاريه اهو آهي جنهن جا* ويد چڱيءَ طرح پڙهيل هجن، ۽ جيو برهم جي ايڪتا ۾ پڻ نشچو هجيس. جو ويد ته پڙهيل هجي، پر جي گيان ۾ نشٺا (بوڌڪ) نه هجيس ته ان کي آچاريه نه چوڻ کپي. وري جنهن جي گيان ۾ نشٺا هجي پر جو ويد پڙهيل نه هجي، سو ڪري پاڻ مڪت آهي، ته به اُپديش ڪرڻ جوڳ آچاريه نه ٿي سگهندو، ڇوته الڪي جگياسوءَ جي شنڪائن جي ميٽڻ جي شڪتي نه آهي؛ اٿم جگياسو جنهنجي چت ۾ شنڪائون نه اٿن، تنهنکي اهڙو گيان نشٺا وارو پلي اُپديش ڏيڻ جو سمرٿ هوندو، ته به سڀني جگياسن کي اُپديش ڪرڻ جوڳو نه ٿيندو؛ تنهنڪري اُنکي آچاريه چوڻ نه جڳائي. تنهنڪري جيڪو ويدن

* ويدانت شاستر جيڪو جگياسوءَ جي سنسن ميٽڻ لاءِ ڪافي هجي تنهنجو پورن پڙهيل هجيس، (ٽتوان سنڌان).

# ترنگ ٽيون

## گروءَ شش جا لڇڻ، ۽ گرو ڀڳتيءَ جو ڦل

### (٩۴) گرنٿ ارنڀ جي پرتگيا

दोहा – पंख च्यारि अनुबंधयुत, पढै सुनै यह ग्रंथ।
ज्ञानसहित गुरुसें जु नर, लहै मोक्षको पंथ ॥१॥

دوها ١- اُنبند چئن ني کي ڏسي، پڙهي ٻڌي جي گرنٿ؛
سو نرُ گيان کُو وٺان، لهي موکش جو پنٿ*.

ٽيڪا- جيءَ گرنٿ چئن اُنبندن وارو جاڻي. گياني گروءَ کان جيڪو پڙهندو يا ايڪاگر چت سان ٻڌندو، سو موکش جو پنٿ، جو آهي گيان، سو پراپت ڪندو.

दोहा – अनयासहिमति भूमिमें, ज्ञान चिमन आबाद।
रहै इहिकारन कहतहूं, गुरु शिष्य संवाद ॥२॥

دوها ٢- سوکي تني ٽد کيٽ ۾، گيان چمن آباد؛
روپ ڏيان تو گرنٿ کي، گُرُ شش جو سنواد.

ٽيڪا- گفتگوءَ جي حالت ۾ مضمون سولو کري ٿيندو، تنهڪري هيءَ گرنٿ ۾ گرو شش جي سنواد ۾ جوڙيو ٿو وڃي.

* ساڌن يا مارگ. ١- زمين ۾ ٢- باغيچو، گيان روپي ٣- سوال جواب.

۾ جو شڀ ۽ اشڀ ڪرم ڪيل اٿس انهجي ڦل ڀوڳڻ لاءِ اننت سرير ملندس. انهيءَ ڪري گيان دواران بندگ جي نورتيءَ لاءِ ڪرنت جو پريوجن بڻي ٿو، ڇو ته جيئن سڀني جا متيا پدارٿ، جي سڀني ۾ پرتيت آهن، تنهجي نورتي جاڳڻ بنا نٿي ٿئي، تيئن متيا بندگ، جو پرتيت ٿي رهيو آهي، تنهنجي پڻ گيان بنا نورتي نٿي ٿئي.

(٩٣) ايئن ڪرنت جا اڌڪاري، وشيه ۽ پريوجن تيڻ جا آهن، ۽ انهن جو سنبنڌ به تيڻ جو آهي، تنهڪري ڪرنت جو آرنڀ بڻي ٿو.

दोहा— दादू दीन दयाल जू, सत सुख परमप्रकास ।
जामैं मतिकी गति नही, सोई निश्चलदास ॥१५॥

دوها ١٥— دادو آهه ديالُ جو، سَتِ سُکُ پَرَمُ پرڪاش؛
بِدِ جو ٻُلُ جِتِ نان هلي، سوئي نشچلداس!

ترنگ ڇهو پورو ٿيو

تہ *گيان جاڳي ساڌن آهن ۽ اهيءَ ڪري ڪل پاپ
جي ناس ڪرڻ وارا آهن، تنهن ڪري ڇوڙڻ گهرجي تہ
گيان ئي ڪل پاپن جي ناس ڪرڻ وارو آهي.

(٩١) واديءَ هيءُ بہ چيو تہ "نتيہ نئمتڪ ڪرمن
ڪرڻ جو جيڪو ڪليش آهي، سوئي اڳين سنچت
نشٽ ڪرمن جو ڦل آهي ۽ سنچت نشٽ ڪرمن جو
ٻيو ڪو ڦل ڪونہ ڏيندو"، سو بہ ٺيڪ نہ آهي. ڇو تہ
جيڪڏهين سنچت نشٽ ڪرم اننت يعني بيشمار
پرڪارن جا هوندا تہ انهنجو ڦل بہ اننت پرڪارن جو
دک هوندو، تن لاءِ مٿيون ڇوٽ ٿيي ئي نٿو.

(٩٢) اهو جو واديءَ چيو تہ "ڪل ڪاميہ ڪرمن
ڪري ڪئي سرير ٿي سگهڻ جو آهي"، سو بہ ٺيڪ نہ
آهي، ڇو تہ سنچت ڪاميہ ڪرم بيشمار آهن، تن جو
ڪ جنم ۾ ڀوڳ بڻي نٿو سگهي. "ڪئي ڀرش
کي، ڪئي سمي ۾ گهڻا سرير ٿي سگهڻ جا آهن"، ايئن
جو واديءَ چيو، سو بہ تہ رڳو سڌ يوگين سان لاڳو آهي،
۽ نہ ٻين سان. ويد جو سڌانت هيءُ آهي ۽ "سڌ
يوگين کي ڀي تہ ڪل سامرٿي (طاقت) آهي، پر گيان
بنا انهن کي بہ موڪر ٿيڻو نہ آهي."

اهيءَ ريت اگياني جي ڪاميہ ڪرمن ۽ نشٽ ڪرمن کي
تياڳي، فقط نتيہ ۽ نئمتڪ ڪرم ڪري، تہ اُنکي موکيہ ڪونہ
ملندو ۽ پر نتيہ ۽ نئمتڪ ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻ لاءِ ۽ اڳين جنمن

* انتهڪرڻ جي شڌيءَ دوارا ۽ ثلثيف.

کي ويدانت مت پٽاند ڪرم جو ڦل ملڻو نه آهي، تيئن
ڪرم ڪرڻ کان پوءِ به جيڪڏهين ڦل جي اڇا دور ٿي
وڃي، ته ڪرم جو ڦل ملڻ نه کهرجي"؟ سو ادا ڳالهه
ويدانت مت کي نه ڄاڻي چوي ٿو. ڪرم ڦل جي
اڇا سان ڪجي، يا ڦل جي اڇا کان سواءِ ڪجي ته
به ڦل ته اوس ڏيکاريندو، مگر اڇا رهت ڪرم جو ڦل
آهي انتهڪرڻ جو شڌ ٿيڻ، ۽ اڇا سهت ڪرم جو ڦل
آهي رڳو ڀوڳ، ۽ نه انتهڪرڻ جي شڌتا. **ويدانت**
**سڌانت** هي آهي:- "(١) جيڪو اڇا رهت ڪرم ڪري
انتهڪرڻ کي شڌ ڪري شروط دواران گيان حاصل
ڪري ٿو تنهن کي ڪرم جو ڦل نٿو ٿئي." (٢) جنهن
جو ڪرم ته ڦل جي اڇا رهت ڪيل آهي، پر جي اُن کي
شروط وغيره سادن هٿ نه اچڻ سبب، يا ٻئي ڪنهن
سانگي گيان هٿ نه آيو آهي ته اُن لاءِ اڇا رهت ڪرم
جي ڦل جو به ڀوڳ، دور نٿو ٿئي [مگراوس ڀوڳڻو پوندو]"،
اهو ويدانت جو سڌانت آهي؛ تنهن ڪري گيان بنا
ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻ کان سواءِ ڇٽي نٿو سگهي.

(٩٠) واديءَ جو چوڻ ته "پرايشچت سان سڀ اشڀ
ڪرم ناس ٿيندا؟"، سو به ٺيڪ نه آهي. ڇو ته اشڀ ڪرم
جيڪڏهين انيڪ جنمن جا هوندا ته تنهن جو ناس هڪ جنم
جي پرائشچت سان مڪمل مناسب نه ٿيندو. اهو جو چيل
آهي ته "گنگا اشنان ۽ ايشور جي نام جو جاپ وغيره کان
ڪل پاپ ناس ٿين ٿا"، سو ان ڪري جو آهي سچ

ڪرم جي لوڙهي ٿئي ٿي. اهي ۽ ڪجهه ٻيو آهي ته اهي ڪرم ڪرڻ ۾ ڦل، اهي اڌرشٽي پرمارٿ ۾ ته اهيئي ڪارڻ، ڇاڪاڻ ته اوديا جي بنايل آهي، اهي اوديا جو ورتي آهي گيان، يعني ته اوديا جي ڪلپيل ڪرم وغيره پاونا گيان سان ناس ٿي وڃن ٿا. جيئن سپني جي پدارٿن جو جاڳرت ۾ اڀاءُ ٿي وڃي ٿو، تيئن اوديا روپي ننڊ ۾ پرتيت ڪرم ڪرڻ ۾ ڦل جو، گيان روپي جاڳرت ۾ اڀاءُ ٿيو وڃي ٿو.

ايئن ٻه ته ٺيڪ آهي ته اڃا جي اڀاوَ ڪان ڦل جو پوڳ نه ٿيندو. ايشور جو اهو سنڪلپ آهي ته ”اڪيائي کي ڦل ڀوڳڻ بنا ڪرم جي دوري ٺيڪي نه آهي“؛ سو ايشور جو سنڪلپ ڀي مٿيا ٿي پوندو! ايشور کي ته ست سنڪلپ وارو ئي ڪري مڃيو آهي، اهو شاسترن مان پڌرو آهي. وري جيڪڏهين ايئن مڃجي ته ڦل جي اڃا نه شرط ڪري ڪاميه ڪرم ڦل نه ٿا ڏيندا، ته اشيٺ ڪرمن جو ڦل ٻه ڪنهن کي نه ملندو، ڇو ته انهن جو ڦل، جو دک ئي آهي، سو هرگز ڪو به ڪونه ٿو چاهي! تنهن ڪري ايئن ئي سمجهڻ کپي ته ”گيان بنا ڪرمن جي ڦل جو اڀاءُ ٺيڪ نه آهي“.

(٨٩) وري جو واديءَ ايئن چيو ته ”ڪرم جي *اشنان ڪال ۾ جيڪو منڪ، اڃا رهت آهي، تنهن

ٺ‍ـ نيٺ. * ڪريا وقت.

اڌرشٽ ٿيو آهي ڌرم، اڌرم جو. شڀ ڪرمن
مان شڀ واسنا ۽ ڌرم روپي ٻه انڪور ٿين ٿا،
۽ اشڀ ڪرمن مان اشڀ واسنا ۽ اڌرم. شڀ واسنا
ڪري آئينده شڀ ڪرمن ڏانهن لاڙو ٿيندو، ۽ ڌرم
ڪري سک ڀوڳيو؛ وري اشڀ واسنا مان اشڀ ڪرمن
۾ پرورتي ٿيندي، ۽ اڌرم ڪان دک ڀوڳڻو پوندو. انهيءَ
ريت سان واسنا ۽ اڌرشٽ روپي انڪور ڪرم
روپي ٻج مان پيدا ٿين ٿا انهن مان واسنا روپي انڪور
ته آپاڻ سان ناس ڪري سگهبو، پر اڌرشٽ روپ
انڪور ته ”ڦل ڏيڻ بنا ناس ٿيڻ جو نه آهي“؛ اهو شاسترن
۾ لکيل آهي. اشڀ ڪرم مان ٿيل اشڀ واسنا،
سعسنڪر وغيره آپاڻ سان ناس ٿئي ٿي؛ شڀ ڪرم
مان ٿيل شڀ واسنا، ڪسنڪر وغيره ۾ ناس ٿيو وڃي.
شاستر ۾ جو پرشارٿ چيل آهي تنهن سان،
*پرورتيءَ جو هيتو جا واسنا آهي، سائي ناس ٿئي ٿي؛
تنهنڪري پرشارٿ بيشڪ ڦلدائڪ آهي، باقي اڌرشٽ
جو ناس ڀوڳ ڏني بن ٿيڻو نه آهي؛ اهڙي پرڪار
شاستر ۾ جو چيل آهي ته ”ڦل ڏيڻ ڌاران ڪرم جي نورتي
ٿيڻي نه آهي“، تنهن سان به ڪو ‡وروڌ
ڪونهي. اگيانيءَ کي ڦل ڀوڳڻ بنا ڪرم جي نورتي
ٿيڻي نه آهي، باقي گيانيءَ جي حالت ۾ ڀوڳڻ بنا به

* سنساري وهنوار. ‡ اختلاف.

انهن ڪرمن جي بيان ڪرڻ وارا ويد نشڦل ڏيندا، چاڪاڻ تہ "نتيہ نئمتڪ ڪرمن نہ ڪرڻ ڪري پاپ ٿئي ٿو" سو جيڪڏهين قبوليو تہ پوءِ انهنجي ڪرڻ جو ڦل مٽجڻ پاپ جي *اڻهوند. مگر ان ۾ هي اعتراض آهن: ڪ تہ نتيہ نئمتڪ ڪرم جي نہ ڪرڻ ڪري پاپ ٿيڻ نہ گهرجي، ڇو تہ اڀاو مان ڀاو ٿيڻوئي نہ آهي، اهو ڀڳوان ڪيتا جي [1]ٻئي ادياء ۾ فرمايو آهي. نتيہ نئمتڪ ڪرم نہ ڪرڻ آهي اڀاو روپ، ۽ پاپ آهي ڀاو روپ، تنهن ڪري نتيہ نئمتڪ ڪرمن جي نہ ڪرڻ روپ "اڀاو" مان پاپ روپ "ڀاو" جي اُپجڻ نا ممڪن آهي. اهڙيءَ طرح نتيہ نئمتڪ ڪرم ڪرڻ جو ڦل پاپ جي اڻهوند نہ آهي. ٻيو تہ نتيہ نئمتڪ ڪرم بدا بہ تہ (هر وقت) پاپ جي اتپتي ثابت آهي، ۽ نتيہ نئمتڪ جو ڦل سرگ وارن نٿو قبولي تہ پوءِ نتيہ نئمتڪ ڪرم نشڦل رهندو، ۽ تنهنجو پورڪ (سمجهائڻ وارو) ويد بہ نشڦل ٿيندو. تنهن ڪري مڃڻو پوندو تہ نتيہ نئمتڪ ڪرم جو ڦل سرگ وغيره آهن ۽ نہ موکر.

(۸۸) وري جو واديءَ چيو تہ "جنم جنمانتر جا ڪاميہ ڪرم جيڪي آهن، تنهنجي ڦل جي اچا جي ڇڏي ڏيڻ ڪري ڦل نہ ڏيندو"، سو بہ ٺيڪ نہ آهي. ڇو تہ ڪرم رڳي ٻج مان بہ انگور نڪرن ٿا. ڪ واشنا ٻيو [2]ادرشٽ،

* نہ هوندا ٿيڻ. [1]۱٦ شلوڪ. [2]ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ.

مراد هن ۾ رڳو اها آهي ته ست روپ ڪري
ت، ۽ چيتن ۽ آنند، نت، شڌ، نت مڪت ۽
۾ روپ ڪري اڪيات آتما ۾ ٻنڌ جو اڌياس ٻڌي
ٿيءِ ٿو ۽ اڌياس روپ ٻنڌ جي نورتي گيان دوارا
سگهي ٿي، جنهنڪري هن گرنٿ جو پريوجن ٻڌي ٿو.

(۸۷) وري واديءَ ڪرمن جي باري ۾ (۱۰۸-۵) چيو
"نشڌ ۽ ڪاميه ڪرم تياڳي، نتيه، نئميتڪ ۽ پرائشچت
ڪرم ڪجن، پوءِ نشڌ ڪرمن جي نه هجڻ ڪري
نرڪ لوڪ نه ملندا، ڪاميه ڪرمن جي نه هجڻ ڪري
سرلوڪ نه ملندا، ۽ نتيه نئميتڪ ڪرمن نه ڪرڻ ڪري
جي پاپ ٿين ٿا، سي اُنهنجي ڪرڻ ڪري نه ٿيندا.
هن جنم ۾ توڙي ٻين جنمن ۾ اڳ جي ڪيل پاپ، تنهنجو
ساڌارڻ ۽ اساڌارڻ پرايشچت سان ناس ٿيندو ۽ اڳ
ڪيل جي ڪاميه ڪرم آهن تن جي ڦل جي اڇا نه هجڻ
سبب موڪش اڇائڻ کي ڦل نه ڏيڻو آهي، تنهن ڪري
موڪش اڇائڻ کي گيان ٻنائي جنمن کان ڇوٽڪاري روپ
موڪش ٿئي ٿو." اهو ٺيڪ نه آهي، ڇو ته "نتيه نئميتڪ
ڪرمن جو ٻه سرڳ روپ ڦل ٿئي ٿو" اها ڳالهه ڀاشيڪار
*يڪتي توڙي †پرماڻ سان صفا ڪئي آهي تنهنڪري نتيه
نئميتڪ ڪرمن مان مڪتي حاصل نٿي ٿئي پر اُنهن لوڪن جي
پراپتي ٿي ٿئي. جيڪڏهن نتيه نئميتڪ ڪرمن جو ڦل نه قبولبو ته

* دليل. † شاسترن جي شاهدين سان.

۽ کھٽي ديس ۾ رهي ٿو، سو آهي **سامانيہ روپ**؛ ۽ جيڪو ٿوري ڪال ۾ ۽ ٿوري ديس ۾ رهي ٿو، سو آهي **وشيش روپ**. ايئن سچ آهي تہ، آتما سروپ ڪري چيتن آنند روپ آهي؛ جنهن ڪري ست والکر چيتن آنند بہ جت ڪت وياپڪ آهي؛ ۽ انهيءَ ڪري اُن لاءِ کھٽو ڪال، ٿورو ڪال، کھٽو ديس، ٿورو ديس، سامانيہ ۽ وشيش ڇوڙ بٽيءَ ڪين ٿو، تہ بہ اوديا جي سمي (اگيان جي وقت ۾) ھرڪنھن کي آتما جي ست روپ جي پرتيتي ٿئي ٿي، پر آتما جي چيتن آنند روپ جي پرتيتي ھرڪنھن کي نہ ٿي رهي؛ رڳو گيانيءَ کي رهي ٿي. تنھڪري اوديا ڪال ۾ بہ آتما چيتن آنند روپ، شڌ روپ ۽ مڪت روپ آهي، پر انجي پرتيت اگيانيءَ کي ڪانہ آهي، جنھڪري نہ ھجڻ والکر آهي. تنھڪري مٿي ڏيکاريل فرق ڇيو ويو آهي، جو ھر حقيقت نہ ھوندي بہ، اوديا ڪري پرتيت ٿي رهيو آهي. ان سبب آتما جو ست روپ ”سامانيہ انش“ ۽ چيتن ۽ آنند ”وشيش انش“ چيا ويا آهن. سو جاڳڻ کھڙي تہ، انهيءَ لڪي ڪرڻ ۾ سڪالت جي بہ حاجت ڪانهي، ڇو تہ انهيءَ ڇوڙ سان آتما کي تہ نروشيش ٿي سمجهي ٿو؛ رڳو اوديا ڪال ۾ سامانيہ ۽ وشيش ڀاو والکر جاڳڻ ۾ اچي ٿو تنھڪري سامانيہ وشيش ڀاو سمجهي ٿو.

روپ ڪري ڄاڻل ۽ وشيش روپ ڪري نہ ڄاڻل
وستو ۾ اڌياس تيرٿ جو آهي، پر آتما ۾ تہ ساماڻيہ،
وشيش ڀاڱا ڪين آهن، جنهنڪري اهڙي نروشيش
آتما کي ”ڄاڻل“ ۽ ”نہ ڄاڻل“ چئي نٿو سگهجي،
تنهن ڪري اُن ۾ اڌياس تيرٿ جو نہ آهي“ سو بہ
ٺيڪ ڪين آهي.

چؤ تہ ”آتما آهي“ سو تہ سڀ ڪنهن کي معلوم
آهي. آتما ذاتو آهي پرڪاشي سروپ جو ۽ ”مان نہ
آهيان“ ايئن ڪوبہ ڪونہ چوندو، پر ”مان آهيان“
ايئن هرڪو چوندو ۽ تنهن ڪري *ست روپ ڪري
آتما جو ڀان هرڪنهن کي آهي؛ پر اها ڄاڻ هرڪنهن
کي نہ آهي، تہ ”آتما چيتن آهي، ۽ آنند، وياپڪ،
نت شُڌ، نت مُڪت روپ آهي.“ تنهنڪري سڌ
تيئن تہ اهو هرڪنهن جو انڀوُ آهي تہ، چيتن، آنند،
وياپڪ، نت شُڌ، نت مُڪت طور آتما، اگيات
(نہ ڄاڻل) آهي. پر ست روپ طور گيات (ڄاڻل)
آهي. انهيءَ جي ثابتيءَ ڪان وڌ ڪابہ ڪتي (دليل) ڪانهي
ڄاڻ، جيڪو سڀ کي پرتيت آتما جو ست روپ
آهي، سو آهي ”ساماڻيہ روپ“ ۽ جيڪو رڳو گياني
کي پرتيت آتما جو چيتن آنند وغيرہ روپ آهي،
آهي ”وشيش روپ.“ انهيءَ ريت جيڪو ڪٿي ڪ

* هستيطو.

پر العهڪرط جي جيڪا برهم آڪار ورتي آهي، تنهن ۾ اسٿت چيتن اڳيان جو وڏيري آهي.

تنهن ڪري ڇوڙ ڪهڙي ته ڪيول چيتن اڳيان جو وروڌي ڪين آهي، پر ورتيءَ سميت چيتن اڳيان جو وروڌي آهي، يا ته ڇانجي تہ چيتن سميت ورتي اڳيان جو ناس ڪندڙ آهي. ٻهرين چوٽيءَ ۾ چيتن ٿيو ناس ڪندڙ، ٻ ورتي ٿي چيتن جي سهائڪ ٿيءَ چوٽيءَ ۾ ورتي ٿي ناس ڪندڙ، ٻ چيتن ٿيو ورتيءَ جو سهائڪ، سي ريت آهي *"اوڇيد واد" جي.

‡"آڀاس واد" ۾ ته اڳيان جو وروڌي نہ آهي ساماڻيہ چيتن، نہ آهي وشيش چيتن، اڳيان جو وروڌي آهي ورتيءَ سمت آڀاس، يا آڀاس سمت ورتي.

مطلب ڏيڪارڻ جو آهي ته، پرڪاش روپ چيتن اڳيان جو وروڌي ڪين آهي، بلڪ اڳيان خود چيتن جي ئي آسري آهي. تنهن ڪري اڳيان سان آورت (ڍڪيل) جو آتما آهي، تنهن ۾ ٻئي جو اڌياس ٿيڻ جو آهي.

(٨٦) وريءَ جو واديءَ ديتن ڇيو تہ "ساماڻيہ

---

* هيءَ ڳالهہ اڳتي ڪلندي، اوڇيد واد جو پرليپاد، واچسپتي مصر ڪيو آهي. ‡ آڀاس واد جو پرليپادن شنڪراچار ڪيو آهي ۽ هن گرنٿ جي چوڻين ترنگ ۾ اهو ذڪر ڪيل آهي.

هجي ته سو سکوپت وارو سک ۽ اگيان، جاگرت وقت
سامهون رهي ٿي ڪين ٿو، انهيءَ ڪري آنکي
پرتڪ روپ بدران ڇتجي ٿو سمرتي (يادگيري) روپ.
ڄاڻي سمرتي "نه ڄاتم" وسٿوءَ جي نه ٿيڻي نه آهي،
تنهن ڪري ڇوڙ گهرجي ته سکوپت ۾ سک ۽ آگيان
جي ڄاڻ هئي. هاڻ وري سمجهڻ گهرجي ته سکوپت ۾
آهو گيان انتهڪرڻ ۽ اندرين مان ٿيل ئي ڪين هو؛
ڇو ته سکوپت ۾ انتهڪرڻ ۽ اندرين جو اڀاءُ آهي. انهيءَ
ڪري ڄاڻو ته سکوپت ۾ آتم سروپي گيان آهي؛
گيان ۽ پرڪاش جو ارٿ ساڳيوئي آهي. ڄاڻو ته انهيءَ
پرڪاش روپ آتما مان سک ۽ اگيان پرتيت ٿيو؛ سو
جيڪڏهين آتم سروپي پرڪاش اگيان جو وروڌي هجي
ته اگيان پرتيت ٿئي ئي ڪين؛ پاڻ اُٽن ثابت ٿيو ته
آتم سروپي پرڪاش اگيان جو سهائڪ ئي آهي. انهيءَ
ڪري ئي ويدانت شاستر ڇوان ٿا ته "سامانيه چيتن
اگيان جو وروڌي ڪين آهي" اگيان جو وروڌي آهي
وشيش چيتن. وياپڪ چيتن آهي سامانيه چيتن؛ ۽
ورتيءَ ۾ استٿ چيتن آهي وشيش چيتن. انهيءَ جو
مثال آهي: آگني جا ڪاٺ ۾ وياپڪ آهي، سا اونده جي
وروڌي نه آهي؛ پر جڏهين گهڻ سان پرگهٽ ڪري
ٻتيءَ ۾ استٿ ڪجي ٿي، تڏهين اونده جي وروڌي
ٿئي ٿي؛ تيئن وياپڪ چيتن ٻه اگيان جو ويري نه آهي،

दोहा— चित्त सामान्य प्रकाशतैं, नहीं नशे अज्ञान।
लहै प्रकाश सुषुप्ति में, चेतनतैं अज्ञान ॥२४॥

دوها ١٤- سو چيتن سامانيه جو، ڪري اگيان نه ناس؛
مدد سکوپت ۾ ڪري، لهي چيتن پرڪاش.

ٽيڪا- واديءَ جو چوڻ آهي ته اڌياس ٽڏهين ٿو ٿئي جڏهين اڌشٽان جي وشيش انش جو اگيان هجي. آتما ڀاڻ پرڪاش روپ آهي تنهن ۾ اگيان ڪيڏ جو نه آهي. جو نه اونده ۽ پرڪاش جو ڀاڻ ۾ وروڌ آهي، تنهن ڪري پرڪاش روپ آتما ۾ پنڌ جو اڌياس ٿي نه سگهندو، جيئن پرڪاش واري هنڌ رکيل نوڙيءَ ۾ سرپ جو اڌياس ٿي نٿو سگهي. اها واديءَ جي شنڪا پڻ ٺيڪ نه آهي. ڇو ته جيئو ٺيڪ آتما پرڪاش روپ آهي، ته به اهو پرڪاش، اگيان جو وروڌي نه آهي؛ انهن نه هجي ته سکوپت اوستا ۾، پرڪاش روپ آتما ۾ اگيان پرتيت ٿئي ٿي سگهي.

ڪهڙي نه ماڻهو جاڳڻ تي هنڪر چوندو آهي ته "مان سک ۾ ستو هوس، ڪجهه به ڄاڻ نه هيم". انهن چوڻ ته اهڙي هنڪر جي گيان جي وشيه، هڪ ته سک، ٻيو ٻيو اگيان. ڄاڻ جاڳڻ کي يعني جاگرت ۾ جو سک ۽ اگيان جي ڄاڻ ڏيس، سا پرتڪش روپ نه آهي، ڇو ته "پرتڪش روپ" تڏهين چئبو، جڏهين گيان جي وشيه سامهون

١- گيان. ٢- عام، رواجي، جو هر ڪنهن ۾ رهي ٿو.

ائين ثابت ٿيو ته ”اڌشٺان ۽ مٿيا وستوءَ جو
ساڌرشيه دوش اڌياس جو *هيتو ڪين آهي.

(۸۴) ماڻ پرماتا دوش جو کنڊن هلندو. پرماتا
جو جيڪو لوڀ يا ڀؤ وارو دوش آهي، سو به اڌياس
جو هيتو ڪين آهي؛ ڇو ته جيڪو ويراڳي منش آهي ۽
جنهن کي ربي لاءِ ڪو پريم يا لوڀ ڪونهي، سو به
سپيءَ کي ڳريان ربو ڪري ڏسي ٿو.

نه وري ڳرماڻ جو دوش ڪو اڌياس جو هيتو آهي.
ڇو ته، آڪاش، جو سچ پچ روپ بن آهي؛ سو سيني
منکن کي نيلو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ کڙبڻ يا تنبوءَ واڱر
آڪار ۾ ڏسجي ٿو؛ اهو آهي اڌياس. ماڻ ائين چوڻ ته
سيني منکن جي اکين يعني ڳرماڻ ۾ دوش آهي، سو
نه مناسب ڪين آهي.

آڪاش ۾ نيلتا جو جيڪو اڌياس آهي، تنهن ۾
ائين نه آهي ته رڳو ڳرماڻ جو دوش ڪونهي، پر نه آهي
اُن ۾ ساڌرش جو دوش، ۽ نه آهي پرماتا جو دوش؛ يعني
، ڪل دوشن جو اڀاءُ آهي. اهڙي طرح سمجهڻ گهرجي
ته آتما ۾ بندڌ جو اڌياس ٻڙ بنا ڪنهن به دوش جي ٿيل آهي.

(۸۵) ماڻي اگيان واري سامگري جو جيڪو واديءَ
ذڪر ڪيو (۵۰ ۾) تنهنجو کنڊن ٿئي ٿو.

* جنهن کان سواءِ ڪارج اُٿپن ٿي نه سگهي اُنکي ”ڇئجي
هيتو“. جيئن ڪپڙي جو هيتو آهن لڙيءَ، تنتو ۽ ويم.

جو آتما ۽ اڌياس ٿي رهيو آهي، جو ڇاڪاڻ ته ڀيو ته ”مان ٻوڄ آهيان،“ يعني ته برهمڻ يا کتري يا ويش آهيان. اهوئي آهي آتما ۽ ذات جو اڌياس؛ ڇو ته آتما ۽ ذات ته هوندي به ذات جي معلوميت ٿئي ٿي؛ جيئن ٻوڙيءَ ۾ سرپ نه هوندي به، سرپ جي ڄاڻ رهي ٿي. ڇاڪاڻ ته آتما سان ذات جي ڪا ڪجهڙائي ته آهي ئي ڪين، ڇو ته آتما وياپڪ آهي ۽ ذات پرڇن آهي، آتما *پرتيڪ (اندر) آهي ۽ ذات پراڪ (ٻاهر) آهي، آتما وشئي آهي ۽ ذات وشيه آهي. اهڙي مان ڏسڻ ۾ آيو ته [ڪجهڙائي جي ڏوش نه هوندي به بلڪ] وروڌ (مخالفت) هوندي به اڌياس ٿئي ٿو.

جهڙيءَ طرح آتما ۽ سادرشيه يعني مشابهت بنا به ذات جو اڌياس ٿئي ٿو، تهڙيءَ طرح آتما ۾ اهنڪار وغيره ٻڌي جو اڌياس به ٿئي ٿو. جيڪڏهن ائين مڃجي ته سادرشيه ڏوش اڌياس جو هيتو آهي ته جيڪر آتما ۾ ذات جو اڌياس نه ٿئي، سنکه [جو اڇو آهي] تنهن ۾ پيلاڻ جو اڌياس نه ٿئي؛ مصري ۾ ڪوڙاڻ جو اڌياس نه ٿئي، ڇو ته اڇاڻ ۽ پيلاڻ، ۽ مٺاڻ ۽ ڪوڙاڻ جي وچ، مشابهت ته ڪانهي الٽو وروڌ ئي آهي.

*آتما يعني آپو اتوا پنهنجو پاڻ. پنهنجي پاڻ کان الڳ يا وڇڙو ٻي ڪا به وستو ٿي نٿي سگهي.

اُنهنجي پرتيتي اِئہ ٿئي ٿي، تنهن وقت اهي ٻہ لئہ ٿيو وڃن؛ انهيءَ مان اهو ڄاڻڻ گهرجي تہ **اڌياس** ڏالوئي آهي ”اهنڪار وغيره ۽ انهنجي گيان“ جو. هيءَ ڳالهہ وڌيڪ اڳرو ڇٺيہ گياتيءَ جي بيان ۾ کولي ويندي (ترنگ ٣).

جيتوڻيڪ ”وشيہ“ جو ذڪر ڪندي چيو ويو تہ ”اهنڪار* ساکي ڀاسيہ آهي،“ جنهن ڪري اهنڪار جي پرتيتي خود ساکي روپ آهي، ۽ ان سبب اُنجي اُتپتي ۽ لئہ ڇوڻ ٿيڪ نہ آهي، مگر ساکي، ورتيءَ دوارانئي اهنڪار کي پرڪاش ڪري ٿو ۽ ‡ ساکيات. انهيءَ سبب اُتپت ۽ لئہ آهي ورتيءَ جيءَ پر ڇوڻ ۾ اچي ٿو تہ اهنڪار جي پرتيتيءَ جي اُتپت ۽ لئہ ٿي آهي. انهيءَ ريت هڪ ٻئي پٺيان اهنڪار وغيره ۽ تنهجي گيان جي جا اُتپت آهي، تن ۾ ديٺو اهي سنسڪار آهن جيڪي انهن کان اڳين اڳين اهنڪار وغيره جي گيان مان پيدا ٿيل آهن.

(٨٢) هاڻ هت ڪو چوي تہ ”اهو ڪري سمجهي تہ هڪ ٻئي پٺيان اهنڪار وغيره جي اڌياس لاءِ ’اڳئين اڳئين‘ اڌياس جو سنسڪار هيتو آهي، تہ ٻہ ’پهريون‘ جو اهنڪار آهي، تنهداجي گيان لاءِ اول جو سنسڪار تہ ملهدوئي ڪينءَ ۽ انهيءَ ريت چئبو تہ ڪل وسڻ

---

* ساکيءَ کان پرڪاش ڪيل. ‡ سڌيءَ طرح.

وست جي گيان جو سنسڪارئي اڌياس جو هيتو آهي ۽ ”متيا“ وست جي گيان جو سنسڪار نه ۽ سو ڪچور جي وڙ جي درشٽانت مان ڏڻو سون. تنهنڪري ”متيا وستو جي گيان جو سنسڪار به اڌياس جو هيتو ٿئي ٿو.“

(٨ا) اهو ڪل ڇوڙ ٻنڌ جي اڌياس بنسبت ٻـ ٻڌي ٿو. اهنڪار کان وٺي ڪل اناتم وستو ۽ تنهجو گيان پيدا ٿيندو ٿو. ”سو [آتما ۾] اناتم وستو جائين نوڙيءَ ۾ سرپ والنگر پرتيت آهن، تائين آهن، جي پرتيت (ظاهر) نه آهن نه آهن ئي ڪين.“ اهو آهي ويدن جو سڌانت. سکوپت اوستا ۾ ڪوبه پدارٿ پرتيت ڪونهي، سارو پرپنچ لئه ٿي وڃي ٿو، تنهن ڪري سکوپت ۾ ساري پرپنچ جو اڀاو (فنائي) سمجهجي ٿو. انهيءَ مت جو نالو شاستر ۾ آهي *درشٽي سرشٽي واد، جنهن جو ارٿ اڳتي (٣٢٨ ۾) وڌيڪ ڏيندو.

انهيءَ طرح ايڪ اهنڪار وغيره ۽ انهنجو گيان پيدا اتپن (پيدا) ٿئي ۽ لئه (ناس) ٿئي. اهنڪار وغيره ۽ انهنجي گيان جي ڪڏوڪڏ اتپتي ۽ لئه ٿئي ٿي، يعني ته جنهن وقت اهنڪار وغيره جي پرتيتي آتپن ٿئي ٿي، تنهن وقت اهنڪار وغيره اتپن ٿين ٿا، ۽ جنهن وقت

*درشٽي يعني اوديا جي ورتي روپ گيان جي سمان ڪال ۾، سرشٽي يعني پدارٿن جي اُتپتي؛ اُن ڪٿن کي ”درشٽي سرشٽي واد“ چيو وڃي ٿو.

گيان مان ٿيل ”سنسڪارئي“ هيٺو آهي. تيئن سڀئي ۾ به رهي جي اڌياس جو هيٺو رهي جي ڪمان مان پيدا ٿيل سنسڪار آهي. انهيءَ ريت ڪل سنسڪارئي اڌياسن جا هيٺو آهن. وري سنسڪار جو هيٺو آهي وستوءَ جو گيان. اُهو سنسڪار انتهڪرڻ ۾ ايئن رهي ٿو جيئن مٿي ڏسي آيا آهيون ته شيِ اشي ڪرمن مان ٿيل ڌرم اڌرم انتهڪرڻ ۾ رهي ٿو.

جنهن منکر کي اڳ سرپ جو گيان اصل ڪونه آهي، تنهن کي ڪري پهن وستن جو گيان آهي ته به اُو نوڙيءَ ۾ سرپ جو اڌياس نه ڪندو؛ ڇو ته پيون وستو سرپ سان سجاتي (هم جنس) نه آهن. سرپ جو سجاتيه سرپ ئي آهي. تنهن ڪري (ڪوٺ ۾ ڇهو ويو آهي ته) سجاتي وستوءَ جي گيان جو سنسڪار اڌياس جو هيٺو آهي، جنهن ۾ ڇوڻ جي مراد ئيءَ به آهي، ته *وجاتيءَ جي گيان جو سنسڪار هيٺو نه آهي. اهو سنسڪار سوکم آوستا ۾ آهي؛ اُنهيءَ سوکم اوستا جوئي نالو آهي **سنسڪار**.

تنهن ڪري **ثابت** ٿيو ته اڌياس کان اڳ جو ”سجاتيءَ وستوءَ جي گيان جو سنسڪار آهي،“ سوئي اڌياس جو هيٺو آهي؛ ؟ اهو ٺيڪ نه آهي ته ”سٺيه“

* غير جنس؛ جيئن دلو، نوڙي وغيره سرپ جا وجاتيه آهن.

جا وست آهي، سائي هيٺو آهي. شپ ڪرم، اويوهيت *اُنرڪال ۾ ڌرم (پنج) جي اُتپت ڪري ڏا
چڏين ۽ اشپ ڪرم اڌرم (پاپ) جي اُتپتي ڪري ڏا
چڏين. اهو ڌرم اڌرم انتهڪرڻ ۾ رهي ٿو، ۽ ڏن ڪان ٿي
‡ڪال انتر ۾ سرڳ نرڳ پراپت ٿين ٿا. انهي مراد سان
شاستر ۾ شپ ۽ اشپ ڪرم اپُورو ۾ واران ڦل جا هيتو
ڪري چيل آهن ۽ نہ ساکيات.

"اپُورو" نالو آهي ڌرم اڌرم جو، ۽ §آهرِشٽ بہ
ان کي چون، نہ پاپ پنج بہ ان کي چون؛ ڪڏهين
نہ خود شپ اشپ ڪرم، جي ڌرم اڌرم جا جنڪ (پيدا
ڪندڙ) آهن، تن کي بہ ڌرم اڌرم چون، جيئن عا
طرح بہ شپ ڪرم ڪندڙ کي ڌرم ڪرڻ وارو چولد
آهن ۽ اشپ ڪرڻ واري کي اڌرم ڪندڙ چوندا آهن
۽ آيو (عمر) وڌائڻ واري گيهہ کي شاستر ۾ "آيو"
ڪري چيل آهي. ايئن ثابت ڪيو ويو نہ "اويوهيت
پُورو ڪال ۾ ئي هيتو ٿيندو آهي."

(٨٠) هاڻي ڌسو نہ ٻوڙيءَ ۾ سرپ جي اڌياس ڪار
اويوهيت پُورو ڪال ۾ سرپ جو گيان نہ ٿوئي ڪوئ
تنهن ڪري سمجهڻ گهرجي نہ سرپ جو گيان ٻوڙيءَ
سرپ جي اڌياس جو هيتو آهيئي ڪين؛ مگر سرپ ج

* ايندڙ وقت ۽ اويوهت الڪال يعني هڪدم پنيا
‡آئينده ۾. § د وشت نہ يعني ظاهر نہ.

...ڇي ڪو سوال اٿاري ته "هيتوءَ" پُوروَ (اڳيون) ڪال
...ي، پر اويوهيت پُوروَ ڪال جوڙڻ ضروري نه آهي؛
...ي، پر اويوهيت پُوروَ ڪال جوڙڻ ضروري نه آهي؛
... شاستر جي هيءَ وارتا به ٽٽي پوندي ته "*وهت
...سرڳ جي پراپتيءَ جا ۽ †نشٽ ڪرم نرڪ جي پراپتيءَ
...هيتو آهن." ڪرم نالو آهي ڪريا جو، جا ڪايا،
...ءِ يا من دوارا تي ٿئي؛ اها ڪريا ته اُنهيءَ ختم
...وڃي، ۽ سرڳ ۽ نرڳ ته گهڻو پوءِ ملن ٿا، جنهنڪري
...ن ڇٽي سکهه ته سرڳ، نرڳ جي پراپتيءَ ڪان اويوهيت
...روَ ڪال ۾ ته وهت ۽ نشٽ ڪرم ڪين آهن پر ويوهت
...روَ ڪال ۾ آهن؛ سو، جيئن ويوهيت (اڳ گذري
...ن) پُوروَ ڪال جا شبھ اشبھ ڪرم سرڳ نرڳ جي
...پتيءَ جا هيتو آهن، تيئن "ويوهيت پُوروَ ڪال ۾
...سرپ جو ڪيان هو، سو به نوڙيءَ ۾ سرپ جي اڌياس
...هيتو ٿئي ٿو."
...سڌانتي انهيءَ تي ٿو جواب ڏئي ته اها وارتا ٺٺي
...ٺي؛ ڇو ته جيڪڏهين ايئن قبول، ڪندين ته ناس ٿي
...ويل ڪيان اڌياس جو ۽ ناس ٿي ويل ڪرم سرڳ، نرڳ
...جي پراپتيءَ جو هيتو ٿي سگهن ٿا، ته پوءِ دلو به، ناس
...ٿي ويل ڏنڊي يا مري ويل ڪنيار دوارا پيدا ٿيڻ
...گهر جي؛ اهو ته ٿيڻ جو نه آهي. اويوهيت پُوروَ ڪال ۾

* جن ڪرمن جي ڪرڻ لاءِ ويد اُمرُ ڪيو آهي. † جن
ڪرمن لاءِ ويد جهل وڌي آهي.

ثابت آهي تہ مٿيا ڪجهہ جو گيان بہ اڌياس جو هيتو ٿئي ٿو. تنهن ڪري ڪَرِت جي پوريءَ ٿيڻ تائين ۽ جيل آهي تہ *سَجاتي وستوءَ جي گيان مان ٿيل سنسڪارني اڌياس جو هيتو (ڪارڻ) ٿئي ٿو.

مطلب آهي تہ اڌياس جو هيتو آهي "سنسڪار دواران گيان"، انهن لفظن ۽ "گيان مان ٿيل سنسڪار" لفظن ۾ ارٿ جو ڀيد ڪونہ آهي؛ ڇو تہ گيان آهي سنسڪار جو هيتو، ۽ سنسڪار آهي اڌياس جو هيتو.

(٧٩) ڏيکو "وست جو گيان" اڌياس جو هيتو آهي سو ڇوڻ ڪين ٺهندو، ڇو تہ اهو نيم آهي تہ "جو هيتو آهي، سو ڪاري جي [1]اَوِيَوهِت پُورِو ڪال ۾ هوندو." جيئن ڏلي جو هيتو ڏنڊو آهي؛ سو ڏلي جي اويوهيت پورو ڪال ۾ موجود آهي؛ تيئن جي اڌياس جو هيتو وست جو گيان قبوليو تہ اهو بہ اڌياس کان اويوهيت پورو ڪال ۾ موجود هئڻ کپي، پر ائين ڪونہ ٿو ٿئي؛ ڇو تہ ائين بہ ڏٺو ويو آهي تہ جڏهن منڪي کي سرپ جو گيان ٿيو آهي، تنهن کي اُن گيان کان ڪيترو ڪن پوءِ بہ ٽوڙيءَ ۾ سرپ جو اڌياس ٿي پوي ٿو؛ پوءِ ٽوڙيءَ ۾ سرپ جي اڌياس جو هيتو جو سرپ گيان ڇيو ويو سو تہ ناس ٿي

* سَجاتي يعني ساڳيءَ جاتيءَ وارو؛ جيئن سرپ جو سجاتي آهي سرپ. [1]ڀيد يا وٿيءَ ٿان، يعني ترت اڳئين وقت ۾، يعني وِڇوٽ.

## (٧٨) ستيه وستو گيان جنيه سنسڪار جو هجڻ نيم ڪري ضروري نه آهي.

واديءَ (٤٦ کان ٤٨ ۾) چيو ته "اڌياس جو هيتو آهي
سنسڪار دواران سچي ۽ وستوءَ جو گيان ۽ جيئن ستيه
سرپ جو گيان، سنسڪار دواران سرپ جو اڌياس
آڻاري ٿو، تيئن پنڊ جڏهين سچ ٿئي، تڏهين ته ستيه
پنڊ جو گيان به ٿئي، پر سڌانت ۾ آتما وستو ته ڪا به
ستيه ڪانهي، ۽ تنهن ڪري جو اڌياس جي سامگري
يعني ستيه وستوءَ جي گيان مان ٿيل سنسڪار آهيڙي
ڪونه، ته چئبو ته پنڊ [جو پرتيت آهي سو] اڌياس نه
آهي، پر ستيه ئي آهي."

اها شنڪا بطيتي ٿئي؛ ڇو ته اڌياس ۾ سنسڪار
دواران "ستيه" وستو جو گيان هيتو ڪونهي. پر هيتو
آهي "وستوءَ جو گيان"، پوءِ اها وستو خواه ستيه هجي
يا مٿيا. اهو نيم نه آهي ته رڳو ستيه وستو جو گيان ئي
اڌياس جو هيتو آهي. مثال وانگر: ڪنهن منڪا سچو
کجور جو وڻ ڏٺوئي نه آهي، مگر ڪنهن جادوگر جو بنايل
مٿيا کجور جو وڻ ڏٺو اٿس، ۽ ان جادوگر کان ٻڌو
اٿس ته "هيءَ کجور جو وڻ آهي،" سو اگر نه ڏٺل ناريل
جو وڻ ڏسي ڀلجي ٿو ۽ چوي ٿو ته هي کجور جو وڻ
آهي. هاڻي ڏسبو ته هن کي سچي کجور جي وڻ جو
گيان ته آهيڙي ڪونه، ته به ڀل ڪري وڃي ٿو هن مان

नभ नील रूपवान भासत कटाह वंत्र।
जिनके न कोई पित प्रभृति अशेष है ॥१३॥

ڪوت ١٣- سچائيءَ جو سمجهڪار، گيان مان بٽمل ڏسي،
سبب يا اَسبب وستو، ڪوڙي سڀ سڃاڻي؛
پنجين دوش رسن، پرالتي ڪين نٽي سگهي،
ڪيڙو بٽندو ننڌ ۾، نسڙو ذورا آڻجي؛
پنا دوش پرم ڪري، شڪ ۾ پلاڻ پاسي،
مصري نہ مٺي آهي، پلي ڪوڙي جاڻجي؛
پنا لوپ وٿراڳي سڀ، سڀيءَ ۾ رهو ڏسي،
نسرو ۽ لنبوءَ جهڙو، آپ نسرو ڪاٽجي.

دوھا ١٣- انهيءَ ريتي آتما، ذات ورڻ کان دور؛
پاسڻ ۾ اِتن ٿو اچي، داليون منجهس ضرور.

ٽيڪا- وادي چيو تہ "پنڪ سچو آهي، ۽ اُن جي نورتي گيان دوارا ٿيڻي نہ آهي؛ ڇو تہ گيان ڪند نورتي مٿيا وستوءَ جي؛ آتما ۾ مٿيا پنڪ جي سامگري آهيئي ڪانہ؛ تنهن ڪري پنڪ سچو آهي؛ تنهن جي نورتي گيان نہ ڪندو." اها ڳالهہ ٺيڪ نہ آهي، ڇو پنڪ سچ پچ مٿيا آهي، ۽ گيان کان اُنجي نورتي ٿئي جي آهي.

جو پرڪاش ڪرڻ پڙي، انتهڪرڻ اپاڌيءَ جي درشٽيءَ (نظر) دوارا نئين پرتيت (ظاهر) ٿئي ٿو، انتهڪرڻ جي اُپاڌيءَ جي درشٽيءَ بنا "ساکي" نالو، ۽ ڪرمن سهت انتهڪرڻ جو پرڪاش روپ ڪارڻ پرتيت ٿيڻ جو نہ آهي. تڏهين چوڻ کپي تہ چيتن ماتر برهم نئين (ساکيءَ رهت) پرتيت ٿئي ٿو، تنهن ڪري "ساکي" برهم روپ آهي.

اُنهيءَ مراد سان نئين دوهي جي پهرينءَ تڪ ۾ ساکي "تڪ" ڪري چيو ويو آهي، جو تہ آپاڌيءَ جي درشٽيءَ نئين اُن کي ذات (گهٽائي) ۾ ۽ پرڻو پاو ۾ پرتيت ڪري ٿي. ساکي آهي جيڪو پد جو لکيو، اهو * اڳتي وڌيڪ کولبو. اهڙي طرح ماڻهو کپي تہ جيڪو برهم جي ايڪتا ڪرڻ جي وشيہ بڻجي ٿي.

(۷۷) ماڻ پريوجن هٿن ملڻ ۽ جيهمجو کڻن (۴۰ ۾) ٿيل آهي.

कवित्त– सजातीय ज्ञान संसकारते अध्यास होत।
सत्यज्ञानजन्य संसकारको न नेम है॥
दोपकी न हेतुता अध्यास विपे देखियत।
पटविपे हेतु जैसे तुरी तन्तु वेम है॥
आतमा द्विजाति शंख पीत सिता कटु भासै।
सीपमें विरागी रूपा देखै विन प्रेम है॥

* ترنگ چوٿون، ۲۰۲ کان ۲۱۰؛ ترنگ ڇهون، ۳۴۹.

ڪهڙي ته گهٽ آڪاش، مها آڪاش روپ ئي آهن. الهيءَ ريت گهٽائيءَ ۾ جي پرچن ساکي آهن، سي به برهم روپ ئي آهن.

(٧٦) وادي جيڪي ٻه چيو (٤١، ٤٣ ۾) ته "سک دک انتهڪرڻ جي ورتيءَ جي وشيه نه آهن"؛ سو به اسنگت (ٺيڪ نه) آهي. ڇو ته، جيئن ٽيڪ ٻول آهي ته سک دک *ساکي ڀاسيه آهن؛ اهو ساکي گهٽائيءَ ۾ آهي، ته به جنهن وقت انتهڪرڻ جو پرڻام (ڦيرو) سک روپ يا دک روپ ٿئي ٿو، تنهن وقت ئي انتهڪرڻ جي گيان روپ ورتي سک دک کي وشيه ڪرڻ واري ٿئي ٿي؛ تنهن ورتيءَ ۾ جو ساکي آهي، سو اُنهن کي پرڪاش ڪري ٿو؛ گوڻڪارن الهيءَ ڀاڱ ڪان ئي سک دک کي ساکيءَ جي وشيه ڪري چيو آهي؛ ورتيءَ بنا ڪيول ساکيءَ جي ڪابر وشيه ٿيڻي نه آهي.

هن هنڌ هيءُ راز آهي، ته جيئن آڪاس ۾ گهٽ آڪاس ناليو؛ پاڻي آڌار جو ڪرڻ ۾ اچي ٿو سو دليءَ جي اپاڌيءَ ڪان پرتيت ٿئي ٿو مگر دليءَ جي اپاڌيءَ ڪان سواءِ گهٽ آڪاس ناليو؛ جل جي آڌار جو ڪر پرتيت ٿو ٿئي؛ فقط آڪاس ئي پرتيت ٿئي ٿو؛ الهيءَ ڪري گهٽ آڪاس ئي مها آڪاس جو روپ آهي. تيئن چيت ۾ "ساکي" ناليو؛ سک دک وغيره ڌرمن واري انتهڪر

* ساکيءَ کان پرڪاشيه ٿين ٿا.

چاڻائي. جيئن "ڪنڊل وارو پرش آيو آهي"، ته ڪنڊل آهي پرش جو وشيشڻ، ڇو ته ڪنڊل پاڻ سميت ڪنڊل واري پرش کي ايندڙ ڪري ڄاڻايو. "نيلي روپ وارو دلو مان ڏسان ٿو"، اُتي به نيلو روپ، دلي جو وشيشڻ آهي. جيئن انتهڪرڻ به ڪرتا پڻتا، جو جيو چيتن آهي، تنهن جو وشيشڻ آهي، ڇو ته انتهڪرڻ سميت چيتن کي ڪرتا پڻتا روپ ڪري انتهڪرڻ ڏيکاريو. تنهن ڪري ثابت ٿيو ته انتهڪرڻ جي وچ ۾ آيل چيتن ۽ انتهڪرڻ، [ٻئي گڏيل پاو ۾] چتاڀاس سنساري (جيوُ). وڌيڪ اُنهيءَ کي *اڳتي کوليو ويندو.

(٧٤) [حاشي ياد رکڻ گهرجي ته] راڳ، دويش وغيره ڪليش سنساريءَ ۾ آهن، ۽ نه ساکيءَ ۾، سو به سنساريءَ جو جيڪو وشيشڻ انتهڪرڻ آهي تنهن ۾ آهن؛ ۽ نه خود وشيشيه جو چيتن آهي تنهن ۾. ڇو ته سنساريءَ ۾ جيڪو وشيشيه، چيتن پاڪ آهي، تنهن ۽ ساکيءَ جي وچ ۾ ڪوبه ڀيد ڪونهي. ڪٿي چيتن آهي، جو انتهڪرڻ سميت "سنساري" ٿو ڇوڙڻ ۾ اچي، ۽ انتهڪرڻ پاو ڇڏي ڏيڻ سان ساکي ٿو

* ٦ : ۴ ترنگ ۾: وواڪيءَ جي درشٽيءَ ۾ انتهڪرڻ چيتن جي اُپاڌي آهي؛ ۽ اوواڪيءَ جي درشٽيءَ ۾ وشيشڻ آهي.

آهي، تنهنجو بہ نشيڪ تي ويندو. [تنهن ڪري ساکيءَ
کي والجهيءَ پتر سمان ڇتي اُنجو ناس ڪرڻ نہ جڳائي.
ڇو تہ پوءِ خود جيوئي نہ رهندو.]

هڪئي چيتن ۾ ٻہ ڀاو آهن: هڪ آهي ساکي
ڀاو، ٻيو آهي ڪرتا ڀوڪتا ڀاو. انتهڪرڻ ساکي ڀاو
جي آهي اُپاڌي، ۽ ڪرتا ڀوڪتاپڻي جو آهي وشيشڻ.
وشيشڻ ڀاو کان ڇتجي "وِششٽ چيتن"، ۽ اُپاڌي
ڀاو کان ڇتجي "اُپهت چيتن"

اُپاڌي اُنهيءَ وستوءَ کي ٿو ڇتجي جا جيتري
جڳهہ والاري ليتريئي جڳهہ ۾ اِستٿت وستوءَ کي جدا
ڪري ڄاڻائي، پر پاڻ اُن کان الڳ رهي. جيئن
نيايڪ مت ۾ ڪن ڪواڪ (ڪن جي عضوي) جي
وچ ۾ آيل آڪاس کي "شروتر" ٿو ڇتجيءَ اهو ڪن
ڪواڪ شروتر جي اُپاڌي آهي، ڇو تہ اُهو ڪن
ڪواڪ جيتري جڳهہ ۾ پاڻ آهي، اوتري جڳهہ ۾ اِستٿت
جو آڪاش آهي، تنهنکي شروتر روپ ڪري ڄاڻائي
ٿو، ۽ پاڻ ڪواڪ الڳ رهي ٿو. اُنهيءَ ريت انتهڪرڻ
بہ جيتري ديش ۾ پاڻ آهي اوتري ديش ۾ اِستٿت
چيتن کي ساکي نالي سان ڄاڻائي ٿو، ۽ پاڻ الڳ
رهي ٿو؛ تنهن ڪري انتهڪرڻ ساکيءَ جي اُپاڌي
آهي. اُنهيءَ مان اِهو ڄاڻڻ کهرجي تہ انتهڪرڻ جي
ڏچ ۾ آيل جو چيتن آهي، سو آهي ساکي.

(٧٣) وشيشڻ اُهو آهي، جو وست کي پاڻ سميت

۽ ڪري ڪرتت ۽ ڀوڳت ٿين ٿا ۽ انهيءَ ڀوڳت ٿيڻ ۽ ڪو ڀوڳڻ ڪوڙو نه آهي.

هاڻي ثابت ٿي چڪو ته موڪ اپائو اڌڪاري (جگياسو) موجود آهن.

(٧٣) ڄاڻ وشيه جو منڊن ٿو ملي.

दोहा— साक्षी ब्रह्मस्वरूप इक, नहीं भेदको गंध ।
रागद्वेष मतिके धरम, तामैं मानत अंध ॥१२॥

دوها ١٢- ساکي برهم سروپ هڪ، ڀيد ذرو بي ناهي؛
راڳ دويش ٻڌ جا ڌرم، انڌا جن لکهن آهه.

ٽيڪا- واديءَ جو چوڻ هو ته "جيو ۽ راڳ وغيره ڪليش آهن ۽ برهم آهي ڪليش رهت، تنهنڪري جيو ۽ برهم جي ايڪتا ڪرڻ جي وشيه ٻڌي نٿي." سو اهو واديءَ جو چوڻ جيتوڻيڪ سچ آهي، ته به جيڪو ساکي آهي سو راڳ دويش کان الڳ آهي، ۽ انهيءَ برهم سان ايڪتا ٿي سگهي ٿي. وري واديءَ جو چوڻ آهي ته "ڪرتا ڀوڳتا کان نيارو ساکي وانجهيءَ پٽ سمان اسٽ آهي"، سو ٺيڪ نه آهي. جو ته ڪرتا ڀوڳتا سنساري چتن هئو، تنهنجي *وشيش پاڳ جو لالو آهي ساکي. جيڪڏهن ساکيءَ جو نشيڌ (کنڊن يا ناس) ڪجو ته سنساريءَ جي وشيش پاڳ جي نشيڌ ڪرڻ سان، خود جو ڪرتا ڀوڳتا يعني سنساري

* چتن جي آسري وشيشڻ رهي، سو چتن جي وشيش پاڳ.

جگياسن جي *پرورتي ٿيڻي آهي ۽ نہ آنهن جي، جي پامر يا وشئي آهن يا جي مڪت آهن.

پامر يا وشئين کي تہ رڳو وشين جي سکن جي اڇا ٿي رهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن وشئي پرش کي پرم سکہ جي بہ اڇا ٿئي تہ بہ آن کي آپا جو گيان ڪونہ ٿو رهي، ڇو تہ آپا جو گيان ست سنگہ ڪرڻ ۽ ست شاستر پڙهڻ سان هٿ ٿو اچي، سو وشئي کي پراپت ڪونهي. ان ڪري وشئي ۽ پامر پرش دک جي نورتي لاءِ ڀيائي اپا ڪن ٿا، تنهڪري پامر ۽ وشئين جي گرنٿ ۾ پرورتي نہ ٿيندي.

جگياسن کي وشين جي سکن سان سنتوش نٿو رهي، انهن کي اڇا آهي پرم سکہ جي پراپتيءَ ۽ دک جي اتيٿت نورتيءَ جي. سا پرم سکہ جي پراپتي ۽ دک جي اتيٿت نورتي گيان بنا ٿيڻي نہ آهي، اهڙا جيڪي ست سنگ ڪري وويڪي ٿيل آهن، تنهن جي هن گرنٿ ۾ پرورتي ٿيڻي آهي.

مڪت پرشن جي بہ هن گرنٿ ۾ پرورتي ٿيڻي نہ آهي، ڇو تہ گيان وان ئي مڪت ڇٽجن ٿا ۽ گيان نہ ڪرت ڪرتيہ آهن (جو ڪرڻو آهي سو ڪري چڪا) ۽ آنهن لاءِ وڌيڪ ڪِرتويہ (ڪرڻ جوڳو) ڪونهي. انهيءَ ڪي وڌيڪ ‡ اڳتي ڪوليو ويندو. اهڙا جيڪڏهن ودر

* رجوعات. ‡ پنجين ترنگ جي ٢٧٥، ٢٧٦ فقره ۾ ڪوليل آهي.

جو "ساڌن" مور ڪين آهي. تڏهين معلوم ٿيو ته **ويد گيان جي نورتيءَ کان سواءِ انڪول گيان ۽ پرتڪول گيان نورت نه ٿيندا.**

اهو ويد گيان آهي اوديا مان ڄاول، ڇو ته ڪل ويد شاستر اهو وڏي واڪي سان چون ٿا ته "ڪل پرپنچ ۽ پرپنچ جو گيان آهي ٿيان سڀي ۽ جنهن ۾ سروپ جو اگيان رهي ٿو." تنهن ڪري ڇٽيو ته **ڪل دکن جو ڪارڻ آهي سروپ جو اگيان.** اهو سروپ جو اگيان سروپ جي گيان بنا نورت ٿيڻو نه آهي، جيئن نوڙيءَ جو اگيان نوڙيءَ جي گيان بنا ناس ٿيڻوئي نه آهي.

سروپ (آتما) جي گيان ڪري برهم جي پراپتي ٿئي ٿي، سو برهم نت آهي، آنند سروپ آهي، دک جي سنبنڌ کان اجو آهي. ايئن "سروپ جو گيان" وسيلو آهي دک جي نورتيءَ ۽ پرمانند جي پراپتيءَ جو. تنهن ڪري "سروپ ڄاڻڻ جوڳو آهي،" اهڙو جنهن کي وويڪ ٿيو آهي تنهن کي جگياسو ٿو چئجي.

(٧٠) **مڪت** آهن کي ٿو چئجي، جن کي آتما اپروڪه (ظاهر ظهور) ريت ڄاڻ آهي ته جيڪو پنهنجو سروپ استول، سوکم ۽ ڪارڻ سريرن کان نيارو آهي، سو برهم روپ آهي.

(٧١) هن گرنٿ ۾ مٿين ٽن قسمن جي مشڪن مان

تہ ديوتا جو ڏکر يا ايرکا وغيره ٿيئين ٿا سو ديوتا سرير ڪان اڳهہ سريرن ۾ انهيءَ ڪيل ڪرمن جو ڦل آهي. تريڪ، پسن ۽ پکين جو سرير بہ ڪُڌيل ڪرمن جو ڦل آهي، ڇو تہ انهن ۾ ڏکر ظاهر آهي، اهو اوس اڳ ڪيل پاپن جو ڦل آهي؛ ۽ مَتِيُن (ڪام سنجوڳ) وغيره سکہ پڃن جو ڦل آهي. تريڪ سرير حليلت ۾ اُدي آهن جي پيٽ پر هلن، پکن سان جي هلن ٿا تن کي پکي چئجي؛ ۽ ڇتن پيرن وارن کي پسون چئجي ٿو؛ پر ڪڏهين تہ پسون پکي سريرن کي بہ ”تريڪ“ ڪري چون ٿا. انهيءَ ريت ڪل سرير پاپ ۽ پڃن جا رچيل آهن.

انهيءَ طرح سريرن جي بناوت کهٽ يا وڌ پاپن ۽ پڃن جي ميل ڪري آهي، ديوتائن جا سرير پڻ کهٽ پاپن ۽ وڌ پڃن ڪري ٺهيل آهن، تنهنڪري انهن لاءِ متيون شاستر جو وچن آهي تہ ”ديوتائن جو سرير فقط پڃن جو ڦل آهي؛“ جيئن رواجي ٻوليءَ ۾ بہ جيڪڏهين ڪنهن ڳوٺ ۾ گهڻا برهمڻ رهندا تہ چئبو آهي تہ ”هيءَ برهمڻن جو ڳوٺ آهي.“ تريڪ، پکي ۽ پسن جا سرير گهڻن پاپن ۽ ٿورن پڃن جا رچيل آهن. منکن ۾ جيڪي اُتم آهن تنهنجي حالت ديوتائن وانگر آهي ۽ جيڪي نيچ آهنَ تن جي حالت نارڪن وغيره نيچ جيون وانگر آهي.

انهيءَ طرح چڏهن سرير ڦل ٿي آهي ڌرم ۽ اڌرم

ليٽري وقت ۾ به ڪون ڪو دک شامل آهي؛ وري جو آخر ڦيرو ڪائي سک ناس ٿيڻو آهي، ته سک هوندي به سک جي ڇٽي وڃڻ جي ڀؤ ڪان، پڻ دک جو ڪارڻ آهن. اهڙيءَ طرح وشين جا سک، دکن سان مليل آهن تنهن ڪري دک روپ آهن.

(٢) دک جي نورتي لوڪ اُپاون سان ٿيڻي نه آهي؛ ڇو ته اُنهن اُپائن سان دک سمورو ته ناس نٿو ٿئي، ؛ ڇاڪاڻ ڏين نورت ٿئي ٿو ته نورت ٿيڻ بعد وري به پيدا ٿيو پوي.

(٣) جيترو وقت سرير آهي تيترو وقت دک جي نورتي ممڪن ئي ڪين آهي؛ ڇو ته سرير بڻيل ئي پاپ پن ڪرمن جو آهي. منش سرير آهي *گڏيل ڪرمن جو ڦل. ديو سرير به گڏيل ڪرمن جو ڦل آهي؛ ڇاڪاڻ ڏين رڳو پن ڪرمن جو ڦل هجي ته ديوتائن کي پاڻ کان وڏا ديوتا ڏسي، ايرکا يا ساڙ ڪري دک نه ٿئي؛ خود اندر کي به دشمن کان دک ٿيندا. شرتيءَ ۾ جو چيل آهي ته ”ديوتا پاپ رهت آهن،“ تنهن جو مطلب هيٺ ڄاڻائجي ٿو:- ديوتا جون ۾ ڪيل شڀ يا اشڀ ڪرم ته پن پاپ جو روپ وٺي اُنهن کي سک دک نٿا ڏيئي سگهن؛ ڇو ته ڪرمن جو اڌڪار رڳو منشن لاءِ مڃيل آهي؛ تنهن ڪري مڃيڻو پوندو

* ڪي پاپ يا پن.

### (٦٩) پامر ۽ وشئي پرشن جا لڇڻ.

وري جو وادي ۾ (٣٨ ۾) چيو ته "سيني کي وشيہ سکہ لاءِ اڇا آهي ۽ تت سکہ جي ڪنهن کي ڇاهنا ڪانهي" سو بڌي ٿيو.

پرش ته مکيہ "چئن قسمن" جا آهن: (١) پامر (٢) وشئي (٣) جگياسو (٤) گياني (مڪت).

(١) *پامر اُهي آهن، جي شاستر سنسڪار رهت، هن لوڪ ۾ نشڪ ۽ وهت پوڻن ۾ آسڪت (اتڪيل) آهن. وشئي اُهي آهن، جيڪي هن لوڪ يا پرلوڪ ۾ وشين جي ڀوڳن ساڌڪي شاستر انوسار ڪرم ڪن ٿا.

### (٧٠) جگياسن جا لڇڻ

جگياسو اهڙي کي چئجي، جنکي سنسڪارن سبب ست شاستر جو شروڻ ٿئي ٿو، ۽ انهن کي هن ريت وويڪ ٿئي ٿو ته:-

(١) وشين جا سکہ آنتيہ (ناسوان) آهن، ۽ دک، روپ آهن ۽ ڇو ته جيترو وقت اهي سکہ حاصل آهن،

ڪئي آهي، ۽ گمان سو اپديش گرهڻ ڪيو الن، ان کي آڪرتو اپاسيہ جيو ويو آهي ۽ انهن ۾ ڪو ڪو ساڌن موجود رهي ٿو، اهڙن اڌڪارين کي اڀياس جي ضرورت رهي ٿي. هيءَ ڳالهہ گرنٿڪار ڇهين ترنگ ۾ کولي آهي.

*شب ڪرمن ۾ آلسو، وشين ۾ الي پريت ۽
اشب ڪرم جوڙي اهين، پامر کي اهہ ريت.

اڌڪاري دُرلڀ آهن، تنهن ڪري ڀاڱ ۾ اُهي ساڌن نہ ڏسي ممڪن جي جن ڪرانت ۾ پرورتي ڏيٺي نہ آهي؟" تہ تنهن کان پڇاڻجي تہ "تنهنجو ڇا مطلب آهي: ايئن تو چوڻ گهرين تہ ڪُهڙا اڌڪاري ڪين آهن، يا اڌڪاري اصل ڪونهي؟" جيڪڏهين جواب ڏئي تہ "ڪُهڙا اڌڪاري ڪين آهن" تہ اُهو تہ ٺيڪ ئي آهي؛ پر جيڪڏهين چوي تہ "اصل اڌڪاري ڪونهي" تہ اهو ٺڪي اٿو. ڇو تہ انتهڪرڻ ۾ ٽي دوش رهن ٿا: (١) مل (٢) وکيپ (٣) سروپ جو آورڻ.

"مل" نالو آهي پاپ جو، "وکيپ" چنچلتا جو، ۽ "آورڻ" آهي اگيان، سو، مل ڇُٽن ڪرمن ڪرڻ سان دور ٿئي ٿو، وکيپ اُپاسنا سان ۽ آورڻ گيان سان. جن ممڪن جي انتهڪرڻ ۾ مل ۽ وکيپ آهن سي ڪري اڌڪاري نہ بہ هجن، پر جنهنجا اهي دوش هن جنم ۾ يا اڳين جنمن ۾ ڪيل شُڀ ڪرمن ۽ اُپاسنا ڪري نورت ٿيل آهن، سي تہ گيان جا جوڳ *اڌڪاري آهن؛ ۽ انهنجي پرورتي ڪرانت ۾ رهندي.

* "ڪرتو اُپاسيہ" ۽ "اَڪرتو اُپاسيہ" ڀيد ڪري اڌڪاري ٻن پرڪارن جا آهن. جنهجي پوريءَ طرح سان اڳين جنمن خواه هن جنم ۾ اُپاسنا ڪيل آهي، لنکي ڪرتو اُپاسيہ تو چئجي، ۽ انهن ۾ وويڪ آدڪ سڀ ساڌن ڀورن طرح ساڻ موجود آهن. پر جن اُپاسنا پوريءَ طرح سان نہ

آهي ۽ ٻي ڪرلت وچار ۽ مثن روپ آهي تنهن ڪري اسم پاولا جي دوش جي لوڙڻي دواران موکہ جو ڪارڻ آهي. تنهن ڪري اهو چوڻ تہ ”هن ڪرلت سان موکہ لڀڻو نہ آهي“، سو بلڪل نہ ۽ وڳو مت ڪري چيل آهي.

(٦٧) پر جيڪڏهين وادي چوي تہ ”ڪرلت مان موکہ تہ ملڻ جو آهي، پر موکہ لاءِ ٻيا ساڌن بہ آهن، تنهن ڪري ڪرلت اجايو آهي.“ تہ ان کان پڇجي تہ ”اهي ٻيا ساڌن موکہ لاءِ ڪهڙا آهن؟“ جيڪڏهين جواب ۾ چوي تہ ”اپنشد، سوتر، ڀاشيہ وغيره سنسڪرت ڪرلت جيئو برهم جي ايڪتا ڏيکارڻ لاءِ ڪهڙيتي آهن، جن کان گيان دواران موکہ ٿئي ٿو، تنهن ڪري هيءَ ڪرلت نشڦل آهي؟“ تہ ڏسڻ کهرجي تہ جيتوڻيڪ اهو سچ آهي تہ بہ، جن منکن جي ٻڌي مند آهي يعني اُنهن جي ٻڌي سنسڪرت ڪرلتن جي ارٿ سمجهڻ لاءِ ڀلوان نہ آهي، ٿنکي نہ اُنهن سنسڪرت ڪرلتن مان گيان ٿيندو ئي ڪين؛ جنهن ڪري اُنهن جي پرورتي اُنهن ڪرلتن ۾ ٿيندي ئي ڪين، پر هن ڪرلت ۾ ٿيڻ جي آهي.

(٦٨) حاڻ وري جيڪڏهن وادي جواب ڏئي تہ ”هن ڪرلت کان موکہ بہ ٿيڻ جو آهي ۽ مند ٻڌيءَ وارن لاءِ هي ڪرلت سنسڪرت ڪرلتن کان وڌيڪ ڪارائتو بہ آهي، ۽ موکہ جي اچا وارا بہ آهن، تہ بہ هن ڪرلت ۾ پرورتي ٿيڻ جي نہ آهي، ڇو تہ وويڪ ويراڳ، شم وغيره وارا

وپريت ڀاونا ناهي ته ڇهون ڇهو قسم شروط جو
ٻڌڪ منن ۽ ندياسن ڪري. ويدانت واڪيه
جو وچار روپ شروط، پرماڻ ۾ اسم ڀاونا دور ڪري ٿو۽
”ويدانت واڪيه سچ برهم جو ارٿ ڪوئي ٿو يا ٻيو
ڪو ارٿ ڪولي ٿو،“ اهڙي پرڪار جي سنسي کي ”پرماڻ
۾ اسم ڀاونا“ چئجي ٿو. منن سان پرميه جي اسم ڀاونا
دور ٿئي ٿي. ”پرميه جي اسم ڀاونا“ آهي ته ”جيو برهم
جي ايڪتا سچ آهي يا جيو برهم جو ڀيد سچ آهي؟“ اهو
سنسو منن سان دور ٿئي ٿو. وپريت ڀاونا ندياسن
دوارا دور ٿئي ٿي.*

مطلب ته ٻيون قسم شروط آهي گيان دوارا
موڪ جو هيتو ۽ ٻيو قسم يعني ويچار روپ شروط توڙي
منن ۽ ندياسن آهن اسم ڀاونا ۽ وپريت ڀاونا جي نورتيءَ
دوارا موڪ جا هيتو.

ويدانت نالو آهي اُپنشدن جو. جيتوڻيڪ هن
گرنٿ ڪان اپنشد ڀن آهن، ته به جو هن گرنٿ ۾
اُپنشدن جا ئي واڪيه ڀاشا يعني هندي ٻوليءَ ۾ آهن
ته هناجي شروط سان به گيان ٿيڻ جو آهي؟ اهو ‡ اڪتي
وڏيڪ پرتپادن ڪيو ويندو يعني ڪوليو ويندو. تنهن
ڪري گيان دوارا موڪ لاءِ هيءَ گرنٿ به هيتو (وسيلو)

* ڏسو فقره (١٨، ١٩). ‡ ڇٽين ترنگ جي انين دوهري ۾
ڏيکاريل آهي ته ڀاشا گرنٿ دوارا به گيان ٿي سگهي ٿو.

اڄايو آهي؟" ته اُن ڪان پڇجي ته (١) گرنت موکر جو ساڌن ته آهي ڇاڪري انهيءَ گرنت جي ضرورت لڳي ٿئي؟ (٢) يا گرنت کان سواءِ ٻيو ڪو ساڌن آهي جنهن جي ضرورت ڪري سڀ گرنت جي انهيءَ رجوعات لڳي ٿئي؟ (٣) يا شم دم وغيره جي گرنت جي اڌڪار لاءِ ضروري ڪري ڏيکاريا ويا آهن، سو شم دم وغيره ساڌن سڀ کان لائق اڌڪاري ڪوئي نه آهي، جنهن ڪري گرنت جي ضرورت لڳا ٿين؟

جيڪڏهين ايئن جواب ڏئي ته "گرنت موکر جو ساڌن ڪين آهي" ته اهو جواب ٺيڪ نه ٿيندو؛ ڇو ته ويدن جو اهو سڌانت آهي ته موکر کان ٻهاران اوس ٿيندو انهيءَ لاءِ شروط ضروري آهي. شروط ٻن قسمن جو آهي: هڪ آهي ويدانت واڪيه ۽ ٻيو سنجوڳ (ميلو)؛ ٻيو آهي ويدانت واڪيه جو ويچار سڀ شرط. گيان جو هيتو (وسيلو) ٻئي قسم جو شروط جو آهي ۽ ته ٻيو؛ ڇو ته جڏهين جڏهين شابدي گيان (شبد مان پيدا ٿيل گيان) ٿئي ٿو تڏهين تڏهين اندري (ڪن) سان شبد جو سنجوڳ ئي هيتو آهي، جنهن ڪري ڇهو ويو ته ويدانت واڪيه ۽ ڪن جو سنجوڳ روپ شروط برهم گيان جو هيتو آهي. اها ڳالهه اڳ ۾ کولي ويئي آهي.

پر جيڪڏهين انهيءَ گيان هوندي به آسمياوڻا ۽

اڌڪاريءَ جي نہ ھئڻ ڪري گرنٿ جو رچڻ نشڦل آھي؛ تنھن کان پڇڻ گھرجي تہ (١) موکہ اڳائو آھن ئي ڪونہ ڪين (٢) موکہ اڳائو آھن پر اُنھن جي گرنٿ ۾ پرورتي نٿي ٿئي؟ تنھن ۾ پھرين ڳالھہ تہ ٺيڪ جي ڪين آھي؛ ڇوتہ ھرڪو ڪل دکن جو ناس ۽ نت سکہ جي پراپتي چاھي رھيو آھي ۽ انھيءَ کي ئي تہ موکہ ٿو چئجي. ۽ واديءَ جو اھو چوڻ تہ "ھرڪو وشين جوئي سکہ چاھي ٿو،" سو پڻ واجبي نہ آھي. درحقيقت ھرڪو انسان چاھي ٿو تہ سکہ جي پراپتي، پوءِ اھو سکہ ڀلي وشين مان ملي يا وشين کان سواءِ ملي. جيڪڏھن رڳو وشين جي سکہ لاءِ چاھنا ھجي تہ ڪوبہ سکيپت جو سکہ ڪونہ چاھي. سکيپت ۾ تہ وشيہ جو ڪوبہ سکہ موجود ڪونہ ٿو رھي، ڪيول سکہ آھي. وري ڏس تہ ھرڪنھن کي وشيہ جو سکہ ٿورو يا گھڻو تہ ھميشہ موجود آھي تہ بہ ھرڪنھن کي سدائين اھا چاھنا ٿي رھي تہ "موڪي اھڙو سکہ پراپت ٿئي جنھنجو ناس ڪڏھين بہ نہ ٿئي." اھڙو سکہ تہ آتم سروپ "موکہ" ئي آھي؛ تنھن ڪري ثابت آھي تہ ھرڪو موکہ اڳائو آھي ۽ ائين چوڻ تہ ڪوبہ موکہ اڳاوارو ڪونھي سو درست نہ آھي.

## (٦٦) گرنٿ جي آرنڀ جي سڦلتا

وري جيڪڏھن وادي چوي تہ "موکہ اڳائو تہ آھن پر گرنٿ ۾ پرورت نٿا ٿين؛ تنھن ڪري گرنٿ رچڻ

(٦٤) وري جو واد (٣٧-٣٨ ۾) چيو ته ”جڏهن
وسئو جو انڀو ٿئي تنهن جي پراپتيءَ لاءِ اڇا ٿئي
ٿي؛ برهم جو انڀو ڪنهن به نه ڪيو آهي؛ تنهن ڪري
موکش جو پڻ اڇڪ يعني برهم پراپتي ڪو به نه چاهي؛“
تنهن جو جواب هيءُ آهي:-

दोहा– किय अनुभव सुख को सबही, ब्रह्म सुन्योसुखरूप।
ब्रह्मप्राप्ति या हेतुतैं, चहत विवेकीभूप ॥१०॥

دوها ١٠- سک انڀو سڀني ڪيو، برهم ٻڌو سک روپ؛
چاهه وويڪين برهم جي، جو سک نتم انوپ.

ٽيڪا- هر ڪنهن سک جو انڀو ڪيو آهي، تنهن
ڪري سک جي اڇا هرڪو ٿو ڪري. ست شاسترن
دوارا ٻڌو ويو آهي ته ”برهم نت سک روپ آهي؛“
تنهن ڪري اُتم وويڪي پرش برهم پراپتيءَ لاءِ بيشڪ
اڇا ڪري ٿو.

दोहा– केवल सुख सब जन चहैं, नहीं विषयकी चाह।
अधिकारी यातैं बनै, है जु विवेकी नाह ॥११॥

دوها ١١- هرڪو چاهي سک سدا، ڇڏ پڻ وشين سنگ؛
سو ادڪاري پڻ ٿئي، جنهن نه وويڪي رنگ.

ٽيڪا- واد (٣٨ ۾) جو چيو ته ”هرڪو وشين جو سک
ٿو چاهي؛ وشين سک، موکش ۾ نه پراپت ٿئي ٿو جڳت
۾ ئي پراپت ٿئي ٿو، تنهن ڪري موکش جي اڇا واري

ڀيٽي نہ ٿئي. جڏهين ڪ اهڙي اتينت (صفا يا بلڪل)
رتي ٿئي تڏهين "نورتي" چئجي: اهڙيءَ نورتيءَ
ءِ ڪيپي، ڏکن جي ساڌن (ڪارڻ) جو ناس. سو،
ڏکر جي ساڌن جي نورتيءَ جي اچا سڀ ڪنهنکي
رهي ٿي.

(٦٣) اهو ڏکن جو ساڌن (ڪارڻ) آهي اگيان،
جنهنجو ڪاريہ آهي پرپنچ. اهو ڏڪر چاند وڪيہ آپنشد
۾ آيل آهي جو هن ريت آهي:- "ڪنهن سمي نارد،
سنت ڪمار وٽ آيو ۽ چيائين، هي ڀڳوان، آتم
گيانيءَ کي شوڪ نہ رهي، مونکي تہ شوڪ رهي
ٿو، تنهن ڪري مان اگياني آهيان ۽ سو مون کي
اهڙو اپديش ڪريو جو منهنجو اگيان دور ٿئي. سنت
ڪمار چيس، هي نارد! ڀوما شوڪ رهت آهي، سک
روپ آهي، ڀوما کان سواءِ سڀ ڪجھ تڇ آهي ۽ ڏکر
جو ساڌن آهي." ڀوما چون برهم کي. مطلب آهي
تہ برهم کان ڀن جا وست آهي، سا ڪل ڏکـ ج
ساڌن آهي. برهم کان ڀن آهي اگيان ۽ اگيان ج
ڪاريہ، تنهن ڪري آهوئي ڏکـ جو ساڌن آهي،
آنهيءَ جي نورتيءَ سان ئي نيم ڪري (ضرور) ڪا
ڏکر جي آتينت نورتي ٿيڻ جي آهي. انهيءَ ڪريءَ
چيم تہ اگيان سميت پرپنچ جي نورتي روپ مو
جي پهرئين انش لاءِ اچا ٻڌجي ٿي.

دوها ٩- ان لاءِ چاهن سيئي سو، ٻه‍ريون موکس جو انش، اوديا ۽ جڳ، ناس ٿين، تي دک ٿين نه ڏولس.

ٽيڪا- جڳت جو ڪارڻ آهي *اگيان، جنهن کي "مول اوديا" به چئجي: اُن سميت جڳت جي نورتي ٿيڻ کان سواءِ ٽن پرڪارن جا ڏک، ڇڏي ڪنهن به اپاو سان ڏولس يعني اتيئنت ناس نه ٿا ٿين مول اوديا جي ناس ٿيڻ سان سيئي قسمن جا ڏک ۽ انهنجا ڪارڻ بيماريون وغيره ۽ تنهجو آسرو شرير وغيره انهن سيئي جو ناس ٿئي ٿو. ان ڪري ٽنهي قسمن جي ڏکن جي نورت ڪرڻ لاءِ "ڪارڻ سميت جڳت جي نورتي" روپ موکش جي ٻهرين انش جي سڀ منش اڇا ڪن ٿا.

ڏسبو آهي ته دوائن وغيره علاجن ڪرڻ لاءِ جيڪي هرطرح سمرٿ آهن، تنهجا به ڏک، نيم ڪري (يعني هميشه يا هروڀرو) دور ٿيا ٿين. ڪن جا روڳ، دوائن وغيره سان ناس ٿين ٿا ته ڪن جا نه به ٿا ٿين. وري جنهجا ڏک اِئين ناس ٿي به وڃن ٿا ته ٿوريو اهي اُنهن کي لڳن ٿا. ڏکن جي نورتي ٿڌيئن چوڻ ڪهڙي جڏيئن وري اُنهنجي

---

* جا انادي وستو، آورڻ (پرڪنڊر شڪتي) ۽ وکيپ (ڪارج جي اُبتيءَ جي شڪتي) واري هجي، نه سٽ هجي نه اسٽ- گيان سان ناس ٿي وڃي، تنهنکي **اگيان** چئجي.

۽ پرتيپاديہ سمبنڌ ٻڻجي ٿي نٿو. (٢) اڌڪاري ۽ ڦل جي نہ هتِ تي پراپيہ ۽ پراپڪ سمبنڌ نٿو ٻڻجي. (٣) جيڪڏهن اڌڪاري ڪونهي تہ ويچار جو ڪرتري ۽ ڪرتيہ ڀاءُ وارو سمبنڌ نٿو ٻڻجي. (٤) گيان جو نشڦل ٿيو، تہ گرنٿ جو ۽ گيان جو جنڪ ۽ جنيہ ڀاءُ وارو سمبنڌ نٿو ٻڻجي. (٥) گيان جو سروپ ئي ڪونهي تہ پوءِ گيان ۽ گرنٿ جو سمبنڌ بہ نٿو ٻڻجي؛ جيو تہ سڌانت ۾ "گيان" آهي جيو ۽ برهم جي وچ ۾ اڀيد ڌا وارو نشچو. وادي جوئي ٿو تہ، ڏسي رهيا آهيون تہ اهو اڀيد نشچو ٺيڪ نہ آهي.

(٦١) هاطِ سڌانتي انهيءَ ڪٿن جو جواب ڏيندو ويدانت سڌانت جو مهبن ٿو ڪري. سڌانتيءَ پهريون انش موکہ جو "ڏيکاريو" ڪارط سميت جڳت جي نورتي" ۽ ٻيو ڏيکاريو "برهم جي پراپتي." انهيءَ پهرئين انش واسطي (٣٤ کان ٣٦) واديءَ چيو تہ انهيءَ لاءِ ڪو بہ اڇا نٿو ڪري، مگر اڌياتمڪ وغيره ٽن تاپن جي نوارط جي سو هرڪو اڇا ڌاري ٿو ۽ چاهئين تہ انهنجي نورتي پنهنجي پنهنجي يعني موافق آپاڻن سان ٿئي تي؛ جنهن ڪري جڳت جي اگيان سميت نورتيءَ جي اڇا وارو اڌڪاري ڪونهي، تنهنجو هيٺ آهي جواب:-

### (٦٢) اڌڪاري مهبن

दोहा— मूलसहित जग हानि विन, व्हैनत्रिविधदु:खध्वंस ।
याते जन चाहत सकल, प्रथम मोक्षको अंस ॥६॥

انهيءَ ريت واديءَ چيو ته: جاتو ويو ته، پرايشچت ڪرڻ ڪري ٻي، رکيو نشير؛ نتيمڪ ڪرمن ڪرڻ سان موکش ٿي سگهڻ جو آهي.

اهو جو واديءَ جو مت آهي، تنهنکي ”ايڪ ڀوڪ واد“ ڪري شاستر چون ٿا [يعني باقي هڪ جنم بعد مڪتي ملڻ جو سدانت؛ يا هڪ ڪرمني موکش جو ساڌن آهي، اهو سدانت.]

(٥٩) وادي ايئن چوي ٿو ته، ان ڪري ”گيان ڌواران ٻنڌ جي نورتي ٿئي ٿي“، سو ڪرامت جو پريوجن ڪين ڇٽو. خاص طرح ته پريوجن انهيءَ ڪري ئي ڇٽو آهي، جڏهن ٻئي ڪنهن طرح وست نه ملي سگهي. جيئن روپ جو گيان اکر ڪان سواءِ ٻئي طرح ٿيڻو نه آهي تڏهن ڪري ڇتجي ٿو ته روپ جو گيان اکر جو پريوجن آهي. پر ٻنڌ جي نورتي هن ڪرامت ٻنا ڪرم ڌواران ٿي سگهي ٿي، تنهن ڪري ٻنڌ جي نورتي هن ڪرامت جو پريوجن نه آهي.

انهيءَ ريت وادي چوي ٿو ته، هن ڪرامت لاءِ نه اڌڪاري ٻڌيو، نه وشيه ٻڌي؛ نه پريوجن ٻڌيو.

(٦٠) هاڻي وادي سبڌ جو کنڊن ٿو ڪري. اڌڪاري وغيره جڏهين هن ڪرامت لاءِ رهنمائي ڪين، تڏهين سبنڌ وري ڪيئن رهندو؟ جو ته:-

(١) وشيه نه رهي ته ڪرامت جو؛ وشيه جو پرتيپادڪ

تي، تنهن وقت قل جي اڇا نورت ٿي وڃي ٿي، جنهنڪري ممڪشوءَ لاءِ اڳين جنمن جا ڪامير ڪرم به قل جو ڪارط نٿا ٿين. جيئن ڪو منڪ، ڌن ملط سانڪي ڪنهن ڌني پرش کي سوال ڪري، پر جلدئي پوءِ ڌن جي اڇا لاهي ڇڏي، ته ڌن جي پراپتيءَ جو قل ٿيندو ئي ڪين، تيئن جمانتر (ڪهڙن جنمن) جي ڪامير ڪرمن جو قل موکر اڇائوءَ کي ٿيڻ جو لئو رهي. [ايئن چئبو ته گيان موکر لاءِ ضروري ڪين آهي] رکو ڪرم ڪانئي موکر تي سکهڻ جو آهي.

(۵۸) هلندڙ جنم ۾ ڪامير ۽ نشڪ ڪرم نه ڪيا ته اُتر يا ڏيهي لوڪ نه پائيا. اڳين نشڪ ۽ ڪامير ڪرمن ڪري بٽيل پرارٻڌ ۽ پوڳڻ سان ناس ٿي وڃي ٿي. نتيہ ۽ نئمتڪ ڪرمن ڪرڻ سان موکر اڇائو پاپي ٿيڻوئي نه آهي. سنچت (ڪنا ٿيل) اڳين جنمن جي نشڪ ڪرمن کي ساڌارڻ پرايشچت سان ناس ڪجي ٿو. اڳين جنمن جا سنچت ڪامير ڪرم، موکر اڇا ٿيڻ سبب يعني قل اڇا جي نه هئڻ سبب قل ڏيڻ وارا نٿا ٿين، تنهن ڪري موکر اڇا واري کي گهرجي ته:-

(۱) نتيہ ۽ نئمتڪ ۽ ساڌارڻ پرايشچت وارا ڪرم ڪري، ۽ هلندڙ جنم ۾ جاڻل نشڪ ڪرم جي ڪيل ڄاڻن، ته تن لاءِ آساڌارڻ پرايشچت ڪري.

(۲) يا ته نتيہ ۽ نئمتڪ ڪرمئي ڪندو رهي،

جي پاپ دور ڪرڻ لاءِ مقرر آهي ته ٻئي پاسي سرڳ جي پراپتيءَ لاءِ به مقرر آهي. ڇو ته جي اڇا ڪندڙن کي ته سرڳ وغيره ڪامنا جي اڇا ڪانهي، تنهن ڪري انهن لاءِ پرايشچت ڪرم پاپ ناس ڪرڻ لاءِ ئي گهربل رهن ٿا يعني ته انهن جا اهي ڪرم رڳو "پرايشچت روپ" آهن. پر جنهن کي اتم لوڪ جي ڪامنا آهي تنهن جا پرايشچت ڪرم پاپ به ناس ڪن ٿا ۽ اتم لوڪ جي پراپتي به ڪرائين ٿا، تنهن ڪري انهن لاءِ "ڪاميه روپ پرايشچت" آهن. هاڻي وادي ٿو چوي ته جڏهين ويدانت مت ۾ اهو چيل آهي ته "ڪل ڪرم ڪامنا واري پرش لاءِ سنسار (جنم مرڻ) جو ڪارڻ آهن ۽ نشڪام ڪرم انتهڪرڻ کي شڌ ڪرڻ سبب موڪش جو ڪارڻ آهن"، تڏهين اهو به قبول ڪرڻ گهرجي ته گنگا اشنان يا ايشور جي نام جو جاپ ڪامنا واري پرش لاءِ ڪاميه روپ پرايشچت آهي ۽ نشڪامي پرش لاءِ فقط پرايشچت روپ آهي، تنهن ڪري موڪش اڇا واري کي ساڌارڻ پرايشچت ڪرم ڪرڻ گهرجن، ۽ اهڙيءَ ريت جنما جنمن جا پاپ گيان ڪان سواءِ ئي ناس ٿي سگهڻ جا آهن.

(٥٧) هاڻي وادي ٿو چوي ته ويدانت سڌانت اهو ته قبول ڪريٿو ته "اڇا سان ڪيل ڪرم ئي سرڳ وغيره ڦل جو ڪارڻ ٿين ٿا ۽ نشڪامنا سان ڪيل ڪرم ڦل جو ڪارڻ نه ٿا ٿين ۽ وائجهه استري سمان آهن." سو جنهن وقت مشڪ کي موڪش جي اڇا ج

امي ڪرم ٿيا ڪي، نتيہ ڪرم سدائين ڪندا رهندا ۽ نشڪامڪ ڪرم نمت سارو ڪندا رهندا، جو ته انهن جي ڪرڻ سان پاپ جا پاڪي ٿيندا ۽ نتياڳو ادو ٿيندو جو الٽو نيچ لوڪن کي پراپت ڪندا.

(٥٥) پر جيڪڏهن اتفاق سان موڪ اچاڻ ڪانَ ڪو نشڪ ڪرم نہ بہ پوي تہ اُن جي دوش نوارڻ لاءِ اُن کي پرايشچت ڪرم بہ ڪرڻو ٿيندو. پرايشچت ڪرم تہ هونئن بہ ڪرڻ چڱائي آهن، جو تہ اهين جنهن جي پاپن کي دور ڪن ٿا. پر هي بہ ياد ڪرڻ گهرجي تہ پرايشچت ڪرم ٻن قسمن جا آهن، هڪڙا آهن ”آساڌارڻ“ ۽ ٻيا آهن ”ساڌارڻ“ يعني رواجي. ڪنهن خاص پاپ لاءِ شاستر آساڌارڻ يعني خاص پرايشچت مقرر ڪن ٿا، جيئن اُپواس، جنهن جو اڳي بہ ذڪر آيل آهي؛ تيئن وري عام ريت پاپن جي ناس ڪرڻ لاءِ شاستر ساڌارڻ پرايشچت مقرر ڪن ٿا، جيئن گنگا اشنان يا ايشور نام جو اچارڻ ۽ ٻيا. مطلب آهي تہ جن پاپن جي ڄاڻ آهي تن لاءِ آساڌارڻ ۽ جن جي ڄاڻ نہ آهي تن لاءِ ساڌارڻ پرايشچت مقرر آهي.

(٥٦) ڌيان ڏجي تہ گنگا اشنان ۽ ٻيا اهڙا ساڌارڻ پرايشچت ڪرم رڳو پرايشچت جو ڪم نہ ڏين پر ڪاميہ بہ آهن؛ پرايشچت الهيءَ ڪري آهن جو پاپ ناس ڪن ٿا ڪاميہ الهي ڪري آهن جو اُتم لوڪ پراپت ڪرائين ٿا. الهيءَ ريت ئي اشوميڌ يگيہ بہ ڪ پاسي برهم هتيا

هن ڪاميہ ڪرم، مثلاً ورکا لاءِ "ڪاريري" يگيہ يا
سرگہ ڪامنا لاءِ "اگن هوتر"، "سوم" يگيہ وغيره.

(۳) جن ڪرمن جي نہ ڪرڻ سان پاپ ٿئي ٿو ۽ جن جي ڪرڻ سان ڪوبہ پاپ يا پنُ جو ڦل ملڻو نہ آهي، ۽ جن جي ڪرڻ جو سدا لاءِ وڌان (حڪم) نہ آهي، پر رڳو نمت (وقتي موقع) پٽاندڙ مقرر ڪيل آهن، سي آهن نمتڪ ڪرم، جيئن گرهڻ ۽ شراڌ آهن، يا اوستا ڪري، ڏات ڪري، آشرم ڪري، وديا يعني شاستر جي ڄاڻ ڪري، ڌرم ڪري، ڪيان ڪري جي وڏا هجن تنکي اچڻ تي مناسب نمسڪار ڪرڻ. مٿين سلسلي ۾ نمبروار هڪ ٻئي کان اڌڪار ۾ اتم آهن.

(۴) جن ڪرمن جي نہ ڪرڻ ڪري پاپ ٿئي ٿو ۽ ڪرڻ ڪري ڦل ڪونہ ٿو ٿئي، ۽ هميشہ لاءِ حڪم ڪيل آهن، سي آهن نتيہ ڪرم، مثلاً سنان، سنڌيا وغيره ڪرڻ.

ايئن مٿي پنجن قسمن جا ڪرم ٻڌايا ۽ چار وهت ڪرمن جا قسم ۽ پنجون قسم آهي نشڌ ڪرم.

(۵۴) واديءَ جي چوڻ جو مطلب آهي تہ موکہ-اڇائو نہ ڪاميہ ڪرم ڪندا ۽ نہ نشڌ ڪرم ڪندا ۽ جو تہ ڪاميہ ڪرمن جو ڦل آهي اُتم لوڪ ۽ نشڌ ڪرمن جو ڦل آهي نيچ لوڪ، تنهن ڪري موکہ اڇائو

ڪندو سو ڇوڙڻ ئي اُپڪشِتِ يعني بيپرواهي آهي ۽ تنهن ڪري جنهن منکه کي مکت ٿيڻ جي اڇا هجي تنهن کي گهرجي تہ سدائين نتيہ ڪرم ڪندو رهي.

(۵۲) ڪرم ٻن قسمن جا آهن: ڪرڻ کي ڇڏڻ وِڌِتِ، ٻين کي ڇڏڻ نِشِڌِ. ويدن جن ڪرمن جي ڪرڻ لاءِ آگيا ڪئي آهي ۽ انهن جو سروپ ڪوليو آهي، سي آهن وهت ۽ جن ڪرمن جي ڪرڻ جي ويدن منع ڪئي آهي، سي آهن نشد. جيڪا ڪريا سياوڪ تنتي ٿي سا ڪرم نہ آهي. جيڪا ڪريا ويدن پرورتيءَ يا نورتيءَ سانگي ٻڌائي آهي، سا آهي ڪرم. مگر اداسين ڪريا ڪرم نہ آهي. ايتن ڪرم ٻن قسمن جا ٿي ڇوڙڻ گهرجن ۽ نہ ٿين جا.

(۵۳) وِڌت ڪرم چئن قسمن جا آهن:- (۱) پرايَشچِت (۲) ڪامير (۳) نَيمِتِڪ (۴) نتير.

(۱) پاپن ناس ڪرڻ سانگي جي ڪرم مقرر ڪيل آهن سي آهن پرائشچت ڪرم. مثلاً سنياسيءَ کي *پرماد کان جو ڏن وڻڻ کان پاپ لڳي ٿو، تنهن جي ناس ڪرڻ سانگي، ڏن جو تياڳڻ ۽ ٽي اپواس ڪرڻ اهو پرائشچت آهي.

(۲) ڦل سانگي جي ڪرم مقرر ڪيل آهن سي

* ڪرڻ جوڳي ڪريا نہ ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ جوڳي ڪريا ڪرڻ

ساڳو .

ڪاميہ ڪرم، مثلاً ورکا لاءِ "ڪاريري" يکيہ يا
ڪامنا لاءِ "اکن ھوتر"، "سوم" يکيہ وغيرہ.

(۳) جن ڪرمن جي نہ ڪرڻ سان پاپ ٿئي
۽ جن جي ڪرڻ سان ڪوبہ پاپ يا پُن جو ڦل ملڻو
آھي، ۽ جن جي ڪرڻ جو سدا لاءِ وڌان (حڪم)
آھي، پر رڳو نمت (وقتي موقع) پٽاندڙ مقرر
ڪيل آھن، سي آھن نئميتڪ ڪرم، جيئن گرھڻ
شراڌ آھن، يا اوستا ڪري، ڏات ڪري، آشرم
ڪري، وديا يعني شاستر جي ڄاڻ ڪري، ڌرم ڪري،
گيان ڪري جي وڏا ماڻھن تنکي اچڻ تي مناسب
نمسڪار ڪرڻ. مٿئين سلسلي ۾ نمبروار ھڪ ٻئي
کان اڌڪار ۾ اتم آھن.

(۴) جن ڪرمن جي نہ ڪرڻ ڪري پاپ ٿئي
ٿو ۽ ڪرڻ ڪري ڦل ڪونہ ٿو ٿئي، ۽ ھميشہ لاءِ
حڪم ڪيل آھن، سي آھن نتيہ ڪرم، مثلاً
سنان، سنڌيا وغيرہ ڪرڻ.

ايتن مٿيئي پنجن قسمن جا ڪرم ٿيا ۽ چار
وقت ڪرمن جا قسم ۽ پنجون قسم آھي نشڪ ڪرم.

(۵۴) واڌي جي چوڻ جو مطلب آھي تہ موکہ-
اڇاڏو نہ ڪاميہ ڪرم ڪندا ۽ نہ نشڪ ڪرم ڪندا ۽
چو تہ ڪاميہ ڪرمن جو ڦل آھي اُتم لوڪ ۽ نشڪ
ڪرمن جو ڦل آھي نيچ لوڪ، تنھن ڪري موکہ اڇا

"وشيہ" آهي پرڪاش وندڙ وستو. پرتيڪ ۾ پراڪ
جو يا پراڪ ۾ پرتيڪ جو اڌياس اهڙو ٿئي، جهڙو پنهنجي ديہ ۾
پٽ وغيره جو اڌياس ٿئي يا پٽ وغيره ۾ ديہ جو ٿئي، جو
ٺيڪ نہ آهي. نہ وري وشيہ ۾ وشئي جو يا وشئي ۾
وشيہ جو اڌياس ٺيڪ جو آهي، اهو اهڙو ٿئي جهڙو ڏلي
۾ ڏئي جو يا ڏئي ۾ ڏلي جو! اهڙي ريت ساڌ رشيہ
(ڪچهڙائي) جي اڀاو هئڻ سبب، آتما ۾ بنڌ جو اڌياس
ٺيڪ نہ آهي.

(۴۹) تيئن وري پرماتا جي دوش ۽ پرماڻ جي
دوش جو بہ اڀاو آهي، ڇو تہ پرماتا وغيره سارو پرپنچ
خود اڌياس روپ آهي ۽ اهوئي "بنڌ" آهي، اهو جڏهين
ويدانت سڌانت جو مت آهي، تڏهين پرماتا ۽ پرماڻ
خود بنڌ کان اول ناثابت آهن، ۽ جي اهيئي نہ آهن تہ
انهن جا دوش وري ڇا جا؟ تنهن ڪري بنڌ جو اڌياس
بڻجي نٿو.

(۵۰) وري اڌشٺان جي وشيش روپ جو اگيان
بہ نٿو بڻجي. ڇو تہ بنڌ جو اڌشٺان جو محتمل آهي خود
برهم، سو تہ پاڻ پرڪاش گيان روپ آهي. اهو جو پاڻ
پرڪاش گيان روپ برهم روپي سورج آهي، تنهن ۾
اونده جهڙو اگيان بڻجي نٿو، الٽو جيئن پرڪاش وان سورج ۽
اونده جو پاڻ ۾ ورود آهي، تيئن پرڪاش روپي چيتن
جو، اونده روپ اگيان سان ورود آهي. جيڪڏهين

وري اڌشٽان ۽ اگيان جو ڀيد قبولجي، ته به ٻنڌ جو اڌياس نٿو ٻڻجي؛ سبب ته جت بلڪل اگيان آهي يا جت بلڪل گيان آهي اُتي اڌياس ٿيڻوئي نه آهي؛ اڌياس ٿيندو اُتي، جتي سامانيه روپ جو گيان آهي، پر وشيش روپ جو اگيان آهي. مگر برهم ته سامانيه ۽ وشيش ڀاون کان آجو آهي، نه وشيش آهي، اهو ويدانت جو سڌانت آهي. تنهنڪري جيڪڏهين بحث ۽ سوپ جي هيچ کان، برهم ۾ هروڀرو سامانيه، وشيش ڀاءُ قبولبو ته سڌانت کي ٿياڳڻو پوندو. اهڙي نروشيش برهم ۾ اڌياس نٿو ٻڻجي. تنهن ڪري ايئن چوڻ ته "برهم ۾ ٻنڌ اڌياس روپ آهي"، سو ٺيڪ نه ٿيندو. تنهنڪري [واڌي چوي ٿو ته] چوڻ جڳائي ته ٻنڌ سچو آهي. اهڙي سچي ٻنڌ جي نورتي گيان دواران ناممڪن آهي؛ انهيءَ ڪري گيان دواران موکيه ٿيڻو نه آهي، پر ڪرم دواران ئي ٿيڻو آهي.

## (۵۱) ڪرم سان موکش جي سڌي.

दोहा– सत्यबंधकी ज्ञानतैं, नहिं निवृत्ति संयुक्त।
नित्यकर्म संततकरै, भयो चहै जो मुक्त ॥८॥

دوها ۸– ٻنڌ سچي جي نورتي، ڪري نه سگهندو گيان؛
نتيه ڪرم تان نت ڪري، موکيه لهي ٻڌوان.

ٽيڪا– ٻنڌ جو سچو آهي ته اُنهيءَ جي نورتي گيان

نالکر جو اڌياس تڏهين ٿو ٿئي، جڏهين سڄي چاندي ۽ سڄو سپ اکہ ڏٺل آهن. اهيءَ کي ڇڄي ٿو ستّ وستوءَ جي گيان مان ٿيل سنسڪار.

(ب) :- دوش ٽن قسمن جا آهن :- (۱) پرميَہ جو دوش، (۲) پرماتا جو دوش، (۳) پرماڻ جو دوش.
(۱) سپيءَ ۽ سپ جو ڏورڙيءَ ۽ ريءَ جو اڌياس ٿيڻو نہ آهي، تڏهن ڪري ٿو ڇڄي تہ پرميہ يعني وستن ۾ ڪجهڙائيءَ جو دوش يا عيب اڌياس جو ڪارڻ آهي. (۲) وري پرماتا يعني اتهڪرڻ ۾ ڀؤ يا لوڀ جهڙو دوش بہ اڌياس جو ڪارڻ آهي. (۳) دوش آهي پرماڻ (جنهن جي وسيلي جاڻ ٿئي) جيئن اکہ ۾ سائي يا قلي وغيره جو دوش.

(ج) اگيان :- * اڌشٽان جي وشيش روپ (خاص روپ) جو اگيان اڌياس جو ڪارڻ يا سامگري آهي جيئن ته آن جي سامانيہ روپ جو گيان هجي بہ جيئن سپي پيئي هجي؛ پر اُنجي پوري جاڻ نہ هجي فلاڻا سمجهجي تہ ڪا وستو پيئي آهي، اهو آهي سامانيہ گيان؛ پر خبر پوي تہ اها وستو ”سپي آهي“ اهو آهي وشيش گيان. جڏهين وشيش گيان ڪونهي، تڏهين ٿو ٿئي اڌياس. پر جي سامانيہ گيان بہ نہ هجي تہ بہ اڌياس ڪونہ ٿئي. تنهن ڪري مڃڻو پوندو تہ وستوءَ جو سامانيہ گيان

* جنهن ۾ ڪلپت وستو ڏسڻ ۾ اچي.

جو سڀاءُ آهي ته جڏهين وستوءَ جو گيان ٿئيٿو، تڏهين اُن وستوءَ ۾ اڌياس ۽ اگيان نورت ڪري ٿو؛ جيئن نوڙيءَ جو گيان، سرپ اڌياس کي ۽ نوڙيءَ جي اگيان کي دور ڪري ٿو. پرانت گيان ۽ پرانت گيان جي وشيه *مٿيا وستو کي چئجي ٿو اڌياس. مگر جا وستو مٿيا نه آهي پر سچ آهي، تنهن جي نورتي ته گيان سان ٿيڻي نه آهي. ڇاڪاڻ جو ڪڏهين اهنڪار وغيره ٻنڌ، آتما ۾ اڌياس يا مٿيا هجي؛ ته گيان دواران نورت ٿيڻ جو آهي؛ پر آتما ۾ ته مٿيا ٻنڌ جي سامگري هئڻي نه آهي، ۽ تنهن هوندي به جو اهو ٻنڌ پرتيت (ظاهر) آهي ته چئبو ته اهو ٻنڌ سچو آهي ۽ انجي نورتيءَ جي گيان دواران آشا رکڻ نشڦل ڄاڻڻ کپي.

(٤٦) هاڻي واهي اڌياس جي سامگريءَ جو ڪٿن ڪري ٿو.

दोहा— सत्यवस्तुके ज्ञानतैं, संसकार इक जान ।
त्रिविधदोष अज्ञान पुनि, सामग्री पहिचान ॥७॥

(الف)
دوها ٧— ستت وستو جي گيان مان، سنسڪار هڪ ڄاڻ؛
(ب) (ج)
ٽيئي دوش اگيان ٻئي، سامگري تـ سڃاڻ.

ٽيڪا- (الف):- سچيءَ ۾ رهي جو، ۽ نوڙيءَ ۾

---

* جئن نوڙيءَ ۾ سرپ جو پرانت گيان ۽ پرانت گيان جي وشيه مٿيا سرپ.

تي ڪُل اتپڪرشن ۽ اُنهيءَ ساڳئي سکه دک جو اثر معلوم ٿئي، پر ايشن آدي ڪين، تڏهين مڪتي پوندو ته ساڪي کٽا آهن. واهي وڏيڪ ٿوري ٿو ته ايشن مڪتي ۾ دوش تنهن پر نه کهرجي، ڇو ته ساڪيءَ جي *اُپاڌي ته اتپڪرشن آهي، ۽ ڇهو ته ساڪيءَ کي پڌنجي ئي اُپاڌيءَ جي ڌرمن جي جاڻ ڪي ٿئي، ۽ اهوئي سبب آهي، جو ڪي جي دکه سکه وارن ڌرمن جي، هن کي خبر پئي رهي.

هاڻ سِڌ ٿيو ته ساڪي جو کٽا آهن، تنهن ڪري ساڪيءَ جي بوڌرسان اڳتا ٿيڻ جو نه آهي. انهيءَ طرح وشيه جو کنڊن ڪري، هاڻي واڌي پريوجن جو کنڊن ٿو ڪري.

### (٤٥) پريوجن کنڊن

दोहा— वंधनिवृत्ति ज्ञान ते, बनै न बिन अभ्यास ।
सामग्री ताकी नहीं, तजो ज्ञानकी आस ॥६॥

دوها ٦- گيانُ نِورتي نا ڪري، بَندُ ته بِن اَڀياس،
ري سامان اڀياس جي، گيان اجائي آس.

ٽيڪا- اهنڪار وغيره جيڪي اناتم وستو آهن تن کي "بند" ٿو چئجي. سو بند جي اڀياس روپ سڄي ته گيان انجو ناس ڪري، پر جي او اڀياس روپ نه، آهي ته گيان هواران نورت ٿيڻ جو نه آهي، ڇو ته، گيان

*ڏسو فقره (٧٢). ا- پرم يا پل يا ايتارت گيان.

پر اگني کان ٿراليون شيون ڪاٺ وغيره، سڀئي ساڙڻ جي وشيه ٿين ٿيون، تيئن انتهڪرڻ کان الڳ شيون ئي، انتهڪرڻ مان چاول ورتيءَ جي وشيه ٿين ٿيون ۽ نه خود انتهڪرڻ.

(٤٣) اهوئي سبب آهي جو انتهڪرڻ جا ڌرم، انتهڪرڻ جي ورتيءَ جي وشيه نٿا ٿين. وشيه تڏهين ٿي سگهن جڏهين اها ورتي خود انتهڪرڻ کي وشيه ڪري سگهي، يعني جڏهين انتهڪرڻ اُنهيءَ ورتيءَ جي سامهون ٿئي. پر ائين ته ٿيڻوئي نه آهي. نيم (يعني قانون) آهي ته ورتيءَ جي وشيه اُها وستو ٿي سگهي، جا سندس آسري کان ڪجهه دور هجي؛ پر جا وستو اُنجي آسري کي تمام ويجهي آهي سا وشيه ٿيڻ جي نه آهي؛ مثلاً سرمو، جو اک جي ورتيءَ جي آسري يعني اکا خود جي تمام ويجهو آهي، ته اُن کي اک جي ورتي وشيه ڪري نٿي سگهي (ڏسي نٿي سگهي). ساڳيءَ ريت سک وغيره انتهڪرڻ جا ڌرم انتهڪرڻ جي تمام ويجهو آهن، سي اُنهيءَ ورتيءَ جا وشيه نٿي سگهندا. ائين ثابت ٿئي ٿو ته انتهڪرڻ ۽ اُنجا ڌرم، اندرين دواران، بلڪ خود انتهڪرڻ دواران چاڻا نٿا وڃن، پر ساکيءَ جا وشيه ٿين ٿا.

(٤٤) تنهنڪري ٿو ثابت وادي چوي ته جيڪڏهين اهو ساکي هڪ قبولبو، ته هڪ انتهڪرڻ ۾ سک دک ٿيڻ

مرڻ جي ڀؤ کان، جا ديهه جي رکيا ڪرڻ لاءِ چڪ تي رهي.] برهم انهن ڪليشن کان آجو آهي، اُو وِڀُؤ يعني وياپڪ آهي، اِڪ آهي يعني *سڄاتيءَ ڀيد رهت آهي؛ ڇو تہ برهم سان سڄاتيءَ ٻيو ڪو برهم ڪونهي.

جيو ۾ مٿيان پنجئي ڪليش آهن، اُو †پريڇن آهي، کهڻائيءَ ۾ آهي، ڇو تہ جيترا سرير آهن اوترا جيوَ آهن، جيڪڏهن ڌار ڌار سريرن ۾ هڪئي جيوُ هجي تہ هڪڙي سرير ۾ دکہ يا سکہ ٿيڻ سان سڀني سريرن ۾ اهو دکہ يا سکہ ڄاڻو وڃي.

واديءَ جو ڇوڙ آهي:-

(٤٠) اهو جو ويدانتين جو ڇوڙ آهي تہ "سکہ دکہ وغيره ڌرم انتهڪرڻ جا آهن، سي انتهڪرڻ گهڻا آهن؛ جنهنڪريئي هڪ جو سکہ دکہ ٻئي کي معلوم نٿو ٿئي؛ ۽ جيڪو ساکي آهي، سو سکہ دکہ کان آجو آهي، هڪ آهي ۽ ڪُل ڪليشن رهت آهي؛ ۽ اُنهيءَ ساکيءَ جيئي برهم سان ايڪتا آهي." اهو بہ ٺهي نٿو-

## (٤١) ساکي گهڻا آهن.

ڇو تہ، جو جيوُ ڪرتا ڀوڳتا آهي، تنهن کان الڳہ ساکي تہ سنڌِ استريءَ جي پٽ مثل اڻ هوندو ٿيندو؛

---

* ساڳي ذات واري کي "سڄاتيہ" ٿو چئجي. † وياپڪ نہ.

ڪري ٿو ته پرلوڪ جا اُتم ڀوڳ، ماڻط لائق ٿيان.
تڏهن ڪري ٿو ته اُچا جا آئي ٿي، سا رڳو هن لوڪ
يا پرلوڪ جي وشين جي سکہ ماڻط لاءِ. موکہ ۽ ته
اهي وشيون ڪين آهن، تڏهين چئبو ته موکہ جو
پدمت يا ساڌن ڪوبہ ڪونہ ٿو چاهي! انهيءَ ڪري
وِڌرا، شم، دم، اُپرتِ بہ ڪنهن ۾ ٿيٺي نہ آهي. جي
ڪڏهين اهڙن آهي ته ڇهن ساڌن وارو ادڪاري ٿيٺو
ئي نہ آهي، تہ پوءِ هن گرنٿ لاءِ آرلب نشڦل چئبو!
ايهڙن وادي ادڪاريءَ جو ڪنڊن ڪري، هاڻي
وشيہ جو کنڊن ٿو ڪري.

## (٣٩) وشيہ کنڊن

दोहा -- जीवब्रह्मकी एकता, कह्यो विषय सो क्रूर।
क्लेशरहित विभुब्रह्म इक, जीव क्लेशको मूर ॥४॥

دوها ٥- جيو برهم جي ايڪتا، وشيہ ڪٿن سا ڪوڙ؛
برهم ڪليشن کان جدا، جيو ڪليشن موڙ.

ٽيڪا- پنج ڪليش چيل آهن:- (١) "اودِيا"
[يعني جا وچار جاڳط تي نہ رهي.] (٢) "اَسمتا"
[يعني آتما ۽ بدّيءَ جي ايڪتا جي پرتيتي، جنهن
کي سامانيہ اهنڪار بہ چون] (٣) "راڳ" [يعني
دنيا جي پدارٿن کي سکدائي جاڻي انهن ۾ پريتي
ڪرڻ.] (٤) "دويش" (نفرت) (٥) اِبهدويش [يعني

برهم جي ڄاڻ آهي، سو اڌڪاريءَ جي درجي ۾ نه
آهي، پر مڪت جي درجي ۾ آهي ۽ برهم جي پراپتي
اتس ۽ جڏهن ڪري آن کي ۽ برهم جي پراپتيءَ جي
اڇا نٿي ٿي سگهي ۽ تڏهن ڪري پهريئين حالتن ۾ برهم
جي پراپتيءَ جي اڇا ته ٿيڻي نه آهي.
الهيءَ ريت معلوم ٿيو ته ڪارڻ سميت جڳت
جي نورتيءَ جي اڇا ۽ برهم پراپتيءَ جي اڇا ٿئي ٿي
ڪين ٿي ۽ پر "موڪ اڇا" جو ساڌن، جو اڌڪاريءَ
لاءِ سڌانت ۾ ضروري ڪيل آهي، سو بطيئي ڪين ٿو.
وادي الهيءَ ريت موڪ اڇا جي ساڌن کي
ڪنڊن (ره) ڪري، هاڻ وري وڏاڳر ۽ ٻين ساڌنن
جو ڪنڊن ٿو ڪري ۽ ايڏن ڏيڪاري ٿو ته سچو
اڌڪاري سڌانت موافق ٿيڻو ئي ڪونهي.

(۳۸) ٻيءَ طرح اڌڪاريءَ جو آياو.

दोहा— चहत विषयसुख सकलजन, नहीं मोक्ष को पंथ ।
अधिकारी या तैं नहीं, पढै सुनै जो ग्रंथ ॥४॥

دوها ۴- هرڪو چاهي وشيه سک، چاهي موڪيه نا پنٿ [1]،
اڌڪاري سو ڪونه ڪو، پڙهي ٻڌي جو گرنٿ.

ٽيڪا- هرڪو وشين جو سک چاهي ٿو، پر جي
ڪڏهين ڪو وشين جا سک تياڳي، تپشائن کي لڳ
تو ته بر اڙ الهيءَ اڇا سان ئي تڪليفون پاڻ تي هم

۱- رستو.

وغيره ڏوائڻ سان ٿي وڃي ٿي؛ ٻکر جي دوري کاڌي کائڻ سان ٿئي ٿي، اهڙيءَ طرح ٻڪو ڏک، موافق اُپائڻ سان دور ٿئي ٿو. تڏهن ڇهو ته اگيان سميت جڳت جي دورت ٿيڻ بعد ٻه ڏکن جي دوري ٿئي ٿي، ته پوءِ ڪارڻ (اگيان) سميت جڳت جي دوريءَ جي اڇا جي ڪا ضرورت نه ٿي ٿئي!

اهڙي ريت واديءَ، موکر جي "پهرئين انگ" تي اعتراض اٿاري، وري "ٻئي انگ" يعني برهم پراپتيءَ تي به اعتراض ٿو آڻي.

### (٣٧) برهم پراپتيءَ جي اڇا روپ موکش جو ٻيو انگ پڻ ٻڌي نٿو سگهي

दोहा — किय अनुभव जा वस्तुको, ताकी इच्छा होइ ।
ब्रह्म नहीं अनुभूत इम, चहै न ताकूं कोइ ॥३॥

دوها ٣- ڄاڻ ٿيل جنهن چيز جي، طلب نه تنهنجي هوءِ،
برهم ڏٺل اڳ ناهه جو، اُن ۾ نه چاهي ڪوءِ.

ٽيڪا- جنهن وستو جي انڀوُ يا ڄاڻ هوندي ڪين، تنهنجي پراپتيءَ جي اڇا وري ٿيندي ڪيئن؟ مثلاً ٻين ڏيسن ۾ ڪيتريون وستون ٿين ٿيون، تنهنجي ڄاڻ نه هئڻ سبب، تنهنجي پراپتيءَ لاءِ ڪوبه اڇا ڪونه ٿو ڪري. ساڳيءَ طرح جيڪو اڇا اڌڪاري آهي تنهن کي برهم جي ڄاڻ ڪانهي، تنهن ڪري اُن کي اڻ ڄاتل برهم جي پراپتيءَ جي اڇا ٿي نٿي سگهي، وري جنهنکي

دوھا ٢ـ اَوديا سھت جَڳَ ناسَ جيءِ ڪري ڪونه تو آسَ؛
سمجھوُ چاھنِ تا سدا، تن ناپنِ جو ناس.

ٽيڪا- جڳ جي پاڙ ڇاڪاڻ جو اوديا يا اگيان. ان سميت جڳ جي ناس ڪرڻ جي اڇا نٿي اٿيءِ تہ بہ ورڪي پرش ٽنھي قسمن جا ڏک ناس ڪرڻ چاھين ٿا. اُھي ٽن قسمن جا ڏک ھي آھن:ـ (١) * اڌياتم ڏک، جيئن روڳ (مرض) ۽ بک وغيره؛ (٢) § اڌيڀوت ڏک، جيئن چور يا واگھہ يا سرپ کان ڏک؛ (٣) ‡ اڌديو ڏک، جيئن يکش، راڪاس پريت، ھوا، ۽ سردي وغيره کان ڏک.

(٣٥) انھيءَ ريت ٽنھي قسمن جي ڏکن جو ناس سڀيئي چاھين ٿا، پر ڏک کان الڳ جو پدارٿ آھي، يعني اگيان ۽ جڳت، تنھنجي ناس جي اڇا ورڪي پرش نٿا ڪن؛ ايئن شنڪا اُٿارڻ وارو واديءَ چوي ٿو تہ ‖ سدانت، جو موکيہ ۾ جڳت جي ڪارڻ اگيان سميت ڪل جڳت جي نورتي بہ داخل ڪري تہ سو ٺيڪ نٿو ٿئي. ڇو تہ اُنجي اڇا ڪوبہ نٿو ڪري.

(٣٦) ٽنھي کان سواءِ روڳن جي نورتي آيرويدڪ

---

١ـ ڏکن. * استول خواه سوکيم سرير جي آسري، جو ڏک ھجي. § سرير کان باھر ۽ اُکين سان جو ڏسڻ ۾ اچي اُنکري جو ڏک پراپت ٿئي. ‡ سرير کان جو باھر ھجي ۽ اکين سان بہ ڏسڻ ۾ نہ اچي، اُن ڪري جو ڏک ملي. ‖ ويدانت.

# ترنگ ٻيو

## انبڌن جو وشيش (وڌيڪ) ذڪر.

(٣٣)[پهرئين ترنگ ۾ اڌڪاري آدڪ انبڌن جو ذڪر ڪيو ويو. هن ترنگ ۾ واديءَ دليل ڏيندو تہ انبڌ ٻڌي نٿا سگهن جنهن ڪري ڪرنت جي رچنا وئرٿ آهي. آن تي سڌانتي، واديءَ جي دليلن جا جواب ڏيندي سڌ ڪندو تہ انبند ٻڌي سگهڻ جا آهن.]

दोहा — याके प्रथमतरंग में, किय अनुबंध विचार ।
कहूं व द्वितीयतरग में, तिनहीको विस्तार ॥१॥

دوها ١- ترنگ پهرئين ۾ لکيو، اَنُبَنڌَ جو وچار؛
ڪيو ترنگ هن ٻئي ۾، جوان سندو وستار.

ٽيڪا- پهرئين ترنگ ۾ ساڌن وارو اڌڪاري چيو ويو؛ تہ چئن ساڌنن ۾ موکيہ اڇا ٻہ ڇهين ويٺي، موکيہ آهي ڪارڻ سميت جڳت جي نورتي ۽ برهم جي پراپتي. ہر وادي (شنڪا ڪندڙ) تو اعتراض اٿاري، تہ "موکيہ جو پهريون انگ يعني ڪارڻ سميت جڳت جي نورتي تہ ڪل ڪري ڪوبہ ڪين چاهي."

## (٣٤) اڌڪاري ڪٿن

दोहा — मूलसहित जग ध्वंसकी, कोउ करत नहिं आस ।
किंतु विवेकी चहत है, त्रिविधिदुःखको नास ॥२॥

دوها ٢٨- اَڌشٽان کان نا جدا، جڳت نورتي جاڻ
نانگ نورتي جيئن تئي، نوڙيءَ جي نہ سڃاڻ.

(٣٣) ٽيڪا- ڪارڻ سميت جڳت جي نورتي خود *اڌشٽان برهم روپ آهي ٻي نرالي شيءِ نہ آهي، جيئن سرپ جي نورتي اڌشٽان نوڙيءَ روپي آهي. ‖ڀاشيہ ڪار جو سڌانت آهي تہ ”ڪل ڪلپت يعني خيالي بنايل وستن جي نورتي اڌشٽان روپي ٿئي ٿي، اُن کان نرالي نہ آهي.“ تنهن ڪري سمجهڻ گهرجي تہ انرت جي نورتي برهم روپ آهي؛ يعني تہ اڀاو روپي نہ آهي پر ڀاو روپي آهي. ثابت ٿيو تہ جڏهين انرت جي نورتي برڀاو روپ آهي تڏهين اهو گرنٿ جو پريوجن ٺيڪ ٿي سگهي ٿو.

दोहा— जो जन प्रथम तरंग यह, पढ़ै ताहि तत्काल ।
करहु मुक्त गुरुमूर्ति है, दादू दीनदयाल ॥२९॥

دوها ٢٩- جو ترنگ پهريون پڙهي، تنهنکي سچ تت ڪال؛
مڪت ڪري گر مورتي، دادُو دين ديال!

## ترنگ پهريون پورو ٿيو

* آڌار ڪلپت وستوءَ جو، جيئن نوڙي آهي اڌشٽان ڪلپت نانگ جو. يعني جنهن جي جاءِ سان ڪلپت جي نورتي ٿئي. ‖ شنڪراچاريہ. ١- سوامي نشچلداس هن گرنٿ جو رچيندڙ، شش هو ”دادوءَ“ مهراج جو.

(٣٠) جهڙيءَ طرح پراپتيءَ جي پراپتي ڪرڻ جو پريوجن ٿي سگهي ٿو، تهڙيءَ طرح نت نورتيءَ جي نورتي ۾ پريوجن ٿي سگهي ٿو. درشٽانت:- ڳوڙهيءَ ۾ سرپ جي نت نورتي آهي، [يعني ته ڳوڙهيءَ ۾ سرپ واسطو ۾ ڪڏهين به آهي ئي ڪونه] ته به ڳوڙهيءَ جي گيان سان ئي سرپ جي نورتي ٿئي ٿي؛ تيئن آتما ۾ به سنسار جي نت نورتي آهي، ته به آتم گيان سان ئي نورتي ٿئي ٿي. تنهن ڪري اهو پريوجن به ٺيڪ ٺهي ٿو.

(٣١) وري شنڪا اٿي سگهي ٿي ته هڪ ئي پدارٿ (جيئن موڪش) ۾ ڀاوَ يعني هستي ۽ اڀاوَ يعني نيستي، ٻئي ڪڏهن ممڪن ڪين آهن؛ تنهن ڪري اهو چوڻ ٺيڪ نه ٿيندو، ته "ڪارڻ سميت جڳت جي نورتي ۽ پرمانند جي پراپتي ڪرڻ جو پريوجن آهي." جو ته نورتي ڏالو آهي ڌونس جو؛ ڌونس ۽ ناس ٻئي پرياءِ يعني هڪ ارٿ وارا شبد آهن؛ ناس آهي اڀاوَ يعني نيستي روپ. اِئين موڪش ۾ ڀاوَ ۽ اڀاوَ روپ ٻئي ظاهر ڪرڻا ٿيندا، اهو ته ٺيڪ نه ٿيندو. سبب ته انرٿ جي نورتيءَ ۾ اڀاوَ روپ ظاهر آهي ۽ پرمانند جي پراپتيءَ ۾ ڀاوَ روپ ظاهر آهي! ۽ ورودي ڌرم هڪ ئي ڪال ۾ هڪ ئي وستوءَ ۾ رهي نه سگهن. اها ٿي شنڪا. انجي نوارڻ لاءِ جواب آهي:-

दोहा -- अधिष्ठानते भिन्न नहिं, जगत निवृत्ति बखान।
सर्प निवृत्ती रज्जु जिम, भये रज्जुको ज्ञान ॥२८॥

ته ڄاڻهن هوءِ اٿم.“ پوءِ اوجيڪر چئي ڏئي ته ”مون
پنهنجو ڪنٺ پراپت ڪيو“ سو، پرمانند سروپ آتما
۽ بہ اوديا جي ٻل ڪري اڻڄي پراپت اچي ٿي ٿئي، ته
”آتما پرمانند سروپ نه آهي، پر برهم ئي پرمانند سروپ
آهي؛ تنهن برهم کان مون کي وڇوڙو ٿي پيو آهي، هاڻ
مان برهم کي اُپاسنا دواران پراپت ڪندس.“

انهيءَ ريت پراپت کڻڻ ئي مورک پراڻين کي ٿي
رهي آهي. ڪيترا پنڊت (عاقل) بہ ائين چئي رهيا
آهن، پر انهن کي بہ مورک ئي چوڻ جڳائي. ڇو ته جيو
۽ برهم جو وڇوڙو قبول ڪرڻ مورکتا آهي. اهڙن مشڪن
کي جڏهين ڪنهن اُتم سنسڪار سبب، ڪنهن برهم
گياني آچاريہ دواران، ڪو ويدانت گرنٿ ٻڌڻ سان،
اُن جي ٻڌايل ارٿ تي نشچو لڳي ٿو، تڏهين اُهو چون
ٿا ته ”گرنٿ ۽ آچاريہ جي ڪرپا سان اسان کي پرمانند
پراپت ٿيو آهي.“ سچ ته اُنهن جي چوڻ جي مراد اها ئي
آهي ته، ”آتما ته پرمانند سروپ اصلي هو پر مون کي
اها سمجهہ ئي ڪانہ رهي ته منهنجو آتما پرمانند سروپ
آهي، جنهن ڪري اپراپت واڱر هو؛ مگر هاڻي آچاريہ
دواران گرنٿ ٻڌڻ سان، جو ٻڌيءَ ۾ ڄاڻ پيئي آهي،
تنهن ڪري پرمانند پراپت ٿيو اٿم، ائين ٿو چوان“ هن مان
ڄاڻ پيئي ته، ”پراپتيءَ جي بہ پراپتي“ ٿي سگهڻ جي آهي
۽ هن گرنٿ جو ”پريوجن“ پرمانند جي پراپتي ممڪن آهي

اهڙي شنڪا آڻي نه لون، وسهه وڏاءِ ليڪ،
ڇڏي گر ديو ڪمان، توکي کان ٿيهه لون؟
هت هي ڪنگڻ ڪي هي، ٻُڌمان وڃائي وٺن،
جاڻو ڪان جاڻ ٿئي، لڌي شيءِ ڇو لون.

(٢٨) ٽيڪا- اڳي ڇهو ويو ته ڪرنت جو "پريوجن" آهي انرٿ جي نورتي ۽ پرمانند جي پراپتي. انهيءَ تي هيءَ شنڪا اُٿاري سگهجي ٿي ته اهو "پريوجن" ليڪ نٿو ٿئي، ڇو ته ويدن جو ڇوڻ آهي ته جيو * پرمانند سروپ آهي، ۽ اهو ڇوڻ سڌانت ۾ به قبوليل آهي، تنهن جي معنيٰ ته جيو اڳ ۾ ئي آنند سروپ آهي، تنهن ڪري آنند سروپ جيو لاءِ پرمانند جي پراپتي بڻجي نٿي سگهي. اهڙي پرڪار متي چيل پريوجن به بڻجي نٿو سگهي.

(٢٩) اهڙي شنڪا پڌي ڪرنت جي چيل پريوجن ۾ شڪ آڻڻ جوڳي نه آهي، اتلو گهرجي ته آتم وديا جي اُپديش ڪرڻ واري گروءَ جي ڪرپا سان انهيءَ شڪ کي ڪٽر ڪ يعني ڪوڙو بحث سمجهي، ڏنل درشٽانت يعني مثال تي ويچار ڪري ڏارڻ گهرجي. اهو درشٽانت هيءُ آهي ته ڪنهن کي هٿ ۾ ڪنگڻ پيل هجي، پر اُن کي اهڙو ڀرم اچي وڃي ته منهنجي هٿ ۾ پيل ڪنگڻ ڪم ٿي وي آهي ۽ پوءِ اُن کي ڪنهن ٻئي واران جاڻ پوي ته "ڪنگڻ

* प्रज्ञानमानंदम्

پراپتيءَ جي اڀلاشا آهي، اهوئي موکيہ جو سروپ آهي تنهنڪري پرم پريوجن موکيہ آهي ۽ نہ گيان. سک جي پراپتيءَ ۽ دک جي نورتيءَ جو ساڌن گيان آهي، پر گيان انهنجو جو روپ نہ آهي، تنهنڪري گيان (آتم ۽ پرماتم جي هيڪڙائيءَ جي ڄاڻ) کي اوانتر پريوجن ٿو چئجي آوانتر پريوجن اُهيءَ وستوءَ کي ٿو چئجي، جنهن دواران پرم پريوجن حاصل ٿئيءَ اُها وستو آهي گيان. ڇو تہ گرات ڪري گيان دواران مڪتي روپ پرم پريوجن ملي ٿو.

कवित्त -- जीवको स्वरूप अति·आनंद कहत वेद ।
ताकूं सुखप्राप्तिको असंभव वखानिये ॥
आगे जो अप्राप्त वस्तु ताकी प्राप्ति संभवत ।
नित्य प्राप्त वस्तुकी तो प्राप्ति किम मानिये ॥
ऐसी शंका लेश आनि कीजे न विश्वास हानि ।
गुरु के प्रसादतैं कुतर्क भले भानिये ॥
करको कंकन खोयो ऐसो भ्रम भयो जिहिं ।
ज्ञानतैं मिलत इम प्राप्त प्राप्ति जानिये ॥२७॥

شنڪا: ڪوت - ٢٧ - جيو جو سروپ نِتُ، آنند چون ويد،
(٢٧) تنهن لِئہ چوڻ ڀُلَ، آنند کي لهہ نونءَ
اڳ نہ جا حاصلات، تنهِن ڀلي ڳولهي لهہ،
سدائين قائم آهي، ڳولڻ ڪان رَهُہ تونءَ

دوها ٢٥- جيو برهم هڪ روپ سا، وشيه جون وڌوان
تن ۾ ڀاڱي جي ڏسن، آهن سي ڪه اُجان.

ٽيڪا- جيو برهم جي ايڪتا آهي هن گرنٿ جي وشيه، جيڪي پرتپادن ڪجي تنهنکي چئجي "وشيه". اها ايڪتا، ڪل ويدن جا وچن ڪٿن ڪن ٿا؛ تنهن ڪري جيڪي جيو برهم جي وچ ڀيد ڏسڻا آهي تن آهن، مورک آهن، ويدن جا وروڌي آهن.

## (٢٦) ويدانت شاستر جو پريوجن

दोहा -- परमानंद स्वरूपकी, प्राप्ति प्रयोजन जानि।
जगत समूल अनर्थ पुनि, ह्वै ताकीअतिहानि ॥२६॥

دوها ٢٦- پرمانند جي پراپتي، اهو پريوجن جاڻ،
اگيان انرٿ سميت پڻ، بلڪل ٿي تنهن هاڻ.

ٽيڪا- *پرپنچ جو ڪارڻ اگيان آهي، ۽ پرپنچ ٿي جنم مرڻ روپي دک جو ڪارڻ آهي، انهي ڪري پرپنچ کي انرٿ ڪري چيل آهي. انهي انرٿ جي نورتي ۽ پرمانند جي پراپتي آهي موکيه؛ اهو آهي گرنٿ جو پرم پريوجن." گيان جي پراپتي ته آهي "اوانتر پريوجن."

جنهن وسعت ۾ منش جي ابلاشا (خواهش) ٿئجي تنهنکي چئجي پرم پريوجن، بلڪ ان کي پرشارت به چون. سڀني جيون کي دک جي نورتي ۽ سک جي

*ڪرم ۽ واسنا سميت سنسار.

جي ناس ڪرڻ لاءِ ضروري آهن. تنهن ڪري ڇهو ويو
ته شروط وغيره گيان جا وسيلا آهن، ۽ شروط وغيره جا
وسيلا وويڪ وغيره آهن؛ انهيءَ ڀاو ڪان ئي وويڪ وغيره
کي به گيان جا سادن ڪري ڄاڻل آهي. انهن چئن
سادنن واري کي اڌڪاري ڄاڻل آهي.

## (٢٤) سٻنڌ جو ذڪر

दोहा— प्रतिपादक प्रतिपाद्यता, ग्रंथ ब्रह्म संबंध।
प्राप्य प्रापकता कहत, फल अधिकृतको फंद ॥२४॥

چوپائي ٢٤-

پرتيپادڪ پرتيپاديتا جاڻو، گرنٿ برهم سو سٻنڌ سڃاڻو؛
پراپيه پراپڪتا جوئي، ڦل سد اڌڪاري سوئي.

ٽيڪا- گرنٿ آهي "پرتيپادڪ" يعني وشيه
کوليندڙ، ۽ ڪتن ڪيل وشيه (مضمون) آهي "پرتيپاديه".
موکه روپ ڦل آهي "پراپيه"، ۽ اڌڪاري، ڦل پائيندڙ
آهي "پراپڪ". اڌڪاري آهي ڪرتا ۽ ويچار آهي
"ڪرتويه" يعني ڪرڻ جوڳو. گرنٿ آهي "جنڪ"
يعني ڄڻيندڙ گيان جو ۽ گيان آهي "جنيه" يعني ڄڻيل.
ايئن پرتيپادڪ پرتيپاديه، پراپيه پراپڪ ڪرتا ڪرتويه،
جنڪ جنيه، ۽ ٻيا به سٻنڌ آهن.

## (٢٥) ويدانت وشيه

दोहा— जीवब्रह्मकी एकता, कहत विषय जनबुद्धि।
तिनको जे अंतर लहैं, ते मतिमंद अबुद्धि ॥२५॥

هوندي ته ان جو پروکيه گيان ٿيندو، پر جيڪڏهن
چئجي ته ”اهو ڏُون تون آهين“ ته اُن مان اپروکيه
گيان ٿيندو. الاهي، ربت سدالت ۽ برهم سڀ جو آتما
شرط ڪري بلڪل اوير وميت آهي. ته ۾ اوائع واڪيه
سان آلهي برهم جو پروکيه گيان ٿي ٿئي ٿو، ۽ ”ڏُون
تون آهين“ تنهن موافق مهاواڪيه، ڀڳندڙ کي آتما يعني
آپي ۽ برهم روپ ڪري پڙ (جاڻ) ڪرائي، ترت اپروکيه
گيان ڏئي ٿو.

(۲۳) پروري ۾ جيڪڏهن ڪو چوي ته ”جنهن
وسعو جو اپروکه گيان ٿئي ٿو، تنهن بنسبت جو آسم ڀاونا
۽ وپريت ڀاونا ممڪن ڪين آهي، ته شروط وغيره
بيڪار چئبا،“ ته ايا شدڪا ۾ ٿهي ٿئي. ڇو ته جيئن
*برجوءِ جو اکين سان اپروکيه گيان هوندي ۾، راجا جي
وپريت ڀاونا دور نه ٿي، تيئن مهاواڪيه سان اپروکيه
گيان هوندي ۾، جيڪڏهن اسم ڀاونا ۽ وپريت ڀاونا جا
دوش دور ٿيل نه آهن، ته گيان جو ڦل مت لڌو اٿي.
سو جيڪڏهن اهي دوش هجن ته انهن جي اوارط لاءِ
منش ضرور شروط آدڪ ساڌن ڪمائي، ڇولتن ڀلي
نه ڪمائي.

ايئن ثابت ٿيو ته مهاواڪيه ئي گيان لاءِ ساڌن
آهي ۽ نه شروط وغيره. پر اهي اسم ڀاونا وغيره دوشن

* هيءُ ذڪر هن گرنٿ جي پنجين ترنگ ۾ ايندو.

پر ياد جڳائي ته سڌانت مت ۾ ٻه شروط وغيره وئرٿ نه آهن، ڇو ته اهي اسم ڀاونا ۽ وپريت ڀاونا ناس ڪن ٿا. پر انهيءَ ٻي وري ايڪ ديشي چون ٿا ته جنهن وستو جو اپروکيه گيان آهي، تنهن بنسبت اسم ڀاونا ۽ وپريت ڀاونا اصل پيدا ئي نه آهن، پوءِ ته فقط ”تت-توم-آسي“ جهڙي واڪيه مان، برهم جو اپروکيه گيان پيدا ٿئي، اسم ڀاونا ۽ وپريت ڀاونا برهم بنسبت ممڪن ڪين آهن؛ جيڪڏهن اٿن آهي ته شروط وغيره وئرٿ ئي چئبا. تنهن ڪري محقق کي ته شروط سان پروکه گيان ٿو ٿئي، ۽ منن، ندياسن سان اپروکه گيان ٿو ٿئي. گهڻن گرنٿڪارن پڻ اهو مت مڃيو آهي.

(٢٢) اهو چوڻ به ٺيڪ نه آهي؛ شبد (واڪيه) جو سڀاءُ آهي ته جا وستو *وِيه-وهيت هوندي تنهن جو اهڙو پروکه گيان ڏيئي سگهندو ۽ نه اپروکه. جيئن شاسترن دوارا اندر يا سرڳه لوڪ جو پروکيه گيان ئي ملي ٿو. پر جا وستو ‡آويه-وهيت آهي تنهن جو پڻ قسمن جو گيان شبد دوارا پيدا جو آهي. جيئن §ڏهين ماڻهوءَ لاءِ چئجي ته ”ڏهون آهي“، ته ان مان ڏهون آويه-وهيت

---

* ديش يا ڪال ڪري ويه وڌان (وڇوٽيءَ) واري يعني لڪل يا پري هجي. ‡ ويه وهيت نه. § ڏهن مسافرن واري اتهاس جو مثال ورتل آهي.

ٻن کي ڇهو ٿو وڃي، جيڪي واڪيه پرماتما جو سروپ خواه جيو جو سروپ نروپڻ ڪن، [ مثلاً: "پرماتما شڌ ۽ چيتن سروپ آهي،" اهو آوانتر واڪيه آهي.] پرماتما ۽ جيو جي ايڪتائي، جيڪي واڪيه ٻڌائين ٿا، سي آهن مها واڪيه. [مثلاً: "تتو مسي، يعني سو تون آهين،" اهو مها واڪيه آهي.] آوانتر واڪيه کان پروڪ گيان ٿئي ٿو ۽ مها واڪيه کان اپروڪ گيان. ڄاڻڻ ته برهم ست-چت-آنند سروپ آهي، سو ڄاڻڻ پروڪ گيان؛ ۽ ڄاڻڻ ته ست-چت-آنند سروپ برهم مان آهيان، سو ڄاڻڻ اپروڪ گيان آهي. يعني گرو ٻڌائي ٿو ته "تون برهم آهين،" سو ڪنن سان ٻڌڻ تي شش کي اپروڪ گيان ٿئي ٿو ته "مان برهم آهيان." تنهن ڪري ڇهڻ کهوجي ته ڪنن سڀڪي واڪيه ئي گيان جا وسيلا آهن. مگر آوانتر واڪيه وسيلا آهن پروڪ گيان لاءِ ۽ مها واڪيه آهن اپروڪ گيان لاءِ.

(٢١) هن ئي "*ايڪ ديشي" مت وارا چون ٿا ته فقط مها واڪيه جي ٻڌڻ مان پروڪيه گيان ٿيڻ جو آهي ۽ نه اپروڪيه. اپروڪيه گيان لاءِ واڪين سان گڏ شروڻ، منن، ۽ ندڌياسن به ضروري آهن. انهيءَ لاءِ اهو سبب ڏين ٿا ته هونئن شروڻ وغيره ورتت يعني اڄايائي رهندا.

* جيڪي ڪجهه پاڻو ويدانت سڏائي جو مڃين ۽ ڪجهه نه مڃين.

اُنهن کي چئبو ته وچي، جيڪي واڪيه پرماتما جو
سروپ خواه جيو جو سروپ نروپڻ ڪن؛ [مثلاً:
"پرماتما شُد ۽ چيتن سروپ آهي؛" اهو آوانتر واڪيه
آهي.] پرماتما ۽ جيو جي هيڪڙائي، جيڪي واڪيه
ڏيکارين سي آهن مها واڪيه. [مثلاً: "تتوَمسي، يعني
سو تون آهين؛" اهو مها واڪيه آهي.] آوانتر واڪيه
کان پروڪ گيان ٿئي ٿو ۽ مها واڪيه کان اپروڪ
گيان. ڄاڻڻ ته برهم ست-چت-آنند سروپ آهي،
سو چئجي پروڪ گيان؛ ۽ ڄاڻڻ ته ست-چت-آنند
سروپ برهم مان آهيان، سو چئجي اپروڪ گيان
آچارج يعني گرو ڏيکاري ٿو ته "تون برهم آهين،" سو
ڪنن سان ٻڌڻ تي شش کي اپروڪ گيان ٿئي ٿو
ته "مان برهم آهيان." تنهن ڪري مڃڻ گهرجي ته
ڪُل سڀئي واڪيه ئي گيان جا وسيلا آهن؛ مگر
آوانتر واڪيه وسيلا آهن پروڪ گيان لاءِ ۽ مها واڪيه
آهن اپروڪ گيان لاءِ.

(۲۱) جن ني "*ايڪ ديشي" مت وارا چون ٿا ته
فقط مها واڪيه جي ٻڌڻ مان پروکيه گيان ٿيڻ جو
آهي ۽ نه اپروکيه. اپروکيه گيان لاءِ واڪين سان گڏ شروڻ،
منن، ۽ ندياسن به ضروري آهن. انهيءَ لاءِ اُهو سبب
ڏين ٿا ته هونئن شروڻ وغيره وئرٿ يعني اجايائي رهندا.

* جيڪي ڪجهه ڀاڱو ويدانت سدانت جو مڃين ۽ ڪجهه نه مڃين.

آڏڪن جي پيٽ ۾ پڻ وويڪ آدڪ انترنگ آهن، تنهن ڪري سڀئي ڪرنت ڪارن وويڪ وئراڳ وغيره کي گيان جا انترنگ ساڌن ڪٿن ڪيو آهي.

### (١٨) گيان جا مکيه انترنگ ساڌن

اڳيان ٻه وچار ڪري ڏسو ته گيان جو مکيه انترنگ "تتوَمسي" وغيره مهاواڪيه آهن ۽ ته شروڻ وغيره. شروڻ آدي ويدانت واڪيه ٻڌي، اُن جو ڪنهي سان ٻڌو * تاتپرج ڪڍي اُنجو نشچو ڪرڻ. منن آهي ڪنهن سان آدويت برهم جو چنتن ڪرڻ. اُهن ڪنهن مان کي جيو برهم جي اڀيدتا ثابت ڪرڻ ۾ سهائڪ هجن، ۽ کي جيو برهم جي ڀيد کي ناس ڪرڻ واريون هجن. ندڌياسن آهي برهماڪار ورتيءَ ۾ آتري استٿي ونڻ، جو ڏآتا تماڪار ورتي ڪنهن نه وڃي. اِها اوستا جڏهن پڪي ٿي وڃي ٿي تڏهن اُن کي سماڌي چئجي ٿو. تنهن ڪري سماڌيءَ کي ٻه ندڌياسن ۾ داخل سمجهڻ کپي ۽ نه ڌار ساڌن ڪري سمجهڻ کپي.

### (١٩) شروڻ وغيره گيان جا اَڻ سڌا ساڌن آهن.

اهي شروڻ منن ۽ ندڌياسن گيان جا ساکيات ساڌن ڪين آهن پر ٻڌيءَ ۾ جيڪي "اسنڀاونا" ۽ "وپرت ڀاونا" جا دوش آهن، تنهن جي ناس ڪرڻ وارا آهن.

* جيو برهم جي ايڪتا ڪامروپ جي سمتا جو خيال.

جن جو به * تياڳ ڪرڻو آهي. گيان جي آڌڪاري ٻڌجڻ
کان پوءِ يگيه وغيره ڪين ڪرڻ گهرجن ٿا تنهن ڪري ٿي
اهي دُور ڇيل آهن.

## (۱۷) وويڪ وغيره انترنگ ساڌن آهن

وويڪ وغيره ساڌن گيان جي اڌڪاريءَ ۾ سونهن
رکن ٿا، تنهن ڪري "ويچها" ڇيل آهن. پر اُنهن ۾
هيءُ ڀيد آهي، جو وويڪ، ويراڳ، کٽ سمپتي ۽ موکه
اڇا، شروط آهڪن لاءِ ضروري آهن ۽ شروط، منن،
نڌياسن گيان لاءِ ڪهڙيل آهن. تنهن ڪري وويڪ وئراڳه
وغيره جي ڀيٽ ۾ شروط آهڪ انترنگ آهن، ۽ شروط
منن وغيره جي ڀيٽ ۾ وويڪ آهڪ ٻهرنگ آهن. پرسيني گرنٿن
۾ وويڪ آهڪ ساڌن کي گيان جا انترنگ ساڌن چيو ويو
آهي ۽ نه ٻهرنگ. سو هن ڪري جو جيئڏيڪ وويڪ
آهڪن جو سڌو اُپيوگ (ڦل) شروط آهڪن ۾ آهي ۽ نه
گيان ۾، تہ به شروط آهڪن وانگر وويڪ، وئراڳ وغيره
پڻ جگياسوءَ کي ساڌا آهن ۽ نہ ڇڏڻا آهن. وري يگيه

* هن ۾ سوال ٿو اُٿي تہ گرهستيءَ کي گيان جو اَڌڪار
ڪونہ آهي ڇا؟ اُنجي سمجهاڻي سوامي نشچلداس ورتي ڀرڀاڪر
جي ۸ پرڪاش ۾ ڏني آهي تہ جنهن گرهستيءَ جي بڌي
نرمل آهي ۽ وهنوار وکيپ وارو نہ آهي، تنهن لاءِ آتما کي
گرهست آشرم ۾ بہ گيان جو اَڌڪار آهي.

ٽيڪا- هن دوهي ۾ مٿين آٺن ڪيان جي ساڌنن کي "انترنگ" ڪري ڪوٺيل آهي ۽ يگيہ وغيره ساڌنن کي "ٻهرنگ" ڪري ڪوٺيل آهي. جڳياسو ٻهرنگ ساڌنن کي تياڳي، انترنگ ساڌن ڌارڻ ڪري. انترنگ ساڌن اُنهن کي ٿو چئجي جن جو شروط خواه گيان ۾ پرتڪ يعني سڌو يا ظاهر ظهور ڦل ٿئي. وويڪ وغيره چار ساڌن شروط ۾ ڪم آهن تا ڇو ته وويڪ وغيره ساڌنن وٽ پرش ٻهرمکہ آهي، ۽ ٻهرمکہ پرش جو ويدانت شروط ٿي ڪين سگهندو. جيئن شروط، منن، ندڌياسن گيان ۾ ڪارڻ تا ٿين ۽ انهن شروط وغيره بنا گيان ٿيڻو نہ آهي، تيئن "تت ۽ توم" پدن جي ارٿ جاڻڻ بنا بہ *اپيد گيان ٿيڻو نہ آهي.

(١٦) يگيہ وغيره ڪرم گيان جا ٻهرنگ ساڌن چئجن تا ڇو تہ انهن مان شروط يا گيان جو پرتڪ ڦل نٿو ملي، پر اهي انتهڪرڻ کي شڌ ڪن تا، ۽ سو بہ تڏهن، جڏهن نشڪام ٿي ڪجن تا، ۽ انهيءَ حالت ۾ ئي ٻهرنگ ساڌن چئجن تا.

"ٻهرنگ" پاڻ ڏيکارين تا دوريءَ جو ۽ "انترنگ" پاڻ ڏيکارين تا ويجهائيءَ جو. انهيءَ ڪري ئي چيل آهي تہ گيان جو آڌڪاري ٻهرنگن جو تياڳ ڪري. انهن يگيہ وغيره ڪرمن لاءِ ساڌن آهن استري، ڌن، پٽ وغيره

* جيؤ برهم جي هيڪڙائيءَ جي جاڻ.

دوهرو ۲۱- برهم ملڻ سڀ ڏکَ مٽڻ، لهڻکي مُڪتي جاڻ؛
موکيه اِڇائي "مموکيتا"، مُني چون تا پاڻ.

ٽيڪا- موکه جو سروپ آهي برهم جي پراپتي ۽ *انرٿ جي نورتي. انهيءَ موکه جي اِڇا کي چون مموکشا، مموکيتا يا موکه اِڇا.

दोहा -- ये चव साधन ज्ञानके, श्रवनादिक त्रय मेलि ।
तत्पद त्वंपद अर्थको, सोधन अष्टम मेलि ॥२२॥

دوهرو ۲۲- شروڻ آدڪ کي گڏي، ساڌن سَتَ اِنَ جاڻ؛
تَتُ تُوم پَدَ جي سوڌنا، آهي اٺون سڃاڻ.

ٽيڪا- گيان جا چار ساڌن، وويڪ، ويراڳ، ڪٽ
سمپتي ۽ موکه اِڇا، ۽ ٽن سان گڏ هي ٽي بہ ضروري
آهن، شروڻ منن ۽ نڌياسن، اهي ٿيا ست؛ اٺون ج
آڇا بہ وڌ ضروري آهي، سو آهي "تت توم" پدن جي
آرٿ جو آڌريون يا سوڌي هٿ ڪرڻ.

## (۱۵) انترنگ ۽ ٻهرنگ ساڌن

हा – अंतरंग ये आठ हैं, यज्ञादिक वहिरंग ।
अंतरंग धारे तजै, वहिरंगनको संग ॥२३॥

دوهرو ۲۳- اَنترنگ ساڌنَ اٺئي، يگيه آدڪ ٻهرنگ.
اَنترنگ ڌاري ڇڏي، ٻهرنگن جو سنگ.

* جنم مرڻ آدڪ سنسار. ۱- ايشور ۲- جيو. ۳- و
۴- دوز.

چوپائي ۱۸-
ڪرم ڇڏي ٿي ساڌن جيڪي، ڏسي زهر ڄڻ وشيون سيڪي؛
نار ڏني من ڪشش نه ڪاڳي، لڇڻ "اُپرتي" ملن سياڳي.

(۱۳) تتڪيا لڇڻ

दोहा— आतप सीत छुधा तृषा, इनको सहनस्वभाव।
ताहि तितिच्छा कहतहैं, कोविद मुनिवर राव ॥१९॥

دوهو ۱۹- گرمي سردي ابياس بُک، سَهي وڃڻ سو ليک؛
پنڊت مُنوَر تا چون، "تِتِڪيا" تنهن اهڃاڻ.

दोहा— समादि षट्संपत्ति को, भाखत साधन एक।
इम नव नहिं साधन भनैं, किंतु च्यारि सविवेक ॥२०॥

دوهو ۲۰- شَم سوڌ اون ڇهه سَمپتون، ساڌن هڪڙو جاڻ؛
آهن ساڌن چار سڀ، تو تان سمجھ سڃاڻ.

ٽيڪا- شم ۽ ٻيون ڪل ڇهه سمپتون ڪٺي هڪ ساڌن ڪري شمار ڪرڻ گهرجي، وويڪي مڪر ايئن جملہ چار ساڌن ڪري ساريندا آهن ۽ نه نو.

(۱۴) ممڪيتا لڇڻ

दोहा— ब्रह्मप्राप्ति अरु बंधकी, हानि मोछ को रूप।
ताकी चाह मुमुच्छता, भाखत मुनिवरभूप ॥२१॥

---

۱- يگيہ آدڪن جو تياڳ ڪرڻ گهرجي؛ ۽ انهن ڪرمن جا "ساڌن" آهن ڏن پڻ آدڪ ٿن جو به تياڳ ڪرڻ گهرجي. ۲- مول ۾ لفظ آهي ڪلانا (دڙيپ، ناري لڪ هوي ڪلانا) جي ڏڪار جو ڀاءُ ڏيکارڻ تا مون جاٽي واٽي ٻعد ڪي قيرو ڏنو آهي. ۳- سرپشٽ مٿي.

دوھرو ١٤- ٻه لوڪ اَڪِ ٻوڪِ جي، تنجو ڪرڻ تياڳُ،
چاڙُ ويدن جا مُني، تنھنکي چون ”وِراڳُ“

### (٩) شَم آدڪ ڇهن ساڌن جا نالا

दोहा— सम दम श्रद्धा तीसरी, समाधान उपराम ।
छठी तितिच्छा जानिये, भिन्न भिन्न यह नाम ॥१५॥

دوھرو ١٥- شَمُ، دَمُ، شرڌا ۽ ٻيا، سَماڌانُ اُپرامُ،
تِتِڪيا ڇهين ساڌن گڏيو، ”کٽ سَمپتِ“ ٿِئي نامُ.

### (١٠) شَم ۽ دَم جا لڇڻ

दोहा— मन विपयनतै रोकनो, सम तिहिं कहत सुधीर।
इंद्रियगनको रोकनों, दम भाखत बुधवीर ॥१६॥

دوھرو ١٦- وِشين کان من روڪڻو، ”شَمُ“ تنھن چون سُڌيرَ؛
”دَمُ“ ڪُل اندرين روڪڻو، ڪونن تا ٻُڌ ويرَ.

### (١١) شرڌا ۽ سَماڌان لڇڻ

दोहा— सत्यवेद गुरु वाक्य है, श्रद्धा अस विश्वास ।
समाधान ताकूं कहत, मन विछेपको नास ॥१७॥

دوھرو ١٧- سَچُ گُرُ ويدن واڪ سڀ، ”شرڌا“ سو وشواس؛
”سَماڌان“ تنھن تا چون، وِکيپ من جو ناس.

### (١٢) اُپرام لڇڻ

चौपाई— साधन सहित कर्म सब त्यागै ।
लखि विप सम विपयनतैं भागै ।
दृग नारी लखि ह्वै जिय ग्लाना।
यह लच्छन उपराम बखाना ॥१८॥

(٦) چار سادن ورنن

दोहा— प्रथम विवेक विराग पुनि, शमादि षट्संपत्ति।
कही चतुर्थ मुमुच्छता, ये चव साधन सत्ति ॥१२॥

دوهرو ١٢- اول وويڪ ويراڳ تان، کٽ سمپتي شم آدِ،
چوٿين اِڇا موڪ جي، ”سادن“ ڪري ياد.

(٧) وويڪ لڇڻ

दोहा— अविनासी आतम अचल, जग तातैं प्रतिकूल।
ऐसो ज्ञान विवेक है, सब साधनको मूल ॥१३॥

١٣- ناس نه ٿئي آتم اَچل، ناسوان جڳ جاڻ،
وويڪ ان کي ٿا چون، سڀ سادن اڳواڻ.

ٽيڪا- آتما اَبناسي ۽ ڪريا رهت آهي، ۽ جڳت تنهن جي اُبتڙ يعني ناسونت ۽ چل يعني بدلجندڙ آهي. اهڙيءَ سمجهه جو نالو وويڪ آهي. اهو وويڪ ئي سڀني سادنن جو مول آهي، جو نه اول جڏهين وويڪ جاڳي، تڏهين ويراڳ وغيره سادن به هٿ اچن. نه ته وويڪ کان سواءِ جا ڏيکاريل سادن هٿ نه ايندا. تنهن ڪري ڄاڻ ته ويراڳ، شم آدڪ ⊙ کٽ-سمپت، ۽ *مموکشا جو ڪارڻ وويڪ آهي.

(٨) ويراڳ لڇڻ

दोहा— ब्रह्मलोक लौं भोगजो, चहै सबनको त्याग।
वेद अर्थ ज्ञाता मुनी, कहत ताहि वैराग ॥१४॥

---

١- وغيره. ⊙ شم آدڪ ڇهن سادنن جي پراپتي. * موڪ جي اِڇا.

ٿئي، ٿنهنڪري جن آنهندن جاڻڻ بعد گرنٿ پڙهڻ
يا ٻڌڻ کهرجن، سي ڄاڻڻ جوان ٿو.

सोरठा -- अधिकारी संवंध, विपय प्रयोजन मेलि चव ।
कहत सुकवि अनुवंध, तिनमें अधिकारी सुनहु ॥१०॥

سورٺو ١٠- اَڌڪاري، سَنبنڌ، وشيه پريوجن ميل[1] سان؛
چون ڪوي ”انبنڌ“، ٻڌ اَڌڪاري تن مان.

## (۵) آڌڪاري

दोहा -- मल विछेप जाके नहीं, किंतु एक अज्ञान ।
है चव साधन सहित नर, सो अधिकृत मतिमान ॥११॥

دوهو ١١- مَل وِکيپ جنهن ناهه، ڪو باقي هڪ اَگيان،
ساڌن جنهن تَر چارئي، ”اَڌڪاري“ سو مان[2].

ٽيڪا- آنتهڪرڻ ۾ ٽي دوش آهن:- (١)
*مَلُ (٢) وِکيپ يعني چنچلتا (٣) آورڻ يعني پڙدو.
نشڪام ڪرم سان ”مل“ اُپاسنا سان ”وکيپ“، ۽
گيان سان ”آورڻ“ دور ٿئي ٿو. جنهن پرش نشڪام
ڪرم ڪري مل دوش دور ڪيو آهي ۽ اُپاسنا ڪري
وکيپ کي ناس ڪيو آهي باقي آتم سروپ کان بي خبر
آهي، ۽ وويڪ وغيره چارئي ساڌن ساڌيل اٿس سوئي
اَڌڪاري آهي.

---

١- چئن جو ميلو ٢- مڃ. *پاپ، جنهن ڪري من ۾
ڪام آدڪ آشيه ڦرندا اٿن.

شاسعر انوسار آهي ۽ ڪن پاڳن ۾ ويدانت شاسترن جي ورڌ يعني برخلاف آهي. انهيءَ ڪري اُهن ۾ جا سمجهاڻي ڏنل آهي سا سنسو لٿي ميٽي سگهي. (٢) نہ ڪن وري پڇينجي مڌهن، شاستر پڙهي ڪرلت لکيا آهن، جيئن ڪ * آنرپوڌ؛ اُهن ۾ ويدانت جي پرڪريا سموري آيل نہ آهي. جنهن ڪري اُنهيجي ويچارط ڪان پوءِ بہ سنسا رهجيو وڃن. پر هن ويچار ساگر ڪرلت ۾ پرڪريا بہ سموري آهي ؛ آهي بہ سڀ ويدانت شاستر انوسار، بلڪ آنر گيان لاءِ جيڪي بہ ضروري ڳالهيون آهن، تن کي هن ڪرلت ۾ وستار سان کوليو ويو آهي، تنهن ڪري سڀني ويدانت جي گرنٿن پاشا ڪرلتن ۾ هيءُ اُنر ڪرلت آهي.

(۴) انوبندن جا نالا

चौपाई – नहिं अनुबंध पिछानै जौ लौ, ह्वै न प्रवृत्त सुघर नर तौ लौं।
जानि जिनै यह सुनै प्रबंधा, कहूं व यांते ते अनुबंधा ॥६॥

٩- اُنوبَنڌ جي ڄاڻ نہ هيسين - لکي ڪرلت ۾ رُچي نہ لسين، ڄاڻي پڙهڻ ڪرلت نہ هيٺي. هاڻ چوالتو اُنبَنڌ سڀئي.

ٽيڪا- (١) آڌڪاري (٢) سنبنڌ (٣) وِشَيہ (۴) پريوجن، انهن کي انبنڌ چئجي ٿو. انهن انبنڌن ڄاڻط بنا وڏيڪي پرش جي گرنٿن ۾ پرورتي نٿي

* انهيءَ کي ماڻڪ بوڌ بہ چون نہ آنر وچار نہ چون، جو رچيل آهي ماڻڪداس جو. ڪ سمجهاڻيون.

۷- سوتر ڀاشيه ۽ وارتڪ، ديون واڻي[1] گرنٿ؛
هندي ڀاشا ۾ لکان، جاڻ هوي سک پنٿ[2].

ٽيڪا- جيئن ٽيڪ ديو واڻي يعني سنسڪرت زبان ۾ "سوتر" (جيئن برهم سوتر) "ڀاشيه" (جيئن سوامي شنڪر آچاريه جا ڀاشيه يا ٽيڪائون ۽ "وارتڪ" (جيئن شري سريشور آچاريه جو وارتڪ) ۽ ٻيا ڪٺيڻ گرنٿ موجود آهن (جداجدو ذڪر ٻوڌڪا ۾ ڏنل آهي) پر ڪٺڻ ڪي سنسڪرت ٻوليءَ جي ڄاڻ ڪانهي ۽ هنديءَ ڀاشا دواران ٻوجهه پڻاڇي سگهي ٿي، تنهنڪري ڀاشا ۾ گرنٿ لکڻ جو آرنڀ نسڦل نه آهي.

दोहा— कविजन कृत भाषा वहुत, ग्रंथ जगत विख्यात।
विन "विचारसागर" लखे, नहिं संदेह नशात ॥८॥

دوهو ۸- ڪوين گهڻائي جوڙيا، هنديءَ ۾ ٻئي گرنٿ،
سنسي لاهڻ لاءِ هيءُ، پڙهي ٻروڙيو پنٿ.

ٽيڪا- جيئن ٽيڪ هندي ڀاشا جا گرنٿ گهڻا آهن ... نه بر ويچار ساگر بدا ٻين گرنٿن سان آتم وستو ... سنسو دور نٿو ٿئي. انهيءَ لاءِ ڪارڻ هي آهن: ( ... ڪي پسٽڪ رڳو ويدانت وديا ٻڌي رچيل آ... جيئن * پنچ ڀاشا؛ انهن جي ٻپرڪريا ڪن ڀاڳن...

۱- سنسڪرت. ۲- رستو.
* هنن گرنٿن جا نالا آهن:- ڪت ٻرشني، شت ٻرش... گيان منجري، گيان چورڻ، ويدانت سار، جي رچيل منوهرداس جا. ٻ جوڙجڪ يا نمونو يا وشيه.

ڏوهرو ٥- پوءِ يعني گيان جي چاهنا رکي، اُپاشڪ لوڪ نشڪامتا سان جنهن رام جي اُپاسنا ڪن ٿا، تنهن ۽ مڌهمجي آتما جو ابيد يعني هيڪڙائي آهي، تہ پوءِ ڪنهن کي پرڻام ڪجي يعني ڪنهن جي اُپاسنا ڪجي! گرنٿڪار ڇهين ترنگ جي (٣٧٧) فقره ۾ ڏيکاريو آهي تہ "ڀدارت جي اُنهتي" آدڪ پنجن پرڪارن جو ڦل اپاسنا سان حاصل ٿئي ٿو، پر آتما ۾ ايهن مان ڪوبہ ڦل ٻڌي نٿو سگهي؛ ڇو تہ آتما نت مڪت آنند سروپ آهي؛ تنهن ڪري اهڙي آتما کي پرڻام يعني اپاسنا سان ڄاڻي نٿو سگهجي، بلڪ ويدانت واڪيہ جي ويچار سان ئي ڄاڻي سگهبو. هن ارٿ جي کول گرنٿڪار چوٿين ۽ ڇهين ترنگ ۾ ڪئي آهي.] [نوٽ:- هن ٽيڪا جي باري ۾ دليل پڙهڪا ۾ ڏسو.

(٢-٣) گرنٿ مها

दोहा — भयों वेद सिद्धांत जल, जामें अतिगंभीर ।
अस "विचारसागर" कहूँ, पेखि मुदित ह्वै धीर ॥६॥
सूत्र भाष्य वार्तिक प्रभृति, ग्रंथ बहुत सुरबानि ।
तदपि मैं भाषा करूं, लखि मतिमंद अजानि ॥७॥

دوها ٦- ڀريل ويدَ سڌانت سان - جنهن ۾ جَلُ گنڀير؛
وچار ساگر جي چوان - پڙهي ٿين خوش ڌيرُ!

١- اونهو. ٢- ڌيرُ = ڌي + رُ؛ يعني ڪام ڪروڌ وغيره وڪارن کان رکيا ڪيل ٻڌيءَ وارو يعني ٻڌي جنهن جي قبضي ۾ آهي.

جيئن سپني ۾ سپني جي سرشتي ايشور جي ڀطايل سمجهي، ايشور لاءِ سرشتي ڪرتا وغيره ڀاونا ٿئي ٿي؛ جيئن حقيقت ۾ آها ڀاونا ڪوڙي آهي، تيئن جاڳرت جي سرشتي ايشور جي ڀطايل مڃي، ايشور لاءِ جا سرشتي ڪرتا وغيره ڀاونا ٿئي ٿي سا ڀڻ مٿيا آهي. تنهنڪري جاڳرت ۾ مڃيل ايشور ٻڻ سپني وانگر ڪلپت آهي. جيئن سپني جي کهاوڪي سپني جو ملم فائدو پهچائيندو، تيئن جاڳرت ۾ مٿيا ڪرم آپاشنا جو مٿيا ڦل، مٿيا ايشور کان ملي ٿو. هن ارٿ جي ڪول ڪرتڪار ڇهين ترنگ ۾ ڪئي آهي.

دوهرو ٣- جهڙي پرڪار جيوري يعني نوڙيءَ جي *وشيش انش يعني نوڙي پڻي جي آگيان ڪان، ڀرم ڪري ناڳ جي پرتيت ٿئي ٿي ۽ پرڪاش ٿيڻ تي جڏهين نوڙيءَ جو ٻورو گيان ٿئي ٿو، تڏهين ناڳ جو ڀرم نورت ٿي وڃي ٿو، ساڳيءَ طرح آتما جي چيتنتا ۽ آنند پڻو، جي وشيش انش آهن، تن جي آگيان ڪري ڪلپت جڳت ڀاسي ٿو ۽ انهنجي پورڻ گيان ٿيڻ سان ڪلپت جڳت جي نورتي ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح جڳت جو آتما سان "ڀاڌ سمان اڌيڪرڻ" آهي. ڀاڌ يعني مٿياپڻي جي نشچي کان پوءِ، جنهنجو سمان-اڌيڪرڻ يعني ابيد هجي، تنهنجو "ڀاڌ سمان اڌيڪرڻ" چيو ٿو وڃي. هن ارٿ جي ڪول ٻئي ۽ چوٿين ترنگ ۾ ڪيل آهي.

* وشيش انش جي سمجهاڻي ٻئي ترنگ ۾ ڏنل آهي.

نٿي سگهي، تنهن ڪري آءٌ ڏيهه مَن ۽ اندرين جي وڪارن کان پري آهيان ۽ شڪ آهيان.
ڇهه مرڻ، ڏک سک، ڪرتا ڀوڪتا وغيره سٿول، سوکيم سريرن جا ڌرم موکي سپرش ڪري نٿا سگهن. آءٌ اپار آهيان، يعني بي انت آهيان. جو ته ڇداڀاس جي ٿل - وياپڪي موکي جاڻي نٿي سگهي. هن بسنبت وڏيڪ ڪول هن پستڪ جي ڇوٿين ترنگ ۾ ڏٺل آهي.

ڏهرو ٢- منهنجو آتم سروپ آوڏي يعني ساگر وانگر اپار آهي. جيئن ساگر جو ڪنارو يعني حد ڪانه آهي، تيئن ڏيش، ڪال، وستو جو پرڇيد يعني حد مون ۾ نه آهي. منهنجي سمند روپي سروپ ۾ وشنو، مهيش وغيره ديوتائون لهرين وانگر ڪلپت آهن ۽ آءٌ انهن جو اڌشٽان آهيان.

ڏوهرو ٣- مٺي يعني مٺن شيل پرش، جنهن سروکيه پرماتما کي ڪرپالو ڄاڻي هرديه ۾ سنڌس ڏيان ڌارين ٿا، سو پڻ سڀني جي ايشور وانگر مايا ڪري مون ۾ ڪلپت آهي. ڪرتڪار ڇوٿين ترنگ ۾ سمجهايو آهي ته ايشور جو سروپ آهي مايا ۾ آڀاس، ۽ مايا جو اڌشٽان چيتن. تنهن ۾ چيتن ڀاڱو جو ست- چت- آنند سروپ آهي سو شڌ آهي، باقي انجا ڌرم ”سرشٽي ڪرتاپڻو“ وغيره آڀاس ڀاڱو ۾ آهن. سو آڀاس ڀاڱو پاڻ ڪلپت آهي. تنهنڪري سرشٽي ڪرتاپڻو وغيره ڌرم پڻ ڪلپت آهن.

آهي. آتما آنند روپ يعني سکر روپ وستو آتم (انکر) پڻ (سرير آدڪ) جڳت وارو روپ نام، پائي آنند جو آتما پرتيا ۽ وستو ۾ کري تنهن آهي، رهيو پاسي ۾ تنهن آهي. قائم سدا يعني آهي، نت آتما آهي. جي اُتپتي نه جو ناس. نه ۽ ٿي ٿئي اُتپتي، اُنجي نه کري شرط نت آتما پر ٿئي، نه جي آگر جا ٿئي، جي وستوءَ ان اُنجي کري تنهن آهي، ۽ نه آپاڌ پر ڪڏهن اُنجو سبب آتما سبب شرط نت طرح ساڳي سگهي. لٿي بڻي اُتپتي ۽ اُتپتي آتما ريت اهڙيءَ سگهي. ٿئو ڪڏهن ناس جو يعني سروپ پرڪاش آتما آهي. وستو نت رهت ناس آتما پڻ جاڙ يعني پائيتا ۽ روپ نام آهي. روپ چيتن

۾ بلور صاف طرح جهڙيءَ آهي. رهي پاسي جي تهڙي ٿي، آهي ۽ پاسڻ لالاڻ جي گل لعل رکيل پرسان آتما ٿئي. ٿئي پرتيت جي آتما پڻ پائيتا ۽ روپ نام طرح نه (آيل ۾ اند حد) پرپنچن وانگر پدارٿن وارن روپ نام روپ نام آتما آهي. وياپڪ يعني ودو اُهو بلڪ آهي، آڌار جو ڪپڙي ڏاڳا، جيئن آهي، آڌار جو پدارٿن وارن سڀ ليڪن آهي، وِوَرت جو ڏاڳن ڪپڙو جيئن آهن. آهن. وِوَرت جو آتما پدارٿ

وِوَرت جو لڇڻ يعني وصف هيءَ آهي:

पूर्व रूप अपरित्यागेन अन्यथा भावो विवर्तः ॥

آرٿ :- "اصل روپ کي تياڳ نہ ڪندي، ٻيءَ صورت ۾ پرتيت ٿيڻ کي "وورت" تو چئجي. ڪام روپ وارن پدارٿن جو پرڪاش يعني چاڻ، مت يعني ٻڌيءَ دوارا ٿئي ٿي، پر آتما ڇاڻ پرڪاش سروپ هئڻ سبب ٻڌيءَ دوارا نٿو لکيو وڃي يعني نٿو ڄاتو وڃي؛ بلڪ ٻڌيءَ کي پاڻ پرڪاشي رهيو آهي، يعني سُتا سڦورتي ڏيندي رهي آهي. سُتا سڦورتي جي معنيٰ آهي هئڻ پڻو ۽ ڄاڻ. سو برهم آ ۽ آهيان. آرڏاڻت دکر سکہ وغيره مون ۾ نہ آهن، بلڪ برهم جو آنند ۽ نِتيتا وغيرهئي مون ۾ آهن. جيڪو پنهنجو هئڻ پڻو، مون کي اپروکيہ آهي سو برهم جوئي آهي. اهڙيءَ ريت منهنجي آتما يعني پنهنجي پاڻ، ۽ ست چت آنند کهن برهم جو "مکيہ سمان اڌيڪرڻ" آهي، جيئن گهٽ آڪاس ۽ مٺ آڪاس جو "مکيہ سمان اڌيڪرڻ" آهي. جن پدارٿن جو پراپتيءَ وقت ڀيد نہ ٿيو هجي، تنهنجو "مکيہ سمان اڌيڪرڻ" چيو ويندو آهي. آ ۽ ستول (١) سوکيہ، (٢) ڪارڻ (٣) ديهن خواه آنميہ آدڪ (٤)
* ڪوشن کان ڀن، سکہ ۽ ذت سروپ آهيان، ديهہ، من ۽ اندريون آدڪ مون ۾ ڪلپت آهن، تنهنڪري اُنهن جا وڪار مونکي سپرش ڪري نٿا سگهن. ڪافور (١) جي سگنڌ، گهہ جي چڪنائي (٢)، ڏوڙ جي ميراڻ (٣)، اٿوا پاڻيءَ جي (٤) آلاڻ جهڙي پرڪار آڪاش کي سپرش ڪري

* ڪوشن جي ڪول پنجين ترنگ ۾ آهي.

وانگر) آنند وستو سکھ روپ يعني آنند روپ آهي. آتما جو آنند ٻائي نام، روپ وارو جڳت (سرير آدڪ) پڻ ۾ ٻہ پاسي رهيو آهي، تنهن ڪري هر وستوءَ ۾ پريتا آتما جي آهي. آتما نت آهي، يعني سدا قائم آهي. تنهن ڪري نہ اُنجي اُتپتي ٿئي ٿي ۽ نہ ناس. ڇو نہ اُتپتي اُن وستوءَ جي ٿئي، جا اڳ نہ هجي، پر آتما نت هئڻ سبب اُنجو ڪڏهن بہ اڀاءُ نہ آهي، تنهن ڪري اُنجي اُتپتي ٿي نٿي سگهي. ساڳيءَ طرح نت هئڻ سبب آتما جو ناس پڻ ٿي نٿو سگهي. اهڙيءَ ريت آتما اُتپتي ۽ ناس رهت نت وستو آهي. آتما پرڪاش سروپ يعني چيتن روپ آهي. نام روپ ۾ ڀاتا يعني چاهڻ پڻ آتما جي پاسي رهي آهي. جهڙيءَ طرح صاف بلور ۾ سندس پرسان رکيل لعل گل جي لالاڻ پاسڻ ۾ آهي ٿي، تهڙيءَ طرح نام روپ ۾ ڀاتا پڻ آتما جي پرتيت ٿئي ٿي. آتما نام روپ وارن پدارٿن وانگر پرڇڻ (حد اندر آيل) نہ آهي، بلڪ اوِيؤ يعني وياپڪ آهي. آتما نام روپ وارن پدارٿن جو آڌار آهي، جيئن ڌاڳا ڪپڙي جو آڌار آهن. جيئن ڪپڙو ڌاڳن جو وِوَرت آهي، تيئن سڀ پدارٿ آتما جو وِوَرت آهن.

وِوَرت جو لڇڻ يعني وصف هيءَ آهي:

पूर्व रूप अपरित्यागेन अन्यथा भावो विवर्तः ॥

# منگلاچرڻ

دوها ١- جو نِتُ جوتي سُکَ وِڀُو[1]، نامَ رُوپَ آڌارُ؛
مَتِ[2] نه لکي[3]، مت کي لکي، سو شُڌِ آهه اپارُ!
٢- سمنڊ اپار سروپ مون، لهرون ورُڻ، مهيش[4]؛
برهما، سج، چنڊ، ورڻ[5] يم، شڪتي[6]، ڌنيش[7]، گنيش!
٣- ڪرپالو سروگيه[8] هو، ڏاڍن جنهن مُن[9] ڏيان،
مون ۾ آهي اُپاڌِ[10] ڪان، انجو مِٿيا ڀان[11]!
٤- برهم نه ڄاڻڻ جي ڪري، جڳ تي سڄ ڀرليس،
توڙيءَ جي نه سڃاڻ ڪان، نانگ ڏسون جنهن ريت؛
توڙي ثابت جڏهن ٿي، نانگ رهيو نا مول،
تئن جڳ جو جهڳڙو لٿو، آهه برهم ڀرپور!
٥- گيان لءِ ڏرماڻا، رام جن نشڪام.
سو جو آهي مون سندو، تنهن نه ڪريان پرنام؟

[ٽيڪا- آسڪ گرنٿن ۾ منگلاچرڻ ڪيو ويندو آهي. منگلاچرڻ لفظ جي معنيٰ آهي "چڱو ڪرم". ايشور جو نام اچارڻ پڻ چڱو ڪرم آهي، تنهنڪري گرنٿن جي شروعات ۾ ايشور استتي وغيره واڪين روءِ

١- سروويا پڪ. ٢- من يا ٻڌي يا انتهڪرڻ. ٣- ڄاڻي. ٤- شِوُ. ٥- جل ديوتا. ٦- شڪتي ديوي. ٧- ڪبير. ٨- انترجامي. ٩- مُڏي، مَنن ڪرڻ وارا. ١٠- اُپاڌي. ١١- ڄاڻ.







# ترنگ پهريون

(۱) اُنبندن جو سامائو (رواجي) ذکر

## वस्तुनिर्देशरूप मंगल ॥ दोहा ॥

जो सुख नित्य प्रकाश विभु, नाम रूप आधार ।
मति न लखै जिहिं मति लखै, सो मैं शुद्ध अपार ॥१॥
अवधि अपार स्वरूप मय, लहरी विष्णु महेश ।
विधि रवि चंदा वरुण यम, शक्ति धनेश गणेश ॥२॥
जा कृपालु सर्वज्ञको, हिय धारत मुनि ध्यान ।
ताको होत उपाधिते, मोमै मिथ्या भान ॥३॥
है जिहिं जाने विन जगत, मनहु जेवरी सांप ।
नशै भुजग जग जिहिं लहै, सोऽहं आपै आप ॥४॥
बोध चाहि जाको सुकृति, भजत राम निष्काम ।
सो मेरो है आतमा, काकूं करूं प्रनाम ॥५॥

## ترنگ ڇهون

(ڪنمت اڌڪاريءَ کي
اپديش)

# وشير سوچي يعني مضمون جي فرست

لوٽ - الگ ڏيکارين ٿا فقره جو نمبر

## مهاڳ

(راءِ بهادر چٿراءِ بولچند)

هيءُ شاستر سوامي نسچلداس جو رچيل، هندي ڀاشا ۾ لکيل آهي. مول ڀاو ڪوتا ۾ لکيل آهي، جا دوهن، چؤپاين ۽ قدري ڇندن ۾ آهي. انهيءَ ڪوتا تي سوامي نسچلداس جن وڏي ٽيڪا هنديءَ ۾ ڏني آهي جا چئي ته ڪل شاسترن جو سار ڪڍيل آهي.

مون انهيءَ سڄي جو ترجمو سنڌي ڀاشا ۾ ڪيو آهي ته ڪوتا جو ڪوتا ۾ ۽ ٽيڪا جو رواجي (نثر روپ) بوليءَ ۾. جيڪي ڏنگين ليڪن [ ] ۾ داخل آهي سو مون ترجمي ڪندڙ ڪجھ وڌيڪ سمجهاڻيءَ طور داخل ڪيو آهي. گرنٿ جي وشيه (مضمون) لاءِ آهي تمام گوپيه جنهن ۾ "ڪيوليه ادوئت" * جو ذڪر آهي. سمجهڻ سڀ ڪنهن جو ڪم نه آهي. مگر مون ڪي اچاريه آهي ته مٿو هٽي سمجهي ويو. هڪ ڀيري سان نه سمجهڻ جو هيءُ گرنٿ نه آهي؛ اورچ ٿي پنج اُنه ڀيرا نه پڙهڻوئي پوندو. محنت اجائي نه ويندي، اها مان پڪ ڏيئي ٿو سگهان ته منزل مقصود کي ويجهوئي وڃبو. جو نه پڙهڻ ۾ اپياس ٿيندو رهي ٿو، جڻ ته منزل ڏي پانڌيڙو ٿيندو ٿو رهجي؛ اها اصل جاڻ پڙهندي رهندي. هان انتهڪرڻ سو قدري شد هجي.

ترجمو ڪندڙ

ترجمو شروع ڪيو ويو ۱۲ جون ۱۹۳۸ع

" پورو ڪيو ويو ۲۰ جولاءِ ۱۹۳۸ع

* شنڪر آچاريه مڃيو آهي ڪيوليه ادويت، رامانج آچاريه وششت ادويت، ولڀ آچاريه شد ادويت، نمبارڪ آچاريه دويتا دويت ۽ مادو آچاريه مڃيو آهي دويت.

اسين ۽ ديوان صاحب والگر پنهنجو لوڪ سکي ۽ پرلوڪ سڦيلو ڪري وڃون. اِهائي آهي منشا جن لنيڍڙي جيون جرگر لکڻ جي ۽ شال پرماتما اِها منشا پوري ڪري.

اوم شانتي

شيوا ۾
واڌومل مولچند پيشنر
حيدرآباد سنڌ

ڌرتي رهڻ تي ڪانئس ڪجهه پڇندو هو ۽ گهڻيءَ سرهائيءَ سان اُنکي انجو اَرٿ سمجهائيندو هو. مطلب ته ديوان چندراءِ هڪ سچو مهاتما ۽ انمول لعل هو. تاريخ ٢١ سيپٽمبر ١٩٣٦ جي شام جو ٥٠-٧ بجي شانتيءَ سان پراڻن جو اهڙي پرڪار تياڳ ڪيائين جهڙي پرڪار ناڳ پراڻيءَ کل جو بنا تڪليف تياڳ ڪري ڇڏيندو آهي.

ويدانت جي ابياس سان جيترو چت شانت هوس اوترو چست پڻ هو. هن ڪيترا ڏرمي پستڪ لکيا جن مان هيٺيان ڇپجي چڪا آهن:- جپ صاحب جي ٽيڪا، آسا دي وار جي ٽيڪا، گيتا (ڪوتا ۾)، گيتا جي ٽيڪا، تساڪ اُپديش، اپروکش انڀوتي، رام گيتا (ڪوتا ۾)، گياني چند يا والدڪائيءَ جا وچار، جگياس مارگ، پدارٿ وديا جا چٽڪا، گيتا جو سار (ڪوتا ۾)، وچار ساگر جو سار، پورن چند (ڪوتا ۾). پيا هيٺيان ڪتاب سنڌس لکيل آهن جي اڃا ڇپيا نه آهن:- يوگ واسشٽ، اُپنشد، اُپنشدن جو تسات پرج، ڪرشن گاتا (ڪوتا ۾)، ڪرشن اوڌو جو سنواد، اپروکش انڀوتي (ڪوتا ۾) ٽيڪا سميت راماين يا رام گاتا (ڪوتا ۾) ۽ اجوڪو پراڻ.

هيءَ وچار ساگر جو ترجمو حياتيءَ جي پڇاڙيءَ جي عرصي ۾، جڏهين سنڌس تندرستي پوري ٺيڪ نه هئي تڏهين لکيائين. ۽ عجب آهي ته شرير جي اهڙي حالت هوندي به ههڙو گوڙ ۽ وڏو پستڪ فقط ٤٠ ڏينهن ۾ لکي پورو ڪيائين. الهيءَ مان ثابت سمجهي سگهجي ٿو ته هو ڪهڙو نه اوچ هو ۽ شاسترن سان سنڌس ڪيڏو نه پريم هو.

پرماتما اسان سڀني تي ديا ڪري ته اسين ديوان چندراءِ جي جيوت ۽ سنڌس پستڪن مان سکيا پرائي اُنموجب هلي

ڪليڪٽر جي عهدي تي پهتو. انهيءَ ڪالوءَ ڪجهه وقت مئنيجري ڪاٽي ۽ مئنيجر صاحب جو عهدو ماڻي ريونيو ڪمشنر جي عهدي کي رسيو جتان ۵ سيپٽمبر ۱۹۳۱ع ۾ پينشن ورتائين. نوڪريءَ جو سمورو عرصو ايمانداري ۽ ديانتداريءَ سان گذاريائين. جنهن مان خاص مثال سالگيڙ جي مکيءَ جو ڪيس جو عالم آشڪار آهي.

وڏن عهدن ماڻيندي به ڪڏهن هٺ يا وڏائي ڪانه ڏيکاريائين. سندس اديش هو ته "نوڪري آهي عام جي شيوا لاءِ ۽ نه حڪمرانيءَ ڪرڻ لاءِ." پنهنجي زيردستن سان نهايت پريم ۽ عزت سان هلت ڪندو هو. انهيءَ ڪري سندس زيردستن جي به ساڻس دلي قرب ۽ عزت هوندي هئي ۽ هو ديوان صاحب کي پنهنجي وڏي ڀاءُ سمان ڪري سمجهندا هئا.

رسائيءَ کان ولئن ويندو هو. گشت ۾ سبذو سادان پنهنجو ڪٽيندو هو. منزل تي جو ڪبو بيگر جو ئو ملي ته گشت ۾ ڪم پڻ ٿي بند ڪري ڇڏيندو هو؛ جيئونڪ انهيءَ ڪري ڪس قسميءَ جي شڪايت رهندي هئي. ساڌن ۽ فقيرن جي صحبت جو گهڻو شوق هوندو هوس. رٽاير ڪرڻ کانپوءِ بارهن مهينا قليليءَ جي ڪم لي پنهنجي باغ ۾ ايڪانت اواس ڪيائين.

پڇاڙيءَ جي وقت شرير ۾ ڪمزوري رهندي هئس لڏهن به چيت شانت هوس. پنهنجي پرس مسالا کي پڌائيندو رهندو هو ته آتما جنم مرڻ کان مڪت آهي باقي شرير جو سڀاءُ آهي ڄمڻ ۽ ڌمڻ، تنهنڪري شرير جي لـمـاڳـ لپڻ لـي ارمان ڇا جـو ڪجي! بيماريءَ جي وقت به جڪڏهن ڪو جڳباسو ويدالت يا ڪهن لي

## آتم واسي راءِ بهادر چنڊراءِ بولچند آڏواڻي

(گرنٿ جو سنڌي ترجمو تيار ڪندڙ)

اٽڪل ويهه يا پنجويهه ورهيه ٿيا جڏهين سرڳواسي ديوان چنڊراءِ سان منهنجي واقفيت ٿي. اُنوقت ڊاري حيدرآباد ٿياسافيڪل لاج ۾ شاهه عبداللطيف جي رسالي جو هفتيوار ڪلاس ٿيندو هو، جنهن ڪيترا پاٺ ايندا هئا ۽ ديوان چنڊراءِ پڻ اُتي اچي اُن ڪلاس ۾ شامل ٿيندو هو ۽ پنهنجا رايا ٻڌائيندو هو. ديوان صاحب جهڙو سرير جو سندر هو اهڙوئي من جو پوتر هو. هنجي منهن مان نماڻائي ۽ شانتي پيئي بکندي هئي. سندس ڳالهائڻ اهڙو نماڻو ۽ ميناج وارو هوندو هو، جو ٻڌڻ سان دل آنند ۾ پرجي ويندي هئي ۽ دل ائين چاهيندي هئي ته جيڪر سڄو ڏينهن انجي رهاڻ جو رس ڇو وٺجي.

ديوان چنڊراءِ وڏو ودوان هو. شاسترن جو گهڻو ابياس ڪيل هوس ايتري هوندي به هن ۾ هٺ وڏائي اصل ڪانه هوندي هئي. ائين چوڻ ۾ وڌاءُ ڪونه ٿيندو ته هن پنهنجي خودي ۽ آپو ماري ڇڏيو هو. ڪنول گل وانگر ڪٽنب ۾ نرليپ رهندو هو. انڪسار، پرڪاري ۽ شيواداري هو دنيا جي ناموس ۽ مشهوريءَ کان پري ڀڄندو هو. هيءَ پستڪ ڇپائڻ لاءِ پنهنجي متر مسٽر پاڳيا کي ڏيڻ وقت چيائين ته ڪتاب تي منهنجو نالو نه لکجو مگر لکجو "ويدانت جو ڪ جگياسو." انهيءَ مان ئي پڌرو آهي ته هو ڪهڙي نه نماڻي مورت هو.

ديوان چنڊراءِ جو جنم حيدرآباد ۾ تاريخ ٦ سيپٽمبر ١٨٦٧ع تي ٿيو. سال ١٨٩٧ع ۾ ايل. پي جو امتحان پاس ڪري وڪالت جو ڌنڌو اختيار ڪيائين. سنه ١٩٠٤ع ۾ ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ جي عهدي تي مقرر ٿيو جتان ڊپٽي



آنرواسي راءِ بهادر چئنراءِ ٻولچند آڏواڻي
گرلت جو ترجمو ڪندڙ
[ڄنم ٦ سيپٽمبر ١٨٦٧] [ڏيهانت ٢١ سيپٽمبر ١٩٣٩ع]

هو اُدار چت هو. ڪوڙا ڪانڌس ودّيا پڙهي سگهو
ٿي. ونس مس متالي جو پيد ڪوڙ هو. هدا هدا سمپردايه
جا ساڌو وٽس پڙهندا هوا. غريب ۽ شاهوڪار گرهستيءَ
کي هڪ نظر سان ڏسندو هو. نياء، سانکيه، ويدانت
وغيره هر اُن جي درشن شاستر جو پاٺ ڏيندو هو
مگر پرياڻ جي وقت ويدانت کان سواءِ ٻيو ڪجھ نه
پاڙهيندو هو.

چيو وڃي ٿو ته مولچندر گدائي لالي هڪ سنڌي ساڌو
اُن وقت ۾ هو جنهن سان لڇلداس جو گهڻو سنبنڌ هو.
لڇلداس جڏهن وچار ساگر رچي رهيو هو تڏهن مولچندر
گدائيءَ کي ڏيکاريائين. مولچندر گدائي وچار ساگر چڱيءَ طرح
ڏسي وايو ڏٺو ته جگياسن لاءِ هي گرنٿ مهان اُپڪارڪ
آهي. اُن کان پوءِ لڇلداس وٽان پرياڪر گرنٿ رچيو.
جنهن ۾ ڪلن وچار ڏنو اٿس. بولڊي اسٽيٽ جي راجا
رامسنگ جو لڇلداس ۾ ڏاڍو پريم ۽ شرڌا هئي. اُن
وٽان پرياڪر ڇپائي پرچار ڪيو.

چيو وڃي ٿو ته لڇلداس "ڪٿ" ۽ "ايشاواسيه"
اُپنشدن تي سنسڪرت ۾ ٽيڪائون پڻ جوڙيون هيون.
اهڙي پرڪار مهاتما شري لڇلداس جگياسن لئي مهان اُپڪار
ڪري ستر ورهين جي عمر ۾ سنبت ١٩١١ جي ساوڻ وڏي
ٻيج جي ڏينهن پرلوڪ جو اسٿول ديهه جو تياڳ ڪيو.

ڪراچي
٦ مارچ ١٩٤١

گوڪلداس ايسرداس پاڳيا.

پوريءَ طرح نه ٿي سگهندو جيئن سنسڪرت جو پورو
پورو اڀياس نه ٿيندو. انڪري اهو آشرم ڇڏي
پنڊت شرومڻي ”شري ڪاڪارام“ جي شرڻ ورتائين. ان
وٽ ڪوش وياڪرڻ آدڪ جو اڀياس شروع ڪيائين.
هن جي عجيب ڌارڻا شڪتي ڏسي پنڊت ڪاڪارام
مٿس گهڻو پرسن ٿيو ۽ کيس ڇهن ئي شاسترن مان واقف
ڪيائين. ان کان پوءِ وڏي لائق شاستري جو وشيش اڌين
دامودر شاستريءَ وٽ ڪيائين. اهڙي پرڪار نسچلداس
پورڻ ريتيءَ سان وديا حاصل ڪئي.

جون ته ان وقت نساڻي ڪاشيءَ ۾ ودوانن جي
وڏي سڀا لڳي جتي شاسترن جي جدا جدا مسئلن تي ويچار
پئي هليو. اتي هڪ اهڙو پرسنگ کڙو ٿيو جنهن جو نرنسي
ترلو ڪوئي ودوان ڪري نه سگهيو. اتي نسچلداس اٿي
امرتا مان پنڊتن کان ڳالهائڻ لاءِ موڪل گهري ۽ پوءِ ان وشيہ
جو ترلو ڪرڻ شروع ڪيو. پورو پڪش ۽ اتر پڪش جو
ودين ڪندي ان پرسنگ جو اهڙو سندر * ڪٿن ڪيائين جو
ودوان حيران ٿي ويا ۽ کيس گهڻو ڌنيواد ڏنائون. سندس وديا
گرو پنڊت ڪاڪارام پڻ نسچلداس جي اهڙي سوڀ ڏسي
گد گد ٿيڻ لڳو.

پوءِ ڪجهه ڪال رهي ڪري نسچلداس گر استان تي
ڪهڙولي ۾ آيو ۽ اتي ان استان جي سادن کي وديا پڙهائڻ
لڳو. مگر اهي سادو سنسڪرت وديا ڪٺن جاڻي شاسترن
کان پري ڀڄڻ لڳا. تنهن ڪري نسچلداس انهن تي ديا
آڻي ويچار ساگر هندي ڀاشا ۾ رچي انهن کي پڙهايو ۽ انهن

---

* نسچلداس هن لهولي جو وديارٿي ورتي پرياڪر گرنٿ
گهڻو پڙهيو آهي.

# گرنٿ ڪرتا

## مهاتما شري نسچلداس.

ساڌو نسلچداس جو جنم پنجاب جي هڪ ”ڪٿالا“ نالي ڳوٺ ۾ سنبت ۱۸۴۹ جي سانوڻ ماهہ جي وڏي اسٽميءَ تي ٿيو. سندس پتا هڪ غريب * برهمڻ هو جنهن جو نالو ”مڪتو“ هو. هو سياڻو ڪري سرل هو. نسچلداس اڃا ٿن سالن جو هو تہ سندس ماتا گذاري ويئي. اُن ڪانپوءِ مڪتو مهراج نسچلداس کي ساڻ ڪري ڇنيهہ ڪوهہ پنڌ ڪري دهليءَ پهتو. دهليءَ جي اوير طرف ارڙهن ڪوهن جي مفاصلي تي کهڙولي ۾ دادوُ مهراج جو استان آهي. جتي اُن وقت ساڌو اَمرداس مهنت طريقي هو جنهن کان پت کي ديکشا ڏيارياٸين. نسچلداس ۱۴ ورهن جي ڄمار تائين اُتي رهي ساڌن سنتن جي شيوا ڪندو رهيو. ڪجهہ ڪجهہ وديا بہ پڙهندو رهيو. شروع کان ئي سندس ڌارڻا شڪتي عجيب هئي.

اُتي سندس ميلاپ هڪ سروپانند نالي پرمهنس سان ٿيو، جنهن نسچلداس جي عجيب ڌارڻا شڪتي ڏسي کيس صلاح ڏني، تہ ڪاشيءَ ۾ زبردست ودوان رهن ٿا جن وٽ تون هلي وديا پڙهہ. نسچلداس اُن جي صلاح وٺي ان سان گڏجي ڪاشيءَ ويو. اُتي وشڌانند جي آشرم تي رهي ان شاسترن جو شروع شروع ڪيو. اُتي ودوان جي سهچار مان کيس خبر پيئي تہ شاستر جو اڌين ليسين

* ڪن جو چوڻ آهي نسچلداس جو جنم جاٽ قوم جو آهي مگر ڪوي دياشنڪر گجراتي ويچار ساگر جي ڀومڪا ۾ لکيو آهي تہ نسچلداس جنم جو سارسوت برهمڻ هو.

شڪل (٥)۾ لکير پوراهي لڌي ۽ ڪ ليکڪن جي وچ ۾ ڇهڙن لي ولي
گهڻت آهي ۽ وچهين ولي وڌ ڀڪا آهي، مگر حقيقت ۾ اهي ٻئي ٻرو ويچوت
ليکون آهن يعني انهن جي وچ ۾ سڀ هيڪ مثاصل ساڳيو آهي.
شڪل (٦)۾ "م ل" ۽ "د ل" سڌيون ليکون آهن مگر لکير
ٻيهون اچن ٽانگ والگو ور ور.
شڪل (٧)۾ ل ۽ م شڪل (٥) والگو ٻور ويچوت ليکو آهن.
شڪل (٨)۾ د ۽ ج پڻ ٻور ويچوت ليکون آهن.

ي چوطرف آرسين جا شيشا هڻايائين. پوءِ پڌرائي ڪيائين
جنهن ماڻهوءَ جو ڪتو هن پيتيءَ مان هڪ سير گوشت جو
ي ٻاهر نڪرندو اُن کي پنج ڪوٽ انعام ملندا. انعام جو ٻڌي
يترا ماڻهو پنهنجا ڪتا وٺي آيا. راڻيءَ پيتيءَ ۾ گوشت رکي
ڪڙو ڪتو اندر موڪليو. ڪتو اندر ويو تہ سامهون عڪس ۾
ڪتو ڏٺائين ۽ اُن جي اڳيان گوشت ڏٺائين سو اچي ان سان
ڙهڻ لڳو. آرسيءَ سان ٽڪري ٽڪري ساڻو ٿي ڪري پيو.
ءِ ڏيلي ٻاهر ڪڍيائونس. اهڙي طرح جيڪو اندر پيتيءَ ۾
يڙي تنهن جو اهو حال. گوشت تہ اُتهئي پيتيءَ ۾ رکيو هجي
ٻاقي گوشت جي عڪس پنيان پنهنجو اهو حال ڪري ساڻو ٿي
ڪري پوي.

آخر هڪ ٻراڳي ساڌ پنهنجو ڪتو وٺي آيو. او ٻراڳي
روز سنان ساڻي ڪري آرسيءَ ۾ نياري تلڪ ڏيندو هو.
اُنکي انئين ڪندو ڏسي سندس ڪتو بہ درسنيءَ ۾ نهاريندو
هو. اهڙي طرح جو ابياس ان ڪتي کي اڳ جو پيل هو. سو
جڏهين اُن ڪتي کي پيتي ۾ وڌائون تہ ڏهين پيتيءَ اندر
پنهنجو عڪس ڏسي ڪين ڀلايو ۽ سڌو ٿي وڃي گوشت کي
ڪاٽڻ لڳو. جيئن پٽ گوشت جو سير کائي ٻاهر نڪري آيو.
واهه واهه ٿي ويئي ۽ ٻراڳيءَ کي پنج ڪوٽ انعام مليا جن مان
سک سان گذر ڪرڻ لڳو.

ويچار ڪبو تہ اُن پيتيءَ جي آرسيءَ ۾ پيو ڪتو
خواهہ پيو گوشت کوڙ هو، پر ساڳيو ڪتو ۽ گوشت *پرتبمب
روپ پرڏسجي رهيو هو. جيڪو اُن پرتبمب جي

* "پرتبمب" يعني عڪس؛ ۽ جنهن وستوءَ جو عڪس
پوي اُن اصل وستوءَ کي چئبو "بمب".

ھون ٿيون آھن ۽ ايشور مون ۾ ڪلپت آھي ۽ رام منھنجي آتما آھي.“ وچار ڪري ڏسبو تہ ھن ٿورن جي ٽِڪا پڻ غلط نظر ايندي. ڇوتہ وچار ڪرڻ گھرجي تہ ٻنھي ڏوھرا منگلا چرڻ جي اندر آھن يا ٻاھر. جيڪڏھن منگلا چرڻ کان ٻاھر آھن تہ ڇھون تہ سمورا ٿارائڻ جي ڪٿا والگر منگلا چرڻ ٻاڻ نہ آھي ٿي ڪولہ فقط شڪا سماڌان جوڙي ڪئي آھي. مگر جي اِھي ڏوھرا منگلا چرڻ جي اندر آھن يعني منگلا چرڻ روپ آھن تہ اُنھن کي شڪا سماڌان جا ڏوھرا ڪيئن چئي سگھبو! ڇو تہ منگلا چرڻ جي ٻاري شڪا سماڌان منگلاچرڻ کان پوءِ آھي، منگلاچرڻ جو روپ ٿي اٿو سگھي. تنھنڪري مٿين ٻرڪار جي ٽِڪا پڻ اسنگت آھي يعني ٺيڪ نہ آھي. وري ھي ۽ تہ وچار ڪجي تہ جيڪڏھن گرنٿڪار ھن طاھر ڪئو مٿي ڏيکاريل سبب ڪري ديوي ديوتا جو منگلا چرڻ ٺيڪ نہ ڄاڻي پنھنجي سروپ جو منگلا چرڻ ڪيو اٿن، تہ پوءِ گرنٿ جي اندر (٣٠٥ فقرہ ۾ ديوي ۽ ديوتا جو منگلا چرڻ وري ڇو ڪيو ويو آھي! انڪري ھي اُنھن ٽِڪا ڪارن منگلا چرڻ جو ڀاؤ پورو نہ ڏنو آھي.

### وشيہ آنند.

چوٿين ترنگ جي چوپائي ٣٠ ۾ ورنن ڪيل آھي تہ ”وشين جو سک پڻ آتما جوڙي آنند آھي. پنجين ترنگ ۾ ۽ وري ڇھين ترنگ جي فقرہ (٣٦١) ۾ پڻ ساڳيو ذڪر آھي. اِھو ممڪن آھي تہ ان جو پورو ڀاو نہ سمجھي اٿو ارڌ سمجھو وڃي تنھنڪري ھيٺ ھڪ اِلھاس ڏجي ٿو جنھن مان پورو مطلب ھٿ اچي سگھندو:-

ھڪ راڻيءَ ھڪ وڏي صندوق ٺھرائي، جنھن کي اندرئين

## منگلا چرڻ جي ٽيڪا بابت

گرنٿ جي شروع ۾ ساڌو نسچلداس پنهنجي دهرن ۾ منگلا چرڻ ڪيو آهي. پاڻ گرنٿ ڪار اُن جي ٽيڪا ڪانه لکي آهي. منگلا چرڻ جو ڀاڱو تمام اوکو آهي تنهن ڪري منگلا چرڻ جي ٽيڪا سنڌيءَ ۾ ڏني ويئي آهي. پر ليڪن ٻين هندي، گجراتي وغيره ڇاپن ۾ منگلا چرڻ لي ٽيڪا ڏني آهي. مگر اُسان واري ٽيڪا اُنهن کان ٻئي نموني آهي جو اُنهن ٽيڪائن ۾ هيٺيان دوش نظر اچن ٿا-

١- اُنهن ٽيڪائن ۾ ڏيکاريل آهي تہ "سکہ نت" وغيره وشيشڻ *اُپي وياپتي دوش جي هٽائڻ لاءِ ڏنل آهن. پر ويچار ڪري ڏسبو تہ اُپي وياپتي دوش جي نورت ڪرڻ لاءِ "سکہ نت ۽ پرڪاش" جو ورنن بس هو، تنهنڪري "وڀو" وغيره پدن ۾ اَتلو "اُڌڪ اُکتي" جو دوش ايندو؛ تنهنڪري مٺو ٿيندو تہ "سکہ نت" وغيره جو ارٿ اُنهن ٽيڪائن ۾ ڪٿي ڪيل ٺيڪ نہ آهي.

٢- اُنهن ٽيڪائن ۾ ڏيکاريل آهي تہ ٣ خواهہ دوهري جي × ٻهرئين تک ۾ شنڪا اُٿاريل آهي ۽ ٻيءَ تک ۾ اُن جو اُتر ڏنل آهي. اُن جو پرڪار هن نموني ڏيکاريو اٿن:- شنڪا آهي تہ "عام طرح ديوي ديوتا جو منگلا چرڻ ڪيو ويندو آهي، پوءِ هن گرنٿ ۾ ڇو اُنهن جو منگلا چرڻ نہ ڪري پنهنجي سروپ جو منگلا چرڻ ڪيو ويو آهي"؟ اُنجو جواب ڏنو ويو آهي تہ "وشنو، مهيش آدڪ ديوتائن منهن

---

*اُپي وياپتي، اوياپتي ۽ اُسمڀو، اهي ٽي پرڪارن جا لکشڻ جا دوش آهن. اُنهن جي سمجهاڻي لئو گيان عرف پنچيڪرڻ جي صفحہ (١٣٨) ۾ ڏنل آهي. اُاجايو زياده ڪٿي.

هن مان صاف ظاهر آهي ته علم ٻيرونيءَ (اَپرا وديا) جي نندا ڪيل آهي ۽ ته علم باطونيءَ (پرا وديا) جي. وڌيڪ پڙهو هيٺ-

پڙهه وڃي پري مڱڻ وٽ، پڙهه وارا ناپ ميان،
ڪر مطالع ڪين ٻيا، قاضن وارا ڪتاب ميان.
(جمعو فقير)

اندر علم جن، ڪم نه ٿن قرآن سان،
آيت ۽ الهام جي، ٿالڳيه نه آهي ٿن،
سدا حق ٻڌن، اوڏو ٿي الباس کي. (سچل)

روميءَ جي مثنوي، شاهه جو رسالو، سچل جو رسالو وغيره ٻه نه اڪرڻي آهن. مگر قاضن جي ڪتابن کان ٻيءَ طرح جا آهن. ويدانت ۾ ڪرم ڪانڊ جي علم کان ٻئي نموني جو آهي- ننهن ڪري حق جي طالب لاءِ ويدانت جو آڌار وٺڻ اهڙوني ضروري آهي جهڙي اُن لاءِ عارفن جي صحبت ضروري آهي.

گهڻو ڪري اڄ ڪلهه جا صوفي سمجهندا آهن ته بندش جي قانون ٽوڙڻ ۾ روح جي آزادگي آهي. عاشقن جي مطلب کي نه سمجهي چوندا آهن ته "عاشق اهو جو ننگا اوڙي ۽ ملامت جا بار کڻيءَ" "عاشقان دي الٽي چال لوڪان نون خبر نه ڪائي." "حد ٻڌي سو اولياءُ، بيحد ٻڌي سو پير، حد بيحد ڏولو ٻڌي اُسڪا ناؤ فقير." ان ڪري گهڻا صوفي نيتيءَ ۽ ڌرم کان ڪريو پون. مگر ويدانت نيتي ۽ ڌرم جي رکيا ڪندي، اُن سچ ڏي وٺي ٿو وڃي جيڪو نيتيءَ ۽ ڌرم کان گهڻو اوچو آهي. ٻاڻ ويدانت جو فرمان آهي ته جيڪو نيتيءَ ۽ ڌرم کان ڪريل آهي سو اُن سچ جو اَڌڪاري نه آهي.

شارڪ شڪ ۾ لسي - اَلڊا اِنهي ڳالهه ۾. (شاه)
مذهب دا ست ڪوڙا جهڳڙا، وحدت دي گهن راه،
منصوري مشرب وچ ٿيون، ڪل قصي ڪوتاه. (بيدل)

## معرفت

اُلي وڃي پيو خيال منجهان، جت دم قدم جي جاء نه آهي،
قطرو ٿيڻ نه ڀانئج عاشق، ساروڻي تون بحر سڏاء،
سچل ٿيڻ سڃاڻي پنهنجو، مٿن توُن دا سڀ پيد پلاء.

معنيٰ وجودي ڪر سهي، آهين سدا موجود تون،
ڪنهن جي عبادت تو ڪرين، ساڳيو آهين معبود تون،
ڪاڏي ڪرين تو توُن قصد، دارين جو مقصود توُن،
غزنيءَ جو پند ڇو تو پڇين، موڙئون ملڪ محمود توُن.
(بيدل)

تنهن هوندي به جگياسوءَ لاءِ رستي جي چٽي ڄاڻ جهڙي ويدانت گرنٿن ۾ ڄاڻايل آهي تهڙي اُنهن ڪلامن مان صاف نه آهي. اِنڪري وقتي منجهيل فقيرن جي ور چڙهي طالب وڃيو اُبتي رستي ۾ پون؛ مگر ويدانت ۾ ائين نه آهي. ويدانت گرنٿن ۾ طالبن جوُن سڀ مشڪلاتون حل ٿيل آهن؛ مها پرشن جو فرمان آهي نه مرشد جا به اُهي وچن گرهڻ ڪيو جيڪي ويدانت گرنٿ موافق هجن. اهڙي پرڪار ويدانت جو طالب منجهڻ کان بچي پوي ٿو.

اِلي ڪي سائينءَ جا سنواريا چوندا آهن نه "اُڪران دي وچ جوئي اُڙيا عشق دي چاڙهي مود نه چڙهيا؛" مگر اَفسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي نه اهڙا ماڻهون آلس وهيڻا ٿي سچ ڪي لڪائي نڳي ظاهر ڪن ٿا ڇو نه اِن شعر جي بي ست ڏسو ڇا ٿي چوي-

"البالي دا علم جو پڙهيا، مؤج آهين سر ساوڻ دي."

مهاتمائن جي سهچار ڪرڻ سان لاڀ حاصل ڪيو آهي.*
هو ويدانت وديا کي تصوف ڪري ٿا چون ۽ اُن وديا جي
جگياسوءَ کي صوفي ڪري ٿا چون. صوفي ۽ سادو پدن جو
ارٿ ساڳيو آهي يعني نردوش. سنڌ ۾ ڪڻ صوفي گهڻا
ٿي گذريا آهن. اڄ تائين سنڌ ۾ صوفي موجود آهن مگر
اڄ ڪالهه جي صوفين جي حالت اڳئين وقت جي صوفين
کان ٻيءَ طرح جي آهي. اڄ ڪالهه صوفين جا به اڏا
ٻڌجي پيا آهن ۽ فقير جا پٽ پوٽا به فقير. هنن جو چوڻ
آهي ته فقير هڪڙا اوري نه پيا ٿاري. طالب جيڪي
اُپديش وٺي محنت ڪن ٿا سي اوري فقير ٿين ٿا ۽
فقير جو اولاد تاري فقير ٿين ٿا. حقيقت ۾ ڏسبو ته تاري
فقيري ڍونگ ليلا کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. چيو ته
”ويڙين پيئون سچا ۽ سچن پيئون ويا ڏنا ويا آهن.“

شاه صاحب پڻ هيٺين ڪلام سان تائيد ڪري ٿو-

۱- ويا سي وڻجهار - هيرو لعل وڻڻين جي،
تنبن سندا پوئيان - شيشي لهن نه سار،
ڪنين ڪُت لوهار - هاڻي اُنهيءَ پٽڻين ۾.

۲- نه سي وڻڻ وٽن ۾ - نه سي ڪالاريون،
پَسي بازاريون - هينئڙو مون لوڻ ٿئي.

پيو ته اڄ ڪلهه جي صوفين جو راڳ ۽ شراب تي جهجهو
مارو آهي. چا شراب ۽ راڳ مان ننڌو کي چاڙي سگهبو ڪين
وئراڳ ۽ اَبياس جي ئي ضرورت آهي!
شاه لطيف، سچل ۽ ٻين جي ڪلامن مان ڏسجي ٿو ته

* هارورڊ يونيورسٽيءَ جي پروفيسر جيمس جي پڻ
هيءَ راءِ آهي.

مگر جي ڪنهن جگياسوءَ جو وهنوار تمام وکيپ وارو آهي، يا ويدانت جي ابياس ۾ چت نه ٿو لڳيس ته نِشڪاما سان پر اُپڪار جا ڪرم ڪري ۽ اُپاسنا ڪري؛ اهو آهي مهاتمائن ۽ شاسترن جو رايو.

اِها به شڪا اُٿاري ويندي آهي ته "پراڻايام وغيره يوگ جي ڪرياٽن سان ئي من کي نروڌ ڪري سگهبو ان لاءِ ويدانت جو اُبياس ڪارگر نه ٿيندو." ان جي جواب ۾ وششٽ مهراج جا وچن درج ڪجن ٿا. "هي رامچي! پراڻن جي يوگ سان من نروڌ ٿئي ٿو ۽ گيان يوگ سان به من شانت ٿي وڃي ٿو؛ مگر منهنجيءَ راءِ موجب گيان يوگ سريشٽ آهي ..... اڌ ويت تتو جي گهري اُبياس سان من سولائي سان شانت ٿي وڃي ٿو."

يوگ سماڌي ۽ گيان سماڌيءَ ۾ ڪهڙو ڀيد آهي- يوگ جي سماڌيءَ سان اُٿڻ کان پوءِ ورتي جڳت کي گرهڻ ڪري ٿي باقي سماڌيءَ جي سک جي سمرتي رهي ٿي. مگر گيان سماڌيءَ جي حالت هميشه لاءِ رهندي آهي-

यत्र यत्र मनो याति तत्र तत्र समाधिः ॥

ارٿ- "ودوان جو جتي جتي من ورتي ٿو اُتي اُتي اُنجي سماڌي آهي".

مطلب ته گيانوان جي سماڌي اکنڊ سماڌي آهي؛ نه ڪي سمرتي جاڳي ٿي!

## ويدانت ۽ تصوف.

ويدانت وديا جو فائدو نه فقط ڀارت جي رهواسين ورتو آهي مگر ايران وغيره ٻين ملڪن جي درويشن پڻ ويدانتي

گيتا پڻ فرمايو آهي :-

١- هي اَرجن ، گيان روپي ٻيڙيءَ سان تون دک روپي سمنڊ کي پار ڪيو وڃي ٿو.

٢- گيان روپي اگني [ جنم مرڻ کي پراپت ڪرائيندڙ ] سڀني ڪرمن جو ناس ڪري ٿي ڇڏي.

٣- هِڪ جاءِ نه هن سنسار ۾ گيان برابر ٻيو ڪجهه به ڪونه آهي.

٤- گيان حاصل ڪرڻ سان هڪدم پرم شانتي پراپت ٿئي ٿي. (ادياءِ ٤؛ شلوڪ ٣٦- کان ٣٩).

تنهن ڪري مٺو ٻولڊو نه گروجن جو مٺيون وچن اڏڪاري پيدا ڪري ڇيل آهي. جي اِئين نه هجي ها ته سڪمڻي صاحب ۾ برهم گيانيءَ جي ايڏي وڏائي نه ڪئي وڃي ها. وري صاحبن جو ٻيو واڪيه آهي- "ڪهه نانڪ ٻن آپا چيني ٿئي نه پرم ڪي ڪائي." گرو نانڪ صاحب راڳ رامڪلي پڻتيس اکريءَ ۾ فرمائين ٿا، "ناس ڪئي دويت ڪر پوري."

تنهنڪري شاستر سمجهائين ٿا ته گيان سان ئي موکش حاصل ٿئي ٿو، باقي ڪرم ۽ اُپاسنا سان انتهڪرڻ شڌ ٿئي ٿو يعني مل ۽ وکيپ ناس ٿئي ٿو. تنهنڪري جگيا سوءَ کي ٻنائسي ويدانت جي اپياس ۾ لڳڻ گهرجي- روز مره ڪجهه وقت اپياس کي ڏيڻ گهرجي. از آلسواءِ مهيني ۾ ٦-٧ ڏينهن وڃي ايڪانت ۾ نواس ڪري هڪ آتماڪار خيال ۾ گم رهڻ گهرجي. اِئين ڪرڻ سان نرمت ئي شانتي حاصل ٿيندي.

سان درشن ڪرڻ ٻوڪيہ آهي.

هن لي سنڌڪا اناري وينديِ آهي تہ ”ڀرين جپ اپ وغيره ڪري من جو مل ۽ وکيپ ناس ڪري ٻڌ ويدانت جي اڀياس ۾ لڳجي تہ تہ محسن وترت وينديِ جيئن ڪجهي ميوي کي پني پال ۾ وجهڻ ڪري سرو پورلتا کي لٿو پهچي ۽ وترت ٿو وڃي. مگر ان لاءِ مهاتمائن جواه شاسترن جو فيصلو هن طرح ڏال آهي تہ گيان تہ نرمل هردي ۾ ئي اپن ٿيندو، پر جيڪو پاپاما ويدانت ۾ پرورت ٿيو آهي سو پيا ساڌن ڇڏي ويدانت جو ٿي شروڻ، منن ۽ نديڌياسن روپ اڀياس ڪري. ان اڀياس سان ڀرنين ڪال ۾ ڪپاسوز جو مل ۽ وکيپ ناس ٿيندو؛ پوءِ آورڻ نورت ٿي آما جو پرڪاش ٿيندو. هن گرلت جي جهين ٿرنڪ ۾ پرڻ ساڌو لسچلداس ساڳي ڳالهہ ورلن ڪئي آهي.

ڪن جو چوڻ آهي تہ ڪلجگ جي ڀري ۾ عورن کي گيان جو اڌڪار ڪونہ آهي ۽ اڀاسنا ڪرڻ سان مڪتي حاصل ٿيندي: ”ڪل ۾ هرڪو نام آڌار.“

مگر وچار ڪري ڏسبو تہ ائين نہ آهي. ڇو تہ ٻوڪ ڪارڻ مان ئي ٻوڪ قل جي اپتي ٿيندي. ويد جو ڪٿن آهي تہ.

ऋते ज्ञाना न मुक्तिः ॥

ارٿ. گيان کان سواءِ مڪتي ڪانہ ملي.

ज्ञान देवहि कैवल्यम् ॥

ارٿ. گيان سان ئي سک پراپت ٿئي ٿو.

नान्यः पन्था विद्यतेऽयनाय ॥

ارٿ. مڪتيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ گيان کان سواءِ ٻيو رستو ڪونہ آهي.

ڪنهن مهاپرش ديا ڪري اسانکي ويدانت جو اُپديش ڪيو آهي ته اهو ڪافي نه آهي جو فقط مک سان "اهم برهم اسمي" چئون مگر ٻڌڻ ويراڳ ۽ اُپياس ڪندي ان پورڻ استٿي ايتري درجي ڪرڻ گهرجي جيئن اسٿول ديهه ۾ مان پڪو پڪو آهي.

سائين ليلا شاه جن کان هڪ دفعي ڪنهن پڇيو ته "سائين آن ۽ اُپياس ڪندو رهان ٿو پر موکي آتما جو درشن نٿو ٿئي سو ڇو"! اُن تي سائين جن جواب ۾ هڪ دشتانت هن طرح ٻڌايو:- "سنڌجهوڙي تعلقي جي لغارين جي ڳوٺ ۾ هڪ دفعي وڃڻ ٿيم. گهمندي گهمندي هڪ باغ ۾ وڃي نڪتس. اُتي ڇا ڏسان ته هرهڪ اَنب جي وڻ پرسان هڪ ڪيلي جو وڻ پڻ پوکيو پيو آهي. پڇا ڪرڻ تي جواب مليو ته هت اهڙا ڪيڙا پيدا ٿيا آهن جي اَنب جي پاڙن کي کائي ٿا ڇڏين ۽ پوء وڻ سڙيو سڪيو وڃن. مگر جتي ڪيلي جو وڻ لڳل آهي اُتي اهي ڪيڙا انب جي وڻ کي ڇڏي وڃي ڪيلي جي وڻ ۾ ٿا رهن جنهن ڪري انب جي وڻ جو بچاء ٿو ٿئي. ساڳيء طرح هي سمجهو! آتم اِستٿيء لاء هيٺين ساڌنن جي اَنتر يعني هر هميشه ضرورت آهي- ١. ست سنگ يعني مهاپرشن جي صحبت، ٢. ست شاستر جو چنتن، ٣. ويراڳ، ٤. اڀياس.

اِتي سوال اُٿندو ته اُپياس ڪهڙو؟ اُن جو جواب آهي ته آتما جي پاپتي لاء ويدانت جو شروڻ منن ۽ ندياسن جو ئي اُپياس گهرجي آهي. ان ۾ شرتي پڻ فرمائي ٿي:-

आत्मा वा रे द्रष्टव्य श्रोतव्यो मन्तव्यो निदिध्यासितव्यः ॥

ارٿ- هي مئتري! هيء آتما ئي شروڻ منن ۽ نديــاسن

جو خوب مٿن ۽ ڌيان ڪري آتم پد کي پائي سگهبو.
مٿي ڄاڻ مان آتما جو درشن ٿي ڪين سگهندو. ان ۾
هڪ درشٽانت آهي.

هڪ ديش ۾ ماري طوطن ڦاسائڻ لاءِ پاڻ ۾ پاڻي
وچهي پٽ تي رکندا هوا ۽ پاڻ هي ڪين مٿان هڪ ٽل
کي ڏکي نلي رکي ڇڏيندا هوا. اڄايل طوطو پاڻي پيئڻ لاءِ
اچي اُن نليءَ تي ويهي ڇيڪ پاڻيءَ ۾ وڃندو هو ته نلي
ڦري ويندي هئي ۽ طوطو اونڌو ٿي پوندو هو. ورڪ جو
پاڻيءَ ۾ آڪاس جو عڪس ڏسندو هو ته سمجهندو هو ته پاڻي
تمام اونهو آهي ۽ نليءَ کي ڇڏيندس ته ٻڏيندس ته ٻڏي
پوندس تنهن ڪري نليءَ کي چنبڙي اونڌو ٿيو لٽڪيو رهندو
هو، جنهن ماري اچي ڪيس جهليندو هو. طوطن جو اهو حال
ڏسي هڪ مهاتما کي ديا آئي تنهن هڪ طوطي جو ٻچو
پاڻ وٽ رکي اُن کي رام ڏينهن محنت ڪري ياد
ڪرايو: "نلي ۾ نهين ٻڌنا، جو ٻڌنا ته ڇوڙڪي ڀاڄ جانا
جل گهرا نهين هئ." طوطو هر هر اهو سلوڪ پيو اُچاري.
سادوءَ کي خوشي ٿيڻ لڳي ته هيءَ طوطو وڃي ٻين
طوطن ۾ پڻ پرچار ڪندو ۽ آئينده طوطا ڦاسڻ کان بچي
پوندا. مهاتما طوطي کي پڃري کان ٻاهر ڪڍيو. طوطو
اڏامي وڃي طوطن وٽ ويٺو ۽ اُلي به پيو اُچاري. "نلي
۾ نهين ٻڌنا، جو ٻڌنا ته ڇوڙڪي ڀاڄ جانا، جل گهرا
نهين هيءِ." طوطي کي ائين بولیندو ٻڌي مهاتما ڏاڍو
خوش ٿيو تي. گهڙي ساعت گذري ته اُن طوطي کي اڃ لڳي
۽ اڏامندي اڏامندي وڃي اُن نليءَ تي ويٺو، اُلي اونڌو
ٿي لٽڪيو رهيو جنهن ماريءَ اچي ڪيس جهليو.

اسان جو به ان طوطي جهڙو حال ته ٿيڻ گهرجي: جيڪڏهن

بلڪ گرو هڪ رڪاوٽ آهي." جيڪي اِئين چون ٿا تن ڪرشنا مورتيءَ جي وچنن کي ٻرو سمجهو نه آهي. گذريل دفعي جڏهين ڪرشنا مورتي هت ڪراچيءَ ۾ آيو هو تڏهين پرنسيپال پتاڻيءَ سندس (Tea) هت پرسادي مچائي هئي جتي ڪاليج جي سيني معلمن کي پڻ ڪوٺ ڏني ويئي هئي. اُني ڪرشنا مورتيءَ کان گهڻائي پرشن ڪيا ويا جن جي جواب ۾ سمجهايائين ته "آءٌ مهاپرشن جي سنگ جي برخلاف ڪونه آهيان؛ اهڙو سنگ پرمارٿ لاءِ بيشڪ فائدي وارو آهي پر انڌ وشواس سان ٻوڙن کي گرو مڃڻ ۽ پنهنجي وويڪ کي اُلهن وٽ وڪڻي ڇڏڻ پرمارٿ ۾ وڏي رڪاوٽ آهي، اهو منهنجو يقينو آهي"

جگياسوءَ لاءِ گروءَ جي رهبريءَ جي ضرورت لاءِ ويد فرمائي ٿو ته:-

आचार्य वान पुरुषो वेद ॥

ارٿ- آچاريه يعني سرشٽ گرو جنهن جگياسوءَ کي پراپت ٿيو آهي اُهو ئي بوڌ حاصل ڪري سگهي ٿو.

नेषा तर्केण मति रापनोया ॥

ارٿ- بوڌ تڪ سان حاصل ٿي نٿو سگهي.

प्राप्य वरान निवोधत ॥

ارٿ- آچاريه کي حاصل ڪري گيان هٿ ڪر.

आचार्यस्ते गतिं वक्ता ॥

ارٿ- آچاريه ئي توکي [ڪلياڻ جو] راه ٻتائيندو.

अनन्य प्रोक्ते गति रत्र नास्ति ॥

ارٿ- ٻئي جي سلڻ کان سواءِ گتي نه آهي (١)

اهڙي پرڪار مهاپرش دواران گرنٿ مطالع ڪري اُن

آهن. ڏهن گرنٿ جو ترجمو پڻ مرهٽي گجراتي آدڪ الهڪ ٻولين ۾ ٿي ويو آهي. آلر واسي راءِ بهادر چندراء ٻولچند آڏواڻي هن اُلر ۽ ڪاراڻتي گرنٿ جو ترجمو ڪري سنڌ تي گهڻو اُپڪار ڪيو آهي. سگهين جي لشڪام پرشارٿ سان ئي هن گرنٿ جي ڇپجڻ جو ڪم راس ٿيو آهي. پوڄ پاد شري ليلاشاهه جن لسنڌ جي سڌارڻ ۾ ڇهه مهينا وامد ڏينهن محنت ڪئي.

ٻالڪن جي همت ۽ هن وقت ويدانت جو هڪ اُلر گرنٿ مادري زبان ۾ پراپت آهي، ۽ ٻالڪ هڪ وينتيءَ تي ڌيان ڏيندا. ويدانت آچارين جو فرمان آهي ته ويدانت جو شاستر ٻوهر ليشلي ٻوهر شوولوڀ گروءَ وٽان پڙهڻ گهرجي، نه ته پنهنجي منهن پڙهڻ مان فائدي جي بدران نقصان ٿيندو. هن ڳالهه کي شوالي جو درشتانت ڏيئي هن ڪان اڳ ڇهل ”لتوگبان عرف ٻڇڪرڻ“ ۾ سمجهايو ويو آهي. هن گرنٿ جي ٿئين ترنگ ۾ پڻ ساڌو لسچل داس سمجهايو آهي ته ويد روپي ساگر مان بادل روپي گروءَ دوارا اُپديش روپي جل حاصل ڪيو ته جنم مرڻ روپي اُڃ کي امرت سمان ناس ڪندو ۽ پر جي سڌو گرهڻ ڪيو ته سنسن روپي کاراڻ حاصل ٿيندي ۽ اُلٽو دک وڌندو. ڏهن ڪري ٻالڪن لاءِ اِهو لازمي آهي ته هن گرنٿ جو ٻاٺ گروءَ دوارا ئي ڪيو وڃي.

اِن لي ڪو حولدو ته جگيت گرو ڪرشنا مورتي وغيره فرمائين ٿا ته ”پرمارٿ لاءِ گروءَ جي ضرورت ڪانه آهي

۽ مالچهندن وارن ساڌن مول ڪوتا جو هندي گٽڪو ڏرمائو وراهڻ لاءِ ڇپايو آهي.

„سڌانت بندو" وغيره گرنٿ جوڙيا. ادويت سڌيءَ
...ي راما چاريه جو „ترنگڻي" نالي سان ويچن ۽ برهمانند
...ڇوُن „گوڙ برهم آنند يامر" ۽ „گرو چندريڪا" نالي
...ٽيڪائون لکيل آهن. سورهين صديءَ ۾ اپيه ديکشت
...ريط ڪلپتروءَ تي ٽيڪا „ڪلپترو پريمل" نالي سان ۽
„سڌانت ليش سنگره" گرنٿ لکيا آهن.
اُن ڪان پوءِ ڌرم راج „ويدانت پري ڀاشا" نالي گرنٿ
لکيو آهي جنهن تي رام ڪرشن ڌرم راج جي پٽ
„شڪامڻي" نالي سان ٽيڪا لکي آهي ۽ اَمرداس „مڻي پريا"
نالي سان ٽيڪا لکي آهي. سدانند „ادويت برهم سڌي"
۽ لڪشمي ڌارا نالي ودوان „ادويت امر ڪاند" لکيو آهي.
اهڙي پرڪار بيا به ويدانت فيلسوفيءَ تي اليڪ گرنٿ
موجود آهن پر اُهي سڀ سنسڪرت بوليءَ ۾ آهن. *
اج ڪلهه سنسڪرت ۾ مهاوري گهٽ هئڻ سبب
ارڙهينءَ صديءَ کان وٺي ويدانت تي هندي ڀاشا ۾ پڙ...
گرنٿ لکڻ شروع ٿيا آهن. اُنهن سڀني گرنٿن ۾ ساڌ...
نسچلداس جا „وچار ساگر" ۽ „ورتي پرڀاڪر" چندر...
۽ سورج وانگر سوڀائمان آهن. ورتي پرڀاڪر گرنٿ ڪج...
ڪنن آهي باقي وچار ساگر جو سلسلو لاثاني آهي. اليد...
جگياسن هن گرنٿ جو آڌار وٺي پرم پد کي حاصل ڪ...
آهي. هن گرنٿ جا هندي ڇاپا ڪيترن پريسن ڪ...

* ڪاشيءَ ۾ „اچيت گرنٿ مالا" وارا ويدانت...
سنسڪرت گرنٿن جو هنديءَ ۾ ترجمو اُنن سالن کان ڇپا...
رهيا آهن. هر مهني مخزن جي صورت ۾ ۴-۸-۰ رپئي...
چندي پرڻ سان موڪلن ٿا ۽ ڪتابن جي صورت
تمام واجبي اگهه تي ڏين ٿا.

آچارين پڻ گھڻا گرنٿ رچي ويدانت فيلسوفيءَ کي تازو رکيو آهي.

پدم پاد آچاريه شنڪر ڀاشيه جي پهرين انگ جي وياکيا "پنچ پادڪا" نالي جوڙي. سريشور آچاريه "برهدارڻڪ اپنشد ڀاشيه وارتڪ"، "تئتري اپنشد ڀاشيه وارتڪ"، دکشڻا مورتي ستوتر وارتڪ، "پنچيڪرڻ وارتڪ" ۽ "نئشڪرم سدي" نالي گرنٿ جوڙيا. انهن کان ٿورو پوءِ واچسپتيءَ مصر "ڀامتي نبنڌ" شنڪر آچاريه جي برهم سوتر ڀاشيه تي لکيو. آنند گريءَ "نيايه نرڻيه" لکيو ۽ اپنشدن وغيره تي ٽيڪائون لکيون.

هن کان پوءِ نائين صديءَ ۾ سروگيه آتم منيءَ "سنڪشيپ شاريرڪ" لکيو. ٻارهين صديءَ ۾ پرڪاش آتم نالي ودوان پنچ پادڪائي "پنچ پادڪا وورڻ" جي نالي سان ٽيڪا لکي؛ جنهن ڪري هن کي وورڻ آچاريه پڻ ڪوٺيو ويندو آهي. سري هرش "کنڊن کنڊ کاديه" لکيو، اُن تي وري چتسک آچاريه "تتو ديپڪا" نالي سان ٽيڪا لکي. مذڪور آچاريه وري "نيايه امرت" نالي سان تتو ديپڪا تي وياکيا لکيو. تيرهين صديءَ ۾ سوامي امالانند ڀامتيءَ تي "ڪلپترو" نالي ٽيڪا جوڙي. پنچ پادڪا وورڻ تي وديارڻ سواميءَ چوڏهين صديءَ ۾ "وورڻ پرميه سنگره" نالي ٽيڪا لکي. انهن کان سواءِ هن پنچ دشي ۽ جيون مڪتي وويڪ وغيره ٻيا به انيڪ گرنٿ جوڙيا. پندرهين صديءَ ۾ ادويتانند "برهم وديا ڀرڻ"، پرڪاشانند "ويدانت سدانت مڪتاولي"، گوونداننند "رتن پرڀا"، سدانند "ويدانت سار"، "سمو ذني" ۽ "وديا سرولجني" نالي گرنٿ جوڙيا. سورهين صديءَ ۾ مڌوسودن سوامي "ادويت سدي"

اُتان شنڪر آچاريہ اتر طرف روانو ٿيو. ويدوان سان شاسترارٿ ڪندو، ويدن جو پرچار ڪندو ڪشمير پهتو. پوءِ سڄي اتر هندستان ۾ پرچار ڪندو آسام ۾ پهتو جتي شاڪت مت جي ڪامي آچرڻ کي هن بند ڪرايو. اُتي جي شاڪت مت جي مهنت ”اڀنو گپت“ سان آچاريہ جو شاستراٿ ٿيو. اڀنو گپت شنڪر جي دليلن اڳيان ٽڪي نہ سگهيو، تڏهين هن منتر جي ٻل سان آچاريہ کي ڀڳندر§ جو روڳ ڪري ڇڏيو جو پوءِ پدمپاد آچاريہ يوگ ڪريا ڪري ڇٽايو.

شنڪر آچاريہ آسام مان ٿي بدري نارائڻ روانو ٿيو جتي هن جوتي مٺ جي ستاپنا ڪئي، بدري نارائڻ جو مندر نهرايو، ٽوٽڪ آچاريہ کي اُتي مقرر ڪيو. بدري نارائڻ مان ٿي ”ڪيدار ڌام“ ويو جتي سندس شرير شانت ٿيو.

آد شنڪر آچاريہ جا لکيل هيٺيان گرنٿ پرسڌ آهن:-

١- برهم سوتر ڀاشيہ، ٢- ٻارهن اُپنشدن تي ڀاشيہ، ٣- گيتا ڀاشيہ، ٤- وشنو سهسر نام ڀاشيہ، ٥- سنت سجاتيہ ڀاشيہ، ٦- هستا ملڪ ڀاشيہ، ٧- للتا ترشتي ڀاشيہ، ٨- پرڪرڻ گرنٿ (وويڪ چوڙامڻي، اپروڪ- انڀوتي آدڪ ڪل ٣٤ گرنٿ آهن)، ٩- ستوتر (١- گڻپتي، ٢- سبرهمڻ، ٣- ايشور، ٤- ديوي، ٥- وشنو، ٦- سنڪيرڻ)، ١٠- پرپنچ سار تنتر.

شري شنڪر آچاريہ جي ڪاريہ کي سندس شش جيئرو رکندا آيا آهن. سندس استاپن ڪيل مٺ اڄ تائين قائم آهن. جتان ويدانت جو پرچار ٿيندو رهي ٿو. پين

§ ڀڳندر: ناسور.

پوءِ ڪاليءَ ۾ وڃي اُنهن جي ”راشاڪت“ سمپرداءِ ۾ جي اهڙ دراچار ۽ ڪرمون هون لسن جو شوڏن ڪيائين. اما هڪ * شنڪر آچاريہ جي حوالي هئي جو هن سيني متن ۽ پنجن مان حرابين ڪي هٽائي پوار بنائڻ جي از حد ڪوشش ڪئي مگر اُنهن جي ”اُپاسنا“ جي طريقن کي کنڊن نہ ڪيو. اُلٽو هن جدا جدا اُپاسنا پتالدر شتونر ڏاهي ان پاو جو پرچار ڪيو. هو لمولي جي اُپاسنا هڪ پرمالما جي اُستمع آهي جو اُپاسنا حوڳہ آهي. (وڌيڪ ڏسو هن گرلت الدر سنهن لرنگ ۾ ڪارڻ برهم جي اُپاسنا جو بيان.)

ڪاليءَ مان ئي شنڪر آچاريہ پرار ۾ ويو جتان اُجين ويو. اُلي † پهرگٽن جي ڪني آچار کي هن بند ڪرايو، پوءِ گجرات روالو ٿيو جتي دوارڪا ۾ شاردا مٺ قائم ڪري هستاملڪ آچاريہ کي اُلي رکيو.

---

‖ پنجن مڪارن جو سوڻن ڪندا هوا:- ا- مد، ٢- مانس، ٣- مس (مڇي)، ٤- مئٿن (وپچار)، ٥- مُدرا. هن جو وڌيڪ احوال گرلت جي ستهن لرنگ ۾ وام مارگ جي بيان ۾ ڏلل آهي.

* سوامي ديانند مت ستالترن جي حرابين سان گڏ اُنهن جي اُپاسنا جي طريقن کي پڻ کنڊن ڪيو. جنهن ڪري هندو ڌرم کي جيترو فائدو رسايائين اوترو نقصان بہ پهچايائين. هن هندو ڌرم لاءِ گهڻي ڪوشش ورتي، اسو جي شنڪرآچاريہ جو رستو وني ها تہ وڌيڪ چڱو ٿئي ها.

† هيءَ پوڙن پريتن جي پوجا ڪندا هوا ۽ ماڻهن جي بلي چاڙهيندا هوا.

شنڪر آچاريه جي پاشيه ني هن وارتڪ پڻ لکيو.

منڊن مصر کي ڇڏڻ کان پوءِ شنڪر آچاريه دکن ڏانهن روانو ٿيو. اُتي †"ڪاپاليڪ" ۽ §"ڪپالڪ" پنٿن جي گاديسرن سان شاسترارٿ ڪري انهن کي جيتيو، ۽ انهن جي پنٿن ۾ جي خراب آچار وهنوار هوا تن کي ڪڍي صاف ڪيو. پر *ڀيروي کي ڄڻ وشنا ڇڏڻ دڪه روپ پاسي لو لڻ ڪپالڪ به شنڪر آچاريه جي هن سوڌن کان دکي ٿيا. هڪ "اُگر ڀئرو" نالي ڪپالڪ ڪپٽ سان شنڪر آچاريه کي خون ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر سندس شش "پدم پاد آچاريه" کيس بچائي ورتو.

ونڌڪ ڌرم کي پختو رکڻ لاءِ شنڪر آچاريه مشهور جي شموگا گام ۾ تنگه ڀدرا نالي ندي‌ءَ تي شاردا ديوي‌ءَ جي استا پنا ڪري **شرنگيري مٺ** قائم ڪيو ۽ سريشور آچاريه کي اُن جو پرچارڪ مقرر ڪيو. اُن سمي شنڪر آچاريه جي ماتا جو ديهانت ٿيو ۽ انجام موجب ماتا جو ڪريا ڪرم پاڻ ڪيائين.

دکن ۾ ڪم پورو ڪري اُبرندي طرف روانو ٿيو جتي ونڌڪ ڌرم جو خوب پرچار ڪري **گوورڌن مٺ** قائم ڪيائين ۽ پدم پاد آچاريه کي اُن جي سنڀال لاءِ مقرر ڪيائين.

---

†ڪٿي کي "ملهاري" نالو ڏيئي شو جاٽي پوڄا ڪندا هوا.

§ کوپرين جون مالهائون ڳچيءَ ۾ پهريندا هوا، منش کي ديويءَ تي بلي چاڙهي اُنهن جو رت پيئندا هئا ۽ اُنهن جو ماس کائيندا هئا. *ڇيٽي ۾ رهندڙ جنتو، جنهن کي گهنگهو به چون.

**گوڙ پاد آچاريہ** جي شش **گووند پاد آچاريہ** جو نربدا ندي جي ڪناري تي آشرم هو. شنڪر اُن وٽان سنياس اختيار ڪيو ۽ اُن وٽان ويدانت درشن جو اڌيين ڪيو (مطالع ڪيو). وديا اڌيين پوري ٿيڻ تي ٻارهن ورهين جي ڄمار ۾ ڪاشي وڃڻ لاءِ گروءَ کين آگيا ڪئي. ڪاشيءَ اچي شنڪر گرنٿن جي رچنا شروع ڪئي ۽ جگياسن کي وديا پڙهائڻ لڳو. سورهن ورهين جي ڄمار ۾ ڪل گرنٿن جي رچنا پوري ڪري ويدانت جي پرچار لاءِ سفر تي نڪتو. ٻراٻر سورهن سال سفر ڪري ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ويدانت جو پيغام پهچايو. وڏن وڏن ودوانن سندس سدانت اختيار ڪيو. شنڪر آچاريہ پنهنجي پاسي لاءِ وارتڪ (ٽيڪا) لکائڻ لاءِ **ڪمارل ڀٽ** سان پرياگ ۾ گڏيو، مگر ڪمارل اُن سمي چکيا تي چڙهي پراشچت ڪرڻ وارو هو. ڪمارل، ٻڌ آچارين وٽان ٻڌمت مطالع ڪري پوءِ ٻڌمت جو کنڊن ڪيو هو. اهو گروءَ سان دروهہ آهي، جنهن لاءِ چکيا ۾ جلڻ ئي شاستر ۾ پراشچت چيل آهي. شنڪر آچاريہ، ڪمارل کي پنهنجو پاسو ڏيکاريو جو ڏسي ڪمارل اُن جي گهڻي واکاڻ ڪئي. مگر وارتڪ لکي نہ سگهيو جو چکيا تي چڙهي پاڻ جلايائين.

سوامي شنڪر آچاريہ مگڌ ديش ۾ مهستي شهر جي زبردست ميمانسڪ ودوان **منڊن مصر** سان شاستر ارٿ ڪيو جنهن ۾ مڌيستا منڊن مصر جي استري "ڀارتي ديوي" ٿي. شاستر ارٿ سڄو سارو مهينو ٿيندو رهيو. آخر منڊن مصر لاجواب ٿيو. پوءِ شنڪر آچاريہ کان سنياس وٺي سندس شش ٿيو ۽ سندس نالو * سريشور آچاريہ مشهور ٿيو.

* ڪن جو رايو آهي تہ سريشور آچاريہ ۽ منڊن مصر ساڳي وِيڪتي نہ هوا.

بڌ ڌرم ۾ پڻ مت ڀيد ٿي پيا هوا ۽ سداچار جي هاڃي ٿي
رهي هئي؛ اهڙي انڌا ڌنڌيءَ وقت شري شنڪر روپ
سورج پرگهٽ ٿيو ۽ جيون کي شانتي حاصل ٿي.

دکن ۾ ڪيرل ديش جي **ڪالڙي** نالي گرام ۾ وديا ڌراج
نالي برهمڻ رهندو هو. اُن جي پتر جو نالو **شوگرو** هو.
شوگروءَ جي پتنيءَ جو نالو هو **سڀدرا ديوي.** اُنهن کي
اولاد ڪونه ٿي ٿيو. پتر جي پراپتيءَ جي اِڇا سان شوگرو
برهمڻ شو ڀڳوان جي آرادنا ڪرڻ لڳو. گهڻي وقت جي
آرادنا ڪرڻ کانپوءِ شو مهراج کيس پتر پيدا ٿيڻ جو ور ڏنو
۽ جلدئي اُنجي اِستريءَ کي تيجسوي بالڪ ڄائو. شو ڀڳوان
جي ڪرپا سان کين بالڪ مليو جنهن ڪري بالڪ جو نالو
**شنڪر** رکيائون. هيءُ مهاپرش ڄمندي ئي ڄام هو. اُن
وڙهين جي ڄمار ۾ ويدن جو اڀياس ڪري سنياس وٺڻ ج
ارادو ڪيائين، پر سندس ماتا کيس موڪل نه ڏني. ما
کي گيان جي ڳالهين سان سمجهائڻ لڳو، وينتي ڪرڻ لڳو
مگر ماتا نه مڃيو. شنڪر جو چت سنسار کان ڪٽو هو. هوڏان
سندس ماتا کيس سنسار ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪري ره
هئي. هڪ ڏينهن شنڪر جڏن گهرجي ڀرسان نديءَ
اِسنان پئي ڪيو ته هڪ گراهه (واگهو) اچي سندس
پڪڙيو. سندس ماتا شو ڀڳوان کي پڪاري ورلاپ ڪ
لڳي. اُن وقت شنڪر ماءُ کي چيو ته ماتا! جي تون مو
سنياس وٺڻ جي آگيا ڏيندينءَ ته شايد گراهه مونکي
ڏني. اُن تي ماتا لاچار ٿي آگيا ڏني ته گراهه به شنڪ
پير ڇڏي ڀڄي ويو. پوءِ شنڪر سنياس اختيار ڪيو
ڪاڻس انجام گهريو ته منهن جي مرڻ کان پوءِ منهن جو
ڪرم تون ڪندين، جو شنڪر هموار ڪيو.

اليوءِ زمالي ۾ رشي والميڪ "يوگ واسستھ" اُتوا مها رامائڻ رچي ۽ ادهر ودويا جي درشٽانتن ۽ الڪارن سان ڪول ڪئي. اُنڪل ۾ هزار ورهه ٿيا ته شري شنڪر آچاريہ برهم سوتر، مڪيہ اُپنشدن ۽ گيتا تي ڀاشيہ يعني ٽيڪائون لکيون ۽ ٻيا اهڙ گرنٿ جوڙيا. شنڪر آچاريہ جي گرنٿن جي خوبي اِها آهي جو مجهن اليوءِ سان گڏ دليل بازي به ڪيل آهي. اجوڪي زمالي ۾ دليل بازي ۽ بڌي متا لاءِ جاه گهڻو آهي جنهن ڪري اهن ڪئي چئجي ٿو ته اجوڪي زمالي جي ويدانت شاستر جو بنيادي آچاريہ، شنڪر آچاريہ آهي.

## شنڪر آچاريہ جو مختصر حيوان.

شنڪر آچاريہ جي فيلسوفيءَ جو نہ رڳو ڀارت مان ڪري رهيو آهي پر سڄيءَ دنيا جا ودوان اُن جي ساراهہ مان ڀاين ٿي ٿا. ٿيبٽ صاحب لو لکي ٿو ته "ڀارت ورش ۾ شنڪر جو سڌانت اُلر حاءِ والاري ٿو. سندس سڌانت جي يمت ۾ ٻيا ادويت وادي يا * ادويت وادي ڀيهي ٿا سگهن." سر چارلس ايليٽ لکي ٿو ته "ڀارت جي فيلسوفين ۾ شنڪر جي فيلسوفي اول درجي جي آهي." سر راڌا ڪرشنن لکي ٿو ته "شنڪر آچاريہ جي گرنٿن پڙهندي جؤ سمه وستوءَ ۾ غرق ٿيو وڃي. شنڪر جي فيلسوفي پورڻ آهي، نہ هن ڪجهه اڻايو لکيو آهي ۽ نہ ڪا اوڻائي ڇڏي اٿس. بين فيلسوفن وانگر هو مغز جي ويڙه ڪانہ ٿو ڪري پر اُوچ اليڙ جو اظهار ٿو ڪري."

ناستڪن جي زور ڪرڻ ويدڪ ڌرم غائب ٿي ويو هو:

* شڌ ادويت، وشسٽ ادويت وغيره مجهندڙ رامانج آدڪ.

# پيومڪا

सोरठा- नामै रूप आधार, अस्ति भाति प्रिय रूप जो।
सोऽहं शुद्ध अपार, सेवाराम लखाइयो ॥

سورٺا- نامَ روپَ آڌار، اَستي ڀاتي پريہ روپ جو،
سوهنگ، شڌ اَپار، **سيوارام** لکائيو.

* ويدانت فيلسوفيءَ کي برهم وديا به ڪوٺيو ويندو آهي. وياس، واسشٽ ۽ والميڪ آدڪ پراچين رشين جي هيءَ اليؤ وديا آهي. اڄوڪي زماني ۾ به سوامي وويڪانند ۽ سوامي رام تيرٿ آدڪ مهاپرشن ويدانت شاستر دواران ئي سچي انيوءَ کي حاصل ڪري پنهنجو نالو امر ڪيو آهي. مئڪسملر ۽ شوپن هر جهڙن ڪيترن يورپ جي ودوانن به ويدانت شاستر مان شانتيءَ ۽ آنند حاصل ڪيو آهي.

**ويدانت** فيلسوفيءَ جو بنياد ويدن جو اُپنشد ڀاڱو آهي. آستڪ لوڪ ائين مڃين ٿا تہ ويد سرشٽيءَ جي آد ۾ لوڪن جي گيان لاءِ سماڌيءَ ۾ ويٺل رشين دواران ايشور پرڪاش ڪيا. يورپ جي ودوانن جو رايو آهي تہ ويدن جي اُتپتي اٽڪل ست هزار سال اڳ ٿي.

**اُپنشد** ويد جو گيان ڪانڊ آهن. مکيہ اُپنشد هيءَ آهن:- برهدارڻيڪ، ڇاندوگيہ، مانڊوڪيہ، اُئتري، تئتري، ايشاواس، ڪين، ڪٺ، پرشن، منڊڪ ۽ شويتاشتر. ٽي هزار ورهيہ ٿيا تہ **ويد وياس** برهم سوتر رچي ويدانت فيلسوفيءَ جو سلسلو ويدن سان قائم ڪيو. ويد وياس کي ”ڪرشن دويپائن“ ۽ ”بادرائڻ“ بہ چوندا آهن.

---

* وڌيڪ تتوگيان عرف پنچيڪرڻ جي مهاڳ ۾ ڏسو.

گرنٿ گروءَ جي مدد کان سواءِ پڙهيو نه گرنٿ
جو حقيقي ڀاءُ هٿ ڪري ڪين سگهبو. گروءَ جا لکيل
گرنٿ ڪار نئين ليکڪ ۾ ورتل ڪيا آهن.

شڪتي ۽ سمو خرچ ڪري گهڻي ڪوشش ڪئي ويئي
آهي ته هن ترجمي ۾ اصل گرنٿ جو ڀاءُ پوريءَ ريت
ورتل ٿئي، مگر گرنٿ جي وشيه سوکم آهي جنهن ڪري
اهو ممڪن آهي ته هيتريءَ ڪوشش ورتندي به ڪي
غلطيون رهجي ويون هجن. تنهن ڪري پرارٿنا آهي ته
جهن سڄڻ کي ڪا غلطي نظر اچي ته عام جي ڀلي لاءِ
لڳائي جو خرچ ڪري ڇپائيندڙ کي لکي واقف ڪري ته
آئينده لاءِ سڌارو ڪيو وڃي.

سنڌي ڪاويه جي سڌارڻ ۾ ڀائي ڀڳوانداس ديارام
ننده ڪنپالي واري تمام گهڻي محنت ڪئي آهي ۽ ماستر
واڌومل مولچند مضمون جي سڌارڻ ۾ ڪجهه مدد ڪئي
آهي، جنهن لاءِ بيشڪ ڌنواد لهڻائون.

ڪن دالي پرش جي نشڪام شيوا سان هيءُ گرنٿ
ڇپجي سگهيو آهي ۽ گرنٿ جي قيمت اهڙي گهٽ رکي
ويئي آهي. هو سڄڻ پنهنجو نالو ظاهر ڪرڻ نٿا گهرن
شال سندن شبه ڀاونا وڌندي رهي.

**ساڌو ليلا شاهه**



# ٻہ اکر

اسان مان گھڻن رڳو ويدانت جو نالو ٻڌو آهي، مگر ويدانت جي سِڌانت جي خبر گھٽ ڪا اٿئون. ويدانت جو آچاريہ **شري شنڪر آچاريہ** ٿيو وڃي ٿو. اُن جي اُپديش پٽاندر هيل تائين سنڌيءَ ۾ گرنٿ گھٽ ڪو موجود آهي. ڪن سڳڻن تتوگيان جي نالي سان گرنٿ ڪڍڻ شروع ڪيا آهن جن ۾ نجي ويدانت جو بيان ڪيل آهي. اُنهن مان پهريون گرنٿ نالي "تتوگيان عرف سنڌيءَ ۾ پنچيڪرڻ" سن ١٩٣٨ع ۾ ڇپرو ڪيو ويو. ٻيو گرنٿ هيءُ آهي. ٽيون گرنٿ نالي "تتوگيان عرف يوگ واسشٽ سڌانت سار" بہ جلد ڇپرو ڪيو ويندو.

تتوگيان گرنٿن جي مضمون جو نمونو ٻوڙين مثل آهي. تتوگيان عرف پنچيڪرڻ ۾ ويدانت جي سولي پرڪريا جو بيان آهي (Systemetic exposition). ورِي هن گرنٿ ۾ وڌيڪ اونهيءَ پرڪريا جو بيان آهي. ٽئين گرنٿ ۾ ويدانت جي سڌانت جو ڪليل ذڪر آهي.

سنڌيءَ ۾ گرنٿن ڇپڻ جي اِها مراد نہ آهي تہ هنديءَ يا سنسڪرت گرنٿن جي بجاءِ هي گرنٿ پڙهيا وڃن، بلڪ اِهائي خواهش آهي تہ جگياسن جو شوق وڌي ۽ ويدانت جي هنديءَ ۽ سنسڪرت گرنٿن ۾ پرورت ٿين. ٻيو تہ هنديءَ ۾ ويچار ساگر ڌارڻ ڪرڻ سان گڏو گڏ هن گرنٿ جي مدد وٺبي تہ سمجهڻ ۾ سولائي ٿيندي. ورِي جيڪي جگياسو لاچاري حالتن هيٺ هندي لپا سکي سگهن مگر ويدانت جي چاهنا اٿن تن لاءِ پڻ هيءُ گرنٿ ڪارگر ٿيندو.

# ونتي

هن گرنٿ کي گرمکي اکرن ۾ ڇپائڻ جي ضرورت آهي. پر اوکدا آهي ته ڪو پروپڪاري اُدار آتما هن ڪاريه کي سمپورڻ ڪري پرم وديا جي دان جو ڀاڳي ٿئي. جيئن سورج چندر آهن تيئن اڪال جي پراپتي پرم وديا جي دان دوارا پراپت ٿئي ٿي.

جيڪڏهن ڪو داني پرش پريس جو پورهيو نه ڪري سگهي مگر پئسن سان لاءِ تيار ٿئي ته هن ڪتاب جو ڇپائيندڙ پروف چاڙهڻ وغيره جو پورهيو ڪندو.

سوامی سيوارام باپو.

# فهرست